ڪتاب: وساريان نہ وسرن

ليکڪ: احمد خان جمالي

ڪمپوزنگ: مسافر ابڙو

پيج ميڪنگ: حيدر جوڻيجو

ٽائيٽل: زاهد شيخ

پريس: الجنت پرنٽنگ پريس ڪراچي 03002334232

ڇپائي جو سال: 2010ع

تعداد: 600

قيمت: 150

ڇپائيندڙ: ماروي پبليڪيشن ڪراچي
بي ماڙ، نيو بلاڪ 2، هاڪي اسٽيڊيم،
لياقت بيرڪس، شاهراه فيصل ڪراچي، سنڌ.
رابطي لاءِ: 02135856707

# ستاءُ


- پنهنجي پاران 5
- يادگيرين ۾ سنڌ جي تاريخ — رئوف نظاماڻي 6
- وساريان نہ وسرن 15
- سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن ڪيئن ٺهي؟ 20
- مان ڏوهي هان 24
- ڊي سي هاءِ اسڪول ۾ داخلا ۽ ”ڪجھ محسن“ 28
- گورنمينٽ ڪاليج نوابشاھ ۾ داخلا_ ڪجھ تحريڪون ۽ ڪجھ ڦڏا 32
- يحيٰ خان جي مارشل لا، ڀٽ ڌڻي جي ادبي ڪانفرنس ۾ نعرا 37
- مارشل لا ۾ حيدر بخش جتوئي جو استقبال 42
- ڊاڪٽر افغان جي گرفتاري ۽ شاگردن جي ڪامياب تحريڪ 46
- انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشوري ۾ شاگرد يونين جون چونڊون ۽ بنگال ۾ آپريشن جي خلاف ڀرپور احتجاج 50
- پيپلز پارٽيءَ جي ڀرپور حڪومت ۽ اسانجون غلطيون 55
- سائين علي مردان شاھ ”رقصم“ ۽ جان احمد کُهڙي جو افسوسناڪ قتل 59
- پير منور جي ذهني بيقراري ۽ احساس انتقام 64
- انٽرنيشنل هاسٽل ۾ جلسو مرحوم حفيظ قريشي جي تقرير ۽ ڦڏو 69
- سائين اشوڪ ڪمار جو افسوسناڪ موت ۽ انڊس گئس ڪمپني O.G.D.C ۾ نوڪري 73
- O.G.D.C ۾ ملازمت 78
- آپريشن ڪوڪا ڪولا ۽ ڀٽو حڪومت جو خاتمو 82
- ڪجھ تلخيون، ڪجھ ناخوشگوار واقعا ۽ ڪجھ سبق 86
- نذير عباسي جي شهادت، ماڻڪ جي ”جدائي“ ۽ رفيق صفي کي سزا 90
- 1972ع جا فساد ۽ سائين جي ايم سيد سان ملاقات 94
- روڊ حادثي ۾ ڊاڪٽر واجد علوي جو انتقال، ايسوسيئيشن جون چونڊون ۽ نصرت ڀٽو جي مان ۾ آجياڻو 98
- ڪي اي ايس سي ۾ سرگرميون 103
- شاهد حامد کي قتل ڪرڻ جو واقعو 107
- تقرير جا ”تڪا مڪا“ نتيجا 111
- سائين ظفر علي شاھ صاحب ۽ ڄام صادق علي سان ملاقات 116
- سنڌ جي قومپرستن ۽ ترقي پسندن کي گذارش 121

- گھر ۾ دليون اجاڙيندڙ فساد ۽ مرحوم شبير احمد نوراني جي "معصوميت" 126
- ڊفينس ۽ بنگلاديش جو الزام 131
- برتر نسل جهڙي ڪنهن به شئي جو دنيا ۾ وجود ناهي 136
- انساني فطرت جي سڀ کان وڏي آرزو قدر شناسي جي بُک آهي 141
- ڪاوڙ ۽ قانون اهڙيون شيون آهن جيڪي ڪمزور تان لهنديون نه آهن ۽ طاقتور/ ڏاڍي تي چڙهنديون نه آهن 146
- انسان خدا جي خوبصورت تخليق آهي 151
- بين جون خوشيون نظرانداز ڪري توهان خوش نٿا رهي سگهو 156
- جهالت سان خوف پيدا ٿئي ٿو ۽ علم سان اعتماد 161
- ڏکيون جان نه مڙن تان تان پنڻ نا ٿئي 166
- هر بيوقوف نڪتچيني، مذمت ۽ شڪايت ڪرڻ جو اهل آهي 170
- اهڙو ڪوبه فلسفو نه آهي جيڪو سماج جي ڪنهن نه ڪنهن خاص طبقي جي مفادن جو بچاءُ نه ڪندو هجي 175
- هڪ دانش مند ۽ نيڪ شخص لاءِ سموري دنيا هن جي مادر وطن آهي 179
- محل ۾ رهندڙ ماڻهو ۽ جهوپڙيءَ ۾ رهندڙ ماڻهو هڪ ٻئي کان مختلف سوچي ٿو 183
- پنڻ ۽ خيرات سان ڪڏهن به غربت ۽ ذلت کي ختم نٿو ڪري سگهجي 187
- تقدير اهڙي عدالت آهي جنهن جي خلاف ڪابه اپيل نه ٿي ڪري سگهجي / 192
- تحفظ، بچاءُ ۽ نجات فقط بين سان گڏ حاصل ٿي سگهي ٿي 197
- ڪو به فعل تيستائين غيراخلاقي نه آهي جيستائين هو بين ماڻهن لاءِ اذيت جو باعث نه ٿو بڻجي 203
- اڪيلائي جي زندگي بسر ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته انسان يا ته ديوتا هجي يا حيوان 208
- خواهشون تيستائين ناممڪن آهن جيستائين خواهشون ڪرڻ وارو "جاندار" موجود نه هجي 212

# پنهنجي پاران

ڪيترن ئي ويجهن دوستن ۽ مهربانن جي همٿائڻ تي جڏهن گهاريل حياتيءَ جون يادگيريون "عوامي آواز" ۾ شايع ڪرڻ جو سلسلو شروع ٿيو تہ ڪيترن ئي پراڻن ساٿين اسرار ڪيو تہ اهي يادگيريون ڪتابي شڪل ۾ پڻ شايع ٿيڻ گهرجن.

سچي ڳالهہ اها آهي تہ "اخباري ڪالم" جو پنهنجو انداز ۽ "ماحول" هوندو آهي، جڏهن تہ ڪتاب يا رسالي جي پنهنجي ادبي تقاضا هوندي آهي. ڪتاب يا رسالي ۾ ڪنهن بہ موضوع تي لکڻ وقت: ان سان نهڪندڙ "مواد" پڻ شامل ڪري ان مضمون يا موضوع کي وسعت سان وڌيڪ دلچسپ ۽ معلوماتي پڻ بڻائي سگهجي ٿو.

اخبار ۾ لکيل يادگيرين جو تعلق بہ جيئن تہ جدا جدا واقعن سان آهي، ان ڪري ڪتابي شڪل ۾ اها "کوٽ" محسوس ڪرڻ قدرتي امر آهي. جڏهن تہ مخلتف واقعن جي باري ۾ "لکڻين" تي نظرثاني ڪري لکڻي جي ٻولي وڌيڪ بهتر ڪري لکڻ جي ضرورت پڻ محسوس ڪئي ويئي آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن ڪو بہ دوست لکڻين تي ڪنهن بہ رُخ کان تنقيد ڪري ٿو تہ اهو ايئن ڪرڻ ۾ "حق بجانب" تي سگهي ٿو.

يادگيرين کي ڪتابي شڪل ۾ شايع ڪرائڻ جي سلسلي ۾ جن مهربان ۽ قابل ذڪر دوستن همٿايو انهن ۾ محترم بدر ابڙو، بئريسٽر مهيسر، امداد قاضي، محمد صالح بلو، تاج مري، تاج رند ۽ مسعود احمد جمالي قابل ذڪر آهن. جڏهن تہ "وساريان نہ وسرن" کي اخباري قسطن توڙي ڪتابي شڪل ۾ شايع ڪرڻ لاءِ آئون محترم زرار پيرزادي جي مدد ۽ سهڪار کي ڪڏهن بہ نہ وساري سگهندس. اهڙي طرح آءُ سائين حيدر جوڻيجي جو پڻ ٿورائتو آهيان، جنهن هن ڪتاب کي ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ڪيو. آءُ عوامي آواز جي چيف ايڊيٽر محترم ڊاڪٽر جبار خٽڪ ۽ مئنيجنگ ايڊيٽر سائين خير محمد جوڻي جو پڻ شڪر گذار آهيان جن مون سان هر طرح سهڪار ڪيو.

جيئن تہ ڪنهن بہ انسان جي زندگي ڪڏهن بہ "اڪيلي" يا "ذاتي" نہ هوندي آهي: انڪري "ذاتي زندگي" جو لفظ يا تصور بي معنيٰ آهي. انسان، سماج مان شعور حاصل بہ ڪري ٿو تہ موت ۾ سماج کي "شعور" ڏي بہ ٿو. شعور ونڊڻ (Share) سان انسان جا قدم اڳتي وڌن ٿا ۽ ايئن هيءُ سماج جيئن پوءِ تيئن اڳتي ئي قدم کڻندو رهندو. ان ڪري "ماضي" تي پڇتائڻ اجايو آهي: ڪنهن تي "ميار" ڏيڻ بيڪار آهي: ڪنهن سان "شڪايت" ڪرڻ جو ڪو بہ سبب نہ آهي. "انسان ۽ سماج" کي پنهنجو "رشتو" سمجهڻ گهرجي. انسانن کي هڪ ٻئي سان صرف "پيار" ۽ "پنهنجائپ" جو ڳانڍاپو مضبوط ڪرڻ گهرجي.

# يادگيريون ۽ سنڌ جي تاريخ

هي ڪتاب ليکڪ جي يادگيرين متعلق مختلف مضمونن جو مجموعو آهي. هن ڪتاب جي هڪ تہ ان لحاظ کان اهميت آهي تہ سنڌيءَ ۾ سياسي موضوعن تي اڳ ۾ جيڪي ايڪڙ ٻيڪڙ ڪتاب شايع ٿيندا هيا اهي هاڻي جڻ تہ ماڳيئي بند ٿي ويا آهن. ان جمود ۾ مانار کي ختم ڪرڻ ۾ ان جو هڪ ڪردار ٿي سگهي ٿو. ٻيو تہ اهي يادگيريون اٽڪل گذريل اڌ صدي تي ٻڌل آهن. اهو سڄو عرصو سنڌ جي تاريخ جو هلچل ۽ تلاطم وارو دور رهيو آهي جنهن ۾ سياسي، سماجي ۽ معاشي لحاظ کان گهڻيون تبديليون واقع ٿيون آهن ۽ انهن جو سلسلو لاڳيتو هلندڙ آهي.

اهو جيئن تہ مختلف مضمونن جو مجموعو آهي ان ڪري ان ۾ اهو تسلسل نہ ٿو ملي جيڪو هڪ ڪتاب جي ترتيب ۾ نظر ايندو آهي. مختلف واقعا، انهن جون جهلڪيون ۽ ليکڪ جا تبصرا ۽ خيال نظر اچن ٿا. گهڻن موقعن تي پڙهندڙ کي ان ڪري بہ تفصيل جي ضرورت پيش اچي ٿي تہ ان موضوع تي مواد جي اڻاٺ آهي. بهرحال ليکڪ جو هڪ نقطۂ نظر آهي جنهن کي پيش ڪيو يو آهي.

ڪتاب کي ٿلهي ليکي ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. پهريون حصو ليکڪ جي شاگردي واري دور متعلق آهي، ٻئي ۾ سندس نوڪري واري دور جا تجربا آهن ۽ ٽيون حصو ذاتي زندگي ۽ مختلف موضوعن ۽ شخصيتن متعلق سندس خيال آهن. ليکڪ جيتوڻيڪ اهو چئي ٿو تہ سندس ڪنهن سياسي جماعت ۽ گروپ سان باقاعدي وابستگي نہ رهي آهي پر شاگردي واري دور جي سندس سرگرمين مان اها خبر چڱي ريت پئي ٿي تہ سندس لاڙو ڪهڙي پاسي رهيو آهي.

اهو دور دراصل سنڌ ۽ پاڪستان جي تاريخ جو هڪ هنگامہ خيز دور رهيو آهي. نئين ملڪ جي نهڻ ڪانپوءِ مختلف قوتن وچ ۾ ان ڳالهہ لاءِ ڇڪتاڻ جاري هئي تہ ان جي سمت ڪهڙي پاسي هوندي. صوبن وچ ۾ ڇڪتاڻ، ٻولي جو مسئلو، سياستدانن ۽ ڪامورا شاهي ۾ اختيارن جو مسئلو. پرڏيهي پاليسي ۽ خاص طور تي سرد جنگ جي نتيجي ۾ وجود ۾ آيل ٻن ڪئمپن ڏانهن رويو ۽ ملڪ جي نظرياتي سمت اهڙا مسئلا هئا جن هڪ ڊگهي عرصي تائين ڪنهن قسم جي آئين کي ٺهڻ نہ ڏنو. ون يونٽ جو ٺهڻ، ڪابي ڏر ۽ ڪميونسٽن کي ڪچلڻ ۽ نيٺ ملڪ ۾ مارشل لا جو لاڳو ٿيڻ ان ڳالهہ جو ثبوت هو تہ بجائي رضامندي ۽ ڪجهہ نقطن تي سهمت ٿيڻ جي زوري زبردستي کان ڪم ورتو ويو هو جنهن جي نتيجي ۾ هڪ مستقل ڇڪتاڻ واري ڪيفيت پيدا ٿي وئي هئي.

سنڌ ۾ ان وقت جيتوڻيڪ ڪنهن قابل ذڪر سياسي جماعت جو وجود نہ هو پر مختلف واقعن ۽ تحريڪن هڪ سياسي تحرڪ کي جنم ڏنو هو. هڪ ڪراچي جي سنڌ کان عليحدگي، ون يونٽ جو قيام، پاڪستان جي ٻولين ڏانهن رياست جو نامناسب رويو ۽ سنڌ هاري ڪاميٽي جي سرگرمين کي ان سلسلي ۾ اهم ڳڻائي

سگهجي ٿو. اها ڳالهہ نوٽ ڪرڻ جهڙي آهي تہ ان وقت پاڪستان ۾ خاص طور تي سنڌ ۾ جيڪي مذهبي ۽ ساڄي ڌر جون قوتون هيون اهي سڀ نہ رڳو رياست سان گڏ ۽ ان جي مئوقف جون حمايتي هيون بلڪ هڪ لحاظ کان اهي جڻ تہ هر ان قوت جون ويري ۽ انهن خلاف صف آراءِ هيو جن رياست جي ان مئوقف جي مخالفت پئي ڪئي ۽ پنهنجي لاءِ ڪنهن گنجائش جي گهر ڪئي ٿي. هڪ لحاظ کان ان ڳالهہ کي انڪري مثبت بہ چئي سگهجي ٿو تہ ان وقت سنڌ ۾ سياسي تنظيم جيڪا پنهنجي ابتدائي شڪل ۾ هئي ۽ هڪ صورت وٺي رهي هئي. مذهبي ۽ ساڄي ڌر جي اثرن کان بچيل رهي ۽ ان کي لازمي طور تي سيڪيولر ۽ کاٻي ڌر جا بنياد ميسر ٿيا.

ان وقت پاڪستان جي سياست ۾ قومي ۽ صوبائي سطح تي صف بندي ايتري واضح نہ ٿي هئي. سياسي تنظيم ملڪي سطح تي هوندي هئي، ۽ عوامي نيشنل پارٽي يا عوامي ليگ وغيره صوبائي خودمختياري ۽ مظلوم ماڻهن جي مسئلن کي پاڪستان جي سياسي بيهڪ ۾ ڏسنديون ۽ ڪٿنديون هيون. ان ڪري ان دور ۾ شاگردن جي تنظيم بہ ملڪي سطح تي هوندي هئي جنهن جا اهم مثال ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۽ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن آهن. صوبائي سطح تي جيڪڏهن ڪن ماڻهن اهڙي ڪوشش ڪئي بہ تہ ان کي گهڻي پذيرائي حاصل نہ ٿي سگهي جيئن ليکڪ قاضي فضل الحق جي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو ذڪر ڪيو آهي.

کاٻي ڌر جي شاگرد سياست ۾ ڊي ايس ايف ۽اين ايس ايف جو نهايت اهم ڪردار رهيو آهي. جيتوڻيڪ انهن جماعتن اندر هڪ نظرياتي ڇڪتاڻ موجود هئي پر انهن جي هڪ خاص ڳالهہ اها هئي تہ انهن جي تنظيم ملڪي سطح تي هئي ۽ انهن ڪنهن نسلي ۽ ٻولي جي فرق کانسواءِ سڄي ملڪ جي شاگردن کي هڪ گڏيل پليٽ فارم مهيا ڪيو ٿي. هتي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ انهن تنظيمن جي موجودگي ۾ ڪميونسٽ پارٽي ۽ نعپ کي اهڙي ڪهڙي ضرورت پيش آئي تہ انهن پهرين ضلعي سطح تي شاگرد تنظيمون قائم ڪيون ۽ پوءِ نومبر 1968ع ۾ حيدرآباد ۾ هڪ ڪنوينشن ۾ صوبائي سطح تي شاگرد تنظيمن جو قيام عمل ۾ آندو ويو. ان جو ڪارڻ ممڪن آهي تہ نعپ جيڪو ڪميونسٽ ۽ قومپرستن جو هڪ گڏيل پليٽ فارم هو، ۾ قومپرستن جو وڌندڙ اثر رسوخ هو جنهن جي ڪري پاڪستان جا شاگرد صوبائي سطح تي مختلف ٽڪرن ۾ ورهائجي ويا. اهو ٻئي ڪارڻ هو جو سنڌ جا قومپرست شاگرد بہ گهڻو عرصو ڪميونسٽن سان هڪ گڏيل پليٽ فارم تي هلي نہ سگهيا ۽ جئين ليکڪ اسان کي ٻڌائي ٿو تہ نہ رڳو قومپرست شاگردن پاران جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو قيام عمل ۾ آندو ويو پر هر سياسي جماعت ان ڪوشش ۾ لڳل رهي تہ شاگردن کي پنهنجي سياسي مقصدن کي اڳتي وڌائڻ لاءِ استعمال ڪجي. ڪميونسٽ پارٽي پاران گهڻو پوءِ ڊي ايس ايف کي وري جيئارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي پر وقت سندن هٿن مان نڪري چڪو هو ۽ کاٻي ڌر جا شاگرد جيڪي ان وقت تائين هڪ مئوثر قوت هئا ۽ حڪمران طبقن

لاءِ ڪنھن بہ سياسي جماعت ڪان وڏو چئلينج ھئا مختلف ٽڪڙن ۾ ورھائجي غير مئوثر ٿي چڪا ھئا. اھڙي ريت ايس اين ايف جو ڪردار بہ ڪميونسٽ پارٽي جي ھڪ ڪليل پيلٽ فارم ڪان وڌيڪ ڪجھ نہ رھيو ھو.

ان سڄي صورتحال جو نتيجو اھو نڪتو تہ باقي سنڌ جي جدوجھد خاص ڪري پاڻ کي ڪراچي جي شاگرد ۽ مزدور تحريڪ سان جوڙي نہ سگھي. اھا ڳالھہ واضح طور تي نظر اچي ٿي تہ ڪراچي ۾ شاگرد ۽ مزدور تحريڪ جو رخ جمھوري ۽ طبقاتي ھو پر ان جو سنڌ جي قومي مسئلن ۽ ھاري تحريڪ سان ڪو ذڪر جوڳو لاڳاپو نہ ھو پر ڪن حالتن ۾ تہ ان لاتعلقي کي بنھي کي ويڙھائڻ لاءِ پڻ استعمال ڪيو ويندو ھو. ليکڪ پنھنجي شاگردي واري دور جي جن واقعن جو ذڪر ڪيو آھي ان مان بہ اھا ڳالھہ پڌري پٽ آھي. نومبر 1968 ع ۾ اسٽوڊنٽس ڪنوينشن ۾ امير حيدر ڪاظمي جي شرڪت ۽ مسعود نوراني وغيره جي گروپ پاران ان جي مخالفت ڪانسواءِ ان سلسلي ۾ ٻي ڪا خاص ڳالھہ نہ ٿي ملي. منھنجي خيال ۾ ان ڳالھہ کي جيڪڏھن ان دور ۾ سمجھيو وڃي ھا تہ اھو ممڪن آھي تہ سنڌ جي سياسي صورتحال ھن وقت ڪافي مختلف ھجي ھا.

ائين لڳي ٿو تہ ليکڪ جو ان دور ۾ شاگرد تحريڪ ۾ ھڪ سرگرم ڪردار رھيو آھي. پر ساڳي وقت ھڪ تشنگي جو پڻ احساس ٿئي ٿو. ليکڪ مان اھا توقع ھئي تہ ھو پڙھندڙ کي شاگرد تحريڪ جو ھڪ تفصيلي پسمنظر ۽ پيش منظر ڏيندو ۽ ان ۾ شامل ڪردارن سان تفصيلي تعارف ڪرائيندو. پر اھا توقع پوري نہ ٿي ٿئي ۽ ھو رڳو ڪجھہ جھلڪيون ڏيکارڻ تي ئي اڪتفا ڪري ٿو ۽ ڪٿي ڪٿي تہ ائين لڳي ٿو تہ ھو پڙھندڙ کي بلڪل وچ ۾ ڇڏي ٿو ڏئي. گھڻو ڪري ائين محسوس ٿئي ٿو تہ ھو بجائي ان تحريڪ جو ھڪ حصو ھئڻ جي رڳو ھڪ تماشبين يا رپورٽ ڪندڙ آھي. ڇڙ وڇڙ واقعا آھن جھڙوڪ "گورنمينٽ ڪاليج نوابشاھ ۾ داخلا، ڪجھہ تحريڪون ۽ ڪجھہ قدا" يحيٰ جي مارشل لا پٽ ڏٺي جي ادبي ڪانفرنس ۾ نعرا ۽ مارشل لاءِ ۽ حيدر بخش جتوئي جو استقبال" وغيره.

سياسي تحريڪون سماج جي وڏي حصي کي متحرڪ ڪرڻ جو باعث بڻيون آھن. ان ۾ اھڙا ماڻھو بہ شامل ٿي ويندا آھن جيڪي ٻي صورت ۾ شايد اھڙي ڪا پيش رفت نہ ڪن. تحريڪ جو اتساھ ڪين متاثر ڪندو آھي ۽ ڪڏھين ڪڏھين تہ اھي اڳين صفن ۾ نظر ايندا آھن ۽ تاريخ ۾ پنھنجو نالو ڳڻائي ويندا آھن. پر انھن ۾ گھڻائي اھڙن ماڻھن جي ھوندي آھي جيڪي ان اُڀار ۽ تحرڪ جي ماني ٿيڻ ۽ ختم ٿيڻ ڪانپوءِ روز مرھ واري معمول جي زندگي ڏانھن موٽي ويندا آھن. سنڌ جي شاگرد سياست ۾ موجود مختلف لاڙن جي حوالي سان ليکڪ جو ھڪ مثبت ڪردار نظر اچي ٿو. شاگرد جئين تہ قومپرست سياست جو ھراول جٿو ھئا ان ڪري ان سياست ۾ موجود فاشسٽ لاڙن جو اظھار بہ انھن ۾ وڌيڪ ملي ٿو. ھتي ان ڳالھہ کي نوٽ ڪرڻ ضروري آھي تہ ون يونٽ ٽٽڻ ڪان اڳ، ان ڳالھہ جي باوجود تہ سنڌ ۾ موجود مختلف سياسي لاڙن ھڪ صورت وٺڻ شروع ڪئي ھئي پر اھي سيئي لاڙ قومي تحريڪ جو حصو ھئا ۽ تنظيمي ۽ شخصي لحاظ ڪان انھن جا

ڪي مستقل مفاد نہ هئا. ون يونٽ جي ٽٽڻ ۽ خاص طور 1970ع ۾ مختلف قومپرست جماعتن جي قائم ٿيڻ ڪانپوءِ بندوقن جا رخ بجائي دشمن ڏانهن هئڻ جي هڪٻئي ڏانهن مڙي ويا. ڪنهن بہ سياسي تحريڪ جي پڄاڻي تي ان کي سنڀالڻ لاءِ جيڪڏهن ڪا معروضي قوت موجود نہ هوندي آهي تہ پوءِ ان کي ختم ڪرڻ لاءِ مخالف قوتون ميدان ۾ ٽپي پونديون آهن. 1983ع ۽ 1986ع واري جمهوري تحريڪن جو مثال تہ نهايت واضح آهي جڏهن عوام جي سياسي شعور کي منتشر ڪرڻ ۽ ان کي ختم ڪرڻ لاءِ جيل ٽوڙيا ويا ۽ سڄي سنڌ ۾ ڌاڙيلن کي ڦهلائي اغوائن ۽ ڌاڙن ذريعي وچولي طبقي کي ڪاپاري ڌڪ هنيو ويو. ساڳي طرح اهو قياس ڪرڻ بہ ناممڪن ڪونهي تہ ون يونٽ مخالف تحريڪ دوران جنهن سياسي شعور جو اظهار ٿيو هيو ۽ جنهن جي مهڙ ۾ شاگرد ئي هئا انکي تعليمي ادارن ۾ منظم دهشتگردي ۽ هٿيارن جي ڦهلاءُ وسيلي ختم ڪيو ويو.

پنهنجين سياسي سرگرمين جي هلندي ليڪڪ هن سماج جي گهڻن غريب ۽ وچولي طبقي جي شاگردن جيان پاڻ کي بہ واٽي تي بيٺل محسوس ڪري ٿو. هڪ پاسي سندس سماج کي بدلائڻ جا آدرش آهن جنهن جي لاءِ جيل وڃڻ تعليمي ادرن مان ريسٽيڪيٽ ٿيڻ ۽ گهروارن کي ڏڇي ۾ وجهڻ جهڙيون ڳالهيون لازمي آهن ۽ ٻئي پاسي سندس پنهنجو ذاتي ڪيريئر آهي جنهن جو حصول ان وقت ئي ممڪن آهي جڏهين هر قسم جي قڏي ۽ احتجاج کان پاسو ڪجي. ان ڳالهہ جو احساس ليڪڪ کي ان وقت ٿئي ٿو جڏهين ڪيس يحيٰ خان جي مارشل لا واري دور ۾ بہ پيرا جيل وڃڻو پيو جنهن جي ڪري سندس تعليم جو هرج ٿئي ۽ هو اهو محسوس ڪري ٿو تہ سندس گهر وارا نيٺ ڇا سوچيندا جيڪي سندس تعليم تي ايترو خرچ ڪري رهيا هئا. اها سندس ايمانداري ڇئبي تہ هن ان ڳالهہ کي ڪنهن رک رکاءُ ۽ هٻڪ ڪانسواءِ قبول ڪيو آهي. سندس جيل مان ٻين ڪجهہ اڳواڻن سان گڏ "لکي" ڏيئي نڪرڻ جو اهو مک ڪارڻ لڳي ٿو.

1970ع ۾ ليڪڪ انجنيئرنگ ڪاليج ۾ داخل ٿئي ٿو. ليڪڪ جي لاءِ هڪ لحاظ کان اهو ان ڪري اهم هو تہ هو ڄڻ تہ سنڌ جي شاگرد سياست جي هيڊ ڪوارٽر ۾ قدم رکي رهيو هو جتي سنڌ يونيورسٽي، انجنيئرنگ ڪاليج ۽ لياقت ميڊيڪل ڪاليج واقع هئا ۽ جتي اهو طئي ٿيڻو هو تہ سنڌ جي قومپرست سياست جي سمت ڇا هوندي. اها ڳالهہ ان لحاظ کان وڌيڪ اهم هئي تہ ان وقت هڪ تہ ون يونٽ ٽٽي چڪو هو ۽ ٻيو بنگلاديش جو جنم ٿي رهيو هو جنهن جي ڪري ملڪ ۾ سياسي قوتن جي نئين سري کان صف بندي ٿي رهي هئي. سنڌ ۾ خاص طور تي پيپلز پارٽي ۽ ڀٽو فيڪٽر قوم پرست سياست لاءِ هڪ وڏي چئلينج جي صورت ۾ سامهون آيو هو. اهو ان ڪري بہ اهم هو تہ قومپرست سياست تنظيمي لحاظ کان پنهنجي ابتدائي دور ۾ هئي ۽ ٻيو تہ ون يونٽ جي ختم ٿيڻ ڪانپوءِ ان وقت ڪو واضح ايجنڊا نہ هو. ان صورتحال ۾ ڀٽو فيڪٽر ڄڻ سنڌن لاءِ هڪ سرپرائز هو جنهن سنڌن وايون بتال ڪري ڇڏيون ۽ انهن بجائي ان کي سمجهڻ جي ماڳيئي هڪ ئي ڌڪ سان ان کی رد ڪري ڇڏيو.

ليڪڪ سنڌ جي انهن اهم تعليمي ادرن ۾ جنهن صورتحال جي نشاندهي ڪري ٿو ان مان اها پلي پٽ خبر پئي ٿي تہ قومپرست پاڻ کي حق تي سمجهي انهن ادارن جي دنيا کي ئي سڄي ڪائنات جو مرڪز سمجهي انهن جي سياست تي قبضي کي ئي سنڌ جو آجپو ۽ پنهنجو آدرش سمجهيو ٿي. هتي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ ڇا ان صورتحال ۾ طبقاتي سياست ڪندڙ جماعتون پنهنجي مئوقف کي سامهون آڻي سنڌ جي ماڻهن ۽ شاگردن کي ڪو متبادل ڏئي سگهيون آهن. ان سلسلي ۾ اهو چئي سگهجي ٿو تہ اهڙيون ڪوششون ضرور ڪيون ويون پر انهن کي ڪا خاص ڪاميابي نہ ملي سگهي. ان جو هڪ ڪارڻ تہ ترقي پسند تعليمي ادرن ۾ هٿيارن کان وڌيڪ نظرئي ۽ دليل تي زور ڏيندي هئي جڏهن تہ انهن ادرن تي هٿياربند جٿن جو قبضو هو جيڪي اهڙي ڪنهن بہ مداخلت کي تشدد ۽ هٿيارن ذريعي ڪچلي ڇڏيندا هئا ۽ اهڙن شاگردن کي موت يا گهر جي واٽ ڏيکاريندا هئا.

سنڌ ۾ قومپرست سياست هڪ طاقتور بليڪ هول جيان باقي سڀني سياسي لاڙن ۽ رخن کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندي ۽ هضم ڪندي ويئي. طبقاتي سياست ڪرڻ واريون جيڪي قوتون موجود هيون انهن بجائي پنهنجي مئوقف کي مضبوطي سان پيش ڪرڻ ۽ قومپرستي جي منفي لاڙن جي نندا ڪرڻ جي اها ڪوشش ڪئي تہ پاڻ کي قومپرستن کان بہ وڌو قومپرست ثابت ڪجي. سنڌن سوشلزم جي سمجهاڻي قومپرستي کي عين سوشلزم مطابق ثابت ڪرڻ کان شروع ٿي اتي ئي ختم ٿئي ٿي. اها ڳالھ پنهنجي جاءِ تي طئي ٿيل آهي تہ سياسي لحاظ کان جيڪڏهن پنهنجي مخالف، جي پچ کي راند لاءِ چونڊيو وڃي ٿو تہ پوءِ آخري سوڀ مخالفن جي ئي ٿئي ٿي. اها ڳالھ پاڪستان جي سيڪيولر سڏائيندڙ سياسي جماعتن لاءِ بہ صحيح آهي جن مذهبي جماعتن جي pitch کي استعمال ڪرڻ چاهيو ۽ نتيجي ۾ نہ رڳو ڪلين بولڊ ٿي ويون پر ڪانئن Do More واري گهر پڻ ٿيندي رهي. ساڳي طرح سنڌ ۾ ترقي پسند سياست بہ قومپرست سياست جو هڪ بيو نالو بڻجي رهي ويئي.

ڇا قومپرست جماعتن جو پيپلز پارٽي سان اختلاف ان ڪري آهي تہ اها هڪ وفاقي جماعت آهي ۽ ان جو گهڻو دارو مدار پنجاب جي ووٽن تي آهي؟ جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ اهو پڇي سگهجي ٿو تہ اهي جماعتون ۽ سنڌن اڳوان مختلف وقتن تي مسلم ليگ، ٻين وفاق پرست جماعتن ۽ فوجي حڪمرانن سان ڇو سهڪار ڪندا رهيا آهن؟ ان جو هڪ جواب اهو ٿي سگهي ٿو تہ انهن ٻنهي جو مقصد خاص طور تي سنڌ مان پيپلز پارٽي جو خاتمو ڪرڻ رهيو آهي. ان سڄي صورتحال جي وري جائزي وٺڻ جي ضرورت آهي ۽ هڪ اهڙي حڪمت عملي جوڙڻ جي ضرورت آهي جيڪا ڪنهن هڪ جماعت جي مخالفت سان ٻڌل نہ هجي ۽ ان جا پنهنجا آزاد طريقي سان طئي ٿيل مقصد هجن.

ليڪڪ جو سياسي ڪيريئر تعليم پوري ٿيڻ کان پوءِ پڄاڻي تي پهچي ٿو ۽ هو وچولي طبقي جي ٻين نوجوانن جيان نوڪري جي ڳولا شروع ڪري ٿو.

نوڪري جون پنهنجيون حدبنديون آهن. ان ۾ رهندي اهو ڪجھ تہ نہ ٿو

ڪري سگهجي جيڪو نوڪري کان ٻاهر رهي يا شاگردي واري دور ۾ ڪري سگهجي ٿو. پر پوءِ ڪرڻ واري پنهنجي لاءِ گنجائش ڪڍي وٺي ٿو. ليکڪ جو گئس ڪمپني ۾ مختصر عرصو رهيو ۽ سندس نوڪري جو اتڪل سڄو عرصو ڪي اي ايس سي ۾ گذريو. هڪ آفيسر هئڻ جي ناتي سندس يونين سرگرمين سان تہ سڌو سنئون واسطو نہ رهيو پر هو آفيسرن جي پيلٽ فارم تان هڪ سرگرم ڪردار ادا ڪندو رهيو.

پاڪستان جهڙن ملڪن ۾ سرڪاري ادارن ۾ نوڪرين جو دارو مدار ان ڳالهہ تي هوندو آهي تہ ڪنهن قوميت لساني گروهہ وغيره جي سياسي حيثيت ڪيتري مضبوط آهي. سنڌي وچولو طبقو ان سلسلي ۾ هميشہ کان ئي هڪ ڇڪتاڻ ۽ ٽڪراءُ واري صورتحال ۾ رهيو آهي. ڪي اي ايس سي بہ ان ڇڪتاڻ کان محفوظ نہ رهيو آهي. اهو ادارو ڪڏهن وفاقي حڪومت ڪڏهن صوبائي حڪومت، ڪڏهن فوج جي انتظام هيٺ رهيو آهي ۽ هاڻي نجي انتظاميہ وٽ آهي. ليکڪ اداري جي حوالي سان پنهنجا مختلف تجربا ۽ مختلف وقت تي انتظاميہ سان ٽڪراءُ ڪي چٽيو آهي. جيتوڻيڪ ليکڪ جو ڪنهن سياسي گروهہ يا پارٽي سان ڪو واسطو نہ رهيو آهي پر اسان جي سماج ۾ همت، بهادري ۽ مڙس ماڻهو تي ٻيهڻ وارا گهڻا مثال ملن ٿا جنهن ۾ اڪيلو ماڻهو پنهنجي هنيانءُ جي زور تي ڏونگر ڏارڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو. اهڙا مثال ٻين ادرن جيان ڪي اي ايس سي ۾ پڻ موجود آهن. ليکڪ پنهنجي نوڪري ۽ پنهنجي قومي ڪمٽمينٽ ۾ هڪ توازن برقرار رکيو آهي.

ليکڪ جي ٻين مختلف موضوعن تي لکيل مضمونن مان اها خبر پئي ٿي تہ هن سرگرم سياست کان ڌار هوندي بہ پنهنجن پراڻن ادبي ۽ سياسي دوستن سان لاڳاپو برقرار رکيو آهي ۽ ٻيو تہ نظرياتي لحاظ کان پنهنجو هڪ تسلسل برقرار رکيو آهي. انهن دوستن جو ذڪر ڪندي سندس انداز نظرياتي کان وڌيڪ ذاتي آهي. اهو ماڻڪ جي سلسلي ۾ بہ نظر اچي ٿو ۽ نذير عباسي ۽ سندس يارن متعلق بہ.

سنڌ جي قومي سياست متعلق سندس ويچار بہ هڪ عام وطن دوست سنڌي جيان آهن. سندس خواهش اها آهي تہ اهي سڀ هڪ پيلٽ فارم تي گڏ ٿي سنڌ جي حقن لاءِ جدوجهد ڪن. پر حقيقتون گهڻيون مختلف آهن. قومپرست سياست جا مختلف لاڙا جيڪي هن وقت هڪ پختي صورت اختيار ڪري چڪا آهن ان وقت بہ موجود هئا جڏهن ليکڪ شاگرد سياست ۾ هو. سنڌ ۾ هڪ عوامي جماعت جي ضرورت آهي جيڪا اهي جماعتون هڪ ٿي بہ پوري نٿيون ڪري سگهن. پيپلز پارٽي ان سلسلي ۾ هڪ آسرو تہ آهي پر ان کي ان سلسلي ۾ رڳو هڪ شروعاتي مرحلو ئي ڪري ليکي سگهجي ٿو.

ليکڪ سنڌ ۾ رهندڙ ٻين نسلي ۽ لساني گروهن ڏانهن هڪ منافرت ۽ رد ڪرڻ وارو رويو نہ ٿو رکي. اها پنهنجي ليکي هڪ مثبت ڳالهہ آهي. اهو ان لحاظ کان اهم آهي تہ هن وقت سنڌ جي قومپرست جماعتن ۾ شايد ئي سنڌ ۾ رهندڙ ٻين نسلي ۽ لساني گروهن جو ڪو ماڻهو شامل هجي. ڇا اها ڳالهہ سنڌ جي قومپرستن

جي ان اسرار جي ابتڙ ناهي تہ خاص طور تي اردو ڳالهائيندڙ پاڻ کي سنڌي سمجهن ۽ سنڌ سان وفادار ٿين. اهڙا گهڻا مثال موجود آهن تہ اهڙا گهڻا ماڻهو جيڪي سنڌ جي قومي ڌارا ۾ شامل ٿيڻ جا خواهش مند رهيا آهن. انهن کي ”مشڪوڪ“ سمجهہ رد ڪيو ويو آهي. ٽيهہ چاليهہ سال اڳ قومپرست جماعتن ۾ جيڪڏهن اهڙا ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ مثال ملي ويندا هئا تہ هاڻي اهي بہ موجود آهن. اهڙي ريت سنڌ جي قومپرست سياست هڪ لحاظ کان نسل پرستي جي ذهن ۾ ڦاسجندي پئي وڃي.

ليکڪ جو ڪم ساراهڻ جوڳو آهي. سٺ ۽ ستر جي ڏهاڪي جي شاگرد تحريڪ سنڌ جي تاريخ جو اهم باب آهي. ليکڪ جئين تہ انجو اهم ڪردار رهيو آهي ان ڪري اهو ضروري آهي تہ هو پنهنجي پڙهندڙن کي ان دور جا اجا وڌيڪ تفصيل فراهم ڪري. ڇاڪاڻ تہ جدوجهد ۾ شامل ٿيڻ سان گڏ ان کي سهيڙڻ بہ ضروري آهي تہ جئين اهو طئي ٿي سگهي تہ ايندڙ مرحلو ڪهڙو هوندو ۽ ڪهڙيون اهڙيون غلطيون جيڪي اڳ ٿيون هيون انهن کي ورجائڻ کان بچي سگهجي.

**رئوف نظاماڻي**

**ڪراچي**



واشنگٽن سي پارليامينٽ هائوس جي ٻاهران



آمريڪا: وائيٽ هائوس جي ٻاهران




نيو جرسي، آمريڪا عبدالباري پيرزادي ارشد پيرزادي سان گڏ




محترمہ نصرت ڀٽو جي مان     ڊنل آجياڻي



يونيورسٽي     ٽيڪساس آرلنگٽن     انجنيئرنگ شارٽ ڪورس جي ساٿين سان گڏ

# وساريان نہ وسرن

مختلف دورن ۾ دنيا جي مختلف ڪندن جي مختلف ملڪن ۾ جيڪي بہ جنگيون، تڪرار ۽ بحران ٿيندا رهيا آهن، انهن سڀني جو بنيادي سبب معاشي مفادن جو ٽڪراءُ هو. ٻي مهاڀاري جنگ جي دوران جيئن تہ برطانوي بادشاهي جتي ڪٿي ڪمزور ٿي رهي هئي، جنهن جي نتيجي ۾ برطانيا کي جتان ڪٿان پنهنجا تپڙ گول ڪرڻا پيا. ننڍي کنڊ ۾ پڻ برطانوي بادشاهي پنهنجي گرفت برقرار رکڻ جي قابل نہ رهي، ان ڪري ويندي ويندي برطانوي حڪمرانن "ڀارت" کي اهڙي طرح آزادي ڏني جو اڄ تائين اها هٽ ٺوڪي آزادي نہ تہ ننڍي کنڊ جي اصلي ۽ حقيقي تاريخي قومن ۾ آزاد هجڻ جو احساس پيدا ڪري سگهي نہ ٿي اڪثريتي عوام جي زندگي ۾ بهتر تبديلي اچي سگهي آهي.

"انگريز بهادر" دراصل ننڍي کنڊ جي قومن کي آزادي نہ ڏني پر انهن جو "ورهاڱو" ڪيو ۽ قومن جي وجود کي ڪاپاري ڇيهو رسايو. جڏهن تہ فرقيواريت جو اهڙو تہ ٻج ڇٽيو جو اڄ تائين ان مان "جان" آجي نہ ڪري سگهيا آهيون. انگريز سرڪار ۽ سندس اتحادي قوتن ان وقت اهو محسوس ڪيو هو تہ هڪ طرف "سوويت يونين" هنن جي طبقاتي معاشي اثرن کي بي اثر بڻائي رهيو هو تہ ٻئي طرف چين ۽ ڀارت ۾ پڻ "آزادي" ۽ "سوشلزم" جون حامي قوتون مضبوط ٿي رهيون هيون. جيڪا ڳالهہ هنن کي ڏيجاري رهي هئي. ان ڪري انهن آباديءَ ۽ آدمشماري جي لحاظ کان هن اهم خطي کي "نفرت" جي بنياد تي ورهايو ۽ عوام کي ويڙهايو. جيتوڻيڪ ورهاڱي واري معاهدي ۾ ڪٿي بہ ڪنهن بہ صوبي يا علائقي مان لڏپلاڻ ڪرڻ جو ذڪر نہ هو پر ڇاڪاڻ تہ ورهاڱي جو بنياد ئي "نفرت" تي هو ان ڪري خونريزي فساد ۽ لڏپلاڻ، ان ورهاڱي جو منطقي نتيجو هئا. ان ڪانسواءِ ڀارت جي مسلمان اقليتي صوبن ۽ علائقن سان واسطو رکندڙ "نوابن"، سياستدانن ۽ نوڪر شاهي، هٽ وٺي بہ اهڙا فساد ڪرايا تہ جيئن ورهاڱي جي نتيجي ۾ نئين ٺهندڙ ملڪ ۾ پنهنجا حمايتي لڏائي انهن جي مدد سان پير پختا ڪري سگهن. اهو ئي سبب آهي جو جاڙي واڙي هنگاما ڪرائڻ جي نتيجي ۾ "پاڪستان" انهن لڏپلاڻ ڪندڙن ۾ يا تہ اتان جا اهي چند نواب ۽ سياسي بازيگر هئا، جن جون نظرون "اقتداري ايوانن" ۽ "معاشي مفادن" ۾ ڪتل هيون يا اهي صفا غريب، بي گهر، اڻ پڙهيل، معاشي لحاظ کان پوئتي پيل ۽ معاشي بدحالي جو شڪار خاندان هئا. جن جون اڪيون مسلمان اڪثريتي علائقن ۾ رهندڙ "غير مسلم" اقليت جي ملڪيتن ۾ ڪتل هيون، جڏهن تہ سمجهدار، سلجهيل، بردبار ۽ پنهنجن پيرن تي بيٺل مسلمانن، هر حال ۾ ڀارت ۾ ئي رهڻ کي ترجيح ڏني.

"پاڪستان" جي وجود ۾ اچڻ ڪانپوءِ لڏي آيل نئين نوڪر شاهي ۽ هتان جي پراڻي اسٽيبلشمينٽ ڪجهہ وقت لاءِ تہ هڪٻئي کي برداشت ڪيو ۽ "ورهائي کائڻ" تي قناعت ڪئي پر جيئن ئي هنن جي مفادن جي ٽڪراءَ ۾ شدت آئي تيئن

ئي لياقت علي خان کي گولي جو کاج بڻايو ويو. ان ڪانپوءِ ڪمزور حڪومتن ۽ مضبوط نوڪر شاهي جي راند هلندي رهي. حڪومتون ٺهنديون ۽ ڊهنديون رهيون ۽ هتان جو اصلي عوام "تماشو" ڏسندو رهيو.

جڏهن حاوي اسٽيبلشمينٽ پنهنجن مفادن کي مستقل ۽ مضبوط ڪرڻ لاءِ ون يونٽ مڙهيو تڏهن هتان جي مقامي سياستدانن ۽ عوام جون اکيون کليون، جن ان جي مخالفت ڪئي. 1958ع ۾ سياسي حڪمت عملي تحت جڏهن قومي اسيمبلي "ون يونٽ" ٽوڙڻ ۽ صوبا بحال ڪرڻ جي قرارداد منظور ڪئي تہ ان اهم ڏک کي بي اثر ۽ بي عمل بڻائڻ لاءِ مارشل لا لڳائي وئي.

"ايوبي آپيشاهي" جي ڊگهي عرصي جي دوران سنڌ جون لکين ايڪڙ زمينون انعام ۽ نيلام ذريعي غيرن جي حوالي ڪيون ويون ۽ غيرن کي لڏائي سنڌ جي مختلف شهرن، واهڻن ۽ ڳوٺن ۾ آباد ڪري سنڌ جو نقشو ۽ ڪلچر ئي مٽايو ويو. ڪراچي، حيدرآباد ۽ ٻين شهرن ۾ ڪارخانا لڳائڻ جي لاءِ غير مقامي ماڻهن کي رعايتون ڏئي مسلط ڪيو ويو. سنڌي زبان جي خلاف ڪات ڪهاڙا استعمال ڪيا ويا ۽ سڄي سنڌ ۾ آبادي جي "توازن" کي ڪاپاري ڌڪ رسايو ويو. ان ناانصافي جي خلاف جن شخصيتن مرڪزي ۽ مقامي ضلعي سطح تي قائدانہ ڪردار ادا ڪيو ۽ پاڻ ملهايو انهن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي، حيدر بخش جتوئي، شيخ اياز، جي ايم سيد، قاضي فيض محمد، ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي، غلام محمد لغاري، جام ساقي، رسول بخش پليجو، نياز همايوني، حفيظ قريشي، ابراهيم جويو، رشيد ڀٽي، باقر علي شاهہ، محمد عثمان ڏيپلائي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، مولانا عبدالحق رباني، مير علي بخش ٽالپر، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر، سيد رشيد احمد، سيد امداد محمد شاهہ، ڊاڪٽر تنوير عباسي، عزيز الله جروار، غلام حسين سومرو، منير احمد مانڪ، امر جليل، عبدالقادر انڍڙ، رمضان شيخ، شاهہ محمد دراني، حميد سنڌي، طارق اشرف، معراج محمد خان، خورشيد شيخ، ڊاڪٽر اعزاز نذير، امام علي نازش، نديم اختر، آغا غلام نبي، تاج بلوچ، تاج صحرائي، تاج محمد ابڙو، فاضل راهو، علي احمد قريشي، شوڪت سنڌي، يوسف لغاري، ڪامريڊ روچي رام، مير رسول بخش ٽالپر، اعجاز جتوئي، شميم واسطي، وسيم عثماني، شهيد نذير عباسي، مير ٿيٻو، مهر حسين شاهہ، لالا قادر، قموس گل خٽڪ، يوسف ٽالپر، مسعود نوراني، اقبال ترين، احمد خان جمالي، قاضي محمد بخش ڏامراهہ، نذير حسين جتوئي، جمال الدين بخاري، حسن حميدي، فتح الله عثماني، محمد عاقل، عبدالڪريم گدائي، غلام محمد گرامي، رڪن الدين قاسمي، اختر بلوچ، رياض ميمڻ، قاضي غفار، علي اڪبر بروهي، علي احمد ڏوگر، نبي بخش ڪوسو، لال بن يوسف، احمد خان ملڪاڻي، ڊاڪٽر خير، بشير احمد ميمڻ، اشفاق ميمڻ، شاهہ محمد شاهہ، اسماعيل وساڻ، آفتاب ميمڻ، عزيز بنگوار، سڪندر بنگوار، آغا طارق، پارس ارشاد، رضيا شفيع شيخ، عطاءُ الله شيخ، منل ڪمالاڻي، جمال نقوي، عزيز ميمڻ، اقبال ميمڻ، عزيز مهراڻوي، ڪمال وارثي، ايوب لغاري، تاج رند، تاج مري، بدر ابڙو، عزيز سلام، اسلم لغاري، ابو بڪر رند، خليل بچاڻي، امان

الله شيخ، امداد چانڊيو، ممتاز چانڊيو، نرنجن، بقا محمد جکراڻي، سائين سچل، آغا سليم، سراج ميمڻ، حسن علي، عبدالرحمان، ارباب نور محمد پليجو، رفيق آصفي، مسعود پيرزادو، شفيق صديقي، قمر ميمڻ، ممتاز مهر، نظام الدين، ڊاڪٽر جبار خٽڪ، عزيز الله ٻوهيو، حنيف گهانچي، هدايت منگي، عنايت منگي، الطاف سومرو، نذير چنو، عبدالحئي پليجو، غلام نبي مگسي، غلام نبي چانڊيو، صالح بلو، اعجاز قريشي، غلام رسول سهتو، امداد اوڍو، جاويد علي، اسلم جعفري، اشفاق جمالي، عزيز سومرو، غلام نبي مورائي، فتح ياب علي خان، غلام قادر عمراڻي، غلام قادر خاصخيلي، علي مختار رضوي، حنيف پناڻ، عبدالله ورياهه، انور محمود نظاماڻي، آصفا رضوي، سهيل سانگي، ڊاڪٽر ارباب، عبدالخالق زدران، اقبال جتوئي، نورالدين سرکي، عمر خشڪ، ڊاڪٽر گهنشام پرڪاش، اوڀايو خشڪ، شفيع ڪرناڻي، عبدالواحد، شير محمد مگريو، آريسر، قلندر بخش مهر، محمد بخش بلوچ، غلام حسين شر، محبوب علي، شاهه مير ٻنگوار، قاضي عبدالخالق، مانڌل شر، مير محمد سهتو، شعيب حميدي، ابراهيم چنو، الله بچايو مرٿاس، عبدالواحد بروهي، قمر شهباز، ڊاڪٽر قاسم بروهي، شبير شر، عبدالله مگسي، استاد الله بخش پنهور، عبدالحميد جتوئي، عبدالمجيد جتوئي، مولا بخش خاصخيلي، امداد حسيني، پروانو ڀٽي، علي بابا، جمال ابڙو، جمال رند، نور عباسي، عبدالخالق آزاد، سائين

عزيز الله، عبدالڪريم، بلوچ، عبدالحق عالماڻي، محمد صالح عاجز، سرفراز ميمڻ، غلام محمد ساريو، ابراهيم منشي، انور پيرزادو، خاڪي جويو، تاج جويو، حاجي محمد لاکو، ابن حيات پنهور، ڊاڪٽر عبدالقدير افغان، ايڇ ايم خوجه، پير حسام الدين راشدي، غلام مصطفيٰ شاهه، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، نثار حسيني، جيجي زرينہ بلوچ، بهادر ڪلوئي، فتاح ملڪ، محمد بخش سومرو، تاج محمد ابڙو، تاج صحرائي، محمد يعقوب زرداري، مير منور ٽالپر، ڪرم علي ميمڻ، شمس الدين شاهه، هدايت حسين، قاضي فضل، قاضي سليم اڪبر، حسين شاهه بخاري، مولا بخش چانڊيو، مولا بخش لغاري، اسماعيل اوڍيجو، ڊاڪٽر يونس سومرو، پير مظهرالحق، ظفر اجن، اقبال جتوئي، شمشير حيدري، غلام مصطفيٰ پرڳڙي، قاسم پٿر، سيف ٻنوي، قيوم منگي، شهيد عبدالرزاق سومرو، خان محمد پنهور، مسڪين جهان خان کوسو، ڊاڪٽر تنوير شيخ، عزيز مگسي، نصرالله ميمڻ، شاهه محمد بروهي، لياقت شر، آغا ظفر، نورالدين مگريو، صلاح الدين پنهور، ساغر سميجو، علي نواز ٻٽ، عبدالحئي قريشي، غلام محمد ملڪاڻي، نبي بخش سهتو، ظهير بابر لغاري، اسدالله شيخ، حميده گهانگهرو، زبيده گهانگهرو، حبيب ڏيپلائي، عزيز ڏيپلائي، فيض گهانگهرو، سيف الدين پنهور، نورالله ملڪ، نسيم ڪرل، نصرالله ملڪ، امر لعل، عاشق سومرو، احمد لغاري، رحيم بخش جعفري، عبدالفتاح "عبد"، انيتا غلام علي، آغا زاهد، علڻ ٽيپو، لياقت سولنگي، علي حيدر شاهه، منور لغاري، عزيز ناريجو ۽ قادر جتوئي شامل آهن.

بدقسمتيءَ سان انهن ئي ڏينهن ۾ هڪ طرف آمريت پنهنجا پير پختا

ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندي وئي تہ ٻئي طرف سوويت يونين ۽ چين جي ڪميونسٽ پارٽين جا "نظرياتي" اختلاف اڀرندا رهيا جنهن جي نتيجي ۾ ڪابي ڌر جي گڏيل طاقت بہ يا تہ ڦڪيڙ جو شڪار ٿي وئي يا بددلي ۽ بدگماني جي ور چڙهي. ڪميونسٽ پارٽي جي پرو سوويت يونين ۽ پروچائنا ڌڙن ۾ ورهائجي وڃڻ جي ڪري "نعپ" پڻ ٻن ڌڙن ۾ ورهائجي وئي. هڪ نعپ ولي خان گروپ تہ ٻيو نعپ ڀاشاني گروپ. 50 ع واري ڏهاڪي ۾ قاضي فضل الحق، سنڌ ۾ صوبائي سطح تي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ٺاهي. جڏهن تہ ڪراچيءَ ۾ ڪابي ڌر سان سلهاڙيل شاگرد، ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن (D.S.F) جي پليٽ فارم تان متحرڪ ڪردار ادا ڪندا رهيا. پر اهي تنظيمون گهڻو وقت نہ هلي سگهيون. 1965 ع جي صدارتي چونڊن ۾ محترمہ فاطمہ جناح، ايوب خان جي مقابلي ۾ صدارتي چونڊن ۾ حصو ورتو. ايوب خان جي سمورين مخالف جماعتن فاطمہ جناح جي حمايت ڪئي. ايوب خان، رياستي مشينري جي مدد سان چونڊن ۾ تہ ڪاميابي حاصل ڪئي پر "چونڊ مهم" ايوبي آمريت جي ڊپ ۽ دهشت کي ڪافي ڪمزور ڪري ڇڏيو.

1965 ع ۾ ڀارت سان ٿيل جنگ جي نتيجي ۾ نہ صرف ايوبي آمريت وڏيڪ هيٺي تي پٽي پر حڪمران جماعت ۾ اختلاف پڻ پيدا ٿي پيا. جڏهن تہ ملڪي سطح تي پيدا ڪيل "گهٽ"، "ڊپ" ۽ ناانصافين جي نتيجي ۾ وڏي پيماني تي جيڪا نفرت پيدا ٿي چڪي هئي ان کي "زبان" ڏئي احتجاج ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ حالتون پچي راس ٿي چڪيون هيون.

انهن حالتن جي تقاضا هئي تہ سنڌ ۾ بہ صوبائي سطح تي شاگردن جي هڪ اهڙي جماعت ٺهڻ گهرجي جيڪا سنڌ ۽ وفاق ۾ شامل قوميتن جي قومي حقن جي لاءِ بہ آواز اٿاري تہ ساڳي وقت شاگردن، هارين، گوناڻن، مزدورن، ملازمن ۽ بيروزگار نوجوانن جي بنيادي حقن لاءِ پڻ عملي ۽ فعال ڪردار ادا ڪري. انهن ئي ڏينهن ۾ 4 مارچ وارو مشهور واقعو بہ ٿي گذريو.

ان دور ۾ حيدرآباد ۾ حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن تہ نوابشاهہ ۾ نوابشاهہ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي نالي سان ۽ ٻين شهرن ۾ پڻ ضلعي سطح تي شاگردن جون تنظيمون هيون.

جام ساقي، مير ٿيبو، مهر حسين شاهہ، هدايت حسين، نديم اختر ۽ عنايت ڪاشميري ان زماني ۾ حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن جا اهم اڳواڻ بہ هئا تہ سنڌن واسطو "نعپ" ۽ ڪميونسٽ پارٽي سان پڻ هو. جام ساقي وارن. سڄي سنڌ جو دورو ڪيو ۽ 3 نومبر 1968 ع تي حيدرآباد ۾ سنڌ اسٽوڊنٽس ڪنوينشن جو انتظام ڪيو. ان ڪنوينشن ۾ سنڌ جي مختلف شهرن مان سرگرم شاگردن جا نمائندا شريڪ ٿيا. جڏهن تہ ڪراچيءَ مان پڻ شاگردن جو هڪ جٿو امير حيدر ڪاظمي جي اڳواڻيءَ ۾ ان ڪنوينشن ۾ مهمان مبصر طور شريڪ ٿيو.

ان اسٽوڊنٽس ڪنوينشن ۾ انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشوري جي ڪجهہ شاگردن مسعود نوراني جي اڳواڻيءَ ۾ امير حيدر ڪاظمي وارن جي شرڪت تي اعتراض ۽ هنگامو ڪيو پر آخرڪار اهو ڪنوينشن ڪامياب ٿيو. ان ڪنوينشن ۾

"هيمون ڪالاڻي" جون تصويرون بہ تقسيم ڪيون ويون تہ حيدر بخش جتوئي جي تصوير ڪان صدارت بہ ڪرائي وئي، جڏهن تہ سائين جي ايم سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، اجمل خٽڪ ۽ ٻين اڳواڻن پڻ ان ڪنوينشن لاءِ پيغام موڪليا. اجمل خٽڪ جي شاعري قابل داد هئي.

ان ڪنوينشن ۾ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو بنياد بہ وڌو ويو تہ سنڌ جي مختلف ضلعن ۽ شهرن لاءِ ڪنوينر پڻ مقرر ڪيا ويا. ان ساڳي ڪنوينشن ۾ اهو پڻ پڌرو ڪيو ويو تہ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن، بلوچستان ۾ بلوچستان اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن (B.S.O) پختونخواهہ ۾ پختون اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۽ پنجاب ۾ پنجاب اسٽوڊنٽس يونين سان سهڪار ڪندي ۽ ملڪي سطح تي جدوجهد ۾ ڀرپور حصو وٺندي.

دراصل انهن سڀني شاگرد جماعتن جو سياسي پليٽ فارم ساڳيو "نعپ" ئي هو.

ان ڪنوينشن ۾ ئي طئي ڪيو ويو هو تہ 8 نومبر ڪان سڄي ملڪ ۾ ايوبي آمريت جي خلاف ۽ شاگردن جي مسئلن تي جدوجهد هلائي ويندي. پر 8 نومبر 1968ع ڪان بہ چار ڏينهن اول ئي راولپنڊي ۾ پوليٽيڪنيڪل ڪاليج جو شاگرد عبدالحميد پوليس جي هٿان مارجي ويو. ذوالفقار علي ڀٽو اول ئي ايوب خان کي ڇڏي چڪو هو ۽ هو عوام ۽ نوجوانن کي آمريت جي خاتمي لاءِ للڪاري رهيو هو. عبدالحميد جي شهادت، ذوالفقار علي ڀٽو کي اهو سونهري موقعو فراهم ڪيو ۽ احتجاج جو "اڻ کٽ" سلسلو ملڪي سطح تي شروع ٿي ويو. اهڙي طرح سنڌ اسٽوڊنٽس ڪنوينشن ۾ ڪيل فيصلن مطابق سنڌ جي هر هڪ شهر ۾ شاگردن ان تحريڪ جي قيادت ڪئي. اهڙي طرح جتي ڪٿي سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن بہ متعارف ٿي وئي. S.N.S.F جا پهريائين عهديدار هن ريت هئا.

صدر: جام ساقي، نائب صدر نديم اختر، اعجاز قريشي، جنرل سيڪريٽري مير ٿيبو، پريس سيڪريٽري مهر حسين شاهہ، جوائنٽ سيڪريٽري شاهہ محمد شاهہ، مسعود پيرزادو، شهزادو شيخ، سوشل سيڪريٽري عبدالحئي پليجو.

سنڌ اسٽوڊنٽس ڪنوينشن کي ڪامياب ڪرڻ ۾ متين دوستن ڪانسواءِ منير احمد "مانڪ" ۽ نبي بخش کوسي پڻ اهم ڪردار ادا ڪيو. ان ڪنوينشن ۾ هن مضمون جي ليکڪ کي نواب شاهہ ضلعي جو ڪنوينر چونڊيو ويو.

هتي اها وضاحت ڪرڻ ضروري آهي تہ ان دور ۾ سائين جي ايم سيد نظربند هو جڏهن تہ "شيخ اياز" جيل ۾ قيد هو.

# سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن ڪيئن ٺهي؟

ايوبي آمريت جي خلاف سڄي ملڪ ۾ جيڪا ڀرپور تحريڪ هلائي وئي، ان ۾ شاگرد ڀهرين صف ۾ هئا. جڏهن تہ پيپلز پارٽي، نيشنل عوامي پارٽي، عوامي ليگ ۽ جمعيت علماءِ اسلام جي ليڊر شپ ملڪي توڙي مقامي سطح تي شاگردن، ملازمن، مزدورن، شهرين، هارين ۽ سڀني جمهوري قوتن جي قيادت ڪئي. ڊيموڪريٽڪ ايڪشن ڪميٽي جي اڳواٽيءَ ۾ هلندڙ هيءَ تحريڪ جڏهن پنهنجي ڪاميابيءَ جي منزل تي پهچڻ واري هئي ۽ ايوب خان سياسي جماعتن جا ڪجهہ مطالبا قبول بہ ڪيا. "اگرتلہ سازش" ڪيس تان هٿ بہ ڪنيو تہ سڀني سياسي اڳواڻن کي آزاد ڪرڻ جو اعلان پڻ ڪيو پر ان جي باوجود پاڪستان جي ٻنهي حصن جي نوجوانن، مزدورن، عوام ۽ حقيقي جمهوري قوتن جدوجهد جاري رکڻ جو اعلان ڪيو. آخرڪار مجبور ٿي ايوب خان اقتدار "عارضي طور" يحيٰ خان جي حوالي ڪري پاڻ هڪ پاسي ٿي وينو. يحيٰ خان ملڪ ۾ 1969ع ۾ مارشل لا لڳائڻ جو اعلان ڪيو ۽ چونڊن ڪرائڻ ۽ اقتدار عوام جي حوالي ڪرڻ جو اعلان ڪيو.

يحيٰ خان جي دور حڪومت ۾ حيدرآباد ۾ مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ جي بنگلي تي سائين جي ايم سيد جي ڪوشش سان اينٽي ون يونٽ فرنٽ يا سنڌ متحده محاذ جي نالي سان هڪ ڪانفرنس ڪوٺائي وئي جنهن ۾ سنڌ جي سڀني سياسي اڳواڻن ۽ ماضيءَ ۾ ون يونٽ جي حمايت ڪندڙ ايوب خان سان ٻانهن ٻيلي رهندڙ ۽ سياست کان ڪناره ڪشي اختيار ڪري خاموش رهندڙ اڳواڻن شرڪت ڪئي ۽ ماضيءَ جي ڪيل غلطين جي "معافي" گهري.

ان ڪنوينشن يا ڪانفرنس ۾ سائين جي ايم سيد کي ان "محاذ" جو ڪنوينر ۽ سنڌ نعپ جي سيڪريٽري جنرل سائين باقر علي شاهہ کي سيڪريٽري چونڊيو ويو ۽ اهو فيصلو ڪيو ويو تہ ون يونٽ جي خلاف سڄي سنڌ جي عوام کي متحرڪ بہ ڪيو ويندو تہ سڀني سياسي جماعتن ۽ اڳواڻن کي پڻ اُن اهم "نقطي" تي "هم خيال" بنائي گڏيل ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ قائل ڪيو ويندو ۽ اهڙي طرح حڪمرانن کي مجبور ڪيو ويندو تہ اهي "ون يونٽ" ٽوڙڻ جو اعلان ڪن.

ان اهم ڪانفرنس ۾ اهو طئي ڪيو ويو تہ ان گڏيل متحده محاذ يا اينٽي ون يونٽ فرنٽ ۾ انهن پنجن شخصيتن کي شامل نہ ڪيو ويندو جن ون يونٽ ٺاهڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو. اهي پنج ڄڻا هي هئا: محمد ايوب کهڙو، قاضي فضل الله، پير علي محمد راشدي، غلام نبي ميمڻ ۽ قاضي محمد اڪبر.

هڪ طرف گڏيل محاذ جي قيادت سائين جي ايم سيد جي اڳواٽيءَ ۾ بااثر سياسي اڳواڻن سان رابطا ڪرڻ شروع ڪري ڏنا تہ ٻئي طرف يحيٰ خان عام چونڊون ڪرائڻ جي لاءِ ووٽرن جون لسٽون ٺهرائڻ جو ڪم شروع ڪرايو.

ووٽرن جون لسٽون ٺهرائڻ جي لاءِ جيڪي فارم ڇپرايا ويا هئا، اُهي سنڌي زبان ۾ نہ هئا. لالا قادر، انهن ڏينهن ۾ تازو ٺهيل "سنڌ آزاد اسٽوڊنٽس فيڊريشن"

ناهي هئي، جيڪا پيپلز پارٽي جي حمايت ڪندڙ هئي. اهڙي طرح عزيز ميمڻ پڻ ماروئڙا اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي نالي سان پيپلز پارٽي جي حمايت ڪندڙ شاگرد تنظيم جوڙي هئي.

ان مرحلي تي لالا قادر "ووٽرن جون لسٽون سنڌيءَ ۾ ڇاپيو" جي مطالبي مڃائڻ لاءِ حيدرآباد ۾ سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪيمپس ۾ مرڻ گهڙيءَ تائين بک هڙتال تي ويهڻ جو اعلان ڪيو.

انهن ڏينهن ۾ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جون سنڌ جي ننڍن توڙي وڏن شهرن ۾ برانچون قائم ٿي چڪيون هيون، جڏهن تہ سنڌ اسٽوڊنٽس ڪلچرل آرگنائيزيشن (ايس ايس ڪو) جون برانچون پڻ ڪافي شهرن ۾ قائم ٿي چڪيون هيون. هن تنظيم جو اڳواڻ مسعود نوراني هو، جنهن کي محترم رسول بخش پليجي ۽ سندس ساٿين جي سرپرستي ۽ حمايت حاصل هئي.

جيئن ئي لالا قادر بک هڙتال تي ويٺو، تيئن ئي سڄي سنڌ ۾ تحريڪ جو هڪ نئون ماحول مچڻ لڳو. ان مرحلي تي ڪامريڊ جام ساقي سڀني متحرڪ ۽ فعال شاگرد تنظيمن جي اڳواڻن جو گڏيل اجلاس گهرايو ۽ سڀني جماعتن جي گڏيل "اسٽوڊنٽس هاءِ ڪمانڊ" ٺاهي وئي ۽ اهو فيصلو ڪيو ويو تہ "ووٽر لسٽون سنڌيءَ ۾ ڇاپڻ" جي مطالبي جي حق ۾ سڄي سنڌ ۾ هلچل بہ هلائي ويندي تہ بک هڙتال بہ ڪئي ويندي. اسٽوڊنٽس هاءِ ڪمانڊ ان تحريڪ ۾ 1) "ون يونٽ ٽوڙڻ"، 2) سنڌي زبان کي قومي زبان تسليم ڪرڻ جا مطالبا بہ شامل ڪيا. اهڙي طرح اها تحريڪ سنڌ جي اهم ٽن بنيادي نقطن جي تحريڪ بڻجي وئي.

هڪ طرف "اسٽوڊنٽس هاءِ ڪمانڊ" سنڌ جي مختلف شهرن جو دورو ڪري نوجوانن، شاگردن، شهرين، ڳوٺاڻن ۽ سياسي ڪارڪنن کي ان تحريڪ ۾ ڀرپور شرڪت ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو ۽ ٻئي طرف ڪيترن ئي شهرن ۾ شاگرد "پاڻمرادو" بک هڙتال تي ويهڻ جو اعلان ڪندا رهيا. حيدرآباد کان پوءِ نوابشاهہ ۾ راقم سان گڏ حاجي خان جمالي ۽ ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ اسماعيل وساڻ بک هڙتال تي ويهڻ جو اعلان ڪيو هو.

هڪ طرف سڄي سنڌ سجاڳ ٿي هن تحريڪ جو حصو بڻجي رهي هئي تہ ٻئي طرف محترم سائين جي ايم سيد اهو موقف اختيار ڪيو تہ "هن مرحلي تي چونڊن کان اڳ هنگامہ خيز حالتون پيدا ڪرڻ سان يحيٰ خان جي ٽولي کي اليڪشن ملتوي ڪرڻ جو بهانو ملي ويندو، ان ڪري هن موقعي تي اها تحريڪ هلائڻ ۽ افراتفري پيدا ڪرڻ اسان جي مفاد ۾ نہ آهي. سائين کي اها بہ اميد هئي تہ چونڊن جي نتيجي ۾ جيئن تہ عوامي ليگ، نيشنل عوامي پارٽي، پيپلز پارٽي ۽ سنڌن حمايتي اڪثريت ۾ ڪامياب ٿيندا، ان ڪري انهن جي ڪاميابيءَ جي امڪانن کي نظر ۾ رکي اها اميد ڪري سگهجي ٿي تہ اهي جماعتون اسيمبلين ۽ آئين ذريعي ون يونٽ بہ ٽوڙينديون تہ قومي ٻولين جو مسئلو پڻ حل ڪنديون. ان ڪري ڪو بہ اهڙو قدم جنهن سان يحيٰ ٽولي کي چونڊون ملتوي ڪرڻ ۽ اقتدار کي ديگهہ ڏيڻ جو وجهہ ۽ بهانو ملي نہ کٽڻ گهرجي.

سائين جي ايم سيد جي سياسي موقف ۾ وزن هو پر جيئن تہ تحريڪ هلي چڪي هئي، ان ڪري اهو موقف اختيار ڪرڻ سان سائين کي ۽ مجموعي طور تي محاذ کي سخت نقصان پهتو.

ٻئي طرف حيدر بخش جتوئي بيمار هجڻ جي باوجود ٻين جي سهاري سان بک هڙتالي شاگردن جي ڪيمپ تي پهچي هنن جي حق ۾ پريس ڪانفرنس ڪئي ۽ جدوجهد جي ڀرپور حمايت ڪئي. ٽئين طرف قاضي فيض محمد ۽ غلام محمد لغاري بک هڙتالي شاگردن سان شامل ٿي ويا. جڏهن تہ پيپلز پارٽي ۽ اسٽوڊنٽس هاءِ ڪمانڊ ۾ شامل شاگرد تنظيمن جا حمايتي ڪارڪنن پڻ ڀرپور موٽ ڏيندا رهيا.

سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪيمپس ۾ امتحان هلندڙ هئا. علي اڪبر ٻروهي هنگامو ڪرائي، پيپر ڦاڙي، امتحان جو بائيڪاٽ ڪرايو. مطلب تہ تحريڪ بک هڙتال کانسواءِ احتجاج جا ٻيا طريقا پڻ اختيار ڪرڻ شروع ڪيا.

جام ساقي ۽ علي اڪبر ٻروهي کي بہ گرفتار ڪيو ويو. اهڙي طرح قاضي فيض محمد ۽ غلام محمد لغاري سميت بک هڙتال تي ويٺل اڳواڻن تي تشدد بہ ڪيو ويو تہ کين گرفتار ڪري جيل پڻ موڪليو ويو.

ان تحريڪ جي نتيجي ۾ آخرڪار يحيٰ خان شاگردن جي هاءِ ڪمانڊ جا بہ مطالبا منظور ڪيا. يعني ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلان بہ ڪيو تہ ووٽرن جون لسٽون سنڌي زبان ۾ شايع ڪرڻ جو اعلان پڻ ڪيو.

جيئن تہ هڪ سائين جي ايم سيد پنهنجي طور تي انهن پنجن شخصن سان پڻ مستقبل جي سياسي ڪردار جي سلسلي ۾ رابطا ڪيا جن ون يونٽ جي ناهڻ اهم ڪردار ادا ڪيو هو ٻيو تہ سائينءَ شاگردن جي ان اهم جدوجهد جو ساٿ نہ ڏنو جنهن جي نتيجي ۾ ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلان بہ ڪيو ويو تہ لسٽون پڻ سنڌي زبان ۾ شايع ڪرڻ جو مطالبو پڻ تسليم ڪيو ويو، ان ڪري هڪ طرف سائين جي ايم سيد کي ڏاڍو نقصان پهتو تہ ٻئي طرف سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ سندس موقف جي حمايت ڪندڙ شاگردن S.N.S.F "نيشنلسٽ گروپ" جي نالي سان جدا "گروپ" جوڙيو. اعجاز قريشي (پروفيسر)، شاهہ محمد شاهہ، عبدالحئي پليجو، اقبال ميمڻ، امان الله شيخ ۽ ڪجهہ ٻيا دوست ان گروپ جا اهم نمائندا هئا.

ٻئي طرف يوسف ٽالپر ۽ اقبال ترين وارا جيئي سنڌ محاذ جي نالي سان سياست جي ميدان ۾ لٿل هئا. جيڪي پڻ سائين جي ايم سيد جي قيادت ۾ اعتماد رکندا هئا. ان ڪري نيشنلسٽ گروپ ۽ جيئي سنڌ محاذ جي اڳواڻن کي گڏجي "جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن" جو بنياد رکيو. اقبال ترين ۽ شاهہ محمد شاهہ ان تنظيم جا اڳواڻ چونڊيا ويا. ٻئي طرف لالا قادر ۽ عزيز ميمڻ بہ گڏجي سنڌ ماروئڙا اسٽوڊنٽس فيڊريشن ناهي.

يحيٰ خان چونڊون ڪرايون پر چونڊن جا نتيجا قبول نہ ڪيا. بهانا بڻايا. اقتدار جي منتقلي جي لاءِ رڪاوٽون ۽ شرط وڌا. آخرڪار 25 مارچ 1971ع تي اوڀر پاڪستان ۾ ملٽري آپريشن شروع ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ ڀارت سان جنگ

لڳي. اوپر پاڪستان "بنگلاديش" تي ويو ۽ مغربي پاڪستان کي "نئون پاڪستان" ڪوٺيو ويو. هتي هيءَ اهم حقيقت نوٽ ڪرڻ گهرجي تہ جيتوڻيڪ سائين جي ايم سيد. "اسٽوڊنٽس هاءِ ڪمانڊ" جي تحريڪ جو حصو نہ ٿيو پر يحيٰ خان جڏهن ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلان ڪيو تہ ان کي بہ 1958ع ۾ اسيمبليءَ جي پاس ڪيل ان قرارداد کي بنياد بنائڻ لاءِ مجبور ٿيڻو پيو. جنهن قرارداد کي پاس ڪرائڻ ۾ سائين جي ايم سيد جي ئي سياسي حڪمت عملي ۽ فعال ڪردار هو.

اهو درست آهي تہ سنڌ جي سڀني سياسي جماعتن جي سرگرم شرڪت ۽ حمايت ۽ هاءِ ڪمانڊ جي ڀرپور مهم جي نتيجي ۾ "ون يونٽ ٽوڙڻ" جو اعلان ڪيو ويو پر سچي ڳالهہ اها آهي تہ ون يونٽ جي خلاف بلوچستان. پختونخواهہ ۽ بنگال جون سموريون نمائنده جماعتون متفق ٿي چڪيون هيون. جڏهن تہ "پنجاب" جي معقول سياسي قيادت پڻ ون يونٽ ٽوڙڻ لاءِ راضي ٿي چڪي هئي. يعني مجموعي طور تي سڄو ملڪ "ون يونٽ" ٽوڙڻ لاءِ متفق ٿي چڪو هو. ان ڪري حڪمرانن کي سنڌ جي فعال ۽ ڀرپور مخالفت جي اڳيان گوڏا کوڙڻ ۾ ئي "سمجهداري" نظر آئي ۽ اهڙي طرح سنڌ جي شاگردن. نوجوانن. هارين. مزدورن. ملازمن. شهرين. شاعرن. اديبن. وڪيلن ۽ دانشورن کي متحد جدوجهد جي اهميت جو احساس ۽ اندازو بہ ٿيو تہ کين ڪامياب ۽ سرخرو ٿيڻ بہ نصيب ٿيو.

"ڪاش....اهڙا موقعا ۽ مرحلا وري بہ نصيب ٿين!!"

# مان ڏوهي هان

1971ع ۾ پاڪستان جي اڪثريتي حصي جي جدا ٿي وڃڻ ڪانپوءِ اصولي طور تي باقي بچيل حصي جي چئن صوبن جي نمائنده اسيمبلين کان راءِ وٺڻ گهربي هئي تہ ڇا اهي باقي حصي کي پاڪستان جي نالي سان برقرار رکڻ گهرن ٿا؟ ڇا اهي هيهر "پاڪستان" جي نالي سان گڏيل فيڊريشن ناهي هلڻ ۾ راضي آهن؟ پر ايئن نہ ڪيو ويو اتي اهو سوال بہ اُٿي ٿو تہ "اهي ڪم ڪير ڪري ها؟ يا اها راءِ ڪير گهري ها؟ ان ڪانسواءِ جيڪڏهن وڌيڪ نہ تڏهن بہ باقي رهيل صوبن ۾ چونڊون ٻيهر ڪرائجن ها، پر جيئن تہ ملڪ تازو ٽٽي چڪو هو. اقتدار تڙ تڪڙ ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي حوالي ڪيو ويو هو. جنهن باقي رهيل حصي کي نہ صرف "نئين پاڪستان" جو نالو ڏنو هو پر "اهم" سياسي جماعتن يعني "نعپ" ۽ جمعيت العماءِ اسلام جي قيادت کي اعتماد ۾ وٺي مملڪتي وهنوار هلائڻ جو "مثبتي" ۽ "صحتمند" ماحول جوڙيو هو. ان ڪري ڪنهن جي طرفان بہ "پاڪستان" ۾ نئين سر شامل ٿيڻ يا نہ ٿيڻ يا چونڊون نئين سر ڪرائڻ جو مسئلو يا مطالبو نہ اٿاريو ويو.

ذوالفقار علي ڀٽي نہ صرف 1973ع وارو آئين ٺهرايو پر ان آئين جي سلسلي ۾ اهم جماعتن جي حمايت پڻ حاصل ڪئي. جڏهن تہ سرحد ۽ بلوچستان ۾ نعپ ۽ جمعيت جي گڏيل حڪومت جو حق پڻ قبول ڪيو.

1973ع جو آئين، اُن دور ۾ "غنيمت" هو پر ڪيترين ڌرين اُن وقت بہ ان کي ناقص ۽ ناڪافي قرار ڏنو.

ان ماحول ۾ سنڌ يونيورسٽي جي وائيس چانسيلر سيد غلام مصطفيٰ شاهہ نئين آئين ناهڻ ۾ مکيہ ڪردار ادا ڪندڙ ميمبر حفيظ پيرزادي کي ڊاڪٽريٽ جي اعزازي ڊگري ڏيڻ لاءِ دعوت ڏني. سنڌ جي گورنر هجڻ جي حيثيت سان ان وقت جي گورنر رعنا لياقت علي، سنڌ جي يونيورسٽين جي چانسيلر هئي. ان ڪري ان تقريب ۾ حفيظ پيرزادي سان گڏ رعنا لياقت علي پڻ شرڪت جي لاءِ آيل هئي. جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي قيادت ان تقريب جي خلاف هئي ۽ حفيظ پيرزادي کي اعزازي ڊگري ڏيڻ جي حق ۾ نہ هئي پر جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان لاڳاپيل يوسف جکراڻي ۽ سندس چند ساٿي، غلا مصطفيٰ شاهہ جي اثر ۾ هجڻ جي ڪري ان تقريب ۾ ڪو بہ احتجاج يا هنگامو ڪرڻ جي حق ۾ نہ هئا. ان موقعي تي سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي قيادت اهو فيصلو ڪيو هو تہ ان تقريب ۾ شريڪ ٿي نہ ٿجي. جڏهن تہ S.N.S.F انجنيئرنگ ڪاليج کي يونيورسٽي جو درجو ڏيارڻ جي مطالبي جي حق ۾ تقريب کان هڪ ڏينهن اڳ "ڪاليج" جي حد ۾ جلسو منعقد ڪيو ويو. سائين غلام مصطفيٰ شاهہ انجنيئرنگ ڪاليج ۾ ٿيل ان جلسي تي بہ ناراضگي جو اظهار ڪيو هو ۽ جوابي جلسو ڪرائي S.N.S.F جي قيادت تي تنقيد ڪئي هئي.

بهرحال سنڌ يونيورسٽي ۾ جڏهن حفيظ پيرزادي کي اعزازي ڊگري ڏيڻ

جي تقريب شروع ٿي نہ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن مخالفت ۾ نعري بازي شروع ڪئي. جڏهن تہ پيپلز اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان لاڳاپيل شاگردن پيپلز پارٽي جي حق ۾ نعريبازي ڪئي. ان هنگاما آرائيءَ ۾ بيگم رعنا لياقت علي خان تي بہ هٽ ڪنيا ويا تہ حفيظ پيرزادي جي خلاف پڻ نعرا لڳايا ويا. اتفاق سان اسماعيل وساڻ، حفيظ پيرزادي جي سامهون اچي ويو. حفيظ پيرزادي نعريبازي جي جواب ۾ "مڇرجي" جڏهن اسماعيل وساڻ کي گار ڏني تہ موٽ ۾ اسماعيل بہ ڪيس زوردار چماٽ وهائي ڪڍي. سڄي تقريب هنگامي جي ور چڙهي وئي. هڪ پوليس جو آفيسر دل جو دورو پوڻ سبب فوت ٿي ويو. جڏهن تہ ڪجھ پوليس وارا زخمي پڻ ٿيا.

سڄي ڄامشوري ۾ تاءُ پکڙجي ويو. جڏهن تہ حڪومت ٽرتلي ۾ پئجي وئي ۽ انڌاڌنڌ گرفتاريون ڪيون ويون. اسماعيل وساڻ، عزيز بنگوار، سڪندر بنگوار، امان الله شيخ، مولا بخش لغاري ۽ احمد خان شر گرفتار ڪيا ويا. جڏهن تہ احمد خان جمالي ۽ شاھ محمد شاھ سميت ڪيترن جا وارنٽ جاري ڪيا ويا. هاسٽلون خالي ڪرايون ويون ۽ يونيورسٽي توڙي انجنيئرنگ ۽ ميڊيڪل ڪاليج بند ڪيا ويا.

خوف ۽ هراس جي ان ماحول ۾ سيني شاگرد جماعتن جي قيادت "غائب" ٿي وئي هئي. ان ماحول ۾ احمد خان جمالي، نذير عباسي ۽ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي قيادت سنڌ جي مختلف شهرن جي شاگردن کي صحيح صورتحال کان آگاھ بہ ڪيو تہ شاگردن جي آزادي، ڪيس ختم ڪرڻ ۽ تعليمي ادارا کولڻ جي لاءِ "ميڊيا" کي بہ استعمال ڪيو تہ پمفليٽ ورهائي خوف ۽ ڊپ کي پڻ ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ وال چاڪنگ پڻ ڪئي وئي.

هنگامي کان تقريبن بہ هفتا پوءِ روپوشيءَ دوران جڏهن آءٌ (احمد خان) مسلم ڪاليج جي هاسٽل ۾ هڪ گڏجاڻيءَ کانپوءِ پمفليٽ ورهائي ڄامشوري وڃڻ لاءِ اولڊ ڪيمپس ۾ پهتس تہ اوچتوئي اوچتو پوليس گهيرو ڪري ورتو، مونکي منهنجي هڪ ڪلاس فيلو احسن زيدي سان گڏ گرفتار ڪيو. جيڪو پڻ بس جو انتظار ڪري رهيو هو. گرفتار ڪندڙ D.S.P کي مون عرض ڪيو تہ "هن کي تہ ڇڏيو" هن جو ڪهڙو قصور آهي؟ جنهن تي احسن کي ڇڏي ڏنائون باقي مونکي اتي پرسان ئي سندن آفيس ۾ وٺي ويا. منهنجي روبرو جتي ڪٿي وائرليس تي پيغام ڏنائون تہ "اصلي مجرم" پڪڙيو اٿئون. ان ڪري احمد خان شر کي پل آزاد ڪيو.
اِن وقت بہ مون وٽ ڪجھ پمفليٽ گنجي جي هيٺان موجود هئا. مون پوليس آفيسر کي "واش روم" استعمال ڪرڻ جو عرض ڪيو ۽ اهڙي طرح اهي پمفليٽ هڪ پاسي ڪيا. آڌيءَ رات جو هڪ ڪار ۾ پوئين سيٽ جي وچ ۾ ويهاري مونکي حيدرآباد جي سٽي ٿاڻي تي وٺي آيا. جتي مير محمد وساڻ، ذوالفقار علي شاھ ڄاموٽ سندن هڪ ساٿي هيو اول ئي موجود هئا. جڏهن تہ هڪ ڪولي ۾ مولا بخش لغاري تہ ٻيءَ ڪوليءَ ۾ پارس ارشاد عباسي بند هئا. مونکي جدا ڪوليءَ ۾ اڪيلو بند ڪري، ٿاڻي وارن کي سختيءَ سان تاڪيد ڪئي وئي تہ "هن سان ڪير بہ نہ ملي ۽ نہ ئي ڪير ڳالهائي".

بهرحال پوليس جو هڪ سپاهي، جيڪو ذات جو لاشاري هو. ان کي مون چيو تہ ڏس نہ تہ مون وٽ پئسا آسن تہ نہ ئي ڪپڙا صاف آهن ۽ نہ ئي منهنجي گرفتاري جي ڪنهن کي خبر آهي. منهنجو هڪ دوست شاهد صديقي پنهنجي پيءُ کي اڪثر تلڪ چاڙهي اسڪول مان منجهند جو وٺڻ ايندو آهي. ان جي ڪار جو نمبر SK_4050 آهي ان کي منهنجي چٺي پهچاءِ هو توکي خرچي بہ ڏيندو تہ منهنجي لاءِ ڪپڙا بہ موڪليندو ۽ بين دوستن کي اطلاع بہ ڪندو. ان سپاهي جي مدد سان اهي سڀ ڳالهيون بہ ٿيون تہ شاهد پاڻ بہ اچي پري کان ڏسي هٿ لوڏي هليو ويو. مونکي بہ تسلي ٿي، پر پوءِ خبر پئي تہ جنهن وقت مونکي گرفتار ڪيو پئي ويو تہ ان وقت هڪ اخباري نمائندي مونکي بہ ڏسي ورتو هو، اُن اها خبر اخبار ۾ هلائي ڇڏي هئي ۽ اهڙي طرح دوست اول ئي باخبر ٿي چڪا هئا. ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ چالان ڪري مونکي بہ حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ موڪليائون. جيل ۾ اسماعيل وساڻ، سڪندر بنگوار، عزيز بنگوار، امان الله شيخ ۽ مولا بخش لغاري ۽ آءٌ B ڪلاس ۾ بند هئاسين. اسان تي قتل ۽ هنگامي جا ڪيس هئا.

انهن ڏينهن ۾ مهراڻ اخبار جو ايڊيٽر سائين سردار علي شاهہ بہ جيل ۾ هو.

جيل ۾ اسان تي هرويرو ڪا بہ سختي نہ هئي ۽ ماني، ٽڪي جي بہ تڪليف نہ هئي پر "قيد" تہ انسان جي فطرت جي خلاف آهي. ان ڪري جيڪڏهن ڪير بہ جيل ۾ خوش ۽ مطمئن رهڻ جي دعويٰ ڪري تہ پڪ سمجهندا تہ يا تہ اهو "انسان" نہ آهي يا "ڪوڙ" ٿو ڳالهائي.

شاگرد تحريڪ جي زماني ۾ مون ڪافي دفعا جيل جي سزا ڀوڳي هئي، پر هن دفعي مونکي ڪي احساس ڏاڍو ستائي رهيا هئا. هڪ اهو تہ "اسان ان تقريب يا هنگامي ۾ ڪو حصو ئي نہ ورتو هو. ٻيو تہ انجنيئرنگ جي آخري سال ۾ رسٽيڪيٽ ڪيو ويو آهيان. جڏهن تہ مون ڪو ڏوهہ بہ نہ ڪيو آهي. ٽيون تہ والد ۽ ڀائر سخت پريشان هئا. جيڪي رويرو تہ مونکي ڪجهہ بہ نہ چوندا هئا پر جيل جي ملاقات جي دوران آءٌ هنن جي اکيان الائجي چو ڪنڌ نہ ڪٽي سگهندو هوس. انهن احساسن جي دباءَ ۽ ان ذهني ڪيفيت ۽ پيڙا جي اثر هيٺ مون هڪ خط سائين غلام مصطفيٰ شاهہ کي لکيو هو. آءٌ اقرار ٿو ڪريان تہ اصولي طور تي ۽ سياسي طور تي اهو خط مونکي نہ لکڻ کپندو هو پر ان خط کي مرحوم عزيز بنگوار معافي نامي جو نالو ڏئي زيادتي ڪئي آهي ۽ اهو خط شايع ڪري شايد پنهنجو پاڻ کي مطمئن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. آءٌ ٻيهر اهو اعتراف ۽ اقرار ٿو ڪريان تہ S.N.S.F جي اهم عهديدار جي حيثيت سان مونکي اهو خط بہ نہ لکڻ کپندو هو پر انسان ڪڏهن ڪهڙي ذهني ڪيفيت هيٺ رهي ٿو تہ ڪڏهن ڪهڙي دباءُ ۾ سوچي ٿو. جڏهن تہ S.N.S.F جي قيادت نہ تہ رعنا لياقت علي (هڪ عورت) تي هٿ ڪٽڻ کي سٺي نظر سان ڏٺو تہ نہ ئي ان موقعي تي هنگامو ڪرڻ جي حق ۾ هئي، پر پوءِ بہ گرفتاري ۽ رسٽيڪيشن جي احساس بار بار ڏاڍو تنگ ڪيو. ڪنهن بہ جرم کانسواءِ قيد جو احساس!! غلط واردات ۾ ملوث ڪرڻ جو احساس!! جيتريقدر جيل

ڪاڻ جو تعلق آهي تہ سچي ڳالهہ اها آهي تہ جيل ۾ ڪير بہ خوش نہ هو پر ان ڪان بہ وڌو سچ اهو آهي تہ جيل ۾ جيترو تنگ، بيزار ۽ پريشان عزيز بنگوار هو ايترو ٻيو ڪير بہ نہ هو. ان جو اندازو ان حقيقت مان بہ لڳائي سگهجي ٿو تہ عزيز کي مختلف بهانن ۽ جائز ناجائز سبب جي ڪري لياقت ميڊيڪل ڪاليج جي اسپتال ۾ بہ رهايو ويو.

بهرحال ان سلسلي ۾ گڏ قيد ڪاٽيندڙ ٻيا دوست بہ ايمانداريءَ سان پنهنجي راءِ ڏئي سگهن ٿا. پر جيئن تہ عزيز هاڻي هن جهان ۾ نہ رهيو آهي، ان ڪري سندس باري ۾ هن وقت "صحيح" ڳالهہ ڪرڻ ۽ وڌيڪ "سچ" ڳالهائڻ بہ مناسب نہ ٿيندو. عزيز بنگوار بهادر ۽ سنو ساٿي هو. ڪيس پنهنجن عزيزن مان ٿي ڪنهن جهيڙي ۾ اهڙو ڏک هنيو جو ويچاري جي جسم جون هينيون ڏڙ ڪم نہ ڪندو هو. هڪ بهادر ۽ بيباڪ قومي ڪارڪن سان اهڙي ويڌن نہ ٿيڻ ڪپندي هئي.

مرحوم سائين امداد محمد شاهہ کي جس هجي جنهن عزيز بنگوار جي هر طرح مدد ڪئي ۽ آخري وقت تائين سندس سار سنڀال لڌي.

آءُ آخري ڀيرو عزيز بنگوار کي ڏسڻ لاءِ جڏهن ڪراچي جي سول اسپتال ۾ پهتس تہ ڪيس ڪوما ۾ ڏسي اتي گهڻو وقت ويهڻ جي همت نہ ساري سگهيس.

عزيز بنگوار پنهنجين ڪچاين ۽ ڪمزورين جو ذڪر ۽ اعتراف ڪري "وڏ ماڻهپائي" جو ثبوت بہ ڏنو تہ پنهنجي تنظيم جي اڳواڻن ۽ عهديدارن جي "چهرن" کي بي نقاب ڪري نوجوانن ۽ ديس واسين کي پڻ خبردار ڪيو تہ جيئن آئينده ڪير بہ ڪين "استعمال" نہ ڪري سگهي، پر سوال اهو آهي تہ ڇا اڄوڪي تحريڪي قيادت نوجوانن ۽ وطن واسين جو وڃايل اعتماد بحال ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهي آهي؟ جيڪڏهن ايئن ٿي سگهي تہ پوءِ شايد عزيز جو اعتراف ضايع نہ سمجهڻ گهرجي.

سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ٿيل هنگامي جي بنيادن تي قائم ڪيل ڪيسن جي ڏوهہ ۾ اسان کي حيدرآباد جيل ۾ رکيو ويو پر اسان جي خلاف ڪيس ڪراچي ۾ قائم ڪيل اسپيشل ٽربيونل ۾ هلندو هو، جنهن جو سربراهہ مشهور جج احمد خان بارڪزئي هو ۽ ان ڪانپوءِ مقصود احمد شيخ هو.

شنوائي ڪان هڪ ڏينهن اڳ ريل رستي اسان کي ڪراچي سينٽرل جيل منتقل ڪندا هئا، جتان صبح جو ٽربيونل ۾ پيش ڪندا هئا. تقريبن ڇهہ مهينا اسان اهي شنوايون ڀوڳيون. ان ڪانپوءِ سنڌ هاءِ ڪورٽ جي طرفان اسان جي ضمانت منظور ڪئي وئي ۽ اسان آزاد ٿي آياسين.

پيپلز پارٽي جي ساڳي حڪومت اسان جي رسٽيڪيشن واپس ورتي. مون انجنيئرنگ جو آخري سال بہ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيو. اهڙيءَ طرح اسان جي خلاف قائم ڪيل ڪيس جيئن تہ سياسي هئا، ان ڪري آهستي آهستي سردخاني جي حوالي ٿيندي ٿيندي ختم ٿي ويا.

# ڊي سي هاءِ اسڪول ۾ داخلا ۽ ”ڪجھہ محسن“

سرٽيفڪيٽ مطابق منهنجي ڄم جي تاريخ 1948_12_20 آهي. بابا جو نالو الله بخش خان جمالي آهي. اسان جو اباڻو ڳوٺ گهنڊتڙ، نوابشاهہ تعلقي ۾ آهي. بابا، پاڻ پڙهيل نہ هئا پر ڪين تعليم جي اهميت جو اندازو ۽ احساس هو. ان جو اندازو ان مان بہ لڳائي سگهجي ٿو تہ اسان جي سيني کان وڏي ڀاءُ يعني رسول بخش جمالي ان زماني ۾ سنڌي فائنل پاس ڪئي ۽ 1948ع ۾ ئي هڪ استاد جي حيثيت سان ملازمت شروع ڪئي. ان زماني ۾ اسان جي ڳوٺ جي پرپاسي جيڪي بہ ڳوٺ هئا انهن ۾ اپترو پڙهيل بہ ڪير نہ هو. بابا، ٻئي نمبر ڀاءُ محمد فائق کي بہ پڙهائڻ جي ڪوشش ڪئي پر هُن کي سُئن ڏاندن ۽ هارپي سان وڌيڪ دلچسپي هئي، جڏهن تہ ٽيون نمبر ڀاءُ محمد رمضان پڻ سنڌي فائنل پاس ڪري استاد جي حيثيت سان تعليم کاتي سان سلهاڙجي ويو. چوٿين نمبر تي آءٌ هوس. آءٌ جڏهن سنڌيءَ جا ڇهہ درجا پاس ڪري سنڌي فائنل پاس ڪرڻ جي ارادي سان ستين درجي ۾ داخل ٿيس تہ ان مرحلي تي بابا سائين ۽ وڏي ڀاءُ صلاح ڪري مونکي انگريزي پڙهائڻ جو فيصلو ڪيو. نوابشاهہ ۾ ان زماني ۾ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل هاءِ اسڪول جي پڙهائي ۽ ماحول مشهور هو. سنڌ جو مايا ناز سپوت ۽ تعليمي ماهر محترم حاجي خان کوجہ (ايچ ايم کوجہ). ان اسڪول جا هيڊماستر هئا. بابا وارن مونکي ان اسڪول ۾ داخل ڪرايو ۽ جيئن تہ مون اول ئي ڇهہ درجا پاس ڪيا هئا، ان ڪري مونکي پنجين ڪلاس ۾ داخل ڪرڻ جي بدران سڌو ڇهين ڪلاس ۾ داخل ڪيو ويو. رهائش جي سلسلي ۾ بابا ۽ ادا وارن جي هڪ مهربان دوست محمد يعقوب جتوئي جي معرفت ۽ مدد سان مونکي 68 موريءَ جي هڪ اهڙي خاندان جي شاگردن سان رهايو ويو جيڪي 4 ڀائر هڪ ئي وقت ساڳي اسڪول ۾ ۽ پوءِ گورنمينٽ ڪاليج نوابشاهہ ۾ پڙهندا هئا.

محمد صادق، ساجن خان، محمد صديق ۽ علي بخش ذات جا چُنا آهن. ڀلا ماڻهو آهن. هنن سان گڏ سندن هڪ سوٽ محمد ابراهيم چنو پڙهندو بہ هو تہ گڏ رهندو بہ هو. هنن ڀائرن جي وڏي ڀاءُ جو نالو الله بچايو آهي. هنن جو ننڍي ۾ ننڍو ڀاءُ الله بخش اڄڪلهہ ٽنڊي ڄام زرعي يونيورسٽي ۾ پروفيسر آهي. ساجن خان مڪينيڪل انجنيئرنگ ۾ ايم ايس ڪئي ۽ پورٽ قاسم مان ڊائريڪٽر جي عهدي تان رٽائر ٿيا آهن. هنن جي قابل احترام والد جو نالو مينهڙو خان هو. هنن سيني ڀائرن منهنجي همت افزائي ۽ مدد ڪئي ۽ هر طرح سان خيال رکيو.

دراصل نوابشاهہ ۾ مير محمد حسن ٽالپر صاحب جن هڪ روشن خيال ۽ عوام دوست انسان هئا. ان خاندان سان وابستہ ٻيا بہ ڀائر بہ پنهنجو مٽ پاڻ هئا. مير محمد عمر خان ٽالپر ۽ مير محمد عثمان خان ٽالپر، ٻئي ڀائر علم دوست بہ هئا تہ غريب پرور انسان پڻ هئا / آهن. مير محمد عمر خان، وفات ڪري چڪا آهن. جڏهن تہ مير محمد عثمان خان اڄڪلهہ حيدرآباد ۾ مقيم آهن. هنن مهربان ڀائرن جي

صحبت ۽ ويجهڙائي ۾ مرحوم محمد يعقوب جتوئي، استاد سجڻ خان رند ۽ مرحوم محمد صالح عاجز جن بہ اهڙا انسان دوست ۽ بي لوث انسان هئا جن سان اسان سنو وقت گذاريو. آءُ انهن مهربان چئن ياٺرن سان تقريبن هڪ سال گڏ رهيس ۽ ان کانپوءِ مرحوم محمد يعقوب جتوئي وٽ رهيس جيڪي اصل ۾ پني عاقل ۽ علي واهڻ واري پاسي جا رهواسي هئا پر انهن جو نوابشاھ ۾ ڪپڙي جو ڪاروبار هو. مرحوم محمد يعقوب جن پڻ ٽالپر برادران وانگر اسان سيني پڙهندڙ گروپ جي هر طرح مدد ۽ همت افزائي ڪندا رهيا پر بين جي پيٽ ۾ مرحوم جتوئي جا مون تي احسان وڌيڪ آهن، پنهنجي هن محسن جو آئون زندگي ڀر توراڻتو رهندس.

مير محمد عمر خان ٽالپر، سياست ۾ پڻ دلچسپي رکندا هئا ۽ پنهنجي تر ۾ عام ماڻهن ۾ "هر دلعزيز" هئا. محمد يعقوب جتوئي پڻ "نعپ" سان وابستا هو پر گهڻو سرگرم نہ هو. ان هوندي بہ سائين عزيز الله جيڪو ان دور ۾ نعپ ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي سياست جي نمائندگي بہ ڪندو هو تہ ساڳي وقت سنڌ هاري ڪميٽي ۽ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي سان پڻ لهہ وچڙ ۽ رابطي ۾ رهندو هو. تمام سادو ۽ پلو انسان لڳندو هو، اهو بہ جڏهن بہ نوابشاھ ايندو هو تہ رات جو محمد يعقوب جتوئي مرحوم وٽ ئي ٽڪندو هو. سائين عزيز الله، مرحوم قاضي فيض محمد، سيد رشيد احمد، شهمير خان بنگوار ۽ قاضي عبدالخالق سان پڻ ملندو رهندو هو.

سنڌ جو هڪ ٻيو انتهائي چاڻو ۽ وطن دوست انسان مرحوم مولوي محمد صالح عاجز پڻ مرحوم محمد يعقوب جتوئي جن وٽ ايندا هئا. هيءُ شخص ننڍي کنڊ جي ورهاڱي واري تحريڪ دوران ڪانگريس ۽ علماءِ هند سان لاڳاپيل رهيو. هيمون ڪالاڻي سان گڏ جيل ڪاٽيائين، جنڊ پيٺائين ۽ آخري دم تائين پنهنجي اصولن ۽ "آدرش" جي وڪالت ڪندو رهيو. آخر ۾ ماهوار اخبار "صبح صادق" پڻ ڪڍندا هئا. هيءُ اهو شخص هو جنهن کي سنڌ جي تاريخ، سنڌ ۾ آباد ذاتين ۽ قبيلن توڙي سنڌ جي جاگرافي جي تمام وڏي ڄاڻ هئي. تاريخ ظاهري، تاريخ معصومي، چچنامو ۽ تاريخ جا ٻيا مستند ڪتاب ڪيس برزبان ياد هوندا هئا. ڪن واقعن بابت مرحوم پير حسام الدين راشدي بہ محمد صلاح عاجز کان مدد ورتي هئي، خوش طبع، زندھ دل ۽ خوددار شخص هئا. مونکي سندن وفات جو سال چڱي طرح ياد نہ آهي پر لڳ ڀڳ 25 سال کن سندن وفات کي ٿيندا. حيدرآباد ۾ نياز همايوني وٽ ترسيل هئا، مرڪزي اردو بورڊ جي آفيس ۾ رات جو کين دل جو دورو پيو، اڪيلا هئا. صبح جو جڏهن نياز همايوني وٽس پهتو تہ پاڻ اول ئي هن جهان کي الوداع چئي چڪا هئا.

مرحوم محمد يعقوب جتوئي وٽ رهڻ دوران منهنجي واقفيت ۽ دوستي محترم بشير احمد ميمڻ ۽ غلام قادر نظاماڻي سان ٿي. بشير احمد ميمڻ انجنيئرنگ پاس ڪرڻ کانپوءِ سنڌ سرڪار ۾ اهم عهدي تي فائز آهن. انتهائي ذهين، خوددار، محنتي ۽ غريب پرور آفيسر آهن. تعليم حاصل ڪرڻ دوران محترم مير محمد عثمان خان ٽالپر هن جي هر طرح همت افزائي ۽ مدد ڪئي. مير محمد

عثمان، پنهنجي ڳوٺ جي ڪيترن ئي شاگردن کي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ وٽ رهائش جي سهوليت ڏني پر انهن مان گهڻا تعليم اڌوري ڇڏي هليا ويا هئا.

مير محمد عثمان خان پنهنجي هڪ ويجهي عزيز علي نواز ٽالپر کي پڻ انجنيئرنگ تائين تعليم حاصل ڪرائي جيڪو ڪجهه عرصو اڳ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو.

مونکي جڏهن ڊي سي هاءِ اسڪول جي ڇهين درجي ۾ داخل ڪيو ويو ته ان وقت ان ڪلاس جو ڪلاس ٽيچر سائين ارباب علي جمالي هو. ڊي سي هاءِ اسڪول جا سمورا استاد تمام محنتي، ايماندار ۽ وقت جا پابند هئا. سڄي اسڪول جي سڀني ڪلاسن جي تعليم جو معيار انتهائي شاندار ۽ اعليٰ هو.

مون ڇهين ڪلاس ۾ بہ سڄي اسڪول ۾ پهرين پوزيشن حاصل ڪئي ته ستين ڪلاس ۽ اٺين ڪلاس ۾ پڻ سڄي اسڪول ۾ پهريون نمبر آيس. پنهنجي ڪلاس جو مانيٽر بہ هوندو هوس ته سڄي اسڪول جي سائنس سيڪشن جو مانيٽر پڻ هوندو هوس. ان ڪانسواءِ شام جو سڀني ڪلاس جي رانديگر شاگردن کي ڪرڪيٽ راند جو سامان پڻ اسٽور مان ڏيڻ ۽ واپس وٺڻ لاءِ بہ ذميدار هوندو هوس. اسڪول جا سمورا استاد ۽ محترم مرحوم خوجہ صاحب تمام گهڻو پيار ڪندا هئا.

ڊي سي هاءِ اسڪول ۾ انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ جي دوران مون 1962ع ۾ سنڌي فائنل جو امتحان پڻ پاس ڪيو هو. اهو سنڌي فائنل جو آخري امتحان هو. ان ڪانپوءِ ايوب سرڪار "سنڌي فائنل" وارو امتحان ۽ نظام کي ختم ڪري ڇڏيو.

ميٽرڪ جي امتحان ۾ آءُ سڄي اسڪول ۾ ٽيون نمبر آيس. جڏهن ته پهريون نمبر حفيظ اعوان ۽ ٻيو نمبر غلام بشير پيرزادو آيو هو. حفيظ اعوان، حيدرآباد بورڊ ۾ ٽيون نمبر حاصل ڪيو هو.

اسڪول جي تعليم جي دوران ۽ مرحوم محمد يعقوب جتوئي وٽ رهائش دوران سياسي ڪارڪنن سان واقفيت ٿيندي ٿيندي سياست سان پڻ دلچسپي ٿيندي رهي. انهن ڏينهن ۾ نوابشاهہ ۾ عبدالواحد بروهي، شهمير خان بنگوار، منير احمد "مانڪ". محمد ابراهيم جُتو، قمر شهباز ۽ علي محمد ڏاهري شاگرد ۽ ادبي سرگرمين ۾ نمايان هئا.

محمد يعقوب جتوئي وٽ سندن ڀائٽيو نظام الدين جتوئي پڻ هتي تعليم حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ اچي رهيا هئا. نظام الدين تمام نهٺو، سلڇڻو، صابرين ۽ ياروير نوجوان هو. هن جي اٿڻي، ويهڻي پڻ سياست سان دلچسپي رکندڙ نوجوانن جهڙوڪ شفيع ڪرناٽي، طارق شيخ ۽ قاضي رضا سان هوندي هئي. نوجواني ۾ غير ملڪي شپنگ ڪمپني ۾ روزگار لاءِ شموليت اختيار ڪيائين. بدقسمتيءَ سان پهرين ٽرپ ۾ مصر جي پورٽ سعيد جي پرسان "ڪنهن طرح" شپ مان ڪري پيو ۽ ڪيترن ئي عزيزن ۽ پيارن دوستن کي "روئاري" ويو. هن نوجوان جي اهڙين "پراسرار" موت اڄا تائين ڳجهارت بہ بنيل آهي تہ ذهن تي بار پڻ آهي، ڇا ته لاجواب نوجوان هو.....!!!

محمد يعقوب جتوئي جا ٻيا ٻہ پائٽيا ذبيح الله ۽ سفي الله پڻ نوابشاهہ ۾ پڙهيا ۽ وڌس رهيا. سچي ڳالهہ اها آهي تہ هي نوجوان يارن جا يار آهن ۽ مهل جا مڙس ماڻهو آهن. صفي الله ٻہ سال اول جواني ۾ گذاري ويو جڏهن تہ ذبيح الله پنهنجي خاندان سان خوش آهي.

محمد يعقوب جا ٿورا ڪيترا ڳائي ڪيترا ڳائجن...!!!

اسڪول جي تعليم جي دوران اسان اٺين ڪلاس ۾ هئاسين تڏهن ئي اسان نوابشاهہ ۾ فخر ادب پبليڪيشن قائم ڪئي سين. جتي پاڻ ۾ ويهي ادبي بحث بہ ڪندا هئاسين تہ سينيئر ليکڪن جون لکڻيون ۽ شاعري بہ پڙهندا هئاسين تہ پاڻ بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ "تخليق" ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئاسين.

ان سلسلي ۾ منير احمد ماڪ ۽ سائين استاد منظور حسين اسانجي رهنمائي ۽ همت افزائي ڪندا هئا. بشير احمد لاڙڪ، محمد صالح بلو، استاد فيض محمد، عبدالستار عمراڻي، مشتاق لاشاري، بشير احمد شيخ ۽ ڪجهہ ٻيا دوست ان سلسلي ۾ اڳيرا هئا.

ستين ڪلاس ۾ سائين امان الله ٽنيو اسانجو ڪلاس ٽيچر هو، اٺين ڪلاس ۾ سائين حامد خاناڻي (خانواهڻ وارو)، نائين ڪلاس ۾ سائين صالح محمد رائو ۽ ڏهين ڪلاس ۾ سائين محمد عاقل راهو اسانجو ڪلاس ٽيچر هئا.

سائين عمر شاهہ، سائين واسديو، سائين محمد بچل ٽالپر، سائين غلام رسول، سائين پچل شاهہ، سائين محمد ملوڪ، سائين شادي خان، سائين امير علي هيسباڻي، سائين شوڪت بروهي، سائين مولوي جمالي، سائين غلام عباس رضوي صاحب، سائين غازي الدين، سائين فقير محمد، سائين عبدالجبار ڪوسو ۽ سائين آل محمد. ان دور ۾ اسڪول جا انتهائي قابل احترام استاد هئا. حقيقت ۾ ڊي سي هاءِ اسڪول جي استادن جي سموري ٽيم لاجواب هئي. جنهن جو سهرو مرحوم ايچ ايم خوجہ صاحب جي سر تي هو. تعليمي معيار، رانديون ۽ گلن جي نمائش ۾ هي اسڪول ان وقت جي "مغربي پاڪستان" ۾ قابل ستائش سمجهيو ويندو هو. ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جي محدود وسيلن جي مدد سان اهڙو معياري تعليمي ادارو هلائڻ صرف ۽ صرف خوجہ صاحب جو ڪمال ۽ ذاتي اثر رسوخ سان ئي ممڪن هو.

موهن لعل، ان وقت هن اسڪول جي اڪائونٽس جو انچارج هو ۽ خوجہ صاحب جو بااعتبار شخص هو. موهن لعل جي ڪردار کي نظر انداز ڪرڻ پڻ زيادتي ٿيندي.

ان دور ۾ هر سال مغربي پاڪستان ۽ خاص ڪري سڄي سنڌ جي رانديگرن جا هاڪي، ڪرڪيٽ، ڊوڙڻ، لانگ جمپ، هاءِ جمپ ۽ مختلف جسماني رانديون ۽ ڪرتبن جا مقابلا ڪرائڻ ڪا مذاق نہ هئي ۽ نمايان حيثيت حاصل ڪرڻ معمولي ڳالهہ نہ هئي. خوجہ صاحب زنده باد.

# گورنمينٽ ڪاليج نوابشاهہ ۾ داخلا_ ڪجھہ تحريڪون ۽ ڪجھہ ڦڏا

ميٽرڪ امتيازي حيثيت سان پاس ڪرڻ کانپوءِ گورنمينٽ ڪاليج نوابشاهہ ۾ داخلا ورتم ۽ پري انجنيئرنگ گروپ ڪنيم. محترم آصف جاهہ ڪارواني ان وقت ڪاليج جو پرنسيپال هو. آءٌ هاسٽل ۾ رهندو هوس ۽ اسڪالر شپ پڻ ملندي هئي.

هيءُ اهو دور هو جنهن ۾ سياسي بيچيني وڌيڪ ايرڻ لڳي، خاص ڪري "ون يونٽ" جي دوران ٿيندڙ ناانصافين جي خلاف پيدا ٿيل ردعمل جي نتيجي ۾ پنجابي ۽ سنڌي بنيادن تي سوچ ۽ احساس شدت اختيار ڪرڻ لڳا هئا. ايوبي آپيشاهي ۽ ون يونٽ جي خلاف عوامي اُڀار اُڀري رهيو هو ۽ شاگردن ۾ بيچيني پڪڙجي رهي هئي. "ڪارواني" بنيادي طور پنجابي سيٽلر هو ۽ ميرپورخاص جي ڪنهن حصي جو رهائشي هو. سُٺي سنڌي بہ ڳالهائيندو هو.

نوابشاهہ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي پليٽ فارم تان مون، شاهہ محمد شاهہ، صالح بلو ۽ ڪجھہ ٻين دوستن تازو تازو سرگرم حصو وٺڻ شروع ڪيو هو. عزيز ٻنگوار بہ شاهپورچاڪر ۾ اسڪول جي تعليم مڪمل ڪرڻ کانپوءِ گورنمينٽ ڪاليج نوابشاهہ ۾ داخلا ورتي. ڪاليج جي پڙهائي سُٺي هئي. ليڪچرر بہ سنا هئا. ڊاڪٽر آصف جاهہ ڪارواني پڻ سنا منتظم هئا. شاگردن تي ڪنٽرول رکڻ لاءِ ڪارواني صاحب مختلف ڪلاسن ۾ شاگردن تي ڪنٽرول رکڻ لاءِ پنهنجي پسند جا مانيٽر مقرر ڪيا هئا.

احتجاجي جلوس ڪڍڻ جي مسئلي تي جڏهن اسان جي جهڙپ آصف جاهہ ڪارواني جي مقرر ڪيل مانيٽرن سان ٿي تہ ان وقت اسان کي اهو ڏسي ڏاڍي پريشاني ٿي تہ عزيز بنگوار بہ ڪارواني جي ڪيمپ مان اسان جي خلاف مزاحمت ڪري رهيو هو. ان وقت تائين اسان جي عزيز بنگوار سان واقفيت ۽ ويجهڙائپ نہ هئي. اسان تُرت ئي شهمير خان بنگوار کي صورتحال کان آگاهہ ڪيو، جنهن عزيز بنگوار ۽ سڪندر بنگوار کي نہ صرف سمجهايو پر سنڌ سان ٿيل ناانصافين جو احساس پڻ ڏياريو ۽ کين تاڪيد ڪيو تہ آئنده تحريڪ ۾ اسان سان هر طرح تعاون ڪري. عزيز ۽ سڪندر پوءِ پنهنجو پاڻ ملهائيندا رهيا.

ٻئي طرف ڪاليج ۾ پڙهندڙ پنجابي شاگرد، ڪارواني صاحب جي حمايت ۾ اسان سان وڙهڻ لاءِ تيار هئا. ايئن فضا ۾ تلخي ۽ ڇڪتاڻ هئي. هڪ ڏينهن تہ ڪارواني صاحب ڌمڪيون ڏئي شاگردن کي ڪلاس ۾ موڪلي اسان جي ڪوشش ناڪام بڻائي پر آءٌ ڪسڪي وڃي ڪينٽين ۾ وينس ۽ چند دوستن کي گڏ ڪري پهريائين وڃي ڊي سي هاءِ اسڪول جون ٻئي برانچون بند ڪرائي، شاگردن جو وڏو جلوس وٺي شهر جا ٻيا اسڪول بہ بند ڪرايا ۽ آخر ۾ اچي ڪاليج بند ڪرايو. اسان جي ان ڪاميابيءَ جي خلاف پنجابي شاگردن، اسان سان وڙهڻ جو پروگرام تيار

ڪيو. سچي ڳالهہ اها آهي تہ ٻئي ڏينهن جڏهن اسان ڪاليج بند ڪرائڻ جو ارادو ۽ پروگرام ٺاهيو تہ ان جو جواب ڏيڻ لاءِ پرنسيپال جي حامي شاگردن پڻ اول ئي تياري ڪري ڇڏي هئي.

شاهہ محمد شاهہ، عزيز بنگوار ۽ سڪندر وارن کي بہ ڪڙڪ پئجي وئي هئي تہ ڪاليج ۾ جهيڙو ٿيندو. هنن پنهنجي طور تي جهيڙي جو مقابلو ڪرڻ جو بندوبست بہ ڪيو هو. صحيح لفظ خبر ناهي تہ ڇاهي پر عام طور تي "ڪڙدم" عزيز وارن پنهنجي چيلهہ سان ٻڌي ڇڏيو هو تہ جيئن "بوقت ضرورت" استعمال ڪري سگهجي. شاهہ محمد شاهہ ۽ عزيز ان سلسلي ۾ مونکي ڪجهہ بہ نہ ٻڌايو هو. جڏهن تہ اسين ڪاليج ۾ پرنسيپال جي آفيس جي ٻاهران جمع ٿياسين تہ ان وقت اسان چار، پنج ڄڻا مس هئاسين. اسان کي خبر ئي نہ پئي جو پنجابي شاگرد جيڪي جسماني طور تي بہ اسان کان وڌيڪ سگها هئا ۽ اول تيار بہ هئا. انهن اوچتو ئي اوچتو "پڪڙو"، "پڪڙو" ڪري اسان تي حملو ڪري ڏنو. عزيز بنگوار ويچاري کي ڪيرائي سندس ئي "ڪڙدم" سان ڌڪ هنيا ويا. هاڪي جو هڪ پليئر هو، ان جڏهن مون ڏانهن ڊوڙ ڪئي تہ ايمانداري جي ڳالهہ اها آهي جو مون ڊپ ۽ خوف مان ڪيس منهن تي اهڙي تہ زوردار مُڪ هنئي جو ذري گهٽ وڃي زمين سان لڳو هو. پر ان ڌڪ هڻڻ کانپوءِ مون پڻ ڀڄڻ ۾ عافيت سمجهي، ڇاڪاڻ جو عزيز کانسواءِ "پنهنجن" مان ٻيو ڪير بہ ڏسڻ ۾ نہ آيو. بهرحال ڪاليج جي ورانڊي جي ٻئي پاسي شاهہ محمد شاهہ مليو. اسان دانهون ڪري عزيز کي اٿاريو. پر عزيز کي ڏاڍا ڌڪ هنيائون. ڊاڪٽر آصف جاهہ پاڻ ذاتي طور تي "ٻيچ" ڪرائڻ ۾ شامل هو يا نہ پر "واردات مڪمل" ٿيڻ کانپوءِ اچي "هٽو بچو" ڪيائين.

ان واردات جي نتيجي ۾ سيد رشيد احمد وٽ ٻنهي ڌرين کي گهرائي آئينده پاڻ ۾ نہ وڙهڻ جي لاءِ ٻنهي ڌرين کي راضي ڪيو ويو. پر ان جهڳڙي جي نتيجي ۾ سيني سنڌي شاگردن جون همدرديون بہ اسان سان ٿيون تہ سياسي بحث پڻ ٿيڻ لڳا. اهڙي طرح مسئلن جي اهميت ۽ ناانصافين جي ازالي لاءِ آواز بلند ڪرڻ جو ماحول اسان جي لاءِ وڌيڪ سازگار ٿيندو رهيو.

انهن ئي ڏينهن ۾ ذوالفقار علي ڀٽو ميدان تي نڪري آيو هو. پنجاب ۾ خاص ڪري راولپنڊي ۾ شاگرد جي مارجي وڃڻ ۽ سڄي پنجاب ۾ آمريت جي خلاف اڀرندڙ جدوجهد هتي بہ آمريتي حمايتن کي ڪمزور بہ ڪيو تہ تعليمي ادارن جي استادن کي بہ "خاموش تماشائي" بڻجڻ لاءِ مجبور ڪيو.

پنڊي ۾ ٽيڪنيڪل ڪاليج جي شاگرد عبدالحميد جي ٿيل قتل جي خلاف سڄي ملڪ جا شاگرد ميدان تي نڪري آيا. نوابشاهہ ۾ هڙتال ۽ احتجاج کي روڪڻ لاءِ ڊپٽي ڪمشنر اسان کي شام جو پنهنجي آفيس ۾ گهرايو. دوستن ڊي سي وٽ وڃڻ لاءِ جيڪو وفد ٺاهيو ان ۾ مونکي اهو چئي شامل نہ ڪيائون تہ "تون جذباتي آهين، ڪا بدمزگي نہ ٿي پوي". مون بہ دوستن جي راءِ اکين تي رکي، پر جڏهن وفد ملي، موٽي آيو ۽ ٻئي ڏينهن تي هڙتال نہ ڪرڻ واري ڳالهہ مجي اچڻ جو ذڪر ڪيائون تہ اسان سڀ مايوس ٿي وياسين. وفد ۾ شامل دوست بہ پڇتائڻ لڳا.

دراصل اول اهڙا تجربا نہ ٿيل هئا ۽ شاگردن لاءِ ڏي سي وڏي ڳالهہ هو. ان ڪري اهڙين اوائلي حالتن ۾ اهڙيون غلطيون ڪنهن ڪان بہ ٿي سگهن ٿيون. انڪري پنهنجو پاڻ کي "معتبر" ۽ وڏيڪ "چالاڪ" يا "بهادر" سمجهڻ ۽ ٻين تي الزام لڳائڻ ڪنهن بہ طرح مناسب ۽ درست نہ آهي.

بهرحال اسان پاڻ ۾ صلاح ڪري اهو طئي ڪيو تہ "اسان ٽانگو پاڙي تي ڪري سڄي شهر ۾ اهو پڙهو گهمايون تہ سڀاڻي عيدگاهہ ۾ ساڍي ڏهين وڳي صبح جو شهيد شاگرد عبدالحميد جي غائبانہ جنازي نماز ادا ڪئي ويندي. عيدگاهہ ڊي سي هاءِ اسڪول جي ويجهو آهي ۽ ساڍي ڏهين وڳي اسڪول ۾ رسيس ٿيندي آهي، ان ڪري اسان اهو ٽائيم رکيو تہ جيئن اسڪول جي شاگردن جي شرڪت ۽ مدد سان هڙتال ڪرائي سگهون. اسان جي اها حڪمت عملي ڪامياب ٿي، سياسي جماعتن پڻ اسان سان سهڪار ڪيو.

هتي اهو ذڪر ڪرڻ مناسب ٿيندو تہ جنازي نماز پڙهائڻ لاءِ جڏهن بروقت اسان کي ڪو بہ مناسب ماڻهو نہ مليو تہ سي آءِ ڊي جي هڪ "باريش" اهلڪار کي غائبانہ نماز پڙهائڻ لاءِ اڳيان بيهاريوسين. جيئن تہ ان ڪانپوءِ سياسي جماعتن جي قيادت هيٺ ملڪي سطح تي باقاعده احتجاجي سلسلو شروع ٿي چڪو هو. تعليمي ادارا بند ٿي چڪا هئا. ان ڪري تحريڪ کي اڳتي وڌائڻ ۾ اسان کي دشواري پيش نہ آئي.

ايوبي آمريت جي آخري ڏينهن ۾ ايئرمارشل نور خان کي مغربي پاڪستان ۾ تعليم جو وزير مقرر ڪيو ويو هو. انهن ڏينهن ۾ ڊي سي هاءِ اسڪول نوابشاهہ جي هيڊماستر محترم خوجہ صاحب رٽائرمينٽ جي عمر کي پهچي چڪا هئا. نوابشاهہ ۾ جماعت اسلامي ۽ ان جي شاگرد تنظيم جو مطالبو هو تہ "خوجہ صاحب کي هٽايو وڃي". ڇاڪاڻ جو هو "دهريو" آهي. ٻئي طرف اسان جو مطالبو هو تہ خوجہ صاحب کي "تاحيات" اسڪول جو هيڊ ماستر برقرار رکيو وڃي. ان ڪشمڪش جو فيصلو ڪرڻ لاءِ نور خان نوابشاهہ ۾ آيو. سنڌي شاگردن جي طرفان نمائندگي لاءِ ڊپٽي ڪمشنر مون کي طلب ڪيو. جڏهن تہ جمعيت جي طرفان پڻ هڪ نمائندو گهرايو ويو.

مون زندگيءَ ۾ ٻن شخصن جي اکين ۾ جيڪا قدرتي "ڏيا" ۽ چهري ۾ جيڪو رعب ڏٺو اهو ٻئي ڪنهن جي اکين ۽ چهري ۾ نہ ڏٺو آهي. هڪ نواب اڪبر خان بگٽي ۽ ٻيو ايئر مارشل نور خان. ٻنهي جي اکين ۾ اکيون ملائي ڳالهائڻ ڏاڍو مشڪل هو.

مون ايئر مارشل کي عرض ڪيو تہ سائين اسان خوجہ صاحب جي حمايت ۾ آهيون ۽ هي همراهہ ان جي مخالفت ۾ آهن. فيصلو اوهان جي هٿ ۾ آهي. اوهان هڪ مهرباني ڪريو. اوهان نہ تہ منهنجي ڳالهہ مڃو ۽ نہ ئي هنن جي ڳالهہ قبول ڪيو. اوهان تڪليف ۽ مهرباني ڪري پاڻ اسڪول گهمي ڏسو پر اسڪول گهمڻ دوران ذهن ۾ اها ڳالهہ ضرور رکندا تہ هيءَ اسڪول ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جي محدود وسيلن تحت هلي رهيو آهي". خبر ناهي ڇو ايئر مارشل منهنجي ڳالهہ قبول ڪئي ۽

ٻئي ڏينهن صبح جو اسڪول گهمڻ بعد فيصلو ڪيائين تہ "خوجہ صاحب جيستائين جيئرو رهندو، ايستائين اسڪول جو منتظم اعليٰ رهندو". اها اسان جي وڏي ڪاميابي هئي.

سچي ڳالهہ عرض ڪيان تہ ايئر مارشل جي فيصلي کان اڳ هڪ ڏينهن جڏهن مون اسڪول بند ڪرائي خوجہ صاحب جي حق ۾ جلوس ڪڍرايو تہ خوجہ صاحب آفيس مان اُٿي آيو ۽ مونکي ٻانهن مان جهلي چيائين "بابا، پُٽ تون "وڏي" ڏاڍو جذباتي آهين". خوجہ صاحب "ر" جو اُچار "ڙ" ڪندو هو. مونکي منع ڪيائين تہ "شاگردن جي پڙهائي ۾ رُخنو نہ وجهہ. آءٌ اسڪول ۾ رهان يا نہ رهان!!"

تحريڪن ۾ ڀرپور حصو وٺڻ جي ڪري ۽ هڪ ٻن ناخوشگوار واقعن ۾ متاثر ٿيڻ جي باوجود مون ڀري انجنيئرنگ جي پهرين ۽ ٻئي سال ۾ نيڪ مارڪون حاصل ڪيون پر مئٽرڪ واري امتيازي حيثيت برقرار نہ رکي سگهيس.

انهن ٻن سالن جي دوران هڪ تہ منهنجي وڏي ڀاءُ جي هٿان پنهنجي ئي هڪ عزيز جو خون ٿي پيو هو. ٻيو تہ زمين جي هڪ ٽڪري تي ايوب خان جي اڳوڻي اي ڊي سي (A.D.C) رٽائرڊ ميجر چوڌري غلام نبي ۽ سنڌس ماڻهن سان اسان جي عزيزن جو "خوني" تڪرار ٿي پيو.

سيد بشارت رسول ان وقت نوابشاهہ جو ڊپٽي ڪمشنر هو. جڏهن تہ "ڊسوزا" ايس پي هو. اهڙي طرح سول اسپتال جو انچارج سرجن پڻ هڪ "پنجابي" ڊاڪٽر هو جنهن جي ڪري اسان کي ڏاڍا ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پئجي ويا.

"زيادتي بہ اسان سان، همراهہ بہ اسان جا مارجي ۽ ڦٽجي پيا تہ گرفتار بہ اسان ٿياسين".

اهڙو هڪ واقعو دولتپور جي پاسي بہ ٿيو جتي مسجد ۾ جمالي ذات جي "پيءُ ۽ پٽ" تي خوني حملو ڪيو ويو.

انهن ٻنهي وارداتن جي نتيجي ۾ نوابشاهہ ضلعي جي سيني پنجابي آبادگارن ۾ ڊپ ڇانيل هو ۽ جوابي ڪارروائي جي خوف کان گهٽي ڀاڳي وقتي ۽ عارضي طور ٻنيون ٻارا ڇڏي چڪا هئا.

آخرڪار گورنر موسيٰ خان جي معرفت مير محمد مراد خان جمالي ۽ سڪندر حيات خان کي فيصلو ڪرڻ لاءِ منت ميڙ ڪري راضي ڪيائون. اسان ان موقعي تي انهن حالتن ۾ فيصلي جي حق ۾ نہ هئاسين پر بااثر ماڻهن جي مداخلت جي نتيجي ۾ ڏنڊ، چٽيون ۽ معاوضي ڏيڻ جا فيصلا ڪري حالتن کي "ماٺو" ڪيو ويو. ان زماني ۾ اسان وٽ اٿي جي هڪ چڪي بہ هوندي هئي تہ ڪاڌي پيتي ۽ عام واهپي جي شين جو دوڪان پڻ هوندو هو. جڏهن تہ مال متاع پڻ هوندو هو. پر پنهنجو ٻني ٻارو نہ هو. اسان جي ڪنهن سان بہ دشمني يا ڇڪتاڻ نہ هئي. اوطاق تي بہ اوج ۽ رونق هوندي هئي. مهمان توڙي مسافر بہ اسان وٽ اچي رهڻ کي ترجيح ڏيندا هئا جيڪا اسان جي خوشقسمتي ۽ خوش بختي هئي.

پر بدقسمتي سان منهنجي وڏي ڀاءُ جي هٿان پنهنجي ئي هڪ عزيز جو قتل ٿي پيو. ان ڪري ڪجهہ آزمائش ۽ ڏکيو وقت ڏسڻو پيو.

آءُ رات جو اوطاق تي پنهنجي ياءَ سان گڏ رهندو هوس. پر ويجهي دشمني جي نتيجي ۾ ڊپ لڳندو هو. عمر بہ ننڍي هئي.

مزي جي ڳالهہ اها آهي تہ جنهن رات ان "خون" جي سلسلي ۾ فيصلو ٿي رهيو هو تہ "مقتول" جو وڏو ياءُ مغرب کان پوءِ مون وٽ آيو ۽ اچي چيائين تہ "تون بہ فيصلي جي لاءِ اوطاق تي هل". مون کي ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ آيو ڇاڪاڻ جو وڏن جي فيصلي ۾ منهنجي شرڪت جي نہ تہ ڪا ضرورت هئي نہ ئي اهميت هئي ۽ نہ ئي وري هن همراهہ کي مون ڏانهن موڪلڻ جي ڳالهہ مونکي سمجهہ ۾ آئي. آءُ ڊڄي ويس ۽ ڪو بہ جواب ڏيڻ جي بدران هن سان گڏ هلڻ شروع ڪيم. ان وقت مونکي وري ڪاوڙ مان اهو چيائين تہ "اڳيان ٿي هل". مغرب ڪانپوءِ اونده ٿي چڪي هئي، مون دل ئي دل ۾ چيو تہ "اڄ ڪم پورو آهي"، "پڪ مونکي ماريندو". "اجهو ٿو متي وارو ڏندو وهائي" وغيره وغيره. دراصل اهڙي موقعي تي فيصلو نہ چاهيندڙ ايئن ئي ڪندا آهن پر خبر ناهي تہ هن الائجي ڇو مون کي ڪو بہ ڏڪ نہ هنيو. اوطاق تي پهچي ٿڏو ساهہ پريم.

بهرحال راڄوٽو فيصلو ٿي چڪو هو. پاڻ ۾ ڪير ڪنڌ ٿيڻ لاءِ ٻئي ڌريون فيصلو قبول ڪري چڪيون هيون، پر آءُ اڄ بہ ڪڏهن ڪڏهن سوچيندو آهيان تہ "هن همراهہ آخر ڇا سوچي مونکي ڪو بہ نقصان نہ پهچايو؟"

# يحيٰ خان جي مارشل لا، ڀٽ ڌڻي جي ادبي ڪانفرنس ۾ نعرا

سنڌ يونيورسٽي ۽ انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشورو جي شاگردن 4 مارچ 1967ع تي احتجاج ۽ مزاحمت ڪري لنيون ڪائي ايوبي آمريت جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل گهٽ ۽ ٻوسٽ کي ٻہ ٽوڙيو تہ آپيشاهي جي پاليل نوڪرشاهي کي پڻ چئلينج ڪيو.

ان دور ۾ سنڌي ادبي سنگت بہ نہ صرف پنهنجو پاڻ کي زندھ رکندي آئي پر ماحول جي ماٺار ۾ ڇڻنگ پڻ ڏڪائيندي رهي. 60 واري ڏهاڪي ۾ تخليق ٿيندڙ مزاحمتي ادب ۽ شاعري شاگردن، دانشورن، وڪيلن، نوجوانن ۽ حساس ذهن رکندڙ حلقن کي جهنجهوڙي بہ رهي هئي تہ ڪجهہ ڪرڻ لاءِ اتساهہ پيدا ڪري ميدان ۾ ماحول پڻ تيار ڪري رهي هئي. "روح رهاڻ" جو ڪردار ۽ "سنڌي شام" ملهائڻ جي شعوري ڪوشش ڪري مجموعي طور تي سنڌ جي مختلف حلقن ۽ حصن کي متحد پڻ ڪري رهي هئي.

اڄ جي دور ۾ تہ جنگ، مذهبي ۽ لساني فرقيواريت کي "نندڻ" عام آهي پر 1965ع واري جنگي جنون جي ماحول ۾ "اياز" جو اهڙو ڪردار ۽ "ٻبانگ دُهل" اهڙي شاعري ڪرڻ ڪا مذاق نہ هئي "سامهون آ نارائڻ شيام" "ڪيئن بندوق کڻان، مان" جهڙا شعر لکي "اياز" نہ صرف سنڌ ۽ پاڪستان ۾ پر ننڍي کنڊ ۽ دنيا ۾ ترٿلو مچائي ڇڏيو ۽ پنهنجو پاڻ کي "باغي" سمجهڻ ۽ سڏڻ ۾ فخر محسوس ڪيو. حيدر بخش جتوئي، نياز همايوني، ڊاڪٽر تنوير عباسي ۽ تاج بلوچ سميت سنڌ جي سيني شاعرن، اديبن ۽ دانشورن جيڪو ڪردار 60 واري ڏهاڪي ۾ ادا ڪيو، اهو ڪردار اسانجي جدوجهد جو شاندار رڪارڊ بہ تہ انسان دوست ۽ ترقي پسند لاڙي جي عڪاسي ڪندڙ پڻ آهي. سنڌ جي ادب ۽ شاعري ۾ "رجعتي رجحان" نہ هجڻ جي برابر آهي.

1967ع ۽ ان کانپوءِ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي عرس جي موقعي تي سرڪار جي طرفان جيڪا ادبي ڪانفرنس ٿيندي هئي، ان ۾ سنڌ يونيورسٽي، انجنيئرنگ ڪاليج ۽ لياقت ميڊيڪل ڪاليج جي شاگردن جو هڪ "جٿو" ضرور شرڪت ڪندو هو ۽ ان ڪانفرنس ۾ جيئي سنڌ ون يونٽ ٽوڙيو، سنڌي ٻولي قومي ٻولي ۽ سياسي قيدي آزاد ڪيو جهڙا نعرا هڻي، ادبي ڪانفرنس کي "گرمائي" تہ سرڪاري نمائندن کي "چيڙائي" ڪانفرنس ۽ "ميلي" جو ماحول ئي تبديل ڪري ڇڏيندو هو.

يحيٰ خان جي تازي مارشل لا جي دهشت جي ماحول ۾ جڏهن "ڀٽ ڌڻي" جي ميلي جو موقعو آيو تہ ان وقت بہ سنڌ يونيورسٽي ۽ انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشوري جي شاگردن جو جٿو شعوري طور تي تياري ڪري "پنهنجي پراڻي رسم" کي جاري رکڻ جي نيت سان ڀٽ ڌڻي جي مزار جي ٿيندڙ ادبي ڪانفرنس ۾ حاضر ٿيو. ڪانفرنس جيڏي مهل پنهنجي عروج تي هئي تہ "جوڌن جوانن" جي هن جٿي بہ

پنهنجي "زندهہ هجڻ" ۽ مزاحمت ڪرڻ جو ثبوت ڏيڻ لاءِ ان دور جا مشهور "رائج نعرا" ورجايا 9 شاگرد گرفتار ڪيا ويا پر ميلي جي ماحول جي معرفت يحيٰ خان جي مارشل لا جي دهشت کي چئلينج ڪري شاگردن بيٺل پاڻيءَ ۾ پهريون زوردار پٿر اڇلايو. جنهن مجموعي طور تي سنڌ جي نوجوانن، ساڃاهہ وند ذرين ۽ عوام کي "جدوجهد جاري رکڻ" جو پيغام ڏنو.

شاگردن جي ان جٿي ۾ ڄام ساقي پڻ شامل هو پر هو گرفتار نہ ٿيو ۽ ڪنهن طرح "ڪسڪي" ويو ۽ پيادل هالا پهتو. جتان سواريءَ ۾ نوابشاهہ آيو. گرفتار ٿيل 9 شاگردن جا نالا هن قت ياد نہ آهن پر اول مختلف وقتن تي ان واقعي حوالي سان رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن.

ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ انهن شاگردن کي آزاد ڪيو ويو هو. ڄام ساقي جي خلاف ان وقت بہ گرفتاريءَ جا وارنٽ جاري ڪيل هئا ۽ هو روپوش هو.

ڀٽ شاهہ جي ادبي ڪانفرنس ۾ شاگردن کي گرفتار ڪرڻ جي خبر جيئن اسان کي نوابشاهہ ۾ پهتي تہ ٻئي ڏينهن تي مون هٿ سان ننڍا ننڍا "پمفليٽ" ناهيا جن تي:

1) جيئي سنڌ _ ون يونٽ ٽوڙيو.

2) سنڌي ٻولي _ قومي ٻولي.

3) گرفتار شاگرد آزاد ڪيو.

4) مارشل لا ختم ڪيو.

جا مطالبا لکيا. صبح کان کان شام تائين تڪڙ ۾ سوين پمفليٽ هٿ سان لکيا.

پمفليٽ لکڻ ڪانپوءِ اهو سوال سامهون آيو تہ اُهي ورهائجن ڪئي ۽ ڪيئن؟؟ شام جو آءٌ اهي پمفليٽ کڻي، ڊاڪٽر خير محمد جوڻي وٽ ويس جنهن هيءَ مشڪل آسان ڪئي. اسان صلاح ڪئي تہ اهي پمفليٽ ڪنهن طرح گورنمينٽ ڪاليج جي ڪمرن ۾ . پوسٽ آفيس جي دٻن ۾ ۽ لائبريري ۾ ورهائجن تہ جيئن شاگردن ۽ عوام تائين بہ پهچن تہ سرڪار ۽ انتظاميا جي هٿ بہ چڙهن ۽ کين خبر پوي تہ اسان مارشل لا ۾ بہ مڙن وارا نہ آهيون. شام جو گورنمينٽ ڪاليج پهتاسين تہ سامهون ئي چوڪيدار اسان کي ڏسي ورتو. مون ڊاڪٽر خيرل کي چيو تہ تون "ان همراهہ کي "ڪچهري" ۾ مصروف رک تہ باقي ڪم آءٌ پاڻ لاهي ٿو اچان.

ڊاڪٽر "خيرل" ننڍي هوندي کان ئي ڪچهريءَ جو "ڪوڏيو" آهي، ان ڪري هن کي ان سلسلي ۾ ڪا دقت پيش نہ آئي پر بعد ۾ ڊاڪٽر خير محمد ٻڌايو تہ ڪچهري جي معاملي ۾ اهو چوڪيدار "مون کان بہ ٻہ هٿ اڳتي آهي...!!"

اتان واندا ٿي، اڪ ٽيٽ سان اچي پوسٽ آفيس جي دٻن ۾ پمفليٽ وڌا ۽ اهڙي طرح اخبارون پڙهڻ جي بهاني سان گهڻتا گهر ۾ انتظاميا طرفان قائم ڪيل لائبريري ۾ بہ پمفليٽ رکيا.

انهن ڏينهن ۾ آءٌ نوابشاهہ جي غريب آباد پاڙي ۾ مهربان مرحوم محمد يعقوب جتوئي جي جاءِ تي رهندو هوس.

ٿيئي ڏينهن صبح جو سوير وري هٿ سان وڏيڪ پمفليٽ لکڻ جي "ڪِرت" شروع ڪيم. شام جو پمفليٽ کڻي ورهائڻ لاءِ نڪتس تہ خيال آيو، اجا گرمي آهي. ڌوٻي کان ڪپڙا کڻي پوءِ اچي پمفليٽ کڻان. اهو سوچي پمفليٽ واپس رکي ٻاهر نڪتس ۽ اجا "سيٺ پارسي" واري چوراهي تي گلزار مسجد وٽ پهتس تہ پوليس اچي گرفتار ڪيو ۽ چوڻ لڳا تہ "صبح کان پيا توکي ڳوليون" ٿاڻي تي پهتس تہ خبر پيئي تہ همراهہ اول ئي ڳوٺان منهنجي وڏي ڀاءُ کي منهنجي بدلي ۾ گرفتار ڪري آيا هئا. اهڙي طرح سڪندر بنگوار جي بدلي ۾ سندس ڀاءُ عاشق کي ۽ شايد عزيز بنگوار ۽ هڪ، ٻہ ٻين دوستن کي اول ئي ٿاڻي تي وٺي آيا هئا. شاهہ محمد شاهہ ڏينهن ٻن کان نوابشاهہ ۾ نہ هو، ان ڪري فوري طور تي تہ گرفتار نہ ٿي سگهيو پر پوءِ "سائين" کي بہ وٺي آيا.

سپني انڪار ڪيو تہ "اسان اهي پرچا نہ تہ لکيا آهن نہ ئي ورهايا آهن. ممڪن آهي تہ ڄامشوري جي شاگردن هتي اچي اهو ڪم ڪيو هجي". قاضي محمد بخش ڌامراهہ چيو تہ "گهٽ ۾ گهٽ اسان سان تہ سچي ڳالهہ ڪريو تہ جيئن اسان پوءِ ان لحاظ سان انتظاميا سان بہ ڳالهايون ۽ کين مطمئن ڪيون". شاهہ محمد شاهہ پنهنجائپ ۽ نيڪ نيتي سان ڪلندي قاضي صاحب کي چيو تہ "اهو ڪم جمالي جو آهي".

بهرحال ضلعي جي ڊپٽي ڪمشنر جيڪو شايد اخلاق احمد يا اخلاق حسين هو، ان ڪيپٽن "گل" ۽ خوجہ صاحب تي مشتمل ڪميٽي ٺاهي وئي تہ اُهي "گرفتار مجرمن کان پين سان ڪاغذ تي اهي مطالبا لکرائي ڏسندا تہ انهن مان ڪنهن جا هٿ اکر ملن ٿا يا نٿا ملن.

جيئن تہ مون اهي پمفليٽ تڪڙ ۾ سادي رف ڪاغذ تي لکيا هئا. جڏهن تہ ڪميٽي جي اڳيان صاف سٺري ڪاغذ تي آرام سان اکر مٺائي، سنا ڪري لکيا. دراصل ڪميٽي جا ميمبر بہ ڀلا هئا. ڊي سي اخلاق صاحب جي گهر واري سنڌي چنا هئي. فوجي آفيسر ڪيپٽن "گل" پاڻ پناڻ هو. خوجہ صاحب تہ هونئن ئي "گريٽ" هو. ان ڪري ڪميٽي اسان کي بي قصور قرار ڏيئي آزاد ڪري ڇڏيو.

نوابشاهہ ۾ ۽ خاص ڪري گورنمينٽ ڪاليج ۾ تعليم حاصل ڪرڻ دوران اسان جي ذهن تي تحريڪ جو "جنون" هوندو هو. آءُ ڪڏهن محمد يعقوب وٽ رهندو هوس تہ ڪڏهن عيدگاهہ جي ٻن ڪمرن واري جاءِ ۾ رهندو هوس جتي استاد سجڻ رند رهندو هو. عيدگاهہ جا اهي ڪمرا اسانجي تحريڪ جو مرڪز هئا. شاهہ محمد شاهہ سڪرنڊ روڊ تي سائين امداد محمد شاهہ وٽ رهندو هو، جيڪو پڻ عيد گاهہ کي تمام ويجهو آهي. آءُ ۽ شاهہ محمد شاهہ پنهنجين پراڻين قميصن ۾ نم جا پن ۽ ٽاريون پري، آمريت ۽ ون يونٽ جا بوتا بہ ٺاهيندا هئاسين جيڪي احتجاجي جلوس جي دوران ساڙيندا هئاسين.

تقريبن هر روز ڪو نہ ڪو جلوس ڪڍندا هئاسين يا ڪو نہ ڪو ڦڏو ضرور ٿيندو هو ۽ ان جو ڀهريون نزلو مونتي ڪرندو هو. سائين قاضي فيض محمد، سيد رشيد صاحب، سائين امداد محمد شاهہ، قاضي محمد بخش ڌامراهہ، عبدالفتاح

ميمڻ، غلام نبي شيخ، سائين ناصر شاهہ، شاهنواز قريشي ۽ تحريڪ سان واسطو ۽ همدردي رکندڙ وڪيل ۽ شهري اسان جي مدد ڪندا هئا.

هونئن تہ سکر سينٽرل جيل، حيدرآباد جيل ۽ ڪراچي جيل ۾ ٻہ ـ ٻہ دفعا ڇهن، ڇهن مهينن تائين قيد ۾ رهيو آهيان پر نوابشاهہ ۾ لاتعداد دفعا ”لاڪپ“ ۽ جيل ڀوڳيا آهن. ٻہ — چار دفعا تہ ائين بہ ٿيو جو سائين امداد محمد شاهہ جي ذاتي ضمانت تي آزاد ٿي، سائين جا ٿورا مڃي، سائين جي رهائش مان اڃا ٻاهر ئي مس نڪرندو هوس تہ وري ڪو نہ ڪو الزام هڻي گرفتار ڪيو ويندو هو.

مونکي ياد آهي تہ هڪ دفعي قاضي محمد ڏامراهہ جي جاءِ تي هڪ سي آءِ ڊي واري سائين کي چيو تہ ”هن ڇوڪر جي اسان کي ڪا بہ خبر نٿي پوي، اسان غريب آباد وڃون ٿا تہ اتي موجود هوندو آهي ۽ اڃا اوهان وٽ مس پهچندا آهيون تہ وري اتي حاضر هوندو آهي. اهڙي طرح وري رشيد صاحب ۽ شاهنواز قريشي جي جاءِ تہ بہ اسان کان اڳ ئي موجود هوندو آهي، هي اسان جي لاءِ مستقل مٿي جو سور آهي. چاڪاڻ جو مٿيان آفيسر هن جي ۽ شاهہ محمد شاهہ جي چرپر ۽ سرگرمي بابت اسان کان بار بار پڇا ڪندا آهن“ هڪ ڀيري آءٌ تازو سکر سينٽرل جيل مان آزاد ٿي آيس ۽ صبح جو گورنمينٽ ڪاليج ڏانهن پيئي ويس، جتي امتحان هلندڙ هئا. مونکي خبر نہ پيئي تہ اوچتو پنيان نوابشاهہ جي ايس پي عبدالرحيم رئيساڻي اچي گاڏي بيهاري ۽ انتهائي پنهنجائپ مان پڇيائين تہ ”ڪيڏانهن ٿو وڃي؟“ مون کيس جواب ڏنو تہ امتحان ڏيڻ ڪاليج ٿو وڃان. هن کي منهنجي جواب تي يقين نہ آيو پر چيائين تہ گاڏي ۾ ويهہ تہ توکي ڪاليج پهچايون ٿا. مون ڏاڍو لهرايو پر اهڙي انداز ۽ طريقي سان پاڻ سان گڏ ويهاريائين جو آءٌ پريشان ٿي ويس. ويهڻ ڪانپوءِ چيائين ”تون وري ڪهڙا امتحان ڏيندين؟ پڪ ڪاليج بند ڪرائڻ يا ڪو نہ ڪو ڦڏو ڪرڻ ويندو هوندين توهان جا مسئلا بہ نہ ٿا کُٽن“. اهي ڳالهيون ڪري پاڻ سان گڏ سندس آفيس ۾ آڻي ويهاريائين ۽ منجهند جو هڪ بجي امتحان جي ٽائيم پوري ٿيڻ ڪانپوءِ گهر واپس وڃڻ جي اجازت ڏنائين.

ڊي سي هاءِ اسڪول نوابشاهہ ۾ محمد ملوڪ جي نالي سان اسان جو هڪ استاد هوندو هو. ڊرائينگ جو استاد هو. پڇري بہ ڪٽندو هو تہ جسماني ڪسرت بہ ڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي خيالن ۾ ٻُڏل بہ هوندو هو تہ ڪڏهن ڪڏهن پري کان ڪلي ڪيڪاريندو ۽ زور سان ڳالهائيندو هو. پلو استاد هو. هڪ دفعي غلام بشير پيرزادي کي ”سائي“ تي پئي ۽ هو هفتو کن ڪلاس ۾ نہ اچي سگهيو. جڏهن هفتي ڪانپوءِ غلام بشير ڪلاس ۾ آيو تہ سائين غيرحاضريءَ جو سبب پڇيس. هن کيس حقيقت ٻڌائي پر سائين ملوڪ هڪ ڏنڊي هن کي هڻڻ شروع ڪئي تہ ٻيءَ ڏنڊي مونکي، ايئن واري واري سان ٻنهي کي مار ڏنائين. مون سائين کي چيو تہ سائين مونکي ڇاجي سزا ڏنوَ؟ چائين تہ ”هن سان گڏ ويهڻ جي سزا!!“

جڏهن ڪاليج ۾ پڙهندو هوس ۽ تحريڪن ۾ ڀرپور حصو وٺندو هوس تہ هرڪو ذاتي طور سڃاڻندو بہ هو. ٽي چار ڀيرا ايئن بہ ٿيو جو سامهون ايندي سائين ملوڪ صاحب چيو ”اڙي، احمد خان اڃا ٻاهر پيو ڦرين ڇا؟“

اوهان يقين ڪندا تہ سائين جي ايئن چوڻ ڪانپوءِ هڪ ڪلاڪ جي اندر گرفتار ڪري ويندا هئا. ايئن هڪ يا ٻہ دفعا نہ پر ٽي، چار دفعا ٿيو. خبر ناهي تہ اهو اتفاق ڪيئن ٿيندو هو.

هڪ ڀيري سائين ملوڪ صاحب، شاگردن کي چيو تہ اُهي گهران طوطو ٺاهي اچن. هرڪو شاگرد صبح جو ڪاغذ تي طوطي جي ڊرائنگ ٺاهي آيو. سائين هڪ شاگرد کي اردو ۾ چيو "تم ني اچا طوطا بنايا هي، ليڪن اگر يہ ٻُنڊ پر هوتا تو اور ڀي اچا لگتا". اتفاق سان ڇوڪرو پنجابي هو، ان ڪري پريشان ٿي سوچڻ لڳو تہ "ٻُنڊ تي طوطو ڪيئن ٺهندو!!".

سائين ملوڪ اڃا بہ حيات آهي ۽ باقاعدي پيري ڪٽڻ جي پريڪٽس ڪندو آهي!!

# مارشل لا ۽ حيدر بخش جتوئي جو استقبال

پرپور عوامي جدوجهد کان مجبور ٿي اقتدار، يحيٰ خان جي حوالي ڪرڻ لاءِ ايوب خان جيڪا آخري تقرير ڪئي هئي، ان ۾ هن صحت جي ناسازي جي بنياد تي "عارضي" طور اقتدار يحيٰ خان جي حوالي ڪرڻ جو اعلان ڪيو هو.

سچي ڳالهہ اها آهي تہ فوجي حڪمرانن جڏهن بہ اقتدار تي قبضو ڪيو آهي تہ هميشہ "عارضي وقت" لاءِ ۽ "حالتن کان" مجبور ٿي اهو قدم کنيو آهي. جڏهن تہ ان سان گڏوگڏ حالتن جي سازگار ٿيڻ سان ئي عام چونڊون ڪرائي اقتدار عوام جي نمائندن جي حوالي ڪرڻ جو "عزم" پڻ ورجائيندا آهن. سندن اهڙن جملن ۽ لفظن مان ئي صاف پڌرو هوندو آهي تہ اهي "ڪو چڱو ڪم نہ ڪري رهيا آهن" ڪيترا نہ "ويچارا" آهن اسان جا حڪمران!!

1969ع ۾ يحيٰ خان اقتدار سنڀاليو تہ عوام ۽ سياسي جماعتن سان واعدا بہ ڪيا تہ رابطا بہ رکيا. مارشل لا جي شروعاتي ڏينهن ۾ ئي ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، غلام محمد لغاري ۽ باقر علي شاهہ نوابشاهہ اچڻ جو پروگرام رٿيو. ريل رستي جيئن ئي هي اڳواڻ نوابشاهہ پهتا تہ اول ئي ڪافي شاگرد، هاري ۽ سياسي ڪارڪن اسٽيشن تي پهچي چڪا هئا. مائهن جو سنو تعداد ڏسي اسان وڻي نعريبازي ڪئي. يحيٰ جي مارشل لا جي خلاف ڪنهن بہ شهر ۾ اهو پهريون جلوس هو جنهن ۾ جيئي سنڌ، ون يونٽ ٽوڙيو، سنڌي ٻولي قومي ٻولي، انعام ۾ نيلام ۾ ڏنل زمينون واپس ڪيو ۽ مارشل لا ختم ڪيو جا نعرا لڳايا ويا. جلوس اسٽيشن کان شروع ٿيو ۽ لياقت مارڪيٽ کان ٿيندو اچي سيد رشيد احمد جي رهائش تي پهتو. سڄي رستي ۾ نعرا هڻندا رهياسين. رستي ۾ موجود دوڪاندارن جي چهرن تي ڊپ ۽ خوف ڇانئجي ويو هو، ڇاڪاڻ جو مارشل لا جي خلاف ان دور ۾ اٿين اهڙا نعرا هڻڻ ڪا معمولي ڳالهہ نہ هئي.

جتوئي صاحب وارا ڳڏجاڻي ڪري واپس هليا ويا تہ ٻئي ڏينهن ئي مونکي شاهہ محمد شاهہ، شاهہ مير بنگوار، قاضي عبدالخالق، مير محمد سهتي، عزيز بنگوار ۽ سڪندر بنگوار کي گرفتار ڪيائون. جڏهن تہ ڪامريڊ جتوئي، غلام محمد لغاري، باقر علي شاهہ، غلام نبي شيخ ۽ سيد رشيد احمد جي گرفتاريءَ جا وارنٽ جاري ڪيا ويا.

ٻن ڏينهن اندر ڪامريڊ لغاري کي بہ گرفتار ڪري آيا. جڏهن تہ سيد رشيد احمد جي طبيعت انهن ڏينهن ۾ ٺيڪ نہ هئي ۽ اهي اسپتال ۾ هئا.

محترم سائين جي ايم سيد انهن ڏينهن ۾ ڪراچيءَ جي هڪ هوٽل ۾ شيخ مجيب الرحمان جي مانَ ۾ آجياڻو ڏنو هو. حيدر بخش جتوئي جيئن ئي ان آجياڻي مان ٻاهر نڪتو تہ کيس گرفتار ڪري نوابشاهہ وٺي آيا. تقريبن اڌ رات جو جتوئي صاحب کي نوابشاهہ ٿاڻي تي وٺي آيا. جتوئي صاحب ڪوٺيءَ ۾ پير رکڻ سان وڏي واڪ "جيئي سنڌ" جو سلام ڪيو.

اسان 9 ڄڻا ان نندي ڪولي ۾ بند هئاسين. سڀ اتي سائين جتوئي صاحب سان ملياسين. جتوئي صاحب بيمار بہ رهندا هئا تہ لاڳيتو ڏکيو سفر ڪرائي وٽي اچڻ جي ڪري ٿڪل بہ هئا. ڪجهہ دير حال احوال ڪرڻ کانپوءِ جتوئي صاحب بہ ڪوليءَ ۾ هڪ پاسي ليٽي پيو پر ڪيس ننڊ نہ پئي آئي، ڪيس ڪنگهہ بہ هئي. مون کين عرض ڪيو تہ "سائين جيئن تہ اوهان ٿڪل بہ آهيو، اجازت هجي تہ پيرن کي زور ڏيان". جتوئي صاحب چيو تہ "نہ بابا مونکي زورن ڏيارڻ جي عادت نہ آهي".

خير سان سج اڀريو تہ مذاق ۾ اڪ هٺندي ڪامريڊ لغاري اسان کي مخاطب ٿيندي چيو تہ "اوهان نعرا هڻي ٻاراڻي ڪئي ۽ هاڻي ڏسو تہ ڪامريڊ جتوئي کي ڪيڏي نہ تڪليف پئي ٿئي". لغاري صاحب اڃا هو جملو پورو ئي مس ڪيو تہ جتوئي صاحب جواب ڏنو تہ "نہ بابا، نوجوانن جيڪو ڪيو آهي، اهو درست آهي، هنن کي مايوس نہ ڪيو".

نوابشاهہ لوڪل بورڊ جي آفيس ۾ قائم ڪيل "فوجي عدالت" ۾ پيش ڪرڻ لاءِ پوليس جي گاڏيءَ ۾ هيٺائي ۽ بيماري جي ڪري باباءِ سنڌ چڙهي نہ پئي سگهيو. ٻن ڄڻن دوستن جي سهاري سان کين پوليس گاڏي/ٽرڪ ۾ ويهاريوسين.

لوڪل بورڊ آفيس جي ٻاهران ساڳي پوليس ٽرڪ مان ڊي ايس پي پاڻ جڏهن جتوئي صاحب کي پنهنجي ڪلهي جو سهارو ڏئي پئي لاٿو تہ اهو ڊي ايس پي بہ پنهنجي اکين جا لڙڪ نہ روڪي سگهيو. مونکي ياد آهي تہ ان موقعي تي ڪنهن ڊي ايس پي کي چيو هو تہ سائين اُهي فوجي اوهان کي ڏسي نہ وٺن ۽ ناراض نہ ٿي وڃن، تنهن تي ڊي ايس پي وراڻيو هو تہ "هنن همراهن لاءِ نوڪري وڃي تہ وڃڻ ڏينس". ان ڊي اس پي جو نالو چڱي طرح ياد نہ آهي پر شايد جهان شاهہ هو جيڪو شڪارپور يا سکر جي پاسي جو رهواسي هو.

فوجي عدالت، مونکي شاهہ محمد شاهہ کي، عزيز بنگوارُ ۽ سڪندر کي، شهمير خان، قاضي خالق ۽ مير محمد سهتي مان ڪن کي سال_سال جي تہ ڪن کي ڇهہ ڇهہ مهينن جي سخت پورهئي سان سزا بہ ڏني تہ ڏنڊ طور رقم ڀرڻ جي سزا پڻ ڏني. جڏهن تہ جتوئي صاحب، لغاري صاحب، باقر شاهہ، سيد رشيد احمد ۽ غلام نبي شيخ وارن کي صرف ڏنڊ ڀرڻ جي سزا ڏني.

سزا ڏيڻ کانپوءِ شاهہ محمد شاهہ کي حيدرآباد جيل موڪليائون جڏهن تہ اسان کي سکر سينٽرل جيل روانو ڪيائون. منظور حسين پنهور ان وقت سکر سينٽرل جيل جو سپرنٽينڊنٽ هو. "پورو انگريز" هو.

سکر پهچڻ سان اسان کي جيل جا ڪپڙا پارايائون ۽ عام قيدين سان رهايائون. روزانو هٿ سان غاليچن ناهيندڙ قيدين سان ڪم سکڻ تي لڳايائون. سکر جيل سخت يعني "گرم جيل" طور مشهور هو. ڪافي ڏينهن گذرڻ کانپوءِ سائين باقر علي شاهہ جي مدد سان اسان جي ڊيوٽي جيل جي اسڪول ۾ قيدين کي پڙهائڻ تي لڳايائون. اسان اُتي هڪ اڌ ملندڙ اخبار پڙهي، وري وڃي پنهنجا پنهنجا ڪپڙا ڌوئيندا هئاسين. جيل جي پنهنجي هڪ نرالي دنيا آهي جتي جيل انتظاميا ڪجهہ قيدين کي پاڻ سان گڏ ملائي، باقي قيدين تي ڪنٽرول برقرار رکندي آهي.

جيل ۾ نشيدار شين جو واهپو بہ عام آهي تہ عبادت ڪندڙ قيدي بہ ڪوڙ آهن. هرڪو ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان پنهنجو پاڻ کي مطمئن ڪرڻ ۾ مصروف رهڻ جي ڪوشش ۾ هوندو آهي يا پنهنجي ذهن کي "مفلوج" رکي حقيقت کان فرار ٿيڻ جا جتن ڪندو آهي.

ڪجهہ مهينن کان پوءِ اسان کي آزاد ڪيو ويو ۽ ڏنڊ جي رقم پڻ ختم ڪئي وئي.

ايوبي دور ۾ بلوچستان ۾ فوجي آپريشن جي دوران ڪيترن ئي بلوچ سردارن، نوابن ۽ قومي ڪارڪنن سان قهر ڪيا ويا هئا. نواب نوروز خان جي اڪين آڏو سندس بهادر پُٽن کي حيدرآباد ۽ سکر جي جيلن ۾ ڦاسيون ڏنيون ويون. جنهن تي نواب افسوس ڪرڻ جي بجاءِ "فخر" جو اظهار ڪيو ۽ پيرسنيءَ ۾ پاڻ بہ جيل ئي ڪاٽيائين.

حيدرآباد جيل ۾ جن حلالي ۽ قابل فخر فرزندن سان سوري سجائي وئي، انهن سورهن جا جنازه مير رسول بخش ٽالپر پاڻ بلوچستان ڪڻائي ويو هو ۽ تڏي تي بہ ترسيو هو. اهوئي سبب آهي جو بلوچستان جو اجوڪو نسل بہ مير رسول بخش جي اجوڪي نسل جي بہ عزت ڪندو آهي.

نوروز خان، خير بخش خان مري، عطاءالله مينگل، غوث بخش بزنجو، شير محمد مري (جنرل شيروف)، گل خان نصير ۽ اڪبر خان بگٽي ان وقت بہ بلوچستان جا اهم اڳواڻ هئا. سکر جيل ۾ اسان جي ملاقات بلوچستان جي هڪ اڳواڻ مير پسند خان سان ٿي، جنهن کي پڻ ايوبي آمريت عمر قيد جي سزا ڏني هئي. سندس سڄي نوجواني جيل ۾ گذري چڪي هئي ۽ ان وقت سندس عمر 50 سالن کان وڌيڪ نہ هئي. جيل ۾ ملاقات دوران سندس ڳالهين مان اندازو ٿيندو تہ هو بلوچستان جي مشهور اڳواڻن کان ڪجهہ ڪجهہ ناراض هو.

اسان جي آزاد ٿيڻ کان ڪجهہ ڏينهن پوءِ مير پسند خان کي بہ آزاد ڪيو ويو پر اها پڻ خبر پئي تہ آزاد ٿيڻ کان چند ڏينهن يا مهينا پوءِ کيس قتل ڪيو ويو!!

خبر ناهي ڇو؟...!! هاءِ زندگي!!

جيئن تہ انٽر سائينس پري انجنيئرنگ ۾ پاس ڪرڻ کانپوءِ انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشورو ۾ داخلا لاءِ مون بہ درخواست فارم جمع ڪرايو هو. آءُ ميرٽ تي داخلا جي لاءِ چونڊجي بہ ويو هوس پر جيل ۾ هجڻ جي ڪري نہ تہ انٽرويو ڏيڻ لاءِ حاضر ٿي سگهيس تہ نہ ئي وري ڪا پوئواري ڪري سگهيس نہ ئي بروقت آزاد ٿي سگهيس ان ڪري آزاد ٿيڻ کانپوءِ مجورن گورنمينٽ ڪاليج نوابشاهہ ۾ ئي B.Sc ۾ داخلا ورتم. B.Sc ۾ داخلا وٺڻ کانپوءِ باقاعدگي سان ڪلاس تہ ضرور اٽيند ڪندو هوس پر دلچسپي گهٽجي وئي هئي. ڇاڪاڻ جو انجنيئرنگ ڪاليج ۾ داخلا جي ميرٽ لسٽ ۾ اچڻ جي باوجود جيل ۾ هجڻ جي ڪري نہ صرف داخلا کان محروم ٿي ويس پر هڪ سال ضايع بہ ٿي ويو. جڏهن تہ مستقبل پڻ "غير يقيني" محسوس ٿيڻ لڳو. اهو احساس الڳ ستائيندو هو تہ بابا ۽ پائر خاص ڪري وڏو پاءُ جيڪو مالي مدد ڪندو هو، هو منهنجي باري ۾ ڇا سوچيندو هوندو!!

مزي جي ڳالهہ اها آهي تہ ايندڙ ٻئي سال وري بہ جڏهن انجنيئرنگ

ڪاليج ۾ داخلا وٺڻ لاءِ ٻيهر فارم ڀريم ۽ اُن سال بہ ميرٽ لسٽ ۾ نالو شامل هو تہ ان وقت وري "ووٽر لسٽون سنڌيءَ ۾ ڇپرائڻ ۽ ون يونٽ ٽوڙڻ واري ڪامياب تحريڪ جي سلسلي ۾ حيدرآباد ۾ بک هڙتال تي ويٺل دوستن سان گڏ ۽ نوابشاهہ ۾ سيني ڪان اول بک هڙتال تي ويهڻ جي ڪري گرفتار ڪري وري بہ سکر سينٽرل جيل ۾ موڪليائون.

پر هن واري مون مسعود احمد پيرزادي کي جيڪو انجنيئرنگ ڪاليج ۾ پڙهندو بہ هو تہ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو سرگرم اڳواڻ پڻ هو تہ ساڳي وقت ڊاڪٽر عبدالقدير افغان جو پيارو شاگرد بہ هو، ان کي خط لکي حقيقت کان آگاهہ ڪيم.

مسعود پيرزادي، رفيق صفي منشي ۽ آغا زاهد گڏجي ڊاڪٽر افغان صاحب وٽ ويا ۽ کين سڄي حقيقت کان آگاهہ ڪيائون. ڊاڪٽر افغان هنن دوستن کي چيو تہ "پرواهہ نہ آهي، چئوس تہ فڪر نہ ڪري ۽ جڏهن بہ آزاد ٿئي تہ اچي مون سان ملي ۽ مونکي درخواست لکي ڏي".

اتفاق سان داخلا جي آخري تاريخ ختم ٿيڻ کان هڪ ڏينهن اڳ آءٌ آزاد ٿيس ۽ وڃي داخلا لاءِ پيش ٿيس. اهڙي طرح انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشوري ۾ داخلا حاصل ڪيم. ڊاڪٽر افغان، خبر ناهي تہ الائجي ڪيترن خاندانن جي اهڙيءَ طرح مدد ڪئي هوندي. سچ پچ تہ ڊاڪٽر عبدالقدير افغان جهڙا انسان دوست ۽ غريب پرور انسان ڪٿي؟؟

قربان علي خاصخيلي نوابشاهہ جي غريب خاندان جو فرزند هو. هن انٽرسائنس سٺين مارڪن سان پاس ڪئي ۽ انجنيئرنگ ڪاليج ۾ داخلا وٺڻ ۾ ڪا بہ رڪاوٽ نہ هئس پر مالي لحاظ کان غربت جي ڪري انجنيئرنگ ڪاليج ۾ فارم ئي نہ ڀريائين ۽ ايئن B.Sc جو آخري سال بہ نوابشاهہ ڪاليج مان جڏهن پاس ڪيائين تہ ان وقت سندس مامي سندس مالي مدد ڪرڻ جو واعدو ڪيو پر ان وقت تائين انجنيئرنگ ڪاليج ۾ داخلا وٺڻ جي لاءِ فارم ڀرڻ جي تاريخ بہ گذري چڪي هئي تہ انٽرويو جي لاءِ پڻ ليٽر جاري ٿي چڪا هئا ۽ ٻئي ڏينهن تي انٽرويو شروع ٿيڻ وارا هئا. يعني انٽرويو کان صرف هڪ رات ٻهريائين قربان اچي مون وٽ پهتو ۽ سمورو حال احوال ڪيائين. آءٌ، رفيق صفي ۽ مسعود پيرزادي کي ساڻ وٺي شام جو ئي ڊاڪٽر صاحب جي رهائش تي وياسين ۽ کيس سڄي حقيقت عرض ڪئي سين.

ان وقت B.Sc جي شاگردن لاءِ بہ انجنيئرنگ ۾ داخلا لاءِ جدا سيٽون رکيل هونديون هيون.

ڊاڪٽر افغان چيو تہ "بابا، خير آهي، ڇوڪر کي چوندا تہ هٽ سان درخواست لکي، صبح جو آفيس ۾ انٽرويو لاءِ مون وٽ اچي".

قربان خاصخيلي اڄ هڪ تجربيڪار انجنيئر آهي.

اسان نہ تہ قومي يا صوبائي اسيمبليءَ جا ميمبر هئاسين، تہ نہ ئي وزير هئاسين، نہ تہ سردار هئاسين تہ نہ ئي بيوروڪريٽ هئاسين ۽ نہ ئي وري قربان خاصخيلي ڪو بااثر ماڻهو هو. پر ان هوندي بہ ڊاڪٽر افغان جو ڪردار ڏسو!! بيشڪ ڊاڪٽر افغان اهڙن سوين خاندانن جو سچو مهربان ۽ محسن ٿي گذريو آهي.

# ڊاڪٽر افغان جي گرفتاري ۽ شاگردن جي ڪامياب تحريڪ

ڊاڪٽر A.Q.K. Afghan انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشوري جو هڪ اهڙو سنڌ دوست ۽ غريب پرور پرنسيپال هو جو ڪو آمريت جي ڇانوَ ۾ پلجندڙ نوڪرشاهي جي اکين ۾ هميشہ چڀندو رهندو هو. ڳجهين ايجنسين جا عملدار بہ سائين جي خلاف هئا تہ غيرمقامي بيورو ڪريٽ بہ ڊاڪٽر افغان جي پاليسين تي ناراض ۽ خائف رهندا هئا. ڊاڪٽر صاحب جي هڪ خوبي اها بہ هئي تہ هو ڪنهن بہ گڏجاڻي ۾ پنهنجي پاليسين جو ببانگ دُهل دفاع بہ ڪندا هئا جيڪا ڳالهہ سنڌ دشمن ڏرين کي نہ وڻندي هئي. اهوئي سبب آهي جو ڊاڪٽر افغان کي ان اهم جاءِ تان هٽائڻ لاءِ وقت بوقت پروپيگنڊا بہ ڪئي ويندي هئي تہ مٿس الزام پڻ مڙهيا ويندا هئا.

يحيٰ خان جي مارشل لا جو فائدو وٺندي انهن ساڳين قوتن هن پيري ڊاڪٽر افغان تي "ماضي بعيد" ۾ ڪيل نام نهاد بدعنوانين جا الزام لڳائي ڪيس گرفتار ڪري حيدرآباد جيل موڪليو. جيئن ئي هيءَ خبر سنڌ يونيورسٽي، انجنيئرنگ ڪاليج ۽ ميڊيڪل ڪاليج ڄامشوري سميت سنڌ جي مختلف شهرن جي شاگردن ۽ قومي ڪارڪنن تائين پهتي، تيئن ئي ان جي خلاف مزاحمتي جدوجهد شروع ٿي وئي. مختلف شاگرد تنظيمن جا عهديدار، اڳواڻ ۽ حمايتي هن اهم مسئلي تي گڏجي عملي ميدان ۾ نڪري آيا. سڄي سنڌ ۾ ڪيتي احتجاجي مظاهرا ٿيڻ لڳا تہ ڪٿي بک هڙتالون ٿيڻ لڳيون. مختلف سياسي جماعتن ۽ وطن دوست قوتن پڻ هن تحريڪ ۾ بهرو ورتو پر شاگردن هن هلچل کي سوڀارو بنائڻ ۾ رهنمائي وارو ڪردار ادا ڪيو.

انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشوري جا شاگرد وڏي انگ ۾ واري واري سان هر روز بک هڙتال تي ويهندا رهيا. فوجي اهلڪار ڪين هر روز عدالت لڳائي فورن سزائون ڏئي جيل موڪليندا رهيا ۽ اهو سلسلو بدستور ڪاميابيءَ تائين جاري رهيو.

اسان ڪجهہ دوستن بک هڙتال تي ويهڻ جي بدران "حيدر چوڪ" تي گڏ ٿي زوردار نعريبازي ڪئي ۽ جيئن ئي احتجاج ڪري ڪَڪ پن ٿيڻ لڳاسين تہ مختلف گهٽين مان گرفتار ڪيا وياسين. اسان جي گروپ ۾ آءٌ، مير ٿيبو، ڊاڪٽر ممتاز مهر ۽ اسيد سومرو گرفتار ٿياسين. جڏهن تہ ٻيا دوست "کسڪڻ" ۾ ڪامياب ٿي ويا. فوجي عدالت ٻئي ڏينهن تي ئي سزا ٻڌائي اسان کي ڪراچي جيل موڪلي ڇڏيو.

انهن ڏينهن ۾ آغا زاهد، مسعود پيرزادو، رفيق صفي، عبدالرحيم سمون، اشفاق صفي، جميل الرحمان پنهور، شفيق صديقي، يعقوب علي زرداري، سائين بخش لغاري، محمد عيسيٰ حمالي، سليمان چانڊيو، الله اوڀايو خشڪ، غلام نبي مورائي، روشن پنهور، شفيق حيدر موسوي، دوست محمد چانڊيو، حافظ نثار، منير

عمراڻي، پير منور، عبدالغني درس، طفيل ميمڻ، الطاف پيو، جمال بجاراڻي. اقبال ترين، فيروز صديقي، علي محمد هيسباڻي، ڪرم علي ميمڻ، معين ميمڻ، آفتاب ميمڻ، غلام محمد ملڪاڻي، شفيق انصاري، علي نواز لاشاري ۽ عبدالعليم قريشي انجنيئرنگ ڪاليج جا سرگرم شاگرد هئا. جڏهن تہ ڊاڪٽر اسماعيل اوڊيجو، ڊاڪٽر يونس سومرو، ڊاڪٽر ارباب کهاوڙ، ميڊيڪل ڪاليج جا نمايان شاگرد هئا.

اهڙي طرح عبدالڪريم انصاري، رحيم بخش جعفري، تاج رند، شفيق صديقي، يوسف جکراڻي، مختيار سمرهياڻي، رفيق ٽالپر، قاضي سليم اڪبر، سهيل سانگي، عزيز بنگوار، سڪندر بنگوار، مدد علي سنڌي، علي اڪبر بروهي، رفيق ڪوسو، عبدالحميد جمالي، مولا بخش لغاري، غلام محمد ساريو، احمد خان ملڪاڻي، نديم اختر، ايوب ڏامراهہ، رحيم بخش جمالي، رسول بخش بلوچ، قلي بخش رند، دريا خان ڏاهري ۽ گل محمد عمراڻي جو شمار سنڌ يونيورسٽي جي مشهور شاگردن ۾ ٿيندو هو.

ڪراچي سينٽرل جيل ۾ آءٌ، مير ٿيبو ۽ حيدرآباد جو مهر علي شاهہ، ساڳي ڪولي ۾ رهنداسين، جڏهن تہ ڊاڪٽر ارباب کهاوڙ، نذير عباسي شهيد، عبدالخالق بلوچ، ڊاڪٽر رشيد حسن خان ۽ ٻيا ڪافي دوست جيل جي ٻين بئرڪن ۾ رهندا هئا. ڪراچي جو جيل ٻين جيلن جي ڀيٽ ۾ "نرم" جيل سمجهيو ويندو هو.

عبدالخالق بلوچ جو واسطو بي ايس او سان هو، پر اهو بہ جيئن تہ انجينئرنگ ڪاليج ڄامشوري ۾ ئي پڙهندو هو، ڇاڪاڻ جو انهن ڏينهن ۾ بلوچستان ۾ انجنيئرنگ ۽ ميڊيڪل ڪاليج هڪ بہ نہ هوندو هو ۽ بلوچستان جي شاگردن لاءِ سنڌ جي ادارن ۾ سيٽون رکيل هونديون هيون. ان ڪري عبدالخالق بلوچ بہ ڊاڪٽر افغان جي آزادي واري تحريڪ ۾ اسان سان گڏ هو. گهڻو ڪري هر روز هن جي لاءِ ماني لياريءَ مان سندس گهران ايندي هئي جيڪا گڏجي کائيندا هئاسين.

جيل ۾ قيد دوران ئي نذير عباسي سان ڪافي ڪچهريون ٿينديون هيون. نذير ان وقت ماروئڙا اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان لاڳاپيل هو، پر اسان جي صحبت، خاص ڪري مير ٿيبي جي بحث ۽ مباحثي ڪان متاثر ٿي جيل ۾ ئي S.N.S.F ۾ شامل ٿي ويو هو.

هن جيل ۾ ئي لال بخش رند اسان کي ڪجهہ ڪتاب پڙهڻ لاءِ موڪليا هئا. جيڪي انقلابي ڪردار متعلق ۽ سوشلسٽ نظرئي بابت هئا.

ڪراچيءَ ۾ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جا بہ ڏڙا سرگرم هئا. هڪ ڌڙي جو نظرياتي اڳواڻ ڊاڪٽر رشيد حسن خان هو، جيڪو انهن ڏينهن ۾ ڪراچي جيل ۾ هو. جڏهن تہ ٻيو گروپ امير حيدر ڪاظمي جي اڳواڻي ۾ سرگرم هو.

انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشوري، سنڌ يونيورسٽي، لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۽ زرعي ڪاليج ٽنڊو ڄام جي گرفتار ڪيل شاگردن مان ڪيترن شاگردن کي بدين جي نارا جيل ۾ تہ ڪيترن کي حيدرآباد جيل ۾ تہ ڪن شاگردن کي خيرپور، سکر ۽ ڪراچي جي جيلن ۾ بند ڪيو ويو.

هڪ طرف شاگردن جي جدوجهد جاري هئي تہ ٻئي طرف جڏهن مارشل لا اختياري وارن کي بہ احساس ٿيو تہ ڊاڪٽر افغان تي لڳايل الزامن ۾ ڪو بہ وزن نہ آهي تہ انهن ڊاڪٽر افغان کي آزاد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

گرفتار ڪيل شاگردن کي جيئن تہ فوجي عدالتن جي طرفان سزائون ڏنل هيون، ان ڪري اختياري وارن اها پاليسي اختيار ڪئي تہ سيني سزا يافتہ شاگردن کان سادي ڪاغذ تي اهو لکائي وٺو تہ ٻيهر هو اهڙي حرڪت نہ ڪندا ۽ سندن سزا معاف ڪئي وڃي.

تحريڪ جي شروعات ۾ قيادت ڪندڙ سزا يافتہ نارا جيل ۽ حيدرآباد جيل ۾ قيد شاگرد اڳواڻن پاڻ ۾ صلاح ڪري اختياري وارن جو شرط قبول ڪيو ۽ آزاد ٿي ويا.

تحريڪ جي قيادت ڪندڙ شاگرد اڳواڻن مختلف جيلن ۾ قيد ڪاٽيندڙ شاگردن کي بہ نياپا موڪليا تہ اهي بہ ايئن ڪن ۽ آزاد ٿي جيل کان ٻاهر اچن.

ڪراچي جي جيل ۾ عبدالخالق بلوچ، مون ۽ ٻين گرفتار شاگردن، تحريڪ جي شروعات ۽ قيادت ڪندڙ اڳواڻن جي چوڻ تي عمل ڪيو. جڏهن تہ مير ٿيٻي، ڊاڪٽر ارباب ۽ نذير عباسي اختياري وارن جي طرفان لکي ڏيڻ وارو شرط قبول نہ ڪيو.

سياسي لحاظ کان مير ٿيٻي وارن جو موقف درست هو. هنن جو رايو هو تہ اختياري وارا نہ لکي ڏيڻ جي صورت ۾ بہ آزاد ڪندا، ان ڪري لکي ڏيڻ "ڪمزوري" سمجهي ويندي. واقعي ايئن ئي ٿيو، ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ هي دوست بہ آزاد ڪيا ويا. هي دوست سياسي ۽ نظرياتي لحاظ کان وڌيڪ پختا ثابت ٿيا.

حقيقت اها آهي تہ جيڪي بہ نوجوان ۽ سياسي ڪارڪن، سياست ۾ سرگرم حصو وٺن ٿا. انهن کي سياست، مختلف سياسي تنظيمن، سياسي اڳواڻن ۽ خاص طور تي جنهن "نظرئي" سان وابستا ٿين ٿا، ان بابت لٽريچر پڙهڻ تمام ضروري آهي. تحريڪن جي باري ۾ ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ پنهنجو پاڻ کي ذهني لحاظ کان پختو ڪرڻ انتهائي ضروري آهي. ٻي صورت ۾ هو ڪو بہ ڪردار "مستقل مزاجي" سان ادا نہ ڪري سگهندا، غلطيون ڪندا، ڪمزورين، ڪچاين ۽ ڪوتاهين جي ور چڙهي ويندا جنهن جي نتيجي ۾ نہ تہ نوجوانن ۽ عوام جو اعتماد حاصل ڪري سگهندا تہ نہ ئي پاڻ سماج ۾ ڪا قابل ذڪر جاءِ والاري سگهندا.

"شارٽ ڪٽ" ليڊر شپ جا شوقين ۽ سستي شهرت جا بُکيا نوجوان نہ صرف سماجي ۽ معاشرتي ڪچاين جو شڪار ٿي وڃن ٿا، پر حڪومتي ادارن جي "ڦندن" ۾ پڻ سولائيءَ سان ڦاسي پون ٿا.

سچي ڳالهہ اها آهي تہ اسان وٽ جيترا "ليڊر" آهن، اوترا رضاڪار ۽ ورڪر نہ آهن. اسان کي ايترن اڳواڻن جي ضرورت نہ آهي. اسان کي رضاڪارن ۽ مخلص نظرياتي ڪارڪنن ۽ ورڪرن جي ضرورت آهي. اجا بہ درست ڳالهہ اها ٿيندي تہ اسان جي نظرياتي ۽ سچي سياسي قيادت رضاڪارن ۽ ورڪرن مان ئي اُڀرڻ کپي. انهن مان ئي چونڊجڻ گهرجي.

هتي "جمندي ئي جام" ٿيڻ جي روش آهي. ڏکيي قد جو فائدو وٺي نعرا هڻن

يا عين تقرير ڪرڻ جي موقعي تي اڇي جذباتي تقرير ڪرڻ جا پيمانا رائج ڪيا ويا آهن.

پمفليٽ لکڻ، ورهائڻ، وال چاڪنگ ڪرڻ، عوام ۽ نوجوانن سان مسلسل رابطي ۾ رهڻ ۽ هنن جي ئي بنيادي ۽ اهم مسئلن تي سچائي ۽ ايمانداريءَ سان عملي جدوجهد ڪرڻ ڪانسواءِ جيڪا بہ "هوائي" قيادت اڀاري وئي آهي، ان مجموعي طور تي سنڌ جي شاگردن، نوجوانن، ليکڪن، ڳوناڻن توڙي شهرين ۽ سياسي ڪارڪنن کي "ورهائي"، تقسيم در تقسيم ڪري ڪو بہ فعال ڪردار ادا ڪرڻ جي قابل ئي نہ ڇڏيو آهي!!

گڏيل مسئلن تي گڏجي جدوجهد هلائڻ ۾ پلا ڪهڙي ڳالهہ مانع آهي؟؟

اها افسوسناڪ حقيقت آهي تہ اسان وٽ هڪٻئي جي خلاف پروپيگنڊا ڪرڻ کي ئي "تحريڪ" سمجهيو وڃي ٿو. هڪٻئي جي تنظيم کي ٽوڙڻ ۾ ئي پنهنجي ڪاميابي نظر اچي ٿي. اختلاف راءِ کي "دشمني" ۽ هڪٻئي سان نفرت ڪرڻ جو بنياد بنايو وڃي ٿو. اهوئي سبب آهي جو اسان ڪا بہ اهڙي متبادل قيادت نہ پيدا ڪري سگهيا آهيون جنهن جو مثال ڏئي سگهجي يا جنهن مان نوجوان نسل اتساهہ (Inspire) حاصل ڪري سگهي.

ڪنهن بہ تحريڪ لاءِ "تنظيم" ضروري آهي. تنظيم جي لاءِ نظرياتي تعليم ضروري آهي. عمل کان سواءِ نظرئي جي ڪا بہ اهميت نہ آهي. انقلابي نظرياتي جماعت جي قيادت ڪانسواءِ ٺلهي نعريبازي آخر ڪهڙي ڪم جي؟؟

چوندا آهن تہ تعليم حاصل ڪرڻ جو وڏو مقصد عمل جي قوت کي بيدار ڪرڻ هوندو آهي.

انهن سيني تلخ حقيقتن جي باوجود اسان کي مايوس نہ ٿيڻ گهرجي. "غلطيون ۽ تجربا ئي اهڙيون شيون آهن جيڪي انسان جي تربيت ڪن ٿا". اسان اهڙي معاشري ۾ رهون ٿا جتي هر پاسي "ناانصافي" ڪَرَ کنيو بيٺي آهي ۽ "ناانصافي" تشدد جي سڀ کان شديد صورت آهي. ان ڪري هر هنڌ ٿيندڙ شديد ترين تشدد جو شڪار ٿيندڙ نوجوانن ۽ عوام کي متحد ڪرڻ ڏانهن اسان کي ئي "متوجهہ" ٿيڻو آهي.

اسان بار بار انهيءَ سچائي ۾ يقين رکون ٿا، تہ سڀ ماڻهو هڪ ئي حيثيت سان پيدا ڪيا ويا آهن. ان ڪري انصاف هر جاءِ تي ۽ هر وقت ٿيڻ کپي پوءِ اها جاءِ مندر هجي يا موسم اونهاري جي ئي ڇو نہ هجي.

انگرسول، هڪ جاءِ تي چيو آهي تہ "سرهائي سڀ کان وڏي سنائي، دليل بهترين ڏياتي، انصاف افضل ترين عبادت، انسانيت اعليٰ ترين مذهب ۽ پيار اُتم امام آهي". ان ڪري پاڻ کي بہ عملي زندگيءَ ۾ اهڙوئي رويو اختيار ڪرڻ گهرجي تہ جيئن وقت ۽ حالتن جي تقاضا مطابق پنهنجو پاڻ کي ان قابل بڻائي سگهون. "لانڙيا" ۽ "داٻو" ڪلچر يا قبضا ۽ ڀتاخوريءَ جا نتيجا تہ اسان ڏسي چڪا آهيون. هڪ ٻئي جي خلاف پروپيگنڊا ۽ فتوائون ٻڌي ٻڌي ٿڪجي پيا آهيون. اڇو تہ هاڻي ايمانداري، مخلصي ۽ سچائيءَ سان پنهنجو احتساب پاڻ ڪيون ۽ اهڙي طرح عوام، نوجوانن، سيني ديس واسين ۽ سياسي ڪارڪنن جو اعتماد حاصل ڪريون.

# انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشوري ۾ شاگرد يونين جون چونڊون ۽ بنگال ۾ آپريشن جي خلاف ڀرپور احتجاج

ايوبي آپيشاهي جي دور ۾ "ون يونٽي نظام" جي تحت پاڪستان جي ايسٽيبلشمينٽ نہ صرف پنهنجو پاڻ کي وڌيڪ مضبوط ڪيو پر "مستقل مفاد" قوت جي حيثيت سان پاڪستان جي سياسي نظام ۽ انتظامي سيٽ اپ ۾ مستقل ڪردار ادا ڪرڻ جو بنياد پڻ وڌو.

اصلي ۽ تاريخي قومي وحدتن کي ختم ڪري ون يونٽي نظام ۾ نہ صرف ننڍين قومن سان ويساهہ گهاتي ڪري ساڻن "گهڻ رخي" ناانصافيون ڪيون ويون ۽ سندن "وجود" کي ڪاپاري ڌڪ هنيا ويا پر بنگال جهڙي گهڻائي واري قوم سان پڻ "ماتيجي" ماءُ وارو سلوڪ ڪيو ويو.

حالتون ڪهڙيون بہ هجن ۽ ظلم ڪيترو بہ هجي پر سماج ڪي ۽ انساني شعور کي روڪڻ ڪنهن جي وس جي ڳالهہ نہ آهي. اهو تاريخ جو سبق آهي پر آمرن کي تاريخ جو سبق صرف سندن موت کان پوءِ ئي ياد ايندو آهي.

سچي ڳالهہ اها آهي تہ "آمرن" ۽ جنگجو ظالمن کي "تاريخ" ۽ "عوام" جي پيٽ ۾ "جاگرافي" سان وڌيڪ دلچسپي هوندي آهي.

هڪ طرف ايوبي آمريت کي بلوچستان جي جبلن ۾ للڪاريو ويو هو تہ ٻئي طرف سنڌ ۾ سنڌي ادبي سنگت، روح رهاڻ "بزم صوفيا ۽ سنڌ" ۽ سنڌ هاري ڪميٽي پنهنجو پاڻ ملهائي رهيا هئا. جڏهن تہ مختلف سياسي ۽ قومي ڪارڪن پڻ ڪنهن نہ ڪنهن طرح "سماج" کي لوڏي رهيا هئا.

سنڌ جي حساس ۽ جذباتي حصن ۽ حلقن ۾ قومي جبر ۽ ناانصافين جي خلاف تيزي سان "لاوا" پچي رهيو هو.

4_ مارچ 1967ع جو واقعو، ان "لاوا" جو ڀرپور اظهار هو. جنهن ۾ سنڌ يونيورسٽي ۽ انجنيئرنگ ڪاليج جي شاگردن سنڌ تي مڙهيل مضبوط نوڪر شاهي کي چيلينج ڪيو هو. ان مزاحمتي جدوجهد ۾ جن اڳواڻن ڀرپور ۽ قائدانہ ڪردار ادا ڪيو هو انهن ۾ مجيب پيرزادو ۽ مسعود نوراني شامل هئا. جيڪي ان وقت انجنيئرنگ ڪاليج اسٽوڊنٽس يونين جا چونڊيل صدر ۽ جنرل سيڪريٽري هئا. اهڙي طرح يوسف لغاري، جام ساقي ۽ ٻيا اڳواڻ سنڌ يونيورسٽي جي شاگردن جي نمائندگي ڪري رهيا هئا. جڏهن تہ ٻئي پاسي ان دور ۾ لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۾ پڻ ڪامل راڄپر، ان وقت جي پرنسپال ڪرنل "نجيب" کي هاڪي سان ڌڪ هنيا هئا.

حقيقت اها آهي تہ ڪرنل نجيب، لياقت ميڊيڪل ڪاليج قائم ڪرڻ ۽ ان کي سُنو مستحڪم ۽ معياري تعليمي ادارو ٺاهڻ ۾ اهم ۽ ساراهہ جوڳو ڪردار ڪيو هو. پر "آمريتي گهٽ" ۽ سختين تو ڙي پابندين جي نتيجي ۾ اهو اڻ وڻندڙ

واقعو پيش آيو. جنهن خوف ۽ ڏهڪاءُ ڪي ٽوڙڻ جو مثبتي ڪردار ادا ڪين. پر ان هوندي بہ جنرل نجيب جي مجموعي ڪردار ۽ ذاتي دلچسپي جو قدر نہ ڪرڻ پڻ ناانصافي ٿيندي ۽ اهو واقعو نہ ٿئي ها تہ وڌيڪ بهتر هو.

1970ع ۾ جڏهن آءٌ انجنيئرنگ جي پهرين سال ۾ داخل ٿيس تہ ان وقت پڻ اسٽوڊنٽس يونين جون چونڊون ٿيڻ واريون هيون. اهو يحيٰ خان جو دور هو ۽ ون يونٽ ٽٽي چڪو هو.

ڊاڪٽر عبدالقدير افغان، ان وقت ڪاليج جو پرنسپال هو. رفيق صفي، آغا زاهد، مسعود پيرزادو، اشفاق صفي، جميل الرحمان پنهور، جميل گل شيخ، منير عمراڻي، الطاف پيو، نعيم پناڻ، يعقوب علي زرداري، فيروز صديقي، ظفر شيخ، حافظ نثار، عبدالرحمان، شفيق صديقي، اقبال ترين ۽ طفيل ميمڻ، ان وقت ڪاليج جا سرگرم شاگرد هئا.

جيتوڻيڪ انهن ڏينهن ۾ آغا زاهد ۽ رفيق صفي پاڻ ۾ سُٺا دوست بہ هئا تہ بئي ڄڻا ڊاڪٽر افغان کي ڏاڍا پيارا بہ هئا، پر اسٽوڊنٽس يونين جي صدارت جي عهدي لاءِ بئي دوست هڪبئي جي آمهون سامهون مقابلي جي لاءِ بيهي رهيا. بئي سُٺا ۽ مشهور مقرر هئا. رفيق صفي ۽ اشفاق صفي بئي پيائر سڄي پاڪستان ۾ ٿيندڙ تقريري مقابلن ۾ ڪيترائي ڀيرا پهريون ۽ ٻيو نمبر حاصل ڪندا رهيا هئا. بئي لاجواب اسپيڪر بہ هئا تہ سٺا دليل بہ ڏيندا هئا تہ سندن لهجو، انداز ۽ "باڊي لينگويج" پڻ لاجواب هئا. بئي طرف آغا زاهد بہ گهٽ نہ هو. انتهائي ذهين، سٺو مقرر، جذباتي ۽ انگريزي ۾ شاعري پڻ ڪندو هو. آغا زاهد تنظيمي لحاظ کان سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان واسطو رکندو هو، جڏهن تہ رفيق صفي، ڪنهن بہ شاگرد تنظيم سان وابسطا هجڻ جي بدران ان وقت جي سڀني شاگرد تنظيمن جي اڳواڻن ۽ عهديدارن سان هڪجهڙي دوستي رکندو رهيو.

مسعود پيرزادو تنظيمي لحاظ کان سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان وابسطا هو پر اسٽوڊنٽس يونين جي صدارت لاءِ هو رفيق صفي جي حمايت ۾ هو. دراصل مٿي جيڪي بہ نالا لکيل آهن، اهي سڀ ڀن، دوست اميدوار جي بيهڻ جي ڪري پاڻ ۾ بہ ورهائجي ويا هئا پر انهن دوستن مان اڪثريت جي حمايت آغا زاهد کي حاصل هئي. مسعود پيرزادي جو ڪاليج جي شاگردن ۾ سٺو اثر هو پر جيئن تہ انهن ڏينهن ۾ سندس والد محترم حڪيم محمد محاذ سخت بيمار هو ۽ ڪراچيءَ ۾ زيرعلاج هو، انڪري مسعود، اليڪشن مهم ۾ گهٽو وقت نہ ڏئي سگهيو. ان ڪانسواءِ "هالا" جي شاگردن جو گروپ جيڪو "هالائي گروپ" جي نالي سان بہ مشهور هو تہ تنظيمي لحاظ کان سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان وابسطا بہ هو، اهو سڄو گروپ پڻ آغا زاهد جي حق ۾ مهم هلائي رهيو هو. ڪرم علي ميمڻ ۽ معين ميمڻ ان وقت هالائي گروپ جي قيادت ڪري رهيا هئا.

انجنيئرنگ ڪاليج جي تاريخ ۾ اها انتهائي سخت مقابلي واري ۽ ڏاڍي دلچسپ چونڊ هئي.

ڊاڪٽر افغان، سندس ٻئي ٻنهي هڪ جهڙن پيارن شاگردن جي طرفان

هڪبئي جي مقابلي ۾ بيهڻ جي ڪري خوش نہ هو پر هن ان سلسلي ۾ ڪا بہ مداخلت نہ ڪئي. آخرڪار چونڊن واري ڏينهن نتيجا ظاهر ٿيا تہ آغا زاهد لڳ ڀڳ 50 ووٽن تان ڪٽي اسٽوڊنٽس يونين جو صدر چونڊجي آيو ۽ رفيق صفي هارائي ويو.

اسٽوڊنٽس يونين جون چونڊون هر سال ٿينديون هيون ۽ عهديدار هڪ سال جي لاءِ چونڊيا ويندا هئا. اهو دور بہ جيئن تہ تحريڪن جو ٿي دور هو ان ڪري جتي آغا زاهد ۽ سندس ڪامياب ٽيم هر هڪ تحريڪ ۾ حصو ورتو اتي هارائڻ جي باوجود رفيق صفي پڻ هميشہ ڀرپور ڪردار ادا ڪندو رهيو.

آغا زاهد ۽ رفيق صفي وارن جو انجنيئرنگ ۾ اهو آخري سال هو. ٻئي سال جڏهن وري اسٽوڊنٽس يونين جي چونڊن جو وقت آيو تہ مون کي S.N.S.F جي قيادت ۽ ٻين دوستن نائب صدارت جي عهدي لاءِ اميدوار بيهڻ جي لاءِ همٿايو. آءٌ ان وقت انجنيئرنگ جي ٻئي سال ۾ داخل ٿيو هوس. جڏهن چونڊن جي لاءِ فارم ڀرڻ جو وقت آيو تہ صدارت جي لاءِ محمد عيسيٰ جمالي ۽ فقير علي محمد هيسباڻي، نائب صدر لاءِ مون، سردار الطاف پيرو، طيفل احمد ميمڻ ۽ عبدالغني درس، جنرل سيڪريٽري جي لاءِ دوست محمد چانڊيو ۽ روشن پنهور فارم ڀرايا. جڏهن تہ ٻين عهدن لاءِ عبدالعليم قريشي ۽ امين سولنگي پڻ حصو ورتو.

آءٌ سر سيد هاسٽل جي روم نمبر 87 ۾ رهندو هوس. هڪ ڏينهن منجهند جو طفيل ميمڻ پنهنجا ڇاپيل ڪارڊ کڻي منهنجي ڪمري ۾ آيو ۽ اچي ڇيائين تہ "جمالي صاحب هي ڏسو مون اوهان جي مقابلي ۾ ڪارڊ بہ ڇپايا آهن پر جيئن تہ مونکي خبر پئي آهي تہ اوهان اسڪول جي زماني کان ئي تحريڪن ۾ سرگرم حصو وٺندڙ رهيا آهيو ۽ ڪئي ڀيرا جيل ۾ سختيون بہ سٺيون اٿوَ ان ڪري هي ڪارڊ اوهان جي اڳيان ڦاڙي رهيو آهيان ۽ اهڙي طرح اوهان جو مقابلو ڪرڻ جي بدران اوهان جي حق ۾ هٿ کڻي رهيو آهيان". مون سندس ٿورا مڃيا ۽ ان کانپوءِ سدائين لاءِ دوست ٻڌجي وياسين. هتي اهو ٻڌائيندو هلان تہ طفيل ميمڻ ان کان اڳ مسلم ڪاليج حيدرآباد جي اسٽوڊنٽس يونين ۾ سيڪريٽري جنرل جي عهدي تي ڪاميابي حاصل ڪري چڪو هو. ان ڪري انجنيئرنگ ڪاليج ۾ بہ سندس چڱي "ڄاڻ سڃاڻ" هئي. اهڙي طرح عبدالغني درس پڻ منهنجي حمايت ۾ هٿ کنيو.

سردار الطاف پيرو، تنظيمي لحاظ کان اسان سان گڏ S.N.S.F ۾ شامل هو. هو انجنيئرنگ جي ٽين سال ۾ هو ۽ هر حال ۾ چونڊن ۾ حصو وٺڻ لاءِ ضد تي ٻيٺي رهيو. مون کيس ڏاڍو چيو تہ هٿ کڻي وڃي تہ جيئن آءٌ بنا مقابلي اچي سگهان ۽ هو بہ هروڀرو هارائڻ ۽ ناڪاميءَ جي "داغ" کان بچي وڃي. ڪيترن دوستن جڏهن کيس سمجهايو تہ چيائين تہ جيڪڏهن ايندڙ سال حمايت ڪرڻ جو واعدو جمالي ڪري تہ پوءِ آءٌ هٿ کڻندس. مون کيس ورندي ڏني تہ اهڙي قسم جي مستقبل جي "نيڪيداري" وارو واعدو پنهنجو "وَڙ" نہ آهي. اهو نہ مونکي سونهي ٿو تہ نہ ئي توهان کي ۽ نہ ئي وري اهڙي قسم جا "وڏيرڪا واعدا" پنهنجي تنظيم ۽ سوچ وٽان آهن.

الطاف پيرو، سچ پچ تہ ڏاڍو منڙو ماڻهو هو. ڪوئيٽا جو نعيم پٺاڻ جيڪو

نظرياتي لحاظ کان بہ اسان جوئي ساٿي هو پر الطاف پيو ان جي اثر ۽ دوستي ۾ وڌيڪ هو ۽ اهو ڪاميابي جي خوشفهميءَ ۾ متبلا هو.

بهرحال چونڊن واري ڏينهن نتيجا آيا تہ مونکي 361 ووٽ مليا جڏهن تہ سردار الطاف پيو کي 159 ووٽ مليا. مونکي پنهنجي ڪاميابي تي ايتري خوشي نہ ٿي جيترو ڏک الطاف جي هارائڻ تي ٿيو. ڇاڪاڻ جو مجموعي طور تي سچ پچ تہ الطاف پيو ڏاڍو چڱو ماڻهو هو.

اسٽوڊنٽس يونين جي ٻين عهديدارن ۾ فقير علي محمد صدر ۽ روشن پنهور جنرل سيڪريٽري علي نواز لاشاري، جوائنٽ سيڪريٽري ۽ عبدالعليم قريشي پبلسٽي سيڪريٽري چونڊجي آيا.

علي محمد هيسباڻي، تحريڪن ۾ سرگرم حصو وٺندڙ نہ هو پر "شرافت" هن جو اميج هئي. جڏهن تہ هن جي مقابلي ۾ بيهندڙ محمد عيسيٰ جمالي جو ذاتي اميج تہ پلو هو پر "سندس گروپ" جو اميج ڦڏائي جهيڙاڪ ۽ تڪراري هو. محمد عيسيٰ پنهنجي گروپ جي اميج ۽ پروپيگندا ڪيل "ساک" جي ڪري هارايو. نہ تہ سچ پچ محمد عيسيٰ جمالي ذاتي طور نہ صرف شريف، پلو بردبار ۽ سمجهدار هو پر "مهل جو مڙس ماڻهو" پڻ هو.

جنرل سيڪريٽري جي پوسٽ لاءِ جيئي سنڌ وارن دوستن جي طرفان دوست محمد چانڊيو اميدوار هو. جنهن جي مقابلي ۾ پيپلز اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي طرفان روشن پنهور اميدوار هو.

انهن ڏينهن ۾ شاگرد جماعتن يا سياسي جماعتن اسٽوڊنٽس يونين جي چونڊن ۾ مداخلت ڪرڻ جو سلسلو اڃا شروع نہ ڪيو هو ۽ نہ ئي وري مختلف شاگرد جماعتن سان وابسطا اميدوار يا ڪارڪن هڪٻئي کان ڇرڪندا يا پري ڀڄندا هئا. ڏاڍو سٺو ۽ دوستاڻو ماحول هوندو هو. برداشت ۽ سهپ بہ هئي تہ هڪ ٻئي جي لاءِ عزت ۽ احترام بہ هوندو هو.

دوست محمد چانڊئي ۽ روشن پنهور ۾ بہ سٺو مقابلو ٿئي ها پر روشن پنهور، اسان S.N.S.F وارن ۽ خاص ڪري مون کي ڏاڍو مجبور ڪيو تہ اسان سندس حمايت ڪريون. مسعود پيرزادي جو والد محترم اڃا تائين بيمار هئا ۽ هو ان جي تيمارداري ۽ سار سنڀال لاءِ اڪثر ڪراچيءَ ۾ هوندو هو پر ان تي ايترو تہ بار وڌائون جو بہ دفعا سيڙجي اچي مونکي بہ سندس پارٽ ڪري ويو تہ ٻين دوستن کي بہ روشن پنهور جي حمايت لاءِ چئي ويو. اهڙي طرح روشن پنهور سيڪريٽري جنرل ڪامياب ٿيو. هي چونڊون مارچ 1971ع جي آخر ۾ ٿيون هيون. اتفاق اهو ٿيو جو انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشورو اسٽوڊنٽس يونين جون چونڊون مڪمل ٿيڻ کان ٻہ ٽي ڏينهن پوءِ يعني 25 مارچ تي يحيٰ خان مشرقي پاڪستان ۾ "ملٽري آپريشن" شروع ڪري ڏنو.

انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشورو ۽ سنڌ يونيورسٽي جي شاگردن کي اهو اعزاز ۽ فخر حاصل آهي تہ بنگال جي خلاف فوجي آپريشن جي مخالفت ۾ سڄي ملڪ ۾ پهريون جلوس انهن ئي ڪڍيو هو.

سياسي اعتبار کان نہ تہ علي محمد هيسباڻي تہ نہ ئي وري روشن پنهور ۾ اهي ڏاڍا هئا جو اهي ان آپريشن جي مخالفت ۾ احتجاجي جلوس ڪڍڻ جي همت ڪن. ان جو اندازو ۽ احساس هجڻ جي ڪري مون ٻئي ڏينهن تي ئي انجنيئرنگ ڪاليج ۾ ڪلاسن جو بائيڪاٽ ڪرائي، احتجاجي جلوس ڪڍيو ۽ ان جلوس جي مدد سان اڳي سنڌ يونيورسٽي بہ بند ڪرائي ۽ جلوس ڪڍيو. جنهن ۾ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۽ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي دوستن تقريرون ڪيون.

ڪاليج ۽ يونيورسٽي بند ڪرائي ۽ جلوس مان فارغ ٿي جڏهن آءٌ سر سيد هاسٽل وڃي رهيو هوس تہ ان وقت مير ٿيبو ،ون سان گڏ هو. ان وقت روشن پنهور، ڊاڪٽر افغان صاحب جي گاڏي (پڪ اپ) ۾ اچي پهتو ۽ چيائين تہ "توکي ڊاڪٽر افغان سڏي ٿو". مون کيس چيو تہ اوهان هلو آءٌ اچان ٿو.

آءٌ جڏهن ڊاڪٽر افغان جي آفيس ۾ پهتس تہ ان وقت ڊاڪٽر ايس ايم قريشي بہ وٽس ويٺو هو. ڊاڪٽر افغان پنهنجي ڪمري ۾ هڪ "لڪڻ" رکندو هو. منهنجون نظرون ڊاڪٽر افغان جي بدران ان لڪڻ ۾ هيون. ڊاڪٽر صاحب ڏاڍو ناراض ٿيو چيائين "ڇورا، توکي خبر آهي تہ تون ڇا پيو ڪرين؟؟"

ڊاڪٽر صاحب ڏاڍي چند ڪڍي پر ڏاڍو پريشان هو. واقعي ٿيو بہ ايئن جو اڌ ڪلاڪ جي اندر. فوج سڄي ڪيمپس کي گهيري ۾ آڻي ڇڏيو. ملٽري جون گاڏيون يونيورسٽي ۽ ڪاليج جي رستن تي گشت ڪرڻ لڳيون. اهڙي مات ۽ خاموشي جڻ راڪاس گهمي ويو هجي. ڊاڪٽر افغان مون کي ڏاڍو پيائيندو هو. انجنيئرنگ ڪاليج ۾ داخلا ڪانپوءِ نہ صرف منهنجي ڪاليج جي ۽ هاسٽل جي في معاف ڪيائين پر مالي مدد طور "برسري" پڻ منظور ڪيائين.

وقت بوقت سائين وٽ شاگردن جا مسئلا کڻي ويندو هوس تہ انتهائي پيار ۽ پنهنجائپ سان ٻڌندو بہ هو تہ مدد بہ ڪندو هو. هڪ دفعي ڪاليج جي استادن جي گڏجاڻيءَ ۾ منهنجي نالي اهو بہ چيائين تہ "هي واحد شاگرد آهي جيڪو مون وٽ ڪڏهن بہ پنهنجي ذاتي ڪم يا فائدي لاءِ نہ آيو آهي". مون کي اول ان ڳالهہ جو احساس ئي نہ هو پر پوءِ محسوس ڪيم تہ "وڏن ماڻهن جي ذهن ۾ ماڻهن جي ماپي لاءِ ڪهڙا نہ پختا معيار آهن". ڊاڪٽر افغان واقعي "گريٽ انسان" هو.

# پيپلز پارٽيءَ جي پهرين حڪومت ۾ اسانجون غلطيون

مشرقي پاڪستان جي "بنگلاديش" ۾ تبديل ٿيڻ ڪانپوءِ پاڪستان جي شڪست ڪاڌل اسٽيبلشمينٽ مجبورن اقتدار ذوالفقار ڀٽي جي حوالي ڪيو. ممڪن آهي تہ ان وقت بين الاقوامي طاقتون پڻ پاڪستان جي باقي حصي ڪي برقرار رکڻ چاهينديون هجن ۽ جيئن تہ هر لحاظ کان ان وقت ذوالفقار علي ڀٽي کان وڌيڪ موزون، بااثر ۽ باصلاحيت شخصيت بي ڪا بہ نہ هئي ۽ ملڪ جي مغرب حصي ۾ مجموعي طور تي ٻن وڏن صوبن ۾ بہ ان جماعت جا ئي چونديل نمائندا وڌيڪ هئا. ان ڪري اقتدار ڀٽو جي حوالي ڪرڻ سان اسٽيبلشمينٽ بہ پنهنجي "ڪل" بچائڻ ۽ "بدنامي" کي ڌوئڻ لاءِ مجبورن اهو قدم کنيو هيو پر ان حقيقت ۾ بہ ڪو وڏاءُ نہ ٿيندو تہ ان وقت، عين ان مرحلي تي ڪنهن بہ ٻي سياسي جماعت يا شخصيت جي طرفان اقتدار ڀٽي جي حوالي ڪرڻ جي مخالفت يا متبادل تجويز سامهون نہ آئي.

ان وقت ملڪ ۾ ڪو آئين بہ نہ هو ۽ نہ اهڙو ڪو متبادل عارضي طريقو اهڙين حالتن لاءِ طئي ڪيل هو. ان ڪري حالتن جي مجبوري ۽ آئين جي نہ هجڻ جي ڪري ذوالفقار علي ڀٽو کي ملڪ جو مارشل لا ايڊمنسٽريٽر ٿيڻو پيو. اها ان وقت حالتن جي مجبوري هئي ۽ صحيح معنيٰ ۾ اهو ان وقت "نظريہ ضرورت" هو. ان ڪري جيڪي سياسي اڳواڻ يا ڀٽو جا مخالف اڄ تائين بار بار ڀٽو کي سول مارشل لا ايڊمنسٽريٽر ٿيڻ جو "طعنو" ڏين ٿا، اُهي ان وقت جي حقيقت کان يا تہ آگاهہ نہ آهن يا "ڀٽو مخالف" تعصب پرستي جو شڪار آهن.

ذوالفقار علي ڀٽي جڏهن نعپ ۽ جمعيت العلماءِ اسلام کي سرحد ۽ بلوچستان ۾ حڪومت ٺاهڻ جي دعوت ڏني ۽ جڏهن آئين نهرائي، ان وقت جي سيني سياسي جماعتن جو سهڪار حاصل ڪيو ۽ اهڙي طرح مجموعي طور تي صحتمند ۽ ترقي پسند رُخ هلڻ جو تاثر پيدا ڪيو تہ ان وقت ئي "هار ڪاڌل" اسٽيبلشمينٽ وري بيهر پنهنجا پر پکيڙڻ شروع ڪيا.

حقيقت اها آهي تہ مستقل مفاد اسٽيبلشمينٽ ان وقت مجبورن اقتدار تہ پيپلز پارٽي جي حوالي ڪيو پر اُها پ پ، نعپ ۽ جمعيت العلماءِ اسلام جهڙين اسٽيبلشمينٽ مخالف سياسي ڌرين کي آخرچو ڪيئن ۽ ڪيستائين قبول ڪري ها؟

اسٽيبلشمينٽ سياسي، فوجي ۽ انتظامي لحاظ کان شڪست تہ کاڌي هئي پر ان جي "ڪاوڙ" ۽ "ناراضگي" ۾ وڌيڪ شدت پيدا ٿي وئي هئي. دراصل اوپر پاڪستان ۾ ڪاڌل شڪست جي اصل ۽ حقيقي سببن کي قبول ڪرڻ جي بدران مستقل مفاد اسٽيبلشمينٽ انهن سياسي قوتن تي وڌيڪ ڏمريل ۽ ڪاوڙيل هئي جن کي عوام جي پنيرائي، بہ حاصل هئي تہ انهن جو سياسي ڪردار بہ مجموعي طور تي "اسٽيبلشمينٽ مخالف" رهندو پئي آيو. ان ڪري هن کي پ پ، نعپ، علماءِ

اسلام جو هڪ پئي سان سهڪار هضم نہ پئي ٿيو ۽ نہ ئي سرحد ۽ بلوچستان ۾ انهن سياسي جماعتن جو اقتدار پسند پئي آيو جن ماضيءَ ۾ ساڳي اسٽيبلشمينٽ جي حرڪتن ۽ سياست ۾ مداخلت جي مزاحمت پئي ڪئي.

حقيقت اها آهي تہ ٿورو وقت ساھ کڻڻ کان پوءِ ۽ پنهنجين صفن کي ٻيهر نئين سر منظم ڪرڻ کانپوءِ ساڳي اسٽيبلشمينٽ پنهنجن مستقل مفادن جي حفاظت لاءِ پيپلز پارٽي جي وفاقي حڪومت ۽ صوبائي حڪومتن ۾ مداخلت ڪرڻ شروع ڪئي.

عبدالصمد خان اچڪزئي، حيات محمد شيرپائو، اسدالله مينگل ۽ ٻين اڳواڻن جا ڳجهارتي انداز ۾ ٿيل قتل، ان وقت جي زخمي ٿيل، ناراض، خفا ۽ پلاند وٺڻ لاءِ وقت جو انتظار ڪندڙ اسٽيبلشمينٽ جي ڪارروائي ڪئي نہ بہ هجن تڏهن بہ انهن اهم سياسي قتلن جي لاءِ پيپلز پارٽيءَ جي "ساک" کي ڪاپاري ڌڪ بہ لڳا تہ بلوچستان ۽ سرحد جي صوبائي حڪومتن ۽ اتحادي جماعتن سان سندس "تعلقات" کي پڻ ڪمزور ڪيو. جڏهن تہ ملڪ جي سموري صحتمند عام راءِ پڻ پيپلز پارٽيءَ جي ڪردار ۽ ساک تي آڱريون کڻڻ شروع ڪيون. ظاهر آهي تہ اهو سمورو ماحول انهن قوتن جي ڪوشش سان جوڙيو ويو جيڪي قوميتن کي قومي حق يا صوبائي خودمختياري ڏيڻ جي راھ ۾ رڪاوٽ بہ هيون تہ ساڳي وقت پنهنجن مستقل مفادن تان هٿ کڻڻ لاءِ ڪنهن قيمت تي راضي ٿيڻ لاءِ تيار نہ هيون.

ممڪن آهي تہ ذوالفقار علي ڀٽو، نعپ ۽ علماءِ اسلام جون حڪومت ختم ڪرڻ ۽ بلوچستان ۾ فوجي آپريشن ڪرڻ جي "غلطي" پنهنجي طور تي ڪئي هجي پر پوءِ هڪ مرحلي تي جڏهن هن فوجون واپس گهرائڻ لاءِ فوجي قيادت تي زور ڀريو تہ اُن قيادت ڀٽو جا اُهي آرڊر مڃڻ کان صاف انڪار ڪري ڇڏيو هو. اهي راز تہ هاڻي راز نہ رهيا آهن. ان ڪري ايئن چئي سگهجي ٿو تہ پ پ، نعپ ۽ علماءِ اسلام کي مستقل مفاد ڳجهين قوتن، مختلف حيلن ۽ حرفتن سان پاڻ ۾ بہ ويڙهايو تہ منجهن غلط فهميون بہ پيدا ڪيون.

ذوالفقار علي ڀٽي کي "جاگيردار" قرار ڏئي يا "انتقام" وٺڻ وارو وڏيرو قرار ڏئي نہ صرف هن جي "شخصيت" سان ناانصافي ڪئي پئي وڃي پر "تاريخ جي هڪ اهم ڪردار" جي ڪردار ڪشي پڻ ڪئي پئي وڃي.

ڇا ذوالفقار علي ڀٽو جي سياسي سوچ، سندس ذهني قابليت ۽ چاڻ ۽ سندس عوام سان ٿيل ڪمٽمينٽ سان عملي طور سچو ٿي ناتو نڀائڻ يا عالمي سطح تي پنهنجو پاڻ ملهائڻ ڪنهن جاگيردار يا وڏيري جي وس جي ڳالھ آهي؟

ذوالفقار علي ڀٽو، تاريخ جو هڪ اهڙو ماڻهو هو جيڪو پنهنجي وقت کان گهڻو اڳتي بہ هو تہ شعوري طور تي تاريخي ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ بہ ذهني طور تيار هو. ذوالفقار علي ڀٽي پنهنجي عمل ۽ ڪردار سان ثابت ڪيو تہ هو هڪ فلاسافر بہ هو تہ تاريخدان بہ هو. سياستدان بہ هو تہ جان قربان ڪندڙ سقراط بہ هو تہ هڪ آدرشي انسان بہ هو.

سچي ڳالھ اها آهي تہ ان وقت واقعي اهڙيون سياسي قوتون بہ موجود

هيون جن ڇاڻائي يا اڻ ڄاڻائي ۾ نہ صرف پيپلز پارٽي جي حڪومت کي ڪمزور ڪرڻ ۾ حصو ورتو پر نعپ، علماءِ اسلام ۽ پ پ ۾ غلط فهميون پيدا ڪري صحتمند سياسي قوتن کي پڻ ڪمزور ڪري سڌي يا اڻ سڌي طرح "رجعتي قوتن ۽ مستقل مفاد" طاقتن جي لاءِ راهه هموار ڪئي.

ان وقت ضرورت ان ڳالهه جي هئي تہ نہ صرف پيپلز پارٽي، نعپ ۽ جمعيت العلماءِ اسلام جي اتحاد جي وڌيڪ سگهارو بنائڻ ۾ شعوري ڪردار ادا ڪجي ها پر بين سيني سيڪيولر، قومپرست، ترقي پسند ۽ عوام دوست قوتن جي طرفان پڻ ان اتحاد کي بچائڻ ۽ اڃا بہ وڌيڪ مضبوط ڪرڻ ڏانهن ڌيان ڏجي ها ۽ اهڙي طرح وسيع بنيادن تي هڪ وڌيڪ صحتمند ۽ سگهارو اتحاد جوڙي مستقل مفاد قوتن ۽ رجعتي ڌرين جي مستقل رستا روڪ ڪجي ها.

ان سلسلي ۾ غوث بخش بزنجي جو سياسي موقف ۽ ڪردار ڪافي بهتر هو پر ان وقت ان طرف سنجيدگيءَ سان سوچڻ، عمل ڪرڻ ۽ معاون سگهارو اتحاد جوڙڻ جي بدران نہ صرف پٽو جي خلاف فتوائون ڏنيون ويون پر غوث بخش بزنجو کي بہ باباءِ بلوچستان جي بدران "باباءِ مذاڪرات" جا لقب ڏنا ويا.

نعپ جي قيادت پڻ ان سلسلي ۾ ان موقعي تي اهڙو "معاون" ۽ مددگار ماحول جوڙڻ جي بدران اهڙو رويو اختيار ڪيو جيڪو مستقل مفاد قوتن کي "سوٽ" ڪري رهيو هو. جڏهن تہ بدقسمتيءَ سان نعپ ۾ شامل ڪميونسٽ ڪامريڊن پڻ ان وقت نہ تہ صحيح تجزيو ڪيو تہ نہ ئي سهڪاري قوتن کي تعاون ڪرڻ لاءِ مثبت ۽ موثر ڪردار ادا ڪيو.

رجعتي قوتن ۽ مستقل مفاد طاقتن گڏجي جڏهن ذوالفقار علي ڀٽي جي خلاف "سياسي ميدان" گرم ڪيو ۽ سامراج جي سرپرستيءَ ۾ جڏهن ڊالر تحريڪ هلڻ لڳي تہ عين ان موقعي تي "ڪامريڊن" ۽ ترقي پسند قوتن جون اکيون کليون پر ان وقت تائين ڪافي دير ٿي چڪي هئي. ان ڪانپوءِ عوام دوست جمهوري، سيڪيولر ۽ ترقي پسند قوتن جو ڪردار ۽ رويو ڪافي بدلجي چڪو هو پر ان وقت تائين بال هنن جي هٿن مان نڪري چڪو هو. سچي ڳالهه اها آهي تہ ذوالفقار علي ڀٽي جي جماعت ۽ حڪومت کي ختم ڪرڻ سان ملڪ جي سيني عوام دوست، ترقي پسند ۽ سيڪيولر قوتن کي جيڪو ڪاپاري ڌڪ لڳو، ان جو "ڪيتو" اسان اڄ تائين لوڙي رهيا آهيون. هن وقت جيڪي حالتون آهن، اهي ان غلطي ۽ ان سياسي ڪردار جو نتيجو آهن جيڪا سيني عوام دوست، جمهوري، سيڪيولر، قوم پرست ۽ ترقي پسند قوتن جي قيادت پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو هڻي ڪئي هئي.

سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن کي بہ "ڀٽو مخالفت" ۾ استعمال ڪيو ويو تہ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن کي بہ "مهم جوئي" ۽ مخالفت ۾ مصروف رکيو ويو. جڏهن تہ بلوچستان اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن ۽ پختون اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ پڻ اختلاف ۽ ڏار پئجي ويا ۽ اهي تنظيمون پڻ ڪمزور ٿينديون رهيون.

سچي ڳالهه اها آهي تہ مختلف جماعتن جي قيادت ان وقت انهن ناخوشگوار واقعن جي باري ۾ اهو اندازو نہ لڳائي سگهي تہ "اهي واقعا" آخر ڪير

ڪرائي رهيا آهن يا صحتمند سياسي جماعتن ۾ اختلاف ڪير پيدا ڪري رهيا آهن؟ ۽ انهن اختلافن ۽ ناخوشگوار واقعن جو فائدو ڪنهن کي حاصل ٿي رهيو آهي؟؟

ذوالفقار علي ڀٽو جي آخري اليڪشن جي دوران ناخوشگوار واقعن ۽ ان ڪانپوءِ ضياءالحق جي طرفان اقتدار تي قبضو ڪرڻ ڪانپوءِ سيني سياسي قوتن ۽ ڪامريڊن پُٽي جي باري ۾ پنهنجو موقف تبديل ڪري خود ئي اقرار ڪيو تہ انهن جو ماضيءَ ۾ اختيار ڪيل موقف درست نہ هو. پر ان وقت ملڪ جو مستقبل ٻين اهڙين طاقتور ڌرين ۽ مستقل مفاد قوتن جي هٿن ۾ اچي چڪو هو جيڪي اڄ ڏينهن تائين عوام دوست، جمهوري، سيڪيولر، قومپرست ۽ ترقي پسند قوتن جي راهہ ۾ مختلف طريقن سان رڪاوٽون پيدا ڪري رهيون آهن.

ذوالفقار علي ڀٽو جي پهرين اقتداري دور ۾ جڏهن سنڌ ۾ بہ پيپلز پارٽي جي صوبائي حڪومت قائم ٿي هئي تہ ان وقت S.N.S.F پڻ پيپلز پارٽي جي مخالفت ڪرڻ واري پراڻي لاڙي کي بدستور جاري رکيو. چڱي طرح ياد نہ آهي پر ان وقت الائجي جو انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشوري جي پهرين سال ۾ داخلا لاءِ مقرر ڪيل سيٽن مان 80 سيٽون گهٽائڻ جو فيصلو ڪيو ويو هو. ظاهر آهي تہ اهو سنو يا صحيح فيصلو نہ هو. جن ڏينهن ۾ اهو فيصلو ڪيو ويو هو، انهن ڏينهن ۾ ”عيد“ پڻ اچڻ واري هئي. اسان سوچيو تہ ڇاڪاڻ تہ پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت ۾ اها پهرين عيد ٿيندي ان ڪري اها ڪڏهن بہ نہ چاهيندي تہ ان اهم موقعي تي ڪنهن تعليمي اداري ۾ شاگردن جي طرفان بک هڙتال ڪئي وڃي.

اسان اهو سوچي شاگردن کي واري واري سان بک هڙتال تي ويهارڻ جو فيصلو ڪيو. تحريڪ جي حق ۾ شاگردن جي جنرل باڊي جا اجلاس ٿيندا رهيا. ”مهراڻ“ اخبار ان وقت پيپلز پارٽيءَ جي مخالف اخبار هئي. ان اخبار هڪ ڏينهن اها هيڊنگ لڳائي تہ ”اسي خاندانن جو قتل عام برداشت نہ ڪيو ويندو“.

اسان اهي هيڊنگس پڙهي ڏاڍو خوش ٿيندا هئاسين جڏهن تہ مهراڻ اخبار اسان جي اهڙي ڀرپور حمايت صرف ”بغض معاويہ“ ۾ ڪندي هئي.

پيپلز پارٽي جي حڪومت گهٽايل سيٽون عيد کان اڳ بحال ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ اسان جي تحريڪ ۽ حڪمت عملي ڪامياب ٿي.

پر جيڪڏهن وسيع بنيادن تي ملڪي سطح تي سموريون قوم پرست، عوام دوست، جمهوري، سيڪيولر ۽ ترقي پسند قوتون گڏجي سيني صوبن ۽ وفاق ۾ پ پ، نعپ ۽ علماءِ اسلام جي اتحاد جي حمايت بہ ڪن ها تہ ڪين آئين کي اڃا بہ وڌيڪ جمهوري، وفاقي ۽ عوام دوست بنائڻ لاءِ سيني اسيمبلين جي ميمبرن تي دٻاءُ بہ وجهندا رهن ها ۽ اهڙي طرح رجعتي، عوام دشمن ۽ مستقل مفاد طاقت جي رستا روڪ ڪندا رهن ها تہ اڄ اسان کي هي ڏينهن نہ ڏسڻا پون ها ۽ نہ ئي سگهارا سياسي اڳواڻ ۽ ڪامريڊ ايئن موت ماريا وڃن ها!!

# سائين علي مردان شاهہ "رقصم" ۽ جان احمد کُهري جو افسوسناڪ قتل

1971ع ۾ ڊسمبر جي 16 تاريخ تي بنگلاديش وجود ۾ آيو ۽ 20 ڊسمبر تي ذوالفقار علي ڀٽو "نئين پاڪستان" جي چيف مارشل لا ايڊمنسٽريٽر طور اقتدار سنڀاليو.

بنگلاديش جي آزادي جي دوران هڪ طرف جماعت اسلامي جي ذيلي تنظيمن جن ۾ گهڻائي بهارين جي هئي. "الشمس" ۽ "البدر" جي نالي سان مغربي پاڪستان جي فوج سان هر طرح جو سهڪار ڪيو. جڏهن تہ "مُڪتي باهني" جي نالي سان قائم ڪيل ويڙهاڪ تنظيم بنگلاديش جي آزادي ۾ مکيہ ڪردار ادا ڪيو. اوڀر پاڪستان ۾ پاڪستاني فوج جي قيادت ڪندڙ جنرل نيازي پارتي فوج جي فاتح ڪمانڊر جنرل اروڙا جي اڳيان جڏهن هٿيار ڦٽا ڪيا تہ اهو منظور انتهائي عبرتناڪ هو.

عوامي ليگ ڪميونسٽ پارٽي، نيشنل عوامي پارٽي ۽ ٻين جماعتن جيتوڻيڪ بنگلاديش جي نوجوانن ۽ عوام کي پرامن رهڻ ۽ تشدد کان پاسو ڪرڻ جون اپيلون ڪيون پر ان جي باوجود انتقام جي آگ ۾ جلندڙ مڪتي باهني جي ويڙهاڪن، خاص ڪري "قادر صديقي" ڪيترن ئي "آزادي مخالف" ۽ پاڪستان آرمي سان سهڪار ڪندڙ بهارين کي بيرحميءَ سان قتل ڪري ڇڏيو.

هڪ طرف "بهارين" پنهنجو پاڻ کي سچو ۽ پڪو پاڪستاني قرار ڏيندي "نئين پاڪستان" منتقل ڪرڻ لاءِ واويلا ڪئي تہ ٻئي طرف بنگلاديش سرڪار پڻ ان "مٽي جي سور" مان جند ڇڏائڻ لاءِ پاڪستاني قيادت تي زور ڀريو. جڏهن تہ پاڪستان ۾ جماعت اسلامي ۽ هڪ متعصب لساني ٽولي پڻ هاءِ گهوڙا مچائي ڏني تہ "انهن بهارين کي پاڪستاني هجڻ جي سزا ڏني پئي وڃي".

اوڀر پاڪستان جو حصو پاڪستان جو اڪثريتي علائقو هو. اهي بهاري پاڪستان ٺهڻ وقت ڀارت جي بهار صوبي مان سنوان سڌا مشرقي پاڪستان ۾ وڃي آباد ٿيا هئا. يعني هنن پاڪستان جو هيءُ حصو تہ ڏٺو ئي ڪو نہ هو ۽ نہ ئي سندن واسطو ڪنهن طرف پاڪستان جي هن حصي سان هو. ان ڪري اهي هن حصي جا رهواسي يا شهري هجڻ جي دعويٰ ڪرڻ ۾ آخر ڪيئن درست تسليم ڪجن؟؟ ان ڪانسواءِ پنهنجي مرضيءَ سان بهار مان لڏي بنگال ۾ آباد ٿيڻ ڪانپوءِ هر طرح سان هنن جو اهو فرض هو تہ اُهي اتان جي رهواسين سان گڏجي رهن ها. بنگال جي مفادن کي پنهنجو مفاد سمجهن ها ۽ سياسي، سماجي، اقتصادي ۽ معاشرتي لحاظ کان پنهنجون وفاداريون اتان جي حقيقي ۽ درست سياسي قوتن سان جوڙي رکن ها يا گهٽ ۾ گهٽ خاموش رهن ها پر هنن اتان جي اڪثريتي عوام جي نمائندگي ڪندڙ جماعتن جي بدران "پاڪ آرمي" جي آپريشن ڪندڙ اهلڪارن

سان "وفاداري" ڪرڻ کي ترجيح ڏني. يعني هنن اتان جي ڌرتي ۽ عوام سان جُڙڻ جي بدران هوا ۾ لٽڪيل حملا ڪندڙ گروهہ سان پانهن پيلي ٽيڻ جي روش اختيار ڪري پنهنجي لاءِ پاڻ "ڪيمپن ۾ رهڻ" جون حالتون پيدا ڪيون.

ذوالفقار علي ڀٽو جي حڪومت تي ان وقت چئن پاسن کان دٻاءُ هو تہ سندس حڪومت ڪيئن بہ ڪري ڌرتي کان اکڙيل انهن اجنبي خاندانن کي پاڪستان گهرائي ۽ پاڪستان ۾ آباد ڪرڻ جي آڙ ۾ سنڌ ۾ گهر ٺهرائي آباد ڪري.

ظاهر آهي تہ سنڌ جي سيني وطن دوست ۽ انصاف پسند قوتن "انهن مطالبن" ۽ دٻاءَ جي مخالفت ۽ مزاحمت ڪئي. سڄي سنڌ ۾ "بهاري نہ کپن" جا نعرا لڳندا ۽ احتجاج ٿيندا رهيا.

انهن ئي حالتن ۾ آئين ٺهيو، منظور بہ ٿيو پر جڏهن ان وقت سنڌ جي صوبائي اسيمبلي ۽ سرڪار سنڌي زبان جي سلسلي ۾ ٺهراءُ بحال ڪيو تہ مختلف سياسي ۽ لساني ڌرين ۽ ڳجهين قوتن گڏجي سنڌ ۾ ٻوليءَ جا فساد ڪرايا. انهن فسادن ۾ نہ صرف ڪيترائي ڪونڌر قربان ٿيا پر سنڌ ۾ لساني بنيادن تي نفرت پڻ وڏيڪ شدت اختيار ڪئي جيڪا مستقبل جي لاءِ وڏيڪ هاڃيڪار ثابت ٿي.

پيپلز پارٽي جي هن پهرين حڪومت ۾ تعليمي ادارن مان فارغ ٿيندڙ نوجوانن کي وڏي تعداد ۾ مختلف وفاقي توڙي صوبائي ادارن ۾ روزگار جو حق ملڻ شروع ٿيو. جيئن تہ سنڌ جون سموريون اهم شاگرد جماعتون سلجهيل، تجربيڪار ۽ بردبار ڪيڊر کان محروم ٿي رهيون هيون ۽ اهو خال شهرت چاهيندڙ، جوشيلن ۽ لاٺڙين واِلارڻ شروع ڪيو هو. ان ڪري شاگرد جماعتن ۽ ڪارڪنن جي وچ ۾ پڻ هڪٻئي جي لاءِ "رقابت" ۽ "دشمني" جو ماحول پلجڻ لڳو.

بنگلاديش ۾ هار کاڌل اسٽيبلشمينٽ جي نئين حڪمت عملي تحت ايجنسين نہ صرف شاگرد ۽ سياسي جماعتن ۾ مداخلت شروع ڪئي پر منفي غيرصحتمند ۽ غيرسياسي لاڙن کي سگهارو بنائڻ ۾ خاص دلچسپي ورتي.

يوسف جکراڻي ۽ اسرار سرڪي بہ ان دور ۾ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جا سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اهم اڳواڻ ليکيا ويندا هئا. يوسف جکراڻي، ان وقت سائين غلام مصطفيٰ شاهہ کي بہ ويجهو هو تہ سنڌ جي ان وقت جي وڏي وزير سان بہ ڪنهن نہ ڪنهن طرح سندس رابطو ۽ واسطو هو.

بدقسمتيءَ سان اها تلخ حقيقت هئي تہ يوسف جکراڻي جي قيادت ۾ شاگردن جو هڪ اهڙو گروپ ان وقت جيئي سنڌ سان لاڳاپيل هو،جنهن کان عام شاگرد ڇرڪندا هئا ۽ پري ڀڄندا هئا.

اهڙي طرح شاگردن جو هڪ ٻيو اهڙو ئي گروپ وري انجنيئرنگ ڪاليج ۾ پير منور جي سربراهيءَ ۾ موجود هو. جنهن کان پڻ عام شاگرد ٺهندا ۽ ڊڄندا هئا. وڏي بدقسمتي اها هئي جو مٿي بيان ڪيل ٻئي گروپ هڪٻئي جا "مخالف" هئا.

انهن ڏينهن ۾ ڊاڪٽر افغان کي اسلام آباد ۾ وفاقي سيڪريٽري طور بدلي ڪيو ويو هو ۽ سندس جاءِ تي ڊاڪٽر اي ايف عباسي صاحب

(A.F.Abbasi) صاحب ڪاليج جو پرنسيپال هو. ڊاڪٽر عباسي پڻ تمام لائق، محنتي ۽ ايماندار انسان هو.

هڪ ڏينهن انجنيئرنگ ڪاليج جي امتحانن جي تاريخ يا رزلٽ جي سلسلي ۾ ڪاليج جي شاگردن، ڪاليج ۾ جنرل باڊي گهرائي هئي. ان جنرل باڊيءَ ۾ ڪنهن معمولي ڳالهہ تان غازي بروهي ۽ سائين شاهنواز شاهہ جي وچ ۾ تلخ ڪلامي ٿي پئي. غازي بروهي جو تعلق پير منور وارن سان هو، جڏهن تہ سائين شاهنواز شاهہ جو واسطو يوسف جکراڻي سان هو.

ان تلخي جي نتيجي ۾ ٻنهي گروهن جي وچ ۾ "انا" جو مسئلو پيدا ٿي پيو.

ڪاليج ۾ ٿيل جهڙپ جي خبر جڏهن يوسف جکراڻي کي پئي تہ هو ٻاهہ ٿي ويو ۽ چند دوستن سان اچي ڪاليج پهتو. ان دوران سڀ شاگرد ٽڙي پکڙي ويا هئا. يوسف ڪاليج جي ڪينٽين ۾ بہ آيو پر اتي بہ سندس "متحارب" گروپ جو ڪو بہ سرگرم شاگرد موجود نہ هو. ڪينٽين کان ٻاهر نڪتو تہ سندس نظر غني درس تي پئي جيڪو ان وقت ڪاليج جي اسٽوڊنٽس يونين جو جنرل سيڪريٽري هو. غني درس جي دوستي تہ ضرور پير منور گروپ جي ڪجهہ ساٿين سان هئي پر هو اهڙي فسادي ماحول ۽ جهڳڙن کان پري پڃندڙ هو.

يوسف جکراڻي غني درس تي فائر ڪيا، پر هو ڪافي پري هو. اتفاق سان ڊاڪٽر عباسي بہ ان وقت ڪاليج اچي رهيو هو، جنهن غني درس کي ڪار ۾ ويهاري، ڪار کي ڀڄائي، پاڻ کي بہ تہ غني درس کي بہ بچايو. ڇاڪاڻ جو ان دوران يوسف جکراڻي ڪار تي بہ فائر ڪري رهيو هو.

ان ڪانپوءِ يوسف جکراڻي، سر سيد هاسٽل ۾ غازي بروهي جي ڪمري تي آيو، پر غازي ان وقت هاسٽل ۾ نہ هو. آءٌ بہ ان وقت سر سيد هاسٽل ۾ ئي رهندو هوس. يوسف سان بہ سني دعا سلام هئي تہ پير منور وارن سان بہ سنا تعلقات هئا. مون يوسف جکراڻي کي هٿ ٻڌي چيو تہ "يوسف اوهان کي سنڌ جو قسم آهي تہ ايئن نہ ڪيو ۽ پاڻ ۾ نہ وڙهو". پر جيئن تہ يوسف ان وقت سخت ڪاوڙ ۾ هو ان ڪري منهنجي ڳالهہ ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري هاسٽل مان هليو ويو.

تاءَ واري ان ماحول ۾ هاڻي ٻئي گروپ تولو، تولو ٿاهي هلندا هئا. ڪوشش اها هئي تہ هڪٻئي جي سامهون نہ اچن ۽ ايئن ڪافي ڏينهن بلڪ مهينا گذري ويا.

پير منور، عيسيٰ جمالي ۽ سائين بخش لغاري وارا جڏهن انجنيئرنگ ڪاليج مان پاس ڪري وڃي نوڪرين سان لڳا ۽ يوسف جکراڻي پڻ جڏهن يونيورسٽي مان آخري سال جي امتحان مان فارغ ٿيو تہ هڪ رات يوسف جکراڻي، اسرار سرکي، شاهنواز شاهہ ۽ سندس ساٿين رات جو انٽرنيشنل هاسٽل جي ان ڪمري ۾ وڃي فائرنگ ڪئي جنهن ۾ سندن مخالف گروپ سان واسطو رکندڙ علي مردان شاهہ، جان احمد کهرو ۽ عبدالمجيد جمالي ۽ سندس ٻيا ڪجهہ دوست ويٺل هئا. فائرنگ جي نتيجي ۾ علي مردان شاهہ ۽ جان احمد کهرو گذاري ويا جڏهن تہ عبدالمجيد جمالي سخت زخمي ٿيو، جنهن کي پيٽ ۾ گولي لڳي هئي.

رات جو وقت هو ۽ ڪافي رات گذري چڪي هئي. انجنيئرنگ ڪاليج جو شاگرد آفتاب ميمڻ ان وقت انٽرنيشنل هاسٽل ۾ رهندو هو. اهو ڀڄندو ڀڄندو مون وٽ سر سيد هاسٽل آيو ۽ سڄي ڳالهہ ٻڌايائين. علي نواز ڪلهوڙو ان وقت انٽرنيشنل هاسٽل جو "پرو ووسٽ" هو.

مون سائين پير مظهرالحق کي فون ڪئي. سڄي افسوسناڪ صورتحال کان آگاهہ ڪيو ۽ ڪيس فورن ايمبولينس، انٽرنيشنل هاسٽل ۾ موڪلڻ ۽ رت جو انتظام ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو. پير مظهرالحق ان وقت سنڌ يونيورسٽي جي هاسٽلن جو انچارج هو يا غلام مصطفيٰ شاهہ جو پي آر او هو. اسان بہ لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄامشورو اسپتال پهتاسين تہ پير مظهر بہ اتي موجود هو. ڏاڍو غمگين ۽ پريشان هو. مونکي چيائين تہ "توکي ڪيترو چوندو هوس تہ هنن ٻنهي ڏرين جو ٺاهہ ڪراءِ".

سائين پير مظهر جي ڳالهہ تہ پنهنجي جاءِ تي درست پر ان ماحول ۾ منهنجي ڪير بہ ٻڌڻ لاءِ تيار نہ هو. ڇا ڪجي.

سڄي يونيورسٽي ۽ ڪاليج جو مجموعي ماحول "اُداس" ۽ "ڏڪارو" هو. سڀني جي زبان مان اهو جملو پئي نڪتو تہ "ايئن نہ ٿئي ها تہ بهتر هوا!"

سائين علي مردان شاهہ، نوان جتوئي جو رهواسي هو. خوبصورت، جذباتي ۽ عجيب نوجوان هو. پيپلز پارٽي جو حمايتي هوندو هو. مون وٽ اڪثر هاسٽل ۾ ايندو هو. هڪ دفعي بهارين جي مسئلي کي چيائين تہ احمد خان دل چوي ٿي تہ "بهارين جي ڦهرين جهاز کي آءُ پاڻ بم سان اڏايان". "ٻڌاءِ تہ ان لاءِ ڇا ڪيان".

شاعر بہ هو. سنڌس تخلص رقصم هو. سنڌس ڀيو هڪ ڀاءُ هو جيڪو ڪجهہ ڪجهہ "مجذوب" قسم جو محسوس ٿيندو هو.

سائين علي مردان شاهہ جو والد جڏهن ڄامشوري سنڌس "خاموش جسم" کڻڻ لاءِ آيو تہ ڏاڍو، ڏاڍو ڏک ڪيائين ۽ غلام مصطفيٰ شاهہ کي ڏورايا ڏنائين. علي مردان شاهہ جي والد، معاوضو وٺڻ کان بہ انڪار ڪيو هو ۽ چيائين تہ "منهنجو پُٽ شهيد آهي". علي مردان شاهہ جو والد بيشڪ بهادر ۽ هڪ سنو "پيءُ" هو. علي مردان شاهہ پنهنجي اباڻي ڳوٺ ۾ دفن آهي. اڄ مٿس ميلا بہ لڳن پيا تہ سنڌس شاعري بہ ڳائجي پئي.

علي احمد کهڙو، دادو جو رهواسي هو. ماءُ پيءُ جو اڪيلو پُٽ هو. غريب خاندان سان سنڌس واسطو هو. غربت بہ اينتري جو ڪاليج ۽ هاسٽل جا خرچ بہ نہ پري سگهندو هو. جيئن تہ علي مردان شاهہ بہ تعليم دادو ۾ حاصل ڪئي هئي، ان ڪري ٻنهي جي پاڻ ۾ سُٺي دوستي هئي. هن افسوسناڪ واقعي سڄي سنڌ. خاص طور تي شاگرد تحريڪ کي "جمهوري" وڌو.

تنظيمي لحاظ کان عبدالمجيد جمالي جو واسطو بہ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان هو پر سنڌس دوستي علي مردان شاهہ وارن سان بہ هئي تہ هو شاگردن جي پاڻ ۾ وڙهڻ جي پڻ خلاف هو. پر ان حملي ۾ پاڻ بہ زخمي ٿي پيو.

مون کي ياد آهي تہ اسپتال مان فارغ ٿيڻ ۽ ڪجهہ صحتياب ٿيڻ کانپوءِ

هڪ ڏينهن آءٌ ۽ عبدالمجيد گڏجي ڪراچي آياسين. چاڪاڻ تہ آءٌ حفيظ پيرزادي واري ڪيس ۾ ضمانت تي آزاد هئاسين پر پوءِ بہ وقت بوقت ٽربيونل ۾ شنوائي تي وڃڻو پوندو هو. اسان جڏهن ڪراچي پهتاسين تہ عبدالمجيد جمالي چيو تہ ”سائين جي ايم سيد کي سلام ڪندا هلون“.

اسان جڏهن حيدر منزل پهتاسين ۽ سائين سان رسمي حال احوال ڪياسين تہ ڳالهين جي دوران سائينءَ، مجيد کي چيو تہ ”پاڻ ۾ نهي وجو“. پلا وڏيڪ نہ تہ ”شاهنوار شاهہ سان نهي وجو“. مجيد جمالي، سائين جي ان خواهش جي موت ۾ خاموش رهيو پر ملاقات کانپوءِ ٻاهر اچي ڏک ڪيائين.

ان وقت اُهي افواهہ پڻ هليا هئا تہ جيڪڏهن ان رات اها واردات نہ ٿئي ها ۽ ايئن اهو جهيڙو ختم ٿي وڃي ها تہ ڪجهہ ڏينهن اندر، يوسف جکراڻي کي ڊي ايس پي جا آرڊر ملڻ وارا هئا. ان خبر يا افواهہ ۾ ڪيتري صداقت هئي، ان سلسلي ۾ وڌيڪ ڪا بہ ڄاڻ يا پڪ نہ آهي.

بهرحال، ان دردناڪ واردات جي نتيجي ۾ ڪيس بہ داخل ٿيا تہ گرفتاريون بہ ٿيون پر نتيجو ڪو بہ نہ نڪتو. ڪيس ”ڪباڙخاني“ جي حوالي ٿي ويا. انصاف اڏامي ويو. علي مردان شاهہ ۽ جان احمد جي والدين جي ”اميدن“ جا ڏيئا اجهامي ويا پر قتل جي اها واردات دوستن کي بہ روئاريندي رهندي تہ مجرمن کي پڻ پڇتاءُ ۽ پشيمانيءَ جي احساس هيٺ هميشہ تڙپائيندي رهندي.

علي مردان شاهہ جو ٻهڪندڙ چهرو ۽ جان احمد کُهري جو معصوم خاموش چهرو اڄ بہ جڏهن اکين اڳيان ايندو آهي تہ سچ پچ تہ سندن ”ابدي جدائي“ تي يقين بہ نہ ايندو آهي تہ دل بہ ڏاڍي ماندي ۽ وياڪل وياڪل ٿي پوندي آهي.

ڏسو تہ انجنيئرنگ ڪاليج ۾ معمولي تلخي ڪنهن جي ڪنهن جي وچ ۾ ٿي تہ ان جو هاڻ ڏاريندڙ نزلو وري ڪنهن تي ڪريو؟!

ان ڪري ”نفرت“، ”انتقام“ ۽ ”انا“ بدران سهپ، محبت، پنهنجائپ ۽ درگذر ڪرڻ ۾ ڪيڏو نہ مزو آهي. ڪيڏو نہ سڪون آهي!! ڪاش انسان منفي احساسن کي اپارڻ جي بدران انسان جي مثبت ۽ انسان دوست جذبن کي وڌيڪ طاقتور بنائڻ جي اهميت جو احساس ڪري!!

# پير منور جي ذهني بيقراري ۽ احساس انتقام

ڪجهہ ماڻهن جو خيال هو تہ جيڪڏهن پير منورالحق، سائين بخش لغاري ۽ محمد عيسيٰ جمالي، اجا اُن وقت بہ انجنيئرنگ ڪاليج ۾ هجن ها تہ شايد محمد يوسف جکراڻي گروپ کي علي مردان شاهہ وارن تي ايئن حملو ڪرڻ جي همت نہ ٿئي ها تہ ڪن ماڻهن جو وري اهو چوڻ هو تہ اسرار سرڪي وارا بہ جيئن تہ يونيورسٽي مان فارغ ٿيڻ وارا هئا، ان ڪري ڪين سندن "گروهي انا" ان لاءِ مجبور ڪري رهي هئي تہ هتان وڃڻ کان اڳ "پلانڊ" ضرور ونجي. ان ڪري يوسف جکراڻي تي بہ اسرار جو دٻاءُ هو.

بهرحال حقيقت ڪجهہ بہ هجي پر ان واردات نہ صرف گهر اجاڙيا پر ڪيترين دليون پڻ ويران ڪري ڇڏيون. يونيورسٽي ۾ اهڙي قسم جي اها واردات پنهنجي "نوعيت" جي پهرئين واردات هئي.

پير منورالحق کي انجنيئرنگ پاس ڪرڻ کان پوءِ پ پ جي حڪومت ۾ پاڪستان مشين ٽول فيڪٽري ڪراچي ۾ سروس ملي. اها فيڪٽري چين جي مدد سان قائم ڪيل آهي. پير منور ڪنهن ڪورس جي سلسلي ۾ انهن ڏينهن ۾ اداري جي طرفان چين ويل هو تہ پنيان اهو دردناڪ واقعو پيش آيو.

هڪ ڏينهن آءٌ هاسٽل ۾ پنهنجي ڪمري ۾ ويٺو هيس تہ پير منور اچي ظاهر ٿيو. ڪافي ڳالهيون ڪرڻ کان پوءِ چيائين تہ "آءٌ توکي سمجهندار ۽ سلجهيل سمجهندو آهيان، مون کي صحيح صلاح ڏي تہ مان ڇا ڪيان"؟ مون کيس چيو تہ "اوهان حڪم ڪيو، ڪهڙي ڳالهہ آهي؟؟ ان تي چيائين تہ آءٌ رات ئي چين مان واپس آيو آهيان، مون کي ننڊ بہ نٿي اچي تہ ڪا ڳالهہ سمجهہ ۾ بہ نٿي اچي. منهنجا پيارا دوست علي مردان شاهہ ۽ جان احمد ائين نڌڪا سمجهي ماريا ويا آهن. جهيڙو غازي بروهي جي ڪري ٿيو، پر انهن ڪجهہ بہ نہ ڪيو ۽ نہ ئي انهن ۾ ڪا اميد آهي. منهنجي دل چوي ٿي تہ آءٌ پنهنجن دوستن جو پلانڊ ڪيان. اها ڳالهہ ڪرڻ دوران آءٌ پير منور جي چهري ۾ نہ ڏسي سگهيس، سندس منهن جي ڪيفيت آءٌ بيان نٿو ڪري سگهان. وڏيڪ چيائين تہ "توکي سياڻو سمجهي، تو وٽ آيو آهيان. ٻڌاءِ تہ آءٌ ڇا ڪيان؟؟

ان وقت تڙي ڪڙي سنئون سڌو کيس جواب ڏيڻ جي بدران مون کيس عرض ڪيو تہ "سائين، اوهان بيشڪ پلانڊ ڪيو، پر اهو بہ سوچيو تہ پلانڊ در پلانڊ جو سلسلو آخر ڪٿي ۽جي دنگ ڪندو؟" "ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ سائين علي مردان شاهہ ۽ جان احمد کي ائين قتل ڪرڻ انتهائي ڏکوئيندڙ ۽ افسوسناڪ آهي ۽ اوهان توڙي اسان اهڙن سٺن دوستن کان محروم ڪيا ويا آهيون. پر آءٌ اوهان کي ڪڏهن بہ اها صلاح نہ ڏيندس تہ اوهان "پلانڊ" ڪيو يا اها ساڳي روش اختيار ڪيو جيڪا اوهان جي مخالفن اختيار ڪئي. پلا آخر ان سلسلي جو ڪٿي تہ ڇيهہ ٿيڻ کپي. آخر اهو سلسلو ڪيستائين هلندو؟؟

منهنجي دليل جي موٽ ۾ پير صاحب وٽ چوڻ لاءِ تہ ڪوبہ جوابي دليل نہ هو، پر پوءِ بہ ٻيهر چيائين تہ "مون کي صلاح ڏي تہ مان ڇا ڪيان؟" "آءٌ پلانڊ ڪرڻ لاءِ آيو آهيان".

پير منور جي ذهني "هورا_ڪورا" ۽ اندر ۾ "منٽل مانڌاڻ" واقعي ڪيس پريشان ڪري رهي هئي ۽ "احساس انتقام" کيس بيچين ڪري رهيو هو. تقريباً ٻن ٽن ڪلاڪن جي آنڌ_مانڌ کان پوءِ چيائين تہ مون سان گڏجي حيدرآباد هل، اسڪوٽر تي ويهاري سنڌو سولجر بازار ۾ هٿيارن جي هڪ دوڪان تي اچي بيهاريائين. اشارو ڪري چيائين تہ ڏس اها منهنجي بندوق آهي، جيڪا ان مقصد لاءِ صاف پيو ڪرايان تہ جيئن پلانڊ ڪري سگهان. مون ٻيهر کيس چيو تہ "آءٌ اوهان کي اهڙي صلاح ڪڏهن بہ نہ ڏيندس". ان کان پوءِ پير منور مون کي قاضي سليم اڪبر وٽ وٺي آيو ۽ هن کي ڏک ۽ ميار جي انداز ۾ چيائين تہ "آءٌ جمالي کي سياڻو سمجهندو آهيان پر هيءُ مون کي صلاح نٿو ڏي". مون قاضي سليم اڪبر کي سڄي ڳالهہ ٻڌائي. قاضي سليم اڪبر، قاضي محمد اڪبر جو فرزند هو، تمام پلوڙ انسان هو، ترقي پسند سوچ جو مالڪ هو ۽ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان وابسطہ هو. سليم اڪبر وارا ۽ پير منور وارا پاڻ ۾ مائٽ بہ ٿين. بهرحال سليم اڪبر سڄي ڳالهہ ٻڌڻ کان پوءِ پير کي چيو تہ "جمالي توکي صحيح ٿو چوي." "۽ تون اها پلانڊ وٺڻ واري وات نہ وٺ".

قاضي سليم اڪبر ۽ مون ويهي تسلي سان پير منور کي سمجهايو ۽ ٿڌو ڪيو. پير، اسان سان ڪوبہ واعدو تہ نہ ڪيو پر خاموش رهيو. آخر مغرب کان پوءِ مون کانئس موڪلايو تہ اکين مان ڳوڙها اچي ويس ۽ چيائين "احمد خان، آءٌ قيامت جي ڏينهن علي مردان شاهہ جي اڳيان ڪهڙو ڪنڌ کڻندس؟؟ ان تي قاضي سليم ڏاڍو سمجهايس آخرڪار کانئس موڪلايم.

اڄ اهو اطمينان آهي تہ آخرڪار پير منور بہ سمجهداري کان ڪم ورتو ۽ پلانڊ وٺڻ واري وات نہ ورتائين.

سچي ڳالهہ اها آهي تہ پير منورالحق انتهائي "جذباتي" ۽ حساس ماڻهو آهي جنهن کي سنيالڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

هاڻي اچون ٿا، ان ساڳي واقعي جي ٻئي پاسي ڏانهن محمد يوسف جکراڻي، ڏاڍو جذباتي بہ هوندو هو تہ دوستن مٿان سر گهورڻ لاءِ بہ تيار هوندو هو.

هتي اها وضاحت ڪرڻ بہ ضروري ٿيندي تہ جيتوڻيڪ هي ٻئي هڪٻئي جا مخالف گروپ مختلف شاگرد تنظيمن جي کاتي ۾ ڳڻيا ويندا هئا پر حقيقت اها آهي تہ بطور هڪ شاگرد تنظيم جي، نہ تہ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي طرفان ۽ نہ ئي جيئي سنڌ محاذ جي طرفان "ان مسلح" گروهہ کي حمايت حاصل هئي تہ نہ وري پيپلز پارٽي يا پيپلز اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي طرفان وري ٻئي مسلح گروپ کي سرپرستي حاصل ڪئي.

يونيورسٽي ۽ ڪاليج جي مقامي سطح تي اها گروهہ بندي هئي جنهن جو ڪنهن بہ ڌر جي سياسي قيادت سان ڪوبہ واسطو نہ هو.

بهرحال ان کان پوءِ بہ يوسف جکراڻي قوم پرست سياست ڪندو رهيو پر آخري ڏينهن ۾ "شيرباز خان مزاري" جي جماعت ۾ شامل رهيو. مجموعي طور تي "سياست" ۾ جيڪو بہ مختصر ڪردار ادا ڪيائين. اهو بهرحال بهتر هو. يوسف جکراڻي کي رياستي اداري جي اهلڪارن جنهن انداز سان نڌڪو ڪري ماري وڌو. اهو انتهائي قابل مذمت جوڳو آهي.

يوسف جکراڻي، اسرار سرڪي ۽ شاهنواز شاهہ جا ڪيترائي ويجها دوست اهو اقرار ۽ اعتراف ڪندا آهن تہ علي مردان شاهہ ۽ جان احمد کهري جي دردناڪ قتل جي باري ۾ اهي ٽيئي ڄڻا ڏاڍا پشيمان آهن ۽ اهو اقرار ڪندا آهن تہ "اسان ناحق ڪيو". احساس انتقام ۽ احساس جرم کين بار بار بي سڪون ڪندو آهي. پر ان سلسلي ۾ ازالي طور کين ڇا ڪرڻ کپي. اهو کين سمجهہ ۾ نہ اچي رهيو آهي.

هڪ طرف محمد يوسف جکراڻي جو موت پڻ ڏکوئيندڙ انداز ۾ ٿيو تہ ڇوڻ وارا تہ اهو بہ چون ٿا تہ علي مردان شاهہ وارن تي حملو ڪرڻ کان اڳ هي سڀ دوست يونيورسٽي ڪالوني ۾ "نياز دستي" جي جاءِ تي گڏ ٿيا هئا. ان "نياز دستي" جو موت پڻ شڪار ڪرڻ دوران سندس ئي ڪنهن دوست جي "اتفاقي" گولي لڳڻ سان ٿيو هو...!!!

اسانجي سيني سياسي جماعتن ۽ شاگرد تنظيمن جو اهو هڪ انتهائي ڪمزور پاسو آهي يا ڪٿي ايئن چئجي تہ ڪارڪنن جي سياسي تربيت بلڪل نہ آهي. ۽ نہ ئي وري تنظيم جي قيادت جي لاءِ ڪي پيمانا ۽ معيار مقرر ڪيل آهن تہ نہ ئي جمهوري رويا اختيار ڪيا وڃن ٿا.

قيادت تائين پهچڻ کان اڳ "تربيت" ۽ تربيت دوران رضاڪار ۽ ڪارڪن طور عملي ڪم ڪرڻ ڪانسواءِ جيڪا بہ قيادت مٿان مسلط ٿيندي رهي آهي. اها "شوقيہ"، "شهرت پسند"، "شوباز" ۽ لاٽريا قسم جي لاڙن ۽ مجموعي ڪلچر کي هميشہ هٿي وٺائيندي رهي آهي.

اهو درست آهي تہ ڪن سياسي جماعتن ۾ ان سلسلي ۾ ڪجهہ طريقا ۽ رستا مقرر ڪيل آهن پر مجموعي طور تي اسان وٽ سُلجهيل، تجربيڪار، بردبار، ايماندار ۽ پڙهيل ڳڙهيل قيادت جو فقدان رهيو آهي.

علي مردان شاهہ ۽ جان احمد جي قتل کان اڳ جڏهن ٻئي گروپ، جتا ٺاهي، مسلح ٿي گهمندا هئا تہ ان وقت الائجي ڇو نہ تہ انهن گروپن جي سياسي قيادت تہ نہ ئي شاگرد جماعتن جي قيادت ان اڻ وڻندڙ رويي ۽ ماحول جو سنجيدگي سان نوٽيس ورتو تہ نہ ئي وچ ۾ مداخلت ڪري ٻنهي ڌرين کي پنهنجي پنهنجي "تنظيمي ضابطي" ۾ آندو تہ نہ ئي کين ٿڌو ڪرڻ لاءِ پاڻ مرادو ڪو "ايڪشن" ڪنيو تہ نہ ئي ڪنهن "ٽياڪڙ" جي مدد حاصل ڪرڻ ڏانهن ڌيان ڏنو.

سچي ڳالهہ اها آهي تہ ان سلسلي ۾ اسان سميت ڪنهن جي طرفان بہ سنجيدگي ۽ ذميواريءَ جو مظاهرو نہ ڪيو ويو ۽ "تاءُ" ۽ ڪشمڪش يا تلخ ۽ ڇڪتاڻ واري ماحول کي ٺارڻ ڏانهن ڪنهن بہ ڌيان ئي نہ ڏنو. ممڪن آهي تہ ٻنهي ڌرين جي "انا" جي اڳيان ڪنهن کي بہ اهڙي اميد نظر نہ آئي هجي پر سچي ڳالهہ اها

آهي تہ ان وقت "حڪومت" يا ڪاليج جي انتظاميہ ۽ يونيورسٽي جي انتظاميہ جيڪڏهن ذميواري ۽ سنجيدگي سان مداخلت ڪري ها ۽ ڪوشش ڪري ها تہ ٻنهي ڌرين کي پاڻ ۾ "پرچائڻ" ۾ ڪامياب ٿي سگهي ها يا گهٽ ۾ گهٽ اهڙي قاتلانہ ۽ دردناڪ قدم کڻڻ کان باز رکي سگهي ها.

مجموعي طور تي سيني جي خاموش ۽ ڪوتاهي جي نتيجي ۾ هرويرو "ڪونڌر بہ ڪُسجي ويا" تہ هڪ اهڙو فيڪٽر بہ شاگرد سياست ۾ داخل ٿي پيو جنهن مان اڄا تائين جان آزاد نہ ڪرائي سگهيا آهيون.

سنڌ جي برک ڏاهي محترم محمد ابراهيم جويي، هاورڊ موئر جي ڪتاب Savage Survivals جو "وحشي جيوت" جي نالي سان سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪيو آهي. اهو ڪتاب پڙهڻ جهڙو آهي، جنهن ۾ مختلف جاندارن ۽ جانورن جي "جبلتن" جي ذڪر ڪيل آهي.

ان ڪتاب ۾ "انسان جبلتن" جو ذڪر پڻ ٿيل آهي.

اوائلي دور ۾، گهڻو اڳي، ماڻهو پاڻ هڪ "جهنگلي" جانور هو ۽ اڄ اسين ترقي ڪري "گهريلو جانور" بڻيا آهيون.

وحشي ماڻهوءَ جو اخلاقي قانون جهنگلي قانون يعني "جيڪو ڏاڍو سو گابو" آهي.

جانورن وانگر انسانن ۾ بہ ڊپ جي جبلت بہ آهي تہ ويڙهہ جي جبلت بہ آهي.

حيواني عالم رت سان پريل پينگهي ۾ پرورش پاتي آهي. هيءَ ڳالهہ انسانن جي لاءِ درست ثابت ٿي آهي. انسان. ٻين حيواني جنسن مٿان پنهنجي اڄوڪي برتري رت جا درياءَ وهائي حاصل ڪئي آهي. اهو رت هن ٻين جانورن سان وڙهي بہ وهايو آهي تہ پنهنجو پاڻ ۾ وڙهي بہ وهايو آهي.

اڄوڪا سڌريل ماڻهو بہ ڪڏهن ڪڏهن پراڻي وحشي دور جي جبلت جي باقيات ۽ دٻاءَ کان متاثر ۽ مجبور ٿي ڪو چاقو، ڪو پستول يا ڪا بندوق پاڻ وٽ رکي ڏاڍي خوشي ۽ فخر محسوس ڪندا آهن.

اوائلي ماڻهن جو قدرتي ماحول جنگي ماحول هو. منجهن امن ۽ سلامتيءَ جو ماحول ٻنهہ اتفاقي هوندو هو.

پر گذريل هزارين سالن جي دوران انسان. انساني سماج ۽ انساني شعور جيئن پوءِ تيئن اڳتي ئي وڌندو رهيو آهي.

انسان ذات جي زندگيءَ جو ماحول آخرڪار دائمي امن ۽ سلامتيءَ جو ماحول بڻجڻو آهي، جنگ نيٺ ائين ختم ٿي ويندي اها ڪڏهن ڪنهن کي ويچار ۾ بہ نہ ايندي. جيئن جيئن وقت گذرندو ويندو تيئن تيئن وڙهڻ جي جبلت مائي ٿيندي ويندي. ماڻهو ان کي بدنامي جو باعث سمجهندا ۽ ان جي جاءِ تي انسان دوستيءَ ۽ همدرديءَ واريون جبلتون اوتريون ئي وڌنديون. ۽ زور وٺنديون ۽ نيٺ اهو وقت ايندو. جڏهن ماڻهو پنهنجا اختلاف فقط عقل ۽ انسان جي عدالتن ۾ ختم ڪندا ۽ حل ڪندا.

سياسي جماعتن ۽ شاگرد تنظيمن ۽ سماج جي مختلف حصن جي نمائندگي ڪندڙ جماعتن ۽ اڳواڻن جو اهو فرض آهي تہ اهو پنهنجين تنظيمن ڪي صحيح ۽ صحتمند بنيادن تي منظم ڪرڻ لاءِ "تربيت" ڏانهن بہ ڌيان ڏين تہ جمهوري ۽ رضاڪارانہ جذبو پيدا ڪرڻ ۽ "ورڪر" ثي ڪم ڪرڻ ۾ فخر محسوس ڪرڻ جهڙا احساس اپارڻ ڏانهن پڻ ڌيان ڏين تہ جيئن مجموعي طور تي سٺو، هڪ ٻئي سان معاون ۽ مددگار، سياسي ماحول پيدا ڪري سگهجي ۽ اهڙي طرح "انا"، ضد، پلاند ۽ "ذاتيات" جي منفي لاڙن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهجي تہ جيئن آئينده علي مردان شاهہ ۽ جان احمد جهڙا جوان ائين نڌڪا ٿي نہ مرن ۽ نہ ئي اهڙين وارداتن ۾ ملوث جوان زندگي ڀر پڇتائيندا ۽ پريشان بہ ٿيندا رهن تہ سندن ضمير بہ کين وک، وک، تي ستائيندو رهي...!!!

# انٽرنيشنل هاسٽل ۾ جلسو، مرحوم حفيظ قريشي جي تقرير ۽ ڦڏو

آخري سال جي رزلٽ مئي 1974ع ۾ پڌري ڪئي وئي. ان ڪان اڳ منهنجي جاءِ تي امداد علي اوڍي کي سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو صدر چونڊيو ويو هو. اهڙي طرح آءٌ پنهنجو شاگرديءَ جو دور مڪمل ڪري نہ صرف غيرسرگرم ٿي هڪ پاسي ٿي ويو هوس پر ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت جي طرفان نيشنل ڊولپمينٽ والنٽيئر پروگرام (N.D.V.P) رزلٽ اچڻ اڳ ئي انجنيئرنگ ڪاليج جي شاگردن کي "انجنيئرنگ" پڙهائڻ لاءِ سندن ڪلاس پڻ وٺندو هوس.

هڪ ڏينهن جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي دوستن جي طرفان انٽرنيشنل هاسٽل ۾ سائين جي ايم سيد جي جنم جي ڏينهن يعني سالگرهہ جي سلسلي ۾ شام جو جلسو رکيل هو. ان جلسي جي انتظامن جي سلسلي ۾ ڪامريڊ نذير عباسي پڻ جيئي سنڌ وارن سان هر طرح سان شريڪ هو. سندس ڪوشش اهائي هئي تہ جيترو ٿي سگهي مختلف قومپرست ۽ ترقي پسند تنظيمون هڪٻئي کي ويجهو اچن تہ جيئن گڏجي "غيرسنجيده" ۽ "لانڍيا ڪلچر" کي شاگردن جي صفن ۾ مضبوط ٿيڻ کان روڪي سگهجي. نذير عباسي ان وقت سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو سيڪريٽري جنرل هو.

جيئن تہ آءٌ ان وقت انجنيئرنگ ڪاليج ۾ هڪ رضاڪار استاد جي حيثيت سان ڪلاس وٺي رهيو هوس ۽ اڃا آخري سال جو نتيجو بہ نہ آيو هو. انڪري آءٌ بدستور سر سيد هاسٽل ۾ رهندو هوس. ان ڏينهن آءٌ شام جو حيدرآباد نڪري ويس ۽ چاٽي واٽي دير سان آيس تہ جيئن "جلسو" ختم ٿي وڃي. حيدرآباد ڪان يونيورسٽي بس ۾ جڏهن انٽرنيشنل هاسٽل وٽ لٿس تہ اتفاق سان جلسو اڃا هلندڙ هو ۽ محترم، مرحوم عبدالحفيظ قريشي ان وقت تقرير ڪري رهيو هو. عجيب اتفاق اهو بہ ٿيو جو جيئن ئي آءٌ جلسي جي ٻاهرين پاسي کان هڪ جاءِ تي اچي بيٺس تہ عين ان وقت حفيظ قريشي صاحب، ڪامريڊ جام ساقي تي انتهائي بي رحمي سان چتر ۽ ٺوڪ سان تنقيد شروع ڪري ڏني ۽ ڪامريڊ سان هڪ اهڙي ڳالهہ منسوب ڪئي جيڪا منهنجي علم مطابق سچي نہ هئي. مون کان بہ رهيو نہ ٿيو، ان ڪري ڏاڍيان رڙ ڪري چيم تہ "تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين!" منهنجي ائين چوڻ سان جلسي ۾ تاءُ پکڙجي ويو. شاهہ محمد شاهہ اڳيان اٿي آيو چيائين تہ "اهو ڪير آهي"؟ آءٌ بہ اڳتي وڌيس ۽ چيم تہ "آءٌ آهيان"_ شاهہ محمد شاهہ جي جڏهن مون تي نظر پئي تہ لحاظ ۾ ڪنڌ هيٺ ڪري بيهي رهيو. ڪيس سمجهہ ۾ نہ آيو تہ وڌيڪ ڇا ڪري؟! انجنيئرنگ ڪاليج جا ڪافي شاگرد منهنجي بچاءَ لاءِ گول دائري ۾ چوڌاري بيهي رهيا پر ڪجهہ لانڍين پنهنجي ڪاوڙ نذير عباسي شهيد تي لاٿي جيڪو جلسي جي سمورن انتظامن ۾ جيئي سنڌ جي قيادت سان گڏ هو ۽ قيادت پڻ نذير جي ان سهڪاري رويي ۽ ڪردار جي تعريف ڪري رهي هئي.

بهرحال منهنجي ان "نندڙي حرڪت" يا "بروقت رد عمل" جي نتيجي ۾ جلسو ختم ٿي ويو ۽ ان جي بدران ٻن اهم تنظيمن جي وچ ۾ غيرضروري ڇڪتاڻ پيدا ٿي پئي مون کي ان وقت ان موقعي تي ايئن ڪرڻ کپي ها يا نہ؟ ان سلسلي ۾ آءٌ اڃا تائين هڪ راءِ قائم نہ ڪري سگهيو آهيان. پر جيئن تہ تنظيمي لحاظ کان جلسو ٻيءَ تنظيم جو هو. ان ڪري ان ۾ مداخلت ڪرڻ مناسب نہ هو پر جيئن تہ اسان جي دوستن جو رويو ۽ ڪردار ان وقت جيئي سنڌ فيڊريشن وارن سان مثبت ۽ سهڪاري هو. ان ڪري هنن کي بہ اهڙي روش ۽ جام ساقي تي اجائي تنقيد نہ ڪرڻ گهرجي ها.

جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي "لانڍيا" گروپ جو اسرار هو تہ اُهي مون سان ۽ نذير سان وڙهندا ان تي بلوچ اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن (B.S.O) جي دوستن چيو تہ جيڪڏهن اوهان نذير ۽ احمد خان سان وڙهندا تہ پوءِ اسان اوهان سان وڙهنداسين. پر پوءِ ڪجهہ سمجهدار دوستن، خاص ڪري نذير عباسي جي ڪوشش سان "وڏيڪ جهيڙو" ٽري ويو.

ٻن ٽن ڏينهن کانپوءِ هڪ ڏينهن جڏهن آءٌ ٻين دوستن سان انٽرنيشنل هاسٽل مان نڪري سينٽرل ڪينٽين ڏانهن وڃي رهيو هوس تہ شاهہ محمد شاهہ اڇي پنيان پاڪر پاتو ۽ ڳرهاٽي پائي چيائين تہ "اسان کي معاف ڪيو". شاهہ محمد شاهہ جي ان رويي جي مونکي اميد نہ هئي. شاهہ محمد شاهہ واقعي "وڏ ماڻهپائي" جو ثبوت ڏنو. ان وقت اسماعيل وساڻ بہ ساڻن گڏ هو. اهڙي طرح نہ صرف اسان جا تعلقات پاڻ ۾ وري بهتر ۽ دوستاڻا ٿيا پر ٻئي تنظيمون ٻڻ هڪٻئي جي ويجهو بہ آيون تہ مجموعي ماحول مان تلخي ٻڻ ختم ٿي وئي.

مرحوم عبدالحفيظ قريشي، سنڌ ۽ سنڌين سان بي پناهہ محبت ڪندو هو. ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي. ان سلسلي ۾ هن مختلف پليٽ فارمن تان جدوجهد ۾ حصو بہ ورتو تہ قيد ۽ سختيون بہ برداشت ڪيائين. حفيظ قريشي، محترم رسول بخش پليجي صاحب سان بہ گڏجي سياسي جدوجهد ڪئي تہ محترم سائين جي ايم سيد سان بہ آخري دم تائين ساٿ نڀايائين. حفيظ قريشي اسان جي لاءِ قابل احترام بزرگ هئا.

ڪڏهن ڪڏهن اهو سوال ذهن ۾ اُٿندو آهي تہ اسان جي انهن بزرگن واقعي سختيون بہ سٺيون، قربانيون بہ ڏنيون ۽ "مصلحت" کان بہ ڪم نہ ورتو. پوءِ آخر ڪهڙو سبب آهي، جو اهي بزرگ سنڌ جي سياسي ۽ جدوجهد واري تحريڪ ۾ ڪا بہ قابل ذڪر ڪاميابي حاصل نہ ڪري سگهيا؟ آخرڇو؟ منهنجي راءِ ۾ اسان جي انهن بزرگن. جلسن. جلوسن ۽ گڏجاڻين ۾ جيڪو "رويو" اختيار ڪيو ۽ جنهن "لاڙي" ۽ "روش" جو نہ صرف اظهار ڪيو پر ان کي پاڻ "مضبوط" بڻايو. اهو ڪنهن بہ طرح درست نہ هو.

جلسن. جلوسن ۽ گڏجاڻين ۾ . حڪومت وقت ۽ انهن قوتن کي نشانو بنائڻ جيڪي سنڌ سان مسلسل ٿيندڙ ناانصافين ۽ حق تلفين جي لاءِ ذميدار آهن. جي بدران پنهنجي تنقيد ۽ تقرير جو نشانو ٻين اهڙين سياسي قوتن کي بنائڻ

جيڪي هنن جا اتحادي ٿي سگهن پيا. ڪنهن بہ طرح درست نہ هو. ڇاڪاڻ جو اهڙي طرح بددلي پکڙجي رهي هئي.

پارٽيءَ جي ڪارڪنن، عهديدارن يا ڪيڊر جي محدود گڏجاڻين ۾، پنهنجن تنظيمي ڪارڪنن جي تربيت جي دوران بيشڪ مختلف سياسي جماعتن جي سياسي ڪردار جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ ۽ تنقيد ڪرڻ ۾ بہ ڪو حرج نہ آهي. پر عام جلسن ۾ چٽرن ۽ ٽوڪ بازي سان ڀرپور جائز، ناجائز تنقيد جا اثر "حاضرين" تي منفي پوندا رهيا. عام ماڻهو وقتي طور، اهڙين تقريرن ۽ "لطيفن" مان "مزا" وٺي خوش تہ ٿيندا رهيا پر مجموعي طور تي اُهي اهڙين تقريرن کي "غيرسنجيده" سمجهي پاڻ بہ اهڙين تحريڪن کان بدظن ٿيندا رهيا تہ ڪنهن بہ جماعت تي اعتبار ڪرڻ لاءِ تيار بہ نہ ٿيا. اهڙي طرح عام نوجوانن ۽ عام ماڻهو "سياست" ۾ حصو وٺڻ کي "عيب" سمجهندا رهيا.

عام جلسن، جلوسن ۽ گڏجاڻي ۾ هميشہ عوام جي مسئلن تي ڳالهائجي، عوام کي انهن مسئلن جي سببن کان بہ آگاهہ ڪجي تہ ان جي لاءِ ذميدار قوتن کي پڻ بي نقاب ڪجي.

اسان جي هنن قابل احترام بزرگن کي اهڙيون غيرضروري ۽ غير واجبي تنقيدون ڪرڻ جي عيوض داد تہ ملندو هو. تاڙيون پڻ وڄايون ويندڙيون هيون ۽ تقريرن جي انهن حصن جي خاص ڪري تعريف بہ ڪئي ويندي هئي پر موٽ ۾ "تنظيمي" يا تحريڪي حمايت ڪڏهن بہ نصيب نہ ٿي. اها هڪ تلخ حقيقت آهي.

هونئن بہ چوندا آهن تہ نڪتچيني پيغام پهچائيندڙ ڪبوتر وانگر آهي جيڪو هميشہ واپس پنهنجي ئي گهر موٽي ايندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن واقعي اهو خيال بہ ايندو آهي تہ اسان جا اُهي سُٺا ۽ مخلص مقرر، عام جلسن، جلوسن ۽ گڏجاڻين ۾ بين اتحادي قوتن سان مثبت ۽ سهڪاري رويو اختيار ڪن ها تہ شايد حالتون وڏيڪ صحتمند ۽ بهتر هجن ها.

ڀلا ساڳي رهبر ۾ اعتماد رکندڙ هينئر ڪيترا گروپ آهن؟؟ انهن ۾ "تقسيم در تقسيم" جا آخر ڪهڙا سبب آهن؟؟ سنڌ جون مجموعي حالتون ۽ مصيبتون اڃا وڌيڪ وڌيون بہ آهن تہ ناانصافين، حق تلفين ۽ احساس محرومي ۾ شدت پيدا ٿي آهي، پر ان جي باوجود اُهي مختلف گروپ ۽ انهن جي قيادت هڪ ٻئي کي قبول رکڻ لاءِ آخر ڇو تيار نہ ٿا ٿي سگهن؟؟

سچي ڳالهہ اها آهي تہ سالن جا سال اسان جا پراڻا بزرگ اڳواڻ حڪومت يا ذميدار قوتن جي خلاف ايتريون تقريرون نہ ڪندا رهيا، جيترو زور اُهي هڪ ٻئي جي خلاف لڳائيندا رهيا. سموريون صلاحيتون ۽ سموري توانائي، هڪ ٻئي جي خلاف پروپيگنڊا ڪرڻ ۾ ضايع ڪئي وئي. "تحريڪون" صرف ۽ صرف هڪٻئي کي ڪمزور ڪرڻ کي سمجهيو ويو، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو وقت بوقت تحريڪن ۾ حصو وٺندڙ ۽ مختلف تنظيمن ۾ ڀرو وٺندڙ هزارين ڪارڪن هڪٻئي کان بددل ۽ بدظن ٿيندا رهيا ۽ نتيجي ۾ ڪجهہ وقت ڪانپوءِ ڪُنڊ وٺي خاموشي اختيار ڪري ويهندا رهيا.

ان ڪانسواءِ اها پڻ تلخ حقيقت آهي تہ مختلف قومپرست ۽ ترقي پسند تنظيمن جي ڪارڪنن، عهديدارن ۽ ڪيڊر جي لاءِ سياسي تربيت جو موثر انتظام نہ آهي ۽ نہ ئي انهن جي لاءِ "ڪورس" ترتيب ڏنل آهن. جيڪي دوست سياسي جدوجهد هلائڻ لاءِ واقعي سنجيده آهن تہ پوءِ انهن کي مختلف نظرين ۽ انساني سماج جي حقيقت ۽ فلسفي کي سمجهڻو پوندو. ان سان گڏوگڏ دنيا جي انقلابي اڳواڻن ۽ اُتان جي مخصوص حالتن ۾ اختيار ڪيل حڪمت عملين کي پڻ سمجهڻو پوندو تہ پنهنجي حالتن جو پڻ صحيح "تجزيو" ۽ ڇنڊڇاڻ ڪرڻ گهرجي.

حالتون نہ تہ هر هنڌ ساڳيون هونديون آهن تہ نہ ئي هڪ جاءِ تي بيٺل يا "جامد" هونديون آهن. ان ڪري اسان کي پنهنجين حالتن جو پاڻ جائزو وٺڻ گهرجي ۽ زميني حقيقتن جي روشني ۾ حڪمت عملي جوڙڻ گهرجي.

انسان، هميشہ ۽ هر روز سکندو اڳتي وڌندو ۽ پنهنجي اصلاح ڪندو رهندو آهي، ان ڪري جيڪڏهن ڪو بہ سياسي ڪارڪن، حالتن تحت، شعور حاصل ڪري پنهنجي اصلاح ڪري ٿو ۽ نيڪ نيتيءَ سان شعوري طور تي هڪ جماعت جي بدران ڪنهن ٻيءَ جماعت کي بهتر سمجهي ٿو تہ ان ۾ آخر ڪهڙي خرابي آهي؟؟ اهڙن مخلص ۽ نيڪ نيت سياسي ڪارڪنن کي مهڻا ۽ طعنا ڏيڻ جو ڪو بہ جواز نہ آهي.

تحريڪن ۾ ذاتيات جي بنيادن تي رڳو تنقيد ڪرڻ جي بدران مثبت ۽ سهڪاري رويو اختيار ڪرڻ وڌيڪ بهتر هوندو آهي.

ها، "خود تنقيدي" پڻ هڪ مثبت رويو هوندو آهي جنهن تحت انسان ۽ تنظيم پاڻ پنهنجي اصلاح ڪندي رهندي آهي.

ڇا اِجِ اها حقيقت نہ آهي تہ مختلف سياسي جماعتن ۾ موجود سرگرم ڪارڪنن ۽ عهديدارن کان وڌيڪ "سياسي ڪيڊر" هن وقت بہ خاموش تماشائي بڻيل آهي!! آخر ڇو؟؟ ان جا ڪهڙا سبب ٿي سگهن ٿا؟

تحريڪن ۾ "رويا" اهم ڪردار ادا ڪندا آهن. پنهنجي ڳالهہ ۽ پنهنجو موقف يا پارٽي پاليسي بيان ڪرڻ جو بهتر ۽ صحتمند طريقو بہ اهوئي هوندو تہ سُنا ۽ سهڪاري جملا ۽ لفظ بہ استعمال ڪجن تہ ڪنهن جي ذاتي انا کي پڻ مجروح نہ ڪجي. پنهنجائپ جو رويو اختيار ڪرڻ گهرجي تہ جيئن اڳلو اوهان جي ڳالهہ ٻُڌڻ ۽ موقف سمجهڻ لاءِ راضي ۽ تيار ٿي سگهي.

# سائين اشوڪ ڪمار جو افسوسناڪ موت ۽ انڊس گئس ڪمپني O.G.D.C ۾ نوڪري

انجنيئرنگ جي آخري سال جو امتحان ڏيڻ کان پوءِ تقريباً 9 مهينا ڪاليج ۾ N.D.V.P جي تحت پڙهايو. جيئن ئي آخري سال جي رزلٽ آئي تہ مون ڪاليج جي پرنسيپال ڊاڪٽر A.F عباسي صاحب ۽ اليڪٽريڪل ۽ اليڪٽرانڪس جي سربراهہ سائين عبدالرحمان ميمڻ کي عرض ڪيو تہ "مون کي هاڻي ڪاليج ۾ مستقل ليڪچرار جي حيثيت سان ملازمت ڏني وڃي" سائين وارن سيني شعبن ۾ مستقل ليڪچرارن جي مقرري لاءِ درخواستون گهرايون. مون پڻ درخواست جمع ڪرائي.

تحريري ٽيسٽ ۽ روبرو انٽرويو ۾ آءٌ پهرئين نمبر تي ڪامياب ٿيس پر محترم سائين عبدالغفور عباسي صاحب جن مون کي ڪنهن بہ قيمت تي ڪاليج ۾ نوڪري ڏيڻ لاءِ تيار نہ ٿيا ڇو تہ ٻئي طرف منهنجي ترجيح ۽ شوق هو تہ آءٌ ليڪچرر جي حيثيت سان ڪاليج ۾ پڙهايان. ڊاڪٽر عباسي صاحب سان مليس ڪين منٿ ڪيم پر چيائين تہ تون جنهن اداري لاءِ چوندين، ان لاءِ آءٌ پنهنجي طرفان ۽ ڪاليج جي طرفان سفارشي خط ڏيندس پر هتي ڪاليج ۾ توکي نہ رکندس. مون سائين کي عرض ڪيو تہ سائين جيڪڏهن اوهان تي ڪو دٻاءُ آهي يا اوهان پاڻ پ پ جي حڪومت کان ڊڄو ٿا تہ پلا ان لاءِ آءٌ پيار علي الانہ صاحب کان اوهان کي سفارش ڪرايان. پيار علي الانہ ان وقت تعليم جو صوبائي وزير هو. تنهن تي عباسي صاحب چيو تہ "نہ، ۽ جيڪڏهن تون الانہ صاحب کان سفارش ڪرائيندين تہ آءٌ ان کي تنهنجي سرگرمين جي باري ۾ سڀ ڪجهہ ٻڌائيندس." اها ڳالهہ ٻڌي مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو. مون سائين کي چيو تہ "سائين منهنجي ماضيءَ جي سرگرمين تي مون کي فخر آهي." ان ڪري اوهان اهڙي ڳالهہ نہ ڪيو.

دراصل ڊاڪٽر عباسي صاحب ۽ ڊاڪٽر افغان صاحب جا پاڻ ۾ تعلقات گهڻا خوشگوار نہ هئا ۽ ڊاڪٽر عباسي صاحب مون کي ڊاڪٽر افغان ڪيمپ جو سرگرم شاگرد سمجهندو هو. جيتوڻيڪ حقيقت ۾ ائين نہ هئو.

عباسي صاحب منهنجي لاءِ ان وقت بہ ڏاڍو قابل احترام هو ۽ هن وقت بہ آهي. سچ پچ تہ ڊاڪٽر عباسي صاحب بہ انتهائي ايماندار، قابل، محنتي ۽ باڪردار انسان آهن پر خبر نہ آهي تہ الائجي ڇو هو ان وقت منهنجي گذارش قبول ڪرڻ لاءِ "ميرٽ" تي بہ تيار نہ ٿيا. مون ڪاليج ۾ پڙهائڻ کي ان ڪري ترجيح پئي ڏني، هڪ تہ ان وقت ڪاليج جي استادن کي پرڏيهي تعليم پرائڻ لاءِ ڪوڙ اسڪالرشپس ملي رهيون هيون، ٻيو تہ صاف سٿري ماحول ۾ صاف سٿري زندگي گذاري سگهجي، ٽيون تہ پنهنجي ئي هڪ اهم اداري سان واسطو رهندو پر افسوس ائين نہ ٿي سگهيو.

N.D.V.P اسڪيم تحت ان وقت اسان کي هر مهيني سرڪار جي

طرفان 335 رپيا ملندا هئا ۽ مهيني جي حاضري ڪاليج مان ملندي هئي.

آخر مايوس ٿي مون هڪ ڏينهن ان وقت جي قدرتي وسيلن جي وفاقي وزير مرحوم مير تاج محمد خان کي فون تي عرض ڪيو تہ "سائين انجنيئرنگ پاس ڪئي اٿم. هاڻي روزگار جي لاءِ اوهان وٽ اسلام آباد اچڻ چاهيان ٿو" مير صاحب ان وقت ئي چيو تہ "اچڻ چاهين ٿو تہ بيشڪ اچ. قومي اسيمبلي جي هاسٽل ۾ روم نمبر 75 منهنجي حوالي آهي، اتي اچ رهہ. پر جيڪڏهن اچڻ جي بدران درخواست موڪليندين تہ اٺن ڏينهن اندر توکي آرڊر ملي ويندو.

مون تاج محمد خان جمالي کي درخواست جون بہ ڪاپيون موڪليون. اٺين ڏينهن مون کي انڊس گئس ڪمپني حيدرآباد ۾ سينيئر سپروائيزر جو آرڊر مليو. مون اتي وڃي سروس جوائن ڪئي.

ٻئي ڏينهن سائين عباسي صاحب کي استعيفيٰ منظور ڪرڻ لاءِ ڏنم. پر عباسي صاحب استعيفيٰ رکي ڇڏي ۽ منظور نہ ڪيائين. مون ڪيس مجبور ٿي شام جو سندس گهر فون ڪئي تہ مَس مَس استعيفيٰ منظور ڪرڻ لاءِ راضي ٿيو. هڪ طرف مستقل نوڪري نہ ڏيڻ ۽ ٻئي طرف استعيفيٰ بہ منظور نہ ڪرڻ وارو رويو اڄ تائين مون کي سمجهہ ۾ نہ آيو. ممڪن آهي تہ ڊاڪٽر عباسي صاحب جي علم ۾ ڪجهہ اهڙيون ڳالهيون هجن جن کان آءٌ بيخبر هجان. آخري مهيني جي حاضري پڻ ڊاڪٽر عبدالرحمان ميمڻ ڏيڻ لاءِ راضي نہ پئي ٿيو. آءٌ سندس آفيس ويس ۽ کيس عرض ڪيم تہ سائين آءٌ نہ صرف باقاعدگي سان ايندو رهيو آهيان پر ڪلاس پڻ وٺندو رهيو آهيان. پوءِ حاضري نہ ڏيڻ جو آخر ڪهڙو سبب آهي؟؟ ڊاڪٽر صاحب ان جو ڪوبہ تسلي بخش جواب نہ ڏيئي سگهيو. جنهن تي مون کي مجبورن ڪجهہ سخت ۽ تلخ رويو اختيار ڪرڻو پيو جنهن جي نتيجي ۾ هڪ ڪلاڪ جي اندر مون کي اها پگهار منهنجي ڪمري تي پهچائي ويئي. مون کي پنهنجي رويي تي افسوس تہ ٿيو پر اهڙي قسم جي صورتحال پيدا ڪرڻ واري "ان" ڊاڪٽر صاحب جي اها ادا بہ سمجهہ ۾ نہ آئي. ڀلا هرويرو بدمزگي ۽ تلخي پيدا ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي؟ افسوس.

اهو 1974 ۽ جو دؤر هو. جڏهين آءٌ ڊاڪٽر عباسي صاحب کي ڪاليج ۾ مستقل حيثيت سان ملازمت جي لاءِ مسلسل عرض ڪري رهيو هوس تہ انهن ئي ڏينهن ۾ انجنيئرنگ ڪاليج جي هڪ انتهائي ذهين ۽ شريف ۽ باڪردار ليڪچرار سائين اشوڪ ڪمار کي نہ صرف گرفتار ڪيو ويو هو پر کيس "گم" پڻ ڪيو ويو هو. اشوڪ ڪمار پوزيشن هولڊر هو ۽ اسان کي پڻ اليڪٽريڪل انجنيئرنگ پڙهائيندو هو. محترم سائين اشوڪ ڪمار جڏهين ڪراچي اليڪٽرڪ سپلاءِ ڪارپوريشن ۾ اليڪٽريڪل انجنيئر جي پوسٽ لاءِ درخواست ڏني ۽ انٽرويو جي دوران ڪانئس پڇيل سڀني سوالن جا صحيح جواب ڏنا ۽ ان ڪانپوءِ جڏهن ڪانئس مڪينيڪل انجنيئرنگ جا سوال ڪيا ويا. تہ هن اُن جا بہ سمورا درست جواب ڏنا هئا پر ان جي باوجود کيس اهو چئي روزگار جي بنيادي حق کان محروم رکيو ويو تہ "افسوس جو هن جو تعلق هڪ اقليتي مذهبي برادري سان آهي" مئرٽ، مئرٽ جو

راڳ ڳائيندڙ انتظاميہ جي پنهنجي منهن تي انڪان وڏيڪ ٻي ڪهڙي "چماٽ" تي سگهي ٿي.

محترم سائين اشوڪ ڪمار کي ڇو گرفتار ڪيو ويو ۽ ڪانئس جيئڻ جو حق آخر ڇو کسيو ويو؟ جڏهن تہ هن جي نہ تہ ڪنهن جماعت سان ڪا وابستگي هئي تہ نہ ئي سنڌس ڪنهن سان دشمني هئي. هو هڪ انتهائي، محنتي، پاڙهو، ذهين ۽ باڪردار انسان هو.

صرف اهو افواهہ ٻڌڻ ۾ آيو تہ اشوڪ ڪمار کي مانجهند جي پرسان پوليس يا ڪنهن ٻي اداري جي اهلڪارن ماري ڇڏيو هو. ان وقت سائين اشوڪ ڪمار جي شادي کي ڏهہ مهينا مَس گذريا هئا ۽ سنڌس گهر واري "اميد" سان هئي.!!! اُن قهري واقعي يا واردات جا محرڪ ڪهڙا هئا ۽ ڪنهن اهو ظلم ڪيو. ان ڳجهارت يا راز تان اڄا تائين پردو نہ هٽي سگهيو آهي يا گهٽ ۾ گهٽ عام سنڌ واسين کي ان سلسلي ۾ ڪابہ ڄاڻ نہ آهي.

سائين منگهن صاحب، جيڪو پڻ شهدادپور يا هالا جو رهواسي آهي، پرڏيهہ مان ايم ايس ڪري حيدرآباد انجنيئرنگ ڪاليج ۾ پڙهائڻ شروع ڪيو هئائين. اهو اشوڪ ڪمار جي واقعي کان پوءِ هڪ ڏينهن ڪاليج جي لئبرري جي ٻاهران مليو. ڏاڍو اداس، پريشان ۽ ڊنل هو. چيائين تہ "جمالي، آءٌ بہ استعيفيٰ ڏيئي هليو ويندس ۽ تون بہ هتان هل، نہ تہ تون بہ ماريو ويندين"...!!! آءٌ منگهن صاحب جي مُنهن ۾ نہ ڏسي سگهيس ۽ نظرون هيٺ ڪري هليو ويس.

ڪهڙا ڪهڙا سُٺا استاد ۽ مخلص انسان، ڪهڙو ڪهڙو درد ۽ احساس کڻي زندگي گهاري رهيا آهن...!!!

ممڪن آهي تہ عباسي صاحب جو انڪار منهنجي مستقبل ۽ منهنجي زندگي لاءِ فائديمند ثابت ٿيو هجي.

بهرحال مون ٽي-چار مهينا انڊس گئس ڪمپني ۾ ملازمت ڪئي. ان کان پوءِ مير تاج محمد خان جي ئي مدد سان آئل اينڊ گئس ڊولپمينٽ ڪارپوريشن (O.G.D.C) ۾ اليڪٽريڪل انجنيئر جي حيثيت سان ملازمت اختيار ڪيم.

هتي اها وضاحت ڪندو هلان تہ ان دور ۾ ڪراچي ۾ ڪراچي گئس ڪمپني هوندي هئي تہ باقي سنڌ جي ٻين شهرن ۾ انڊس گئس ڪمپني هوندي هئي. ڪجهہ سالن ڪانپوءِ انڊس گئس ڪمپني ۽ ڪراچي گئس ڪمپني کي ملائي "سوئي سدرن گئس ڪمپني" بڻائي وئي آهي.

O.G.D.C ۾ منهنجي پهرئين پوسٽنگ ٽاٽي بولاخان جي پرسان سَري ۾ ٿي، جتي گئس جي کوٽائي جو ڪم انهن ڏينهن ۾ آخري مرحلي ۾ هو. سَري ۽ هُنڊي مان ملندڙ گئس، سوئي سدرن گئس ڪمپني جي معرفت ڪراچي کي ملي رهي آهي.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ منهنجي بدلي ڪري مون کي بلوچستان ۾ ڊيره بگٽي جي علائقي "پير ڪوهہ" ۾ رکيو ويو.

اسان ڪشمور، کان سُئي ۽ اتان وري پٿر نالہ کان ٿيندي پير ڪوهہ ويندا

هئاسين. رستو جبلن جي وچان ڪچو هوندو هو.

اسان جي ڪيمپ جي چئني پاسن کان فوجي ڪيمپ اسانجي حفاظت لاءِ هوندي هئي. ميجر خليق الزمان خاڪي، ان ڪيمپ جو انچارج هوندو هو. منهنجو اڪثر هن سان بحث ٿيندو هو. آءٌ اڪبر خان بگٽي، خير بخش مري، عطاءالله مينگل، خان عبدالولي خان. غوث بخش بزنجي، سائين جي ايم سيد ۽ حيدر بخش جتوئي جي سياسي موقف ۽ ڪردار جي دفاع ۾ ڳالهائيندو هوس. جڏهن تہ ميجر خاڪي قوم پرست ۽ ترقي پسند سياسي اڳواڻن بشمول ذوالفقار علي ڀٽو جي، سڀني جي مخالفت ڪندو هو. پر بحث ۾ ڪڏهن بہ تلخي جو يا نفرت جو اظهار نہ ڪندو هو، شاعري بہ ڪندو هو.

ڪيمپ ۾ عام مزدور ۽ چوڪيدار بگٽي هئا. مون کي پنهنجو بُگٽي ڀاءُ سڏيندا هئا. بلوچي زبان ساڳي هئڻ ڪري هڪ ٻئي سان ان زبان ۾ ڳالهائيندا هئاسين.

O.G.D.C جو سيڪيورٽي آفيسر، ڪڏهن ڪڏهن، ڪنهن نہ ڪنهن ڳالهہ تان بگٽي چوڪيدارن سان سخت ڳالهائيندو هو. هڪ دفعي اردو يا پنجابي ۾ ڪجهہ گٿا لفظ ڳالهايائين. آءٌ سندس ڀرسان بيٺو هوس، مون ڪيس سمجهايو تہ ائين نہ ڪر. هيءَ بہ انسان آهن، هنن جي بہ عزت آهي. تو جيڪو هينئر ڳالهايو آهي جيڪڏهن ان جو "ترجمو" ڪري هنن کي ٻڌايان تہ پوءِ "پاڻ کي تہ هتي لڪڻ جي لاءِ بہ جاءِ نہ ملندي." همراهہ کي منهنجي ڳالهہ تي مُنيان لڳي.

ڪيمپ جي انتظاميہ منهنجي باري ۾ هيڊ آفيس رپورٽ لکي موڪلي تہ "هيءُ بگٽين جي حمايت ۽ وڪالت ٿو ڪري." هڪ ڏينهن اوچتو ئي اوچتو O.G.D.C جو چيئرمين رٽائرڊ جنرل فاروقي هيليڪاپٽر ۾ سيڪريٽري ڪرنل بشير سان اتي اچي پهتا. ان ڏينهن گڙن سان گڏ ڏاڍي برسات پئي پر بجليءَ جو جنريٽر بہ هلندو رهيو تہ بجلي بہ برقرار رهي. هڪ نئين ۽ سيڪڙاٽ انجنيئر جي حيثيت سان اها منهنجي ڪاميابي هئي.

دراصل مون کي هتي مير تاج محمد جمالي جو مائٽهو سمجهندا هئا، جيڪو هن وقت جو وفاقي وزير هو. ان ڪري هٽ لاٿڻ کان ڀهريائين سوچيندا هئا. ان ڪري منهنجي خلاف سيڪيورٽي آفيسر جي رپورٽ جي سلسلي ۾ چيئرمين پاڻ اتي آيو هو.

بهرحال مون کي ان ڏينهن اتي ئي چيائون تہ توکي بدلي ڪري ٻيهر سَڀري ۾ رکون ٿا. توکي ڪو اعتراض تہ نہ آهي. مون کين چيو تہ اعتراض نہ آهي، آءٌ تہ پاڻ ڪراچي ۽ نوابشاهہ کي ويجهو ٿيندس.

O.G.D.C جي انتظاميہ بگٽين جي هڪ پاڙي جي چڱي مڙس "ميواخان" کي پڻ آفيسر جي پوسٽ تي ملازم رکيو هو. ميوا خان ڪڏهن ڪڏهن ڪيمپ ۾ ايندو هو ۽ رات جو بہ ڪڏهين ڪڏهين ترسندو هو. ڪوشش جي باوجود ڪڏهن بہ ڪلي دل جو حال احوال نہ ڪيائين، خاموش رهندو هو. سياست تي اصل نہ ڳالهائيندو هو.

هتي رهندڙ ماڻهن جي سادگيءَ جو اندازو اوهان ان مان لڳائي سگهو ٿا تہ هڪ ڏينهن مون هڪ چوڪيدار ٻگٽي جنهن جو نالو مهدي هو، ان کان پڇيو تہ "ڪوئٽا هتان ڪيترو پري آهي؟" تہ جواب ڏنائين تہ "ويجهو آهي." مون ڪانئس پڇيو تہ ڪيترو ويجهو آهي تہ جواب ڏنائين "ڇهن ڏينهن جو پنڌ آهي."

منهنجي بدلي تي ٻگٽي برادري خوش نہ هئي ۽ موڪلائڻ کان اڳ پنهنجي ڪيمپ ۾ دعوت ڪري پنهنجائپ جو اظهار ڪيائون. اها 1975 جي ڳالهہ آهي.

# O.G.D.C ۾ ملازمت

آئل اينڊ گئس ڊولپمينٽ ڪارپوريشن، ملڪ ۾ تيل ۽ گئس جي ڳولا ۽ کوٽائيءَ جي لاءِ قائم ڪيل ادارو هو، جيڪو سوويت يونين جي ماهرن جي مدد سان ذوالفقار علي ڀٽو جي وزارت تحت قائم ڪيو ويو هو. جڏهن هو، ايوب خان جي سرڪار ۾ قدرتي وسيلن جو وزير هو.

پير ڪوهه مان بدلي ڪري جڏهن ڀيهر سَري ۾ پوسٽنگ ڪيائون تہ اُتي کوٽائي جو ڪم مڪمل ٿي چڪو هو. ان ڪري سَري ۽ هُنڊي مان گئس جي پيداوار کي ڪتب آڻڻ لاءِ گئس جي هنن فيلڊس جو انتظام سوئي گئس ڪمپني جي حوالي ڪرڻ جو مرحلو شروع ڪيو ويو ۽ آهستي آهستي هيءَ انتظام مڪمل طور سوئي گئس جي انتظاميا ۽ انجنيئرس جي هٿ ۾ ڏنو ويو.

انهن ڏينهن ۾ سوويت يونين مان هڪ موبائيل لئبارٽري گهرائي وئي هئي، جنهن جي مدد سان گئس يا تيل جي کوٽائي لاءِ استعمال ٿيندڙ ڊگها پائپ چيڪ ڪري سگهبا هئا تہ جيئن ڪريڪ ٿيل يا ليڪ ٿيل پائيپ استعمال کان اول ئي جدا ڪري سگهجن. هيڊ آفيس جي انتظاميا هڪ وين ۾ فٽ ٿيل ان لئبارٽري جو انچارج مقرر ڪيو. ان لئبارٽري سان هڪ ماهر انجنيئر ۽ هڪ مترجم بہ آيل هئا، جيڪي اسان کي تربيت ڏيڻ کانپوءِ واپس هليا ويا.

O.G.D.C جو هڪ ورڪشاپ ڪورنگي ۾ آهي. اها لئبارٽري اول اتي هئي شروعاتي ٽريننگ کانپوءِ ان لئبارٽري جي مدد سان پير ڪوهه، ٽوٽ آئل فيلڊ ۽ ڍوڍڪ مان ان لئبارٽري سان وڃڻ ٿيو. مون سان گڏ طارق جي نالي سان هڪ ٻيو اليڪٽرانڪس جو انجنيئر بہ هو جنهن جو تعلق سيالڪوٽ سان هو. آئل اينڊ گئس، سنو ادارو هو. اسان مختلف فيلڊس ۾ قائم ڪيل آفيسرس ڪيمپ ۾ رهندا هئاسين. ٿوروئي پريرو اسٽاف جي ڪيمپ جدا هوندي هئي. تيل ۽ گئس جي کوٽائيءَ جو ڪم 24 ڪلاڪ، رات ڏينهن هلندو آهي.

ڪاڌي پيتي جي لاءِ اسان کي اداري جي طرفان بورچي، بيري ۽ سندس مدد لاءِ هڪ ٻن هيلپرس جي سهولت مليل هئي، جڏهن تہ ڪراڪري ۽ فرنيچر وغيره پڻ مليل هوندو هو پر کاڌي پيتي جو خرچ اسان کي پاڻ گڏجي ڪرڻو پوندو هو، جنهن جي لاءِ اسان هر مهيني واري واري سان هڪ آفيسر کي ميس هلائڻ جي ذميداري ڏيندا هئاسين. اداري جي طرفان هر هڪ آفيسر کي "فوڊ الائونس" ملندو هو، جنهن مان هر مهيني جو خرچ ادا ڪرڻ کانپوءِ بہ ڪافي رقم بچندي هئي.

اٽڪ ضلعي ۾ ٽوٽ آئل فيلڊ جي نالي سان هڪ ڪئمپ آهي جتي 1967ع کان تيل ڪاميابي سان حاصل ڪيو ويو. جڏهن اها لئبارٽري اتي پهتي تہ ڪجهہ وقت کانپوءِ مون ان مان ڪنهن طرح جند ڇڏائي. منهنجي بدلي ڪري ڍوڍڪ آئل فيلڊ ۾ پوسٽنگ ڪيائون. ڍوڍڪ، ديره غازي خان ۾ تونسہ جي ڀرسان جابلو پهاڙين ۾ واقع آهي. جتي قيصراڻي قبيلي جا ماڻهو رهن ٿا.

هڪ ڏينهن شام جو ڪيمپ ۾ ويٺا هئاسين تہ اوچتو منهنجو ڪلاس فيلو سائين مشتاق صاحب جيڪو صوبي ديري خيرپور جو رهواسي هو، اُهو اتي اچي نڪتو. پاڻ ۾ ملي ڏاڍا خوش ٿياسين. مشتاق صاحب بہ انجنيئر جي حيثيت سان O.G.D.C ۾ ملازمت حاصل ڪئي هئي.

مشتاق، مونکان سنو ۽ وڏيڪ محنتي انجنيئر هو. انهن ڏينهن ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي سرڪار تيل ۽ گئس جي کوٽائيءَ لاءِ آمريڪا مان چار نيون رگس ۽ کوٽائي لاءِ ٻي گهربل مشينري ۽ جنريٽر گهرايا هئا جيڪي ڍوڍڪ ۾ لڳايا ويا. اسان ٻئي انهن جنريٽرس جي لاءِ ساڳي وقت پوري فيلڊ ۽ ڪيمپ لاءِ بجلي برقرار رکڻ لاءِ ذميدار هئاسين.

انهن آمريڪي رگس جي جيڪي فني ماهر Expert آمريڪا مان آيل هئا، اُهي سڀ پاڻ بہ شاگرد ۽ سيڪڙات هئا. صرف هڪ ڄڻو جنهن جو تعلق ڪئناڊا سان هو، اهو ڪم جو ڄاڻو هو. رگس ۽ جنريٽرس توڙي موٽرس جي ڪنيڪشن جي لاءِ جيڪو ماهر آيل هو، ان جو تعلق سنگاپور سان هو. ڍوڍڪ مان پوءِ تيل نڪرڻ جي خوشخبري جڏهن ذوالفقار علي ڀٽي "قوم" کي ٻڌائي تہ مخالف ڌر وارن ان تي بہ اعتبار نہ پئي ڪيو. اهو 1976 ع جو زمانو هو. يا 1977 ع جي شروعات هئي. جڏهن PNA نهي چڪي هئي.

ڍوڍڪ جي ڪاميابيءَ دوران مونکي انتظاميا هڪ ٻي فيلڊ جنهن جو نالو "روڏو" آهي، ان جو آپريشن مينيجر ڪري موڪليو. روڏو ۾ پڻ گئس جا وڏا ذخيره آهن. هن فيلڊ ۾ پڻ 1967 ع جي لڳ ڀڳ پهرين کوٽائي ڪري گئس هجڻ جو يقين ڪيو پر اتان گئس حاصل ڪرڻ يعني ڪتب آڻڻ جي لاءِ پائيپ لائين نہ هجڻ جي ڪري اهو کوھ في الحال بند ڪيو ويو هو.

حڪومت ۽ انتظاميا جو ارادو هو تہ ٻيهر ان فيلڊ ۾ وڏيڪ کوھ کوٽجن.

روڏو بہ ديره غازي خان جي علائقي ۾ ئي آهي، جتي پڻ قيصراڻي قبيلو رهندڙ آهي. روڏو جابلو علائقي ۾ متانهين چوٽيءَ تي ايترو تہ مٿي آهي جو برسات جا ڪڪر ۽ جُهڙ اسان جي ڪمرن ۾ اچي ويندا هئا. ڏاڍو شاندار علائقو آهي.

انهن ئي ڏينهن ۾ ذوالفقار علي ڀٽي "نعپ" اڳواڻن تي ڪيس داخل ڪري کين حيدرآباد جيل ۾ رکيو هو.

ڍوڍڪ ۽ روڏو ۾ پوسٽنگ جي دوران هڪ ٻيو دوست اسدالله شيخ پڻ O.G.D.C ۾ آفيسر جي حيثيت سان ملازمت حاصل ڪري آيو.

شاگرديءَ جي زماني ۾ اسدالله جنهن جو ٻيو نالو امام بخش بہ آهي، اهو لاڙڪاڻي ۾ اسلامي جمعيت طلبا جو اڳواڻ هو. اسدالله ٽن مضمونن ۾ ايم اي ڪئي آهي. سنو ۽ يار ويس ماڻهو آهي. آهستي آهستي جمعيت ۽ جماعت اسلاميءَ مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري قومپرست ۽ ترقي پسند بڻجي چڪو آهي.

روڏو ۾ پوسٽنگ جي دوران هڪ رات جو ڪنهن مذهبي ڏينهن جي سلسلي ۾ مسجد ۾ جنهن سُرَ سان قرآن شريف پڙهيائين ۽ جنهن انداز سان تقرير ڪيائين. اهڙو سُر ۽ اهڙو انداز مون اڄ تائين نہ ٻڌو آهي.

روڊو ۾ پوسٽنگ جي دوران پنڊي ۾ ملتان جي رهواسين کي ننڍيون ننڍيون نوڪريون ڏيڻ لاءِ سفارشون اينديون رهيون پر مون اتي صرف ۾ صرف اتان جي مقامي ماڻهن کي ملازمت جو حق ڏنو. پيو تہ ٺهيو پر مسجد جو پيش امام پڻ اتان جوئي رهواسي رکيو. هيڊ آفيس جي بالاآفيسرن جي سفارشن جي پرواهہ نہ ڪرڻ جي ڪري اتان خواجہ سليم صاحب کي سار سنڀال لهڻ ۾ حالتن جو جائزو وٺڻ لاءِ موڪليو ويو. خواجہ سليم صاحب جڏهن روڊو پهتو تہ خبر پئي تہ همراهہ جو تعلق پيپلز پارٽي سان آهي. اسان سيني آفيسرن گڏجي سندس خدمت ڪئي ۾ ڪيس قائل ڪري 37 ملازمن کي پروموشن جي لاءِ راضي ڪيو.

O.G.D.C جي نوڪري بين سيني لحاظن کان سٺي هئي پر "رولڙي" واري نوڪري هئي. موڪلون بہ جام هيون پر پوءِ بہ "فيملي لائيف" يا "سوشل لائيف" لاءِ مناسب محسوس نہ ٿيندي هئي ۾ انسان تہ بهرحال سڌريل سماجي جانور آهي.

مون 1975ع کان 1978ع تائين هن اداري ۾ ملازمت تہ ڪئي پر منهنجو ذهن مطمئن يا خوش نہ هو. روڊو ۾ پوسٽنگ جي دوران هڪ "ناول" بہ لکيو هو جيڪو مون حيدرآباد ۾ امداد چانڊئي ۾ سهيل سانگي کي پڙهڻ ۾ سندن راءِ معلوم ڪرڻ لاءِ موڪليو هو. هنن اهو پڙهي ڏاڍو پسند ڪيو ۾ مونکي واپس موڪلڻ جي بدران ڪنهن پريس ۾ ڇپائڻ جي لاءِ ڏنو. اتفاق سان ان پريس تي سرڪاري اهلڪارن ڇاپو هنيو ۾ اهو ناول ايئن الاڳجي ڪيڏانهن گم ٿي ويو. مون وٽ ان جي ڪاپي نہ هئي ۾ بيهر لکڻ جي همت بہ نہ ڪري سگهيس.

آئل اينڊ گئس ۾ ملازمت جي دوران آءٌ اسٽيل مل ڪراچيءَ ۾ ملازمت جي لاءِ پڻ ڪوشش ڪندو رهيس. پر ڪامياب نہ ٿي سگهيس. ان دوران مونکي آمريڪا ۾ ٽريننگ لاءِ پڻ چونڊيو ويو هو ۾ موڪل تي هجڻ جي ڪري هيڊ آفيس وارن "تار" ڪري ترت پهچڻ لاءِ پڻ تاڪيد ڪئي. پر آءٌ ڪو نہ ويس جيڪا شايد منهنجي غلطي هئي.

انهن ئي ڏينهن ۾ PNA جي تحريڪ يا ڊالر تحريڪ يا "آپريشن ڪوڪا ڪولا" شروع ٿي چڪو هو.

انهن ڏينهن ۾ ڪراچي اليڪٽرڪ سپلاءِ ڪارپوريشن ۾ مسعود پيرزادو. آفيسرس ايسوسيئيشن جو صدر هو. جڏهن تہ ڊاڪٽر واجد علي علوي مرحوم سيڪريٽري جنرل هو. هنن مهربان دوستن جي چوڻ تي مون K.E.S.C ۾ ايگزيڪيوٽو انجنيئر جي پوسٽ لاءِ درخواست ڏني.

هيءَ دوست ان وقت جي "جنريشن" جي چيف انجنيئر سليم اڪبر صاحب سان بہ مليا.

جڏهن سليڪشن بورڊ جي اڳيان انٽرويو لاءِ پيش ٿيس تہ "همراهن" منهنجو O.G.D.C جو تجربو شمار ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۾ ترينني اسسٽنٽ ايگزيڪيوٽو انجنيئر جي پوسٽ "آفر" ڪئي.

انٽرويو کان فارغ ٿي سمورو حال احوال مسعود صاحب ۾ ڊاڪٽر علوي

صاحب کي ہدايم جيڪي ان وقت ٿي مون کي ساڻ وٺي سليم اڪبر صاحب سان مليا. سليم اڪبر صاحب چيو تہ منهنجي صلاح آهي تہ هيءَ K.E.S.C جوائن ڪري، منهنجو واعدو آهي تہ آءٌ ڇهن مهينن جي اندر هن کي ايگزيڪيوٽو انجنيئر جي پوسٽ تي آڻي ڇڏيندس.

منهنجو "ذهن" ان واعدي تي مطمئن نہ هو. منهنجي موڪل بہ پوري ٿي چڪي هئي، ريل گاڏيءَ ۾ ملتان لاءِ سيٽ بہ اڳوات ئي بوڪ ڪرائي ڇڏي هئي پر مسعود صاحب ۽ علوي صاحب جن اسرار ڪندي اها صلاح ڏني تہ K.E.S.C جوائن ڪيان.

او جي ڊي سي جي ملازمت جي دوران ۽ K.E.S.C ۾ ٽريننگ جي دوران اسان ٽن چئن دوستن گڏجي ڪراچيءَ ۾ مسواڙ تي ڊرگ ڪالوني (شاهہ فيصل ڪالوني) ۾ جاءِ ورتي هئي. عبدالستار جمالي، غلام قادر ڏاهري، انور پنهور ۽ نذير احمد قريشي گڏ رهندا هئاسين. ڏاڍو سٺو وقت گذاريوسين. ڪڏهن بہ معمولي تلخي يا رنجش پاڻ ۾ پيدا نہ ٿي. عبدالستار جمالي بہ او جي ڊي سي ۾ مَدِ انجنيئر هو. جتان چيف جي حيثيت سان رٽائر ڪيائين. غلام قادر ڏاهري پلوڙ ۽ يار ويس انسان آهي. Seamen's ٽريننگ سينٽر ۾ ايڊمن آفيسر هو پر بدقسمتيءَ سان پيٽو حڪومت ختم ٿيڻ سان سندس ملازمت بہ ختم ڪئي وئي.

غلام انور پنهور، ڪراچيءَ جي علامہ اقبال ڪاليج ۾ ليڪچرار هو. شانتي نگر کي "آباد" ڪرڻ ۾ وڏي همت وارو ڪردار ادا ڪيائين. بدقسمتيءَ سان قاضي احمد جي پرسان روڊ حادثي جو شڪار ٿي ويو. نذير احمد قريشي، پاڪستان اسٽيل مل ۾ آفيسر آهي.

O.G.D.C ۾ ملازمت جي دوران ۽ K.E.S.C ۾ ٽريننگ جي دوران بہ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي سموري قيادت سان بہ اڪثر ڪٿي نہ ڪٿي ملاقات ٿيندي رهندي هئي. جڏهن تہ جامشوري وڃڻ ٿيندو هو يا جاٽي واٽي وڃبو هو تہ ڊاڪٽر خير محمد جوٽي وٽ ڪافي نون سرگرم دوستن سان پڻ ملاقات ۽ ڪچهريون ٿينديون هيون. امداد اوڊو، ڊاڪٽر جبار خٽڪ، نذير عباسي، امداد چانڊيو، ڊاڪٽر امير قريشي، تاج رند، ڊاڪٽر قاسم بروهي، نرنجن ڪمار، سرفراز ميمڻ، ڊاڪٽر بخش علي، نواز شيخ، ڊاڪٽر جعفر، عاشق سومرو، احمد علي ڌهر، ڪمال ڪلهوڙو، امر لعل، ڊاڪٽر گهنشام پرڪاش، قاضي سليم اڪبر، غلام رسول سهتو، محمد صالح بلو، رشيد ابراهيم، تاج مري، شير محمد مگريو، محمد خان سولنگي، ساغر سميجو، غلام اڪبر، عبدالخالق زدران، حنيف گهانچي، ڊاڪٽر تنوير طاهر، محسن زيدي، صفت رند، انعام رند، امام بخش عرف زلف پيرزادو، علي حسن چانڊيو، جاويد قاضي ۽ مسرور چانڊيو ان وقت سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي پهرئين صف جا سرگرم اڳواڻ هئا. جڏهن تہ علي حيدر شاهہ، قادر جتوئي، قادر مگسي، بشير قريشي، شفيع ڪرناٽي، گل محمد جکراڻي، حبيب الله ڪابرو، ڊاڪٽر مير عالم مري ۽ ٻيا ڪيترائي نوان شاگرد اڳواڻ ميدان تي اچي رهيا هئا.

# آپريشن ڪوڪا ڪولا ۽ ڀٽو حڪومت جو خاتمو

ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت کي ختم ڪرڻ لاءِ ملڪ جي "مستقل مفاد" گروهہ، اندروني رجعت پرست قوتن ۽ بين الاقوامي سامراج گڏجي جيڪا "نام نهاد تحريڪ" هلائي هئي، پس پرده ان جو نالو "آپريشن ڪوڪا ڪولا" رکيو ويو هو. جڏهن تہ ان دور ۾ جنهن تعداد ۾ ۽ جنهن طريقي سان "ڊالر" سستا ڪري ميدان ۾ آندا ويا، اهو پڻ ملڪ جي تاريخ تي ڪارو داغ آهي.

سچي ڳالهہ اها آهي تہ هڪ طرف ملڪي ۽ بين الاقوامي قوتن گڏجي پ پ. نعپ ۽ علماءِ اسلام جي حڪومتن کي ختم ڪرڻ ۽ انهن توڙي ٻين عوام دوست ترقي پسند قوتن ۽ قومپرست ذرين کي هڪبئي کان باغي، بدظن ۽ بداعتماد ڪرڻ لاءِ سمورا حربا استعمال ڪيا تہ ٻئي طرف قومپرست قيادت، ترقي پسند اڳواڻن، ڪاٻي ڌر جي دانشورن ۽ "ڪامريڊن" پڻ ڄاڻائي يا اڻ ڄاڻائيءَ ۾ ان سازش ۾ منفي ۽ مايوس ڪندڙ ڪردار ادا ڪيو ۽ اهو ڪجهہ ڪيو جيڪو "آپريشن ڪوڪا ڪولا" ڪندڙن پئي چاهيو.

ان وقت نہ تہ قومپرست، ترقي پسند، سامراج دشمن ۽ عوام دوست اسان سميت بروقت ان سازش کي سمجهي سگهيا تہ نہ ئي ذوالفقار علي ڀٽي جي شخصي سياسي ڪردار جو صحيح تجزيو ڪري سگهيا تہ نہ ئي مستقل مفاد قوتن جي نئين حڪمت عملي جو اندازو لڳائي سگهيا تہ نہ ئي وري ذوالفقار علي ڀٽي پاڻ يا سندس جماعت انهن سيني قوتن جو اعتماد ۽ سهڪار حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

ڀٽو جي حڪمت عملي اها هئي تہ سرمايو عرب ۽ گلف جي رياستن جو تہ ٽيڪنالاجي فرانس جي ۽ اهڙي طرح افرادي قوت پاڪستان جي انهن ٽنهي "قوتن" کي گڏائي، ٽين دنيا کي ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين پنهنجن پيرن تي بہ بيهارجي تہ ايٽمي صلاحيت حاصل ڪري توانائي جي سيني کان سستي ذريعي کي پڻ استعمال ۾ آڻڻ جو حق حاصل ڪجي.

ان پروگرام آمريڪي قيادت کي چيڙائي وڌو. آمريڪي وزير خارجہ ڪسينجر جي ڀٽي کي ڌڻل ڌمڪي، ان حقيقت جو اعتراف هو پر افسوس جو اسان جون سموريون قابل ذڪر سياسي قوتون "ڀٽو دشمني" ۾ ايترو تہ اڳتي وڌي چڪيون هيون جو ڪين اها "گيم" ان وقت سمجهہ ۾ آئي جڏهن "جهرڪيون ان کائي ختم ڪري چڪيون هيون".

رجعتي جماعتن PNA ناهي. تحريڪ جي دوران نہ صرف قتل ۽ غارتگيري ڪرائي پر نفرتن جو اهڙو سلسلو ۽ طريقو اختيار ڪيو جيڪو اڳتي هلي مستقل "لساني" وچوٽيون ۽ مذهبي توڙي مسلڪي نفرتن جي بنيادن تي ٿيندڙ خونريزي جو باعث بہ بڻيو تہ هيروئن ۽ هٿيارن جي ڪاروبار ۽ استعمال لاءِ ميدان ۾ تيار ڪرڻ جو سبب بہ بڻيو.

ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ ذوالفقار علي ڀٽي ۽ سندس جماعت کي ان وقت بہ عوام جي وڏي حمايت حاصل هئي پر اها بہ بهرحال حقيقت آهي تہ پيپلز پارٽي هميشہ "تنظيمي خامين" ۽ "متبادل قيادت" جي بحران جو شڪار رهندي آئي آهي. ان ڪري جڏهن ذوالفقار علي ڀٽو جيل جي ڪال ڪوٺڙي مان بہ مڙسيءَ سان مزاحمت ڪري رهيو هو تہ ان وقت نصرت ڀٽو ۽ بينظير ڀٽو کان سواءِ باقي سڄي قيادت مصلحتي رويو اختيار ڪري ڪو بہ متحرڪ، فعال ۽ تحريڪي ڪردار ادا ڪرڻ کان ڪيٻائي رهي هئي.

ان وقت، ان موقعي تي ڪابي ڌر جي اڳواڻن ۽ ڪجهہ قومپرست، ترقي پسند قوتن جا "هوش ٺڪاڻي لڳا"، پر ان وقت ڪافي دير بہ ٿي چڪي هئي تہ اهي پاڻ ان پوزيشن ۾ بہ نہ هئا تہ نہ ئي وري پيپلز پارٽي جا ڪارڪن ۽ عام عوام هنن تي اعتماد ڪرڻ لاءِ تيار هو. ٻين لفظن ۾ جيڪڏهن ايئن چئجي تہ زميني حالتون ضياءُالحق جي فائدي ۾ هيون تہ غلط نہ ٿيندو.

ضياءُالحق جي يارنهن سالا دور ۾ ملڪ، عوام ۽ خاص ڪري ننڍين قوميتن کي اهڙا تہ ڏنب ڏنا ويا ۽ اهڙا تہ "ناسور" پاليا ويا جو ويجهي مستقبل تائين انهن مان ڇوٽڪارو حاصل ٿيڻ جي ڪا بہ اميد نہ آهي. بلڪ جيڪڏهن ايئن چئجي تہ اهي زخم ۽ ناسور جيئن پوءِ ٿيئن وجن ٿا زور وٺندا ۽ لاعلاج ٿيندا تہ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو.

حقيقت اها آهي تہ ضياءُالحق جي 11 سالن ۽ پرويز مشرف جي 11 سالن، ملڪ کي اهڙي مقام تي آڻي بيهاريو آهي جو هاڻي "انقلابي آپريشن" کانسواءِ بهتري جي اميد رکڻ اجائي آهي ۽ انقلابي آپريشن ۾ موجوده ڪاروباري ۽ واپاري قيادت جي وس جي ڳالهہ ئي نہ آهي، جن کي اها بہ خبر نہ آهي تہ "نظريہ" جو مطلب ڇا ٿيندو آهي تہ انقلاب جي معنيٰ ڪهڙي ٿيندي آهي.

بدقسمتي اها آهي تہ هڪ طرف ڪابي ڌر متحد، منظم ۽ متحرڪ نہ آهي تہ ٻئي طرف عوام جو اعتماد بہ حاصل نہ ڪري سگهي آهي، جڏهن تہ "نظرياتي" لحاظ کان انقلابي جماعت ۽ قيادت جو "خال" پڻ اجا تائين نہ پرجي سگهيو آهي.

اهو درست آهي تہ ڪميونسٽ پارٽي جي نالي سان ڪجهہ دوست محدود پيماني تي سرگرم آهن ۽ هنن وٽ وسيلا بہ محدود آهن ۽ اهو بہ درست آهي تہ هنن جي سچائي، مستقل مزاجي ۽ محنت، ساراهہ جوڳي آهي پر ان جي باوجود اها بهرحال هڪ حقيقت آهي تہ اها جماعت يا اها قيادت بہ حالتن ۽ تقاضا مطابق سماج جي مختلف حصن کي پاڻ ڏانهن متوجهہ ڪرڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهي آهي، جڏهن تہ ڪابي ڌر سان واسطو رکندڙ "اتحاد" پڻ ان سلسلي ۾ اجا تائين ڪو ٻارڻ نہ ٻاري سگهيا آهن.

جيڪي سياسي اڳواڻ، ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت کي اتي، اڄهي ۽ لٽي جي حوالي سان طعنا ۽ مهڻا ڏئي رهيا آهن، انهن کي "ٻيون" يا پنهنجون حڪومتون بہ نظر ۾ رکڻ گهرجن.

ذوالفقار علي ڀٽي جي جماعت ڪا نظرياتي ۽ انقلابي جماعت نہ ان وقت

هئي ۽ نہ هن وقت آهي. ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت ساڍا چار سال برداشت ڪئي وئي پوءِ انهن ڇهن سالن جي دوران روزگار جا جيترا موقعا ملڪي ۽ صوبائي ادارن ۾ نوجوانن ۽ عوام کي مليا، ٻئي ڪنهن بہ دور ۾ نہ مليا. ڪراچي سميت ملڪ جي سڀني شهرن ۾ هائوسنگ جون جيتريون اسڪيمون ۽ رهائشون ان دور ۾ آيون ٻئي ڪنهن بہ دور ۾ نہ آيون. جيترا تعليمي ادارا ان دور ۾ ٺهيا، ٻئي ڪنهن بہ دور ۾ نہ ٺهيا. بلوچستان ۽ سرائيڪي بيلٽ ۾ ميڊيڪل ۽ انجنيئرنگ ڪاليج ۽ يونيورسٽيون اُن دور ۾ ئي قائم ٿي سگهيون. غيرملڪي اسڪالر شپس جيتريون ان دور ۾ مليون، ڪڏهن بہ نہ مليون.

سوين وفاقي ۽ صوبائي ادارا، ننڍين صوبن جي نوجوانن لاءِ "نوگو" ايريا بڻيل هئا. انهن جا دروازا صرف ڀٽو جي پهرئين حڪومت ۾ ئي کوليا ويا. پاڪستان اسٽيل مل ۽ پورٽ قاسم جهڙا ادارا قائم ڪيا ويا. سيمينٽ جا ڪارخانا، گيهہ ۽ تيل جي صنعت، ان دور ۾ "منظم" ڪئي وئي. روڊن، رستن، بجلي، گئس ۽ ٽيليفون جون سهولتون جيتريون ان دور ۾ عوام کي ڏنيون ويون، اول ڪڏهن بہ نہ ڏنيون. سڄي ملڪ ۾ جيترا ترقياتي ڪم ان دور ۾ ڪرايا ويا، ٻئي ڪنهن بہ دور ۾ نہ ڪرايا ويا.

هڪ طرف ضياءالحق جا 11 سال اڳيان رکو، ٻئي طرف ڀٽو جا ساڍا چار سال اڳيان رکو ۽ پوءِ فيصلو ڪيو!! جڏهن تہ اها حقيقت بہ سامهون رکو تہ ڀٽو کي هڪ ٽٽل ۽ شڪست کاڌل ملڪ ۽ مايوس عوام سان واسطو پيو هو.

ضياءالحق جي حڪومتي دور جي شروعاتي ڇهن پنجن سالن جي دوران ڪراچي اليڪٽرڪ سپلاءِ ڪارپوريشن ۾ 100 کن نوان انجنيئر ڀرتي ڪيا ويا هئا، جن مان سنڌي صرف چار هئا. انهن مان هڪ آءٌ بہ هوس.

ذوالفقار علي ڀٽو جي حڪومت قائم ٿيڻ کان اڳ KESC ۾ تقريبن چار سئو کن انجنيئر ۽ آفيسر هئا، جن مان سنڌي صرف ٽي ڄڻا يعني سائين صالح محمد شيخ، غلام اڪبر جتوئي ۽ پاميائي صاحب (ديوان هو).

ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت قائم ٿيڻ سان KESC ۾ تقريبن 35 سنڌي انجنيئرن ۽ آفيسرن کي بہ روزگار جو حق مليو تہ هن وفاقي اداري ۾ ڪيترن ئي پختونن کي پڻ ملازمت نصيب ٿي سگهي. جڏهن تہ ورڪرن ۽ اسٽاف ۾ پڻ ڪافي سنڌي، بلوچ، پختون ۽ اردو ڳالهائيندڙن کي روزگار ڏنو ويو.

انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشوري مان تعليم مڪمل ڪرڻ کانپوءِ رفيق صفي، مسعود پيرزادو، عبدالرحيم سمون، جميل الرحمان پنهور، جميل گل شيخ، منور ميمڻ، شبير احمد نوراني، پرچائي، علي محمد ڪرنائي، حافظ منتار، عاشق بنگوار، ظفر شيخ، شوڪت انصاري، علي اڪبر شاهہ، جان محمد ملهڻ، امين سولنگي، الله رکيو سولنگي، محمد علي سومرو انهن شاگردن ۾ شامل آهن جن کي شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي شروعاتي دور ۾ KESC ۾ روزگار جو حق مليو. جڏهن تہ سائين محمد عمر خشڪ پڻ اين اي ڊي مان انجنيئرنگ پاس ڪرڻ کانپوءِ ساڳئي اداري ۾ انجنيئر جي حيثيت سان شموليت اختيار ڪئي.

ڪي اي ايس سي ۾ آفيسرس ايسوسيئيشن هئي تہ اول بہ پر ان ۾ جان ان وقت پئي جڏهن ڄامشوري جي هن گروپ ان ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺڻ شروع ڪيو.

ڊاڪٽر واجد علي علوي، اردو ڳالهائيندڙ ڪراچي واسي هو پر سُٺي ۽ ترقي پسند سوچ ۽ کُليل ذهن جو پلو، يار ويس ۽ انسان دوست انسان هو. اُهو هن ايسوسيئيشن جو "ڪرتا ـ ڌرتا" هو. ڄامشورو گروپ جي سهڪار سان هو اڃا بہ شينهن تي ويو.

چونڊن ۾ رفيق صفي جنرل سيڪريٽري تہ ڊاڪٽر واجد علي صدر چونڊجي ويا.

ٻن سالن کان پوءِ وري مسعود پيرزادو صدر تہ ڊاڪٽر واجد علي سيڪريٽري جنرل چونڊيا. هن چونڊ دوران مسعود پيرزادي جو مقابلو غلام اڪبر جتوئي سان ٿيو. ٻنهي هڪ جيترا ووٽ کنيا، پر جيئن تہ باقي سڄي فاتح پينل جو تعلق مسعود پيرزادي وارن سان هو، ان ڪري غلام اڪبر جتوئي پاڻ پنهنجائپ ۾ مسعود احمد پيرزادي کي صدارت سنڀالڻ جي آڇ ڪئي.

ڪراچي اليڪٽرڪ سپلاءِ ڪارپوريشن جي آفيسرس ايسوسيئيشن وقت بوقت انتهائي فعال ۽ موثر ڪردار ادا ڪندي رهي آهي، جنهن ۾ بنيادي حصو ڄامشوري جي سيني گريجوئيٽ جو ۽ خاص طور تي سنڌي انجنيئرس جو رهندو آيو آهي.

ڀٽو حڪومت جي خاتمي کانپوءِ KESC ۾ سنڌي ۽ بلوچ نوجوانن لاءِ "نوگو" ادارو بڻايو ويو پر جڏهن محمد خان جوڻيجو وزيراعظم ٿيو تہ پنج نڪاتي پروگرام تحت 18 انجنيئر KESC ۾ ڀرتي ڪري موڪليائين.

1970ع جي عام چونڊن ۾ پيپلز پارٽيءَ کي ڪراچي ۽ حيدرآباد جي اردو ڳالهائيندڙ آباديءَ جي اڪثريت جي بہ حمايت حاصل هئي، ان ڪري هن ٻنهي شهرن مان پ پ جا اردو ڳالهائيندڙ اميدوار پڻ اڪثريت سان قومي ۽ صوبائي اسيمبليءَ جا ميمبر منتخب ٿيا هئا.

اهڙي طرح ڀٽو حڪومت جي طرفان جتي سنڌي، بلوچ ۽ پختون نوجوانن کي مختلف ادارن ۾ روزگار جو حق ملڻ شروع ٿيو، اتي ڪافي تعداد ۾ اردو ڳالهائيندڙ نوجوانن ۽ عوام کي پڻ مختلف ادارن ۾ روزگار ملندو رهيو هو. پر رجعتي ۽ تعصب پرست لساني توڙي مذهبي گروهن ذوالفقار علي ڀٽو جي خلاف "زهر اوڳاڇي" جنون پکيڙيو ۽ نفرتون پيدا ڪيون تہ تعصبي پريس پڻ ڪوڙي ۽ منفي پروپئگنڊا ڪندي رهي.

# ڪجهہ تلخيون، ڪجهہ ناخوشگوار واقعا ۽ ڪجهہ سبق

ايوبي آپيشاهي جي دور ۾ قومي جبر ۽ ناانصافين جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل "ٻاڦ" جڏهن لاوا جي شڪل اختيار ڪئي تہ سماج جا مختلف حصا "لاوا" جي ان لپيٽ ۾ اچي ويا.

سياسي سرگرميون "سنجيده" ۽ "بالغ" هجڻ جي باوجود ڪڏهن ڪڏهن اوچتو ۽ تڪڙو اهڙو رخ اختيار ڪنديون هيون جو سنڌ جي بردبار، سچي ۽ سنجيده قيادت بہ انهن واقعن جي اڳيان يا تہ بيوس ٿي ويندي هئي، يا مصلحت جو شڪار ٿي خاموش رهڻ کي ترجيح ڏيندي هئي يا پنهنجي سياسي حيثيت ۽ ساک کي بچائڻ جي ڊپ ۾ ان وقت پيش آيل انڌ وڌندڙ واقعن ۽ صورتحال ۾ پاڻ بہ "ماحول جي وهڪري" کي "درست" قرار ڏيندي هئي.

اهو درست آهي تہ ڪراچي ۽ حيدرآباد سميت سنڌ جي ڪيترن ئي اهم شهرن ۾ مختلف ملڪن، صوبن ۽ حصن مان لڏي آيل آبادي ۽ هتان جي مستقل قديم رهواسين جي وچ ۾ سياسي "هم آهنگي" يا "هم خيالي" جي کوٽ هئي پر اها بہ حقيقت آهي تہ ان طرف ڪنهن بہ ڌر جي طرفان سنجيدگي سان ڪوشش بہ نہ ڪئي وئي.

اهوئي سبب آهي جو ان وقت سنڌ جي سلجهيل قيادت جي طرفان جڏهن قومي جبر ختم ڪرڻ صوبا بحال ڪري صوبن کي خودمختياري ڏيڻ، سنڌي زبان کي قومي زبان تسليم ڪرڻ ۽ انعام توڙي نيلام ۾ ڏنل زمينون واپس وٺي مقامي سطح تي ترجي بي زمين هارين ۾ ورهائڻ جهڙا اهم بنيادي ۽ درست مطالبا ٿيڻ لڳا تہ جماعت اسلامي، علماءِ پاڪستان، مسلم ليگ ۽ ٻين رجعت پرست قوتن ۽ سندن حامي ميڊيا ان وقت بہ "فتوائون" ڏيڻ جو سلسلو برقرار رکيو.

سنڌ متحده محاذ يا جيئي سنڌ محاذ جي مقابلي ۾ مهاجر، پنجابي، پناڻ محاذ ڪڙو ڪيو ويو. نواب مظفر ۽ حافظ مبارڪ جهڙا معتصب ماڻهو ان محاذ جا ڪرتا ڌرتا هئا. ان محاذ جي طرفان نہ صرف سنڌ ۾ متحده محاذ يا جيئي سنڌ محاذ جي مخالفت ڪئي وئي پر پيپلز پارٽي کي بہ صرف سنڌين جي جماعت ۽ حڪومت قرار ڏئي ان جي خلاف پڻ واويلا مچائي وئي.

سچي ڳالهہ اها آهي تہ نہ تہ سائين جي ايم سيد يا حيدر بخش جتوئي ڪنهن بہ لساني برادري يا ثقافتي اقليت خاص ڪري اردو ڳالهائيندڙ آبادي جا مخالف هئا تہ نہ ئي پيپلز پارٽي انهن جي خلاف هئي. پر جيئن تہ مشرقي پاڪستان جي آزادي، ڪانپوءِ پهريون ڀيرو صوبا بہ بحال ٿي چڪا هئا تہ وفاقي سطح تي بہ پهريون ڀيرو سنڌ ۽ ننڍن صوبن جي نوجوانن لاءِ روزگار جا دروازا کلي سگهيا هئا. ان ڪري جيڪي قوتون هن وقت تائين مختلف ادارن ۾ نوڪريون حاصل ڪري هڪ هٽي ۽ سان مسلسل "مزا" وٺي رهيون هيون. انهن کي پنهنجا مفاد خطري ۾ نظر اچڻ لڳا. ٻئي طرف سنڌ جون ٻيون ڌريون جيڪي اهم قومي مسئلا اڀاري جيڪو ماحول

پيدا ڪري رهيون هيون، اُنهن پڻ هنن مفادپرست گروهن کي ضرورت کان وڌيڪ ”چرڪائي“ ۽ ڏيجاري ڇڏيو هو. ڇاڪاڻ جو سندن اکين جي اڳيان تازو ئي تازو بنگال آزاد ٿي چڪو هو.

1970ع جي عام چونڊن ۾ ڪراچي ۽ حيدرآباد مان پڻ پيپلز پارٽي کي ٻين جماعتن جي ڀيٽ ۾ گهٽائي سان سيٽون ٻہ مليون هيون تہ اردو ڳالهائيندڙ آبادي جي اڪثريت، خاص ڪري نوجوان نسل جي وڏي حمايت حاصل هئي. اها ڳالهہ پڻ ”هارايل“ متعصب ۽ مذهبي گروهہ کي هضم نہ ٿي رهي هئي، ان ڪري انهن سيني ”منفي“ ۽ متعصب ٽولن گڏجي نہ صرف سنڌ جي قومي حقن لاءِ جاکوڙيندڙ قيادت جي خلاف هاءِ گهوڙا برقرار رکي پر پيپلز پارٽي کي پڻ اردو ڳالهائيندڙن جي مخالف جماعت قرار ڏيڻ ۽ ثابت ڪرڻ لاءِ ننهن چوٽيءَ جا زور لڳايا.

مستقل مفاد اسٽيبلشمينٽ کي ٻيو ڇا گهرجي؟ سيني گڏجي نہ صرف سنڌي ۽ اردو ڳالهائيندڙن کي پاڻ ۾ ويڙهايو ۽ ”اردو ڪا جنازه هي ذرا ڌوم سي نڪلي“ جهڙي زهريلي پروپيگنڊا ڪري نفرتن کي ذهنن ۾ ايئن ويهاريو ويو جو اڄ تائين اهو ”ناسور“ ۽ ”ڦٽ“ ڀرجي نہ سگهيو آهي.

هڪ طرف مٿي بيان ڪيل ڌريون سنڌ کي ”نفرتن“ جي حوالي ڪرڻ، عوام ۽ نوجوانن کي پاڻ ۾ ويڙهائڻ ۽ هڪٻئي جو ”جاني دشمن“ ڇاڻائي سياست ۽ سياسي پروگرام جي بنيادن تي مخالفت ڪرڻ جي بدران، سنئون سڌو لساني ۽ نسلي بنياد تي پنهنجو سياسي ”قد“ ۽ ”ڪاٺ“ اڀارڻ ۾ مصروف هيون تہ بدقسمتي سان ڪجهہ اهڙا اڻ وڻندڙ واقعا اسان جي چند ”جذباتي نوجوانن“ کان پڻ ٿيا. يعني جيڪو ڪجهہ اسان جي خلاف پروپيگنڊا ۾ چيو پئي ويو، اسان جي دوستن جي ان غيرسياسي ۽ غير سنجيده حرڪت سان اهو وري ثابت پئي ڪيو ويو!!

هڪ واقعي ۾ پيپلز پارٽيءَ جي صوبائي وزير ”بديع الحسن زيدي“ کي همراهہ يا تہ ڄامشوري ڪٺي آيا هئا يا مٿس تشدد ڪيو ويو هو.

اهڙي طرح ٻئي واقعي ۾ وري عثمان ڪينيڊي کي بہ ڄامشوري ۾ وٺي آيا هئا.

اهڙي طرح ان کان ڪجهہ سال اڳ هڪ اڌ واقعو اهڙو بہ ٿيو جو هڪ اردو ڳالهائيندڙ نوجوان کي چماٽ هٺي، جيئي سنڌ چوڻ جو طريقو اختيار ڪيو ويو.

ان ڪانسواءِ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ جڏهن بہ اسٽوڊنٽس يونين جون چونڊون ٿينديون هيون تہ اردو ڳالهائيندڙ شاگردن جي لاءِ ”ماحول سازگار“ نہ هوندو هو.

هڪ سال جڏهن مير رسول بخش ٽالپر جو فرزند مير رفيق ٽالپر عرف پپو سنڌ يونيورسٽي ۾ اسٽوڊنٽس يونين جي صدارتي اميدوار طور بيٺو هو تہ ان موقعي تي پڻ اردو ڳالهائيندڙ هڪ ٻن شاگردن ۽ شاگرديائڻين سان سٺو سلوڪ ۽ رويو اختيار نہ ڪيو ويو هو.

اِهي اُهي تلخ حقيقتون آهن جن گڏجي ڪڏهن ڪنهن ڏُر وٺان تہ ڪڏهن ڪنهن ڏُر وٺان ”عمل ۽ ردعمل جو روپ اختيار ڪيو“.

سچي ڳالھ اھا آھي تہ ان وقت سنڌي ۽ اردو ڳالھائيندڙ ڪجھ بااثر اڳواڻ اھڙا ھئا، جيڪي دور انديشي کان ڪم وٺي ان ماحول کي "نارمل" ڪرڻ ۾ ڪردار ادا ڪري سگھن پيا پر جيئن تہ جيڪڏھن ھڪ طرف متعصب لساني محاذ، پيپلز پارٽي کي سنڌين جي جماعت ۽ حڪومت قرار ڏئي، ان جي مخالفت ڪري رھيو ھو تہ ٻئي طرف سنڌ متحده محاذ يا جيئي سنڌ محاذ وري پيپلز پارٽيءَ کي سنڌين جي مخالف جماعت ۽ حڪومت قرار ڏئي رھيا ھئا. يعني ٻئي محاذ، "پيپلز پارٽي جي مخالفت" ڪرڻ تي متفق ھئا. جڏھن تہ ٻنھي طرفان ٿيندڙ اھا مخالفت سنڌي ۽ اردو بنيادن تي سنڌ جي مستقل رھواسين ۾ غيرضروري ڇڪتاڻون پيدا ڪري رھي ھئي.

سنڌ جي نوجوانن ۽ عوام کي ورھائڻ ۽ ويڙھائڻ جي "نتيجن" کي ان وقت ڪنھن بہ اھميت نہ ڏني يا ان جي مستقبل ۾ ٿيندڙ نقصان جو ڪير بہ اندازو ۽ احساس نہ ڪري سگھيو!!

1972ع ۾ ٿيل ٻوليءَ جا فساد، ان سلسلي ۾ اھڙو بنياد بڻيا جو اڄ تائين اسان سڀ ڀوڳي رھيا آھيون، جڏھن تہ ڪيترائي بي گناھ ڪونڌر ان نفرت جو نشانو بڻجي رھيا آھن.

ايمانداريءَ جي ڳالھ آھي تہ ڇڪتاڻ ۽ تلخي جي ان ماحول ۾ صرف ڪامريڊ جتوئي ۽ جام ساقي ۽ سندن دوستن جي طرفان ڪوشش تہ ڪئي وئي پر اھا ڪوشش ناڪافي بہ ھئي تہ نفرت جي پڙڪايل ان باھ ۾ "بيڪ فائر" پڻ ٿيندي رھي. سياسي لحاظ کان ھنن دوستن کي "پائي، پائي" جا طعنا بہ ڏنا ويا تہ ڪين سياسي لحاظ کان ڪمزور ڪرڻ لاءِ پڻ نشانو بڻايو ويو. اڄ جون حالتون ان حقيقت جي تصديق ڪري رھيون آھن تہ ڪامريڊ جتوئي، جام ساقي، سائين باقر علي شاھ ۽ سندس ساٿين جو موقف درست ھو. ڪاش ٻنھي لساني برادرين جا سلجھيل ۽ دورانديش اڳواڻ بہ ان وقت بہ نہ صرف اھو موقف اختيار ڪن ھا پر بروقت گڏجي فعال ڪردار ادا ڪن ھا تہ اڄ شايد، شايد سنڌ ۾ وڌيڪ صحتمند ۽ انسان دوست ۽ سنڌ دوست ماحول مضبوط ھجي ھا!!

ھونئن نہ مخالفت ۽ حمايت جا معيار ۽ پيمانا پارٽين جا پروگرام ھجڻ کپن ۽ جماعتن جا منشور ھجڻ کپن. لساني يا مذھبي ۽ مسلڪي بنيادن تي مخالفت ڪرڻ يا حمايت ڪرڻ ۽ اھو بہ مستقل رھندڙ برادرين جي وچ ۾، ڪنھن بہ طرح نہ تہ انسان دوست رويو آھي نہ نہ ئي وطن دوست سياست جو درست "انداز" آھي.

اڄ جون حالتون ان حقيقت جو جيئرو جاڳندو ثبوت آھن. سنڌ ۾ رھندڙ اُھي خاندان ۽ برادريون جن جو مستقبل ھاڻي سنڌ سان وابستا ٿي چڪو آھي. انھن لساني برادرين جا ڪافي معاشي، اقتصادي، معاشرتي ۽ سماجي مفاد ساڳيا آھن. ساڳين مفادن جي لاءِ ھڪ ٻئي جو اعتماد حاصل ڪرڻ ۽ گڏجي جدوجھد ھلائڻ ۾ آخر ڪھڙي خرابي آھي؟؟ ھا، ممڪن ھا تہ ڪن مسئلن جي سلسلي ۾ ٽڪراءُ ھجي يا اختلاف ھجي، پر پوءِ بہ انھن اختلافي مسئلن کي پنھنجائپ جي جذبي سان، نيڪ نيتي سان صوبي يا عوام جي مفاد وٽان گڏجي ڪو بہ حل يا رستو ڪڍڻ ۾ آخر ڪھڙي بُرائي آھي؟؟ چا پلا اھو ضروري آھي تہ شروعات ئي اختلافي مسئلن

ڪان ڪجي؟؟ دراصل، مسئلو آهي ئي هڪبئي تي اعتماد ۽ ڀروسو ڪرڻ.

سنڌ ۾ نندي ڪنڌ جي ورهاڱي ڪان اڳ بہ ڪجهہ خاندان هتي لڏي آيا، اهڙي طرح پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان مان بہ ڪجهہ خاندان، گهڻو عرصو اڳي هتي لڏي آيا آهن.

هن وقت انهن خاندانن ۽ هتان جي قديم باشندن جي وچ ۾ ڪنهن بہ قسم جا ٽڪراءَ يا تضاد نہ آهن، پر ان جي باوجود جيڪڏهن هڪ طرف اهي خاندان اجا تائين بہ پنهنجو پاڻ کي "مڪمل طرح" سنڌ ڌرتيءَ سان پاڻ کي "منسوب" ڪرڻ،ڪان ڪيٻائي رهيا آهن ۽ "غيرصوبائي" سياسي قيادت کي محض برادريءَ ۽ لساني بنيادن تي پنهنجو سمجهي غلطي ڪري رهيا آهن تہ ٻئي طرف اسان جون قومپرست، عوام دوست ۽ ترقي پسند جماعتون پڻ انهن کي پنهنجين صفن ۾ شامل ڪرڻ لاءِ پنهنجو پاڻ کي ذهني طور تيار نہ ڪري سگهيون آهن.

سچي ڳالهہ اها آهي تہ اسان کي سمجهڻو پوندو تہ سنڌ جي حوالي سان قوم يا قوميت ڇا آهي؟؟ قومپرستي ۽ نسل پرستي ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ سنڌ دوستي ۽ عوام دوستيءَ جي معنيٰ ڪهڙي آهي؟ سنڌ جا مجموعي مفاد ڪهڙا آهن؟؟ سنڌ جي اجتماعي مفادن خاطر، ڪهڙي حڪمت عملي اختيار ڪرڻ گهرجي؟ سماج جون ڪهڙيون ڪهڙيون قوتون، سياسي جدوجهد ۾ اهم بنيادي ۽ صحتمند ڪردار ادا ڪري سگهن ٿيون؟

ڪٿي ايئن تہ نہ آهي جو ڄاڻائي يا اڻڄاڻائي ۾ اسان پاڻ نسل پرستي جو شڪار تي رهيا آهيون؟؟

پروگرام ۽ منشور جي بنياد تي، اتحاد، حڪمت عملي ۽ منظم جدوجهد ڪرڻ، اسان سڀني جي مفاد ۾ آهي.

چوندا آهن تہ "غلطيون ۽ تجربائي انسان جي "تربيت" ڪندا آهن". انڪري پنهنجين ماضيءَ جي غلطين، ڪچاين ۽ ڪوتاهين کي قبول ڪرڻ کي "ڪمزوري" نہ سمجهڻ گهرجي، پر ان مان سبق پرائي اڳتي وڌڻ گهرجي.

نسلي، لساني، مذهبي ۽ مسلڪي بنيادن تي جماعتون ناهڻ يا نوجوانن توڙي عوام جي تمام وڏي آبادي سان "لاتعلقي" جو رويو اختيار ڪرڻ ۽ پوءِ بہ ڪاميابي، آزادي يا انقلاب جا خواب ڏسڻ ڪنهن بہ طرح درست رويو نہ آهي ۽ اها هن وقت جي اهم ۽ بروقت تقاضا آهي تہ ان طرف سنجيدگي ۽ ذميداري سان نہ صرف ڌيان ڏنو وڃي پر باقاعدي عملي طور "اهڙين مثبت" قوتن ڏانهن رجوع ڪيو وڃي. ڇاڪاڻ جو اول ئي نہ صرف چڱو موچارو وقت هتان نڪري چڪو آهي پر ان راهہ ۾ سگهاريون "رڪاوٽون" پڻ پيدا ڪيون ويون آهن.

# نذير عباسي جي شهادت، ماڻڪ جي "جدائي" ۽ رفيق صفي کي سزا

او جي ڊي سي جي سُني پر "رولڙي" واري نوڪري کان تنگ ٿي، دوستن جي صلاح سان ڪراچي اليڪٽرڪ سپلاءِ ڪارپوريشن ۾ ٽريني ايگزيڪيوٽو انجنيئر جي حيثيت سان 1978ع ۾ ملازمت شروع ڪيم. ان وقت تائين هن اداري ۾ بہ ڪجهہ پنهنجا همراهہ روزگار جو حق حاصل ڪري چڪا هئا.

چيف انجنيئر سليم اڪبر صاحب جي ڪيل واعدن مان تہ ڪو بہ واعدو پورو نہ ٿيو پر الٽو هڪ سال جي ٽريننگ کي سوا سال، صرف ان بنياد تي ڪيو ويو تہ "هيءَ اڪيلو ڇو آهي؟" "هن کي، هن کانپوءِ اينڊڙ گروپ ۾ شامل ڪيو". هتي اها حقيقت عرض ڪيان تہ مونکان پوءِ واري گروپ ۾ ڪُل 22 انجنيئر هئا جيڪي مون کان اڍائي مهينا جونيئر هئا. پر جيئن تہ انتظاميا منهنجي ٽريننگ ٽن مهينن جي لاءِ وڌائي هئي، ان ڪري آءٌ ان سڄي گروپ کان 15 ڏينهن جونيئر ٿي ويس. 22 جي ان گروپ ۾ صرف هڪ ٻيو سنڌي لياقت علي کوجہ هو. اها مون سان ٻي ناانصافي هئي. ڀلا منهنجي اڪيلي هجڻ ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهہ هو؟؟ جڏهن تہ منهنجو تقريبن پنجن سالن جو تجربو پڻ نظرانداز ڪيو ويو هو.

1977ع ۾ ضياءالحق، شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جو تختو اونڌو ڪري چڪو هو. هيءَ 1978ع جو زمانو هو. ڀٽو جيل ۾ قيد هو ۽ قيد ۾ هڪ ڪتاب "جيڪڏهن مونکي قتل ڪيو ويو" لکيائين. ان شروعاتي دور ۾ ان ڪتاب تي بندش هئي ۽ اهو عام نہ ملندو هو. رفيق صفي منشي، ڪراچي اليڪٽرڪ سپلاءِ ڪارپوريشن ۾ انجنيئر بہ هو تہ آفيسر ايسوسيئيشن جو اهم اڳواڻ بہ هو. ڀٽي جو شيدائي هو/آهي. ان ڪري ڪي اي ايس سي جي انتظاميا، خاص طور تي هڪ، ٻن رٽائر فوجي آفيسرن سان تڪا، منا بحث بہ ڪندو هو. رٽائرڊ همراهن کي رفيق صفي جون اهي ڳالهيون هضم نہ ٿينديون هيون. ان ڪري هڪ ڏينهن اوچتو ڇاپو هڻي رفيق کي گرفتار ڪيو ويو. مٿس الزام هو تہ هو آمريڪي ايجنٽ آهي ۽ "ڪينوپ" جا راز آمريڪا وارن کي "وڪڻي" رهيو هو. ڪراچي نيوڪليئر پاور پلانٽ ناهيو ئي ڪئناڊا وارن آهي، ان ڪري ان جا راز جيڪڏهن آمريڪا وارن کي گهربل هئا تہ ان لاءِ ڪئناڊا کان سڄي معلومات سولائيءَ سان وٺي پئي سگهيا. ان ڪري انهن الزامن ۾ صداقت نظر نہ ٿي اچي. جڏهن تہ اصل ڏوهہ سندس ڀٽو حمايت هئي. اهو بہ ٻڌڻ ۾ آيو تہ رفيق صفي جي گاڏيءَ مان ان وقت "جيڪڏهن مونکي قتل ڪيو ويو" ڪتاب هٿ آيو هو. رفيق صفي کي اسپيشل ملٽري ڪورٽ مان 14 سال قيد جي سزا ملي، جيڪا هن ڪراچي جيل ۾ مڙسيءَ سان گذاري ۽ ايل ايل بي ۽ ايم اي سميت ڪيترائي ڪورس جيل مان پاس ڪري 8_9 سالن کانپوءِ آزاد ٿي آيو.

آزاديءَ کانپوءِ ائين آئيني ترميم جي ڪري رفيق صفي بہ نوڪري ڪرڻ

جو اهل نہ هو. ان کري محترم صبيح الدين احمد، حُسين شاهہ راشدي ۽ اقبال حيدر وارن سان گڏجي وڪالت شروع ڪيائين پر پوءِ جڏهن بينظير ڀٽو جي پهرين حڪومت اقتدار ۾ آئي تہ مخدوم امين فهيم کيس ڪراچي پورٽ ٽرسٽ ۾ ڊپٽي چيف انجنيئر جي عهدي تي رکيو. جتان جنرل مينيجر جي حيثيت سان رٽائر ڪيو اٿس.

هڪ ڏينهن ڪراچي جي يونيورسٽي روڊ واري پراڻي سبزي منڊي وٽ بينو هوس تہ اوچتو گهنشام جنهن ان وقت پاڪستان اسٽيل مل ۾ نوڪري هئي. گهنشام، نرنجن ڪمار جو وڏو ڀاءُ آهي. هي دوست راڌڻ جا رهواسي آهن. گهنشام ڏاڍو ڏڪل اداس ۽ پريشان هو. مونکي چيائين تہ "نذير عباسي کي ماري ڇڏيو اٿن" ۽ حميده کي گرفتار ڪرڻ جو خطرو آهي. حميده هن وقت گوليمار جي علائقي ۾ آهي، ان کي اتان ڪڍڻو آهي. تون ان سلسلي ۾ ڪجهہ ڪر".

مون گهنشام کي گڏ ڪنيو ۽ گوليمار پهتاسين. جتان حميده، نذير عباسي جي والده محترمہ ۽ 9 مهينن جي "زرقا" يا موتيا کي گاڏيءَ ۾ ويهاري نارٿ ڪراچي پنهنجي گهر وٺي آيس. شايد رمضان شريف جو مهينو هو. نذير جي والده مسلسل روئي رهي هئي، جڏهن تہ حميده کيس دلاسا ڏئي رهي هئي تہ "امان اها خبر ڪوڙي هوندي". حقيقت ۾ حميده کي نذير عباسي جي شهادت جي سچي خبر نذير جي ڀيٽيوي ٻڌائي هئي، جنهن کي ايجنسين جا اهلڪار پاڻ لاش ۽ قبر ڏيکارڻ جي لاءِ وٺي ويا هئا.

نذير جي والده ۽ حميده جي ذهني ڪيفيت انتهائي جهوريندڙ هئي. جڏهن تہ مونکي پاڻ کي ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ آخر نذير عباسي کي ايئن ماري ڇڏڻ جا واقعي ايترو آسان آهي؟؟

نذير عباسي جي والده، حميده ۽ زرقا، اسان وٽ هفتو کن هيون. ان ڪانپوءِ پنهنجي رضا ۽ خوشيءَ سان جتي حميده چيو اُتي آءٌ کين ڇڏي آيس. ان ڪانپوءِ بہ ٻن ٽن ڏينهن لاءِ وري بہ حميده اسان وٽ گهر آئي پر آءٌ اڄ تائين اُهي ڏکوئيندڙ ڏينهن وساري نہ سگهيو آهيان ۽ نہ ئي ان وقت جي 9_10 مهينن جي "موتيا" جي بيچيني ۽ روئڻ کي ذهن مان ڪڍي سگهيو آهيان.

نذير عباسي نہ صرف اسان جو ويجهو دوست ۽ نظرياتي ساٿي هو پر سچ پچ تہ پنهنجي حياتي پنهنجي آدرش لاءِ ارپي ڇڏي هئائين. ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ شهيد، انتهائي "مضبوط اعصابن" جو مالڪ بہ هو تہ عملي انسان پڻ هو.

نذير عباسي، سنڌ ۽ ملڪ جي انهن انتهائي چند بهادر ۽ نادر ساٿين مان هو جن جي المناڪ "شهادت" جو درد ڪيترن ئي ساٿين کي زندگي پر ستائيندو رهندو.

هڪ ڏينهن صبح جو سوير جيئن ئي آءٌ ڪي اي ايس سي جي گول مارڪيٽ ناظم آباد واري پنهنجي آفيس پهتس تہ نوابشاهہ فون ڪيم تہ منير احمد ماڻڪ جي "وصال" جي غير متوقع، اوچتي ۽ ڏکوئيندڙ خبر پيم. منير احمد ميمڻ جيڪو "ماڻڪ" جي نالي سان لکندو هو ۽ پنهنجو مٽ پاڻ هو. لکڻين ۾ هن جو

منفرد انداز تڪراري بہ هو تہ وٽندڙ ۽ چرڪائيندڙ بہ هو. سماجي مسئلن ۽ سياسي قومي توڙي نظرياتي مسئلن ۽ مونجهارن تي "تنقيدي" لکڻيون ۽ سگهارو موقف اختيار ڪرڻ، "ماڻڪ" جي خوبي هئي.

ماڻڪ پڙهيل ڳڙهيل، مائيٽو، ماڻهن جي ڳاهٽ ۽ "پيهہ" کان لهرائيندڙ، عجيب قسم جو دانشور هو.

"ماڻڪ" پهريائين تعليمي ادارن ۾ استاد رهيو، ان کانپوءِ ڪافي وقت سوويت يونين جي "ايوان دوستي" جي ڪراچي واري آفيس ۾ ملازمت بہ ڪندو رهيو. پر سوويت يونين جي حالتن ۽ آفيس جي ماحول مان سٺو سيڪڙو خوش ۽ مطمئن نہ هو. ايوان دوستي مان فارغ ٿيڻ کانپوءِ ترجما بہ ڪندو هو تہ پنهنجون لکڻيون بہ لکندو هو تہ ليکڪن ۽ اديبن سان لهہ وچڙ ۾ بہ هوندو هو. نثار حسيني، شوڪت شورو، مشتاق شورو، مدد علي سنڌي، حميد سنڌي، انور پيرزادو، ميرٿيبو، ارباب کهاوڙ، قاسم پٿر، ممتاز مهر، قمر شهباز، نياز همايوني، طارق اشرف، امداد حسيني ۽ علي بابا سميت ان وقت جي تقريبن سڀني اديبن، شاعرن، دانشورن ۽ ليکڪن سان سندس سُني "ڏيٺ_ويٺ" هئي.

"ماڻڪ"، ٿلهي ليکي "اگهاڙو سچ" لکڻ لاءِ مشهور هو. ماڻڪ جو والد محترم محمد ادريس پڻ روشن خيال ۽ ترقي پسند انسان هو.

نوابشاهہ ۾ جڏهن بہ منير احمد ايندو هو تہ سائين رشيد صاحب استاد منظور حسين قريشي، سائين الله بخش پنيري، شهمير خان بنگوار، قاضي عبدالخالق ۽ محمد يعقوب جتوئيءَ سان ضرور ملاقات ڪندو هو.

مٿين دوستن ۽ بزرگن وٽ وڃڻ کان اڳ گهڻو ڪري مون وٽ ايندو هو ۽ اسان گڏجي ويندا هئاسون. سندس عجيب طبيعت هئي، مين رستي تي هلڻ جي بدران گهڻو ڪري ننڍين گهٽين مان گذرڻ کي ترجيح ڏيندو هو. گهٽ ڳالهائو ۽ گهڻو ٻڌندڙ هو، پر پنهنجو موقف يا راءِ اهڙي انداز، دليل ۽ منطق سان بيان ڪندو هو، جو اڳلو پڻ "ويچارڻ" لاءِ مجبور ٿي ويندو هو.

منير احمد ماڻڪ جي لکڻين ۾ قوم پرستي بہ آهي تہ انسان دوستي بہ آهي. سماجي مسئلن تي بہ لکيو اٿس تہ بين الاقوامي معاشي ۽ اقتصادي حالتن تي بہ ٽيڪا ٽپڻي ڪئي اٿس.

منير احمد ماڻڪ، سياسي لحاظ کان پنهنجو هڪ جدا موقف بہ رکندو هو ۽ وقت جي ڪنهن بہ هڪ سياسي جماعت کي سٺو سيڪڙو درست نہ سمجهندو هو.

ان سلسلي ۾ سندس راءِ اها هئي تہ "بين جي پيٽ ۾ ڪميونسٽ پارٽي وارا ڪجهہ بهتر آهن". پر هنن سان بہ سٺو سيڪڙو متفق نہ هوندو هو. بيروزگار هجڻ جي ڪري ۽ اڪيلائي محسوس ڪرڻ جي ڪري، پاڻ هن سسٽم مان بيزار بہ هو تہ پنهنجي زندگيءَ مان خوش يا مطمئن بہ نہ هو. ڪوڙ، منافقت ۽ انسان دشمني، هن جي ذهن ۽ سوچ جي بہ دشمن هئي. ان ڪري وڪالت جو امتحان ۽ ايم اي جو امتحان پاس ڪرڻ جي باوجود وڪالت ڪرڻ لاءِ پاڻ کي ذهني طور تيار نہ ڪري

سگھيو.

نوابشاھہ ۾ ميڊيڪل اسٽور ڪوليائين ڪٿي ماڻڪ تہ ڪٿي دوڪانداري؟!! ھاءِ زندگي!! ھڪ ڏينھن شام جو معمول مطابق دوڪان تي ساڍين ملڻ ويس، پاڻ ڪو نہ ھو. سندس پاءُ ٻڌايو تہ سامھون گھٽيءَ مان ايندو ھوندو. آءٌ بہ ساڳي گھٽيءَ ۾ اڳتي وڌيس تہ ڏسان تہ واقعي اچي پيو. گڏجي اچي ھوٽل تي ويناسين. ڪلاڪ کن ۾ ٻہ چاھيون پيتائين. ان دوران عبدالواحد بروھي بہ اسان سان اچي شامل ٿيو ھو.

ان کان پوءِ ٻئي ڏينھن تي وري جڏھن شام جو ملياسين تہ ھُن ھڪ اھڙي ڳالھہ ٻيھر ٻڌائڻ شروع ڪئي جيڪا گذريل ڏينھن اول ئي ٻُڌائي چڪو ھو. مونکي کيس چيو تہ اوھان اھا ڳالھہ ڪالھہ ٻڌائي ھئي، ان تي چيائين تہ "نہ، پاڻ ڪالھہ ڪٿي مليا ھئاسين؟" مون کيس ياد ڏياريو ۽ عبدالواحد بروھيءَ جي گڏجي ويھڻ جي يادگيري پڻ ڏياري. ان تي چوڻ لڳو تہ "دراصل ڪالھہ "ڊائيزيپام" جون پنج گوريون کائي ستو ھوس، ان ڪري مونکي انھن جو 'نشو" ھو!!"

آخري ڏينھن ۾ البرٽ ڪاميو جو "نطشي" ۽ ٻين "وجوديت پسند" ليکڪن جون لکڻيون بہ پڙھندو ھو.

روزگار يا ملازمت جي لاءِ ويجھن دوستن کي بہ چوندو ھو پر ڪير بہ بروقت سندس ذھني ڪيفيت جو صحيح اندازو نہ لڳائي سگھيو ۽ ڪنھن بہ سندس مدد نہ ڪئي. افسوس جو اسان ھڪ انتھائي حساس، جذباتي، منفرد دانشور ۽ انسان دوست انسان وڃائي ويناسين.

اطلاعن مطابق، آخري ڏينھن تي سندس گھرواريءَ ماڻڪ لاءِ "چانھہ" ٺاھي، کيس ننڊ مان اٿاري صبح جو پاڻ اسڪول پڙھائڻ وئي تہ پنيان اڪيلائي ۾ منير احمد کو اھڙو ڪيميڪل ڪاڌو يا پيتو جو سندس سيني مان "ماڻڪ" موڪلائي ويو!!

ماڻڪ کي علي جي نالي سان ھڪ پُٽ آھي جيڪو نوابشاھہ ۾ تعليمي شعبي سان لاڳاپيل آھي. شادي شده ۽ ٻچڙيوال آھي ۽ پنھنجي والده جي اکين جو نور آھي، تمام سلڇڻو، ايماندار، باڪردار ۽ صابرين آھي پر "ماڻڪ" جو نعم البدل اجا تائين سنڌ ۾ ظاھر نہ ٿي سگھيو آھي.

ماڻڪ، شاگرد اڳواڻ بہ رھيو تہ استاد بہ ٿيو تہ ھڪ دانشور ۽ اديب جي حيثيت سان منفرد مقام بہ حاصل ڪيو. پر اڪيلائي جي احساس ۽ سماجي دٻاءَ کي شڪست نہ ڏئي سگھيو. ماڻڪ، اسان لاءِ "ھڪ ڏک" ۾ ڪيترائي سوال ۽ سبق ڇڏي ويو آھي پر ڇا اسان انھن تي ڪڏھن غور بہ ڪيو آھي؟؟

# 1972ع جا فساد ۽ سائين جي ايم سيد سان ملاقات

سنڌ اسيمبليءَ 1972ع ۾ سنڌي زبان کي بہ سرڪاري زبان جي حيثيت سان رائج ڪرڻ ۽ تعليمي ادارن ۾ پڙهائڻ جي سلسلي ۾ جيڪو بل پاس ڪيو هو سو جيتوڻيڪ نہ تہ اهڙو هڪ طرفو بل هو، جنهن ۾ ڪنهن بہ ٻيءَ لساني برادري سان ڪا زيادتي يا زبردستي پئي ٿئي ڇاڪاڻ تہ اهو بل حقيقي معنيٰ ۾ قومي ٻولي جي گهُرجن ۽ تقاضائن جي سئو سيڪڙو پورائي ڪندڙ بل نہ هو پر انهن حالتن ۾ ان بل کي "هڪ وک اڳتي" قرار ڏئي سگهجي پيو.

ڪيترين ئي سنجيده، ذميندار ۽ باخبر سياسي ڌرين ۽ سياسي اڳواڻ اها دعويٰ ڪندا رهندا آهن تہ موجوده "متحده قومي موومينٽ" ۾ تبديل ٿيندڙ مهاجر قومي موومينٽ کي جنرل ضياءُ الحق، غوث علي شاهہ، مقتدر قوتن ۽ ايجنسين ڄاڻي واڻي پيدا ڪيو ۽ پاليو تہ جيئن پيپلز پارٽي جي سياسي قوت ۽ ڪاٻي ڌر جي متحرڪ قوتن کي سولائي سان جذباتي نعري بازي جي بنيادن تي ورهائي، ويڙهائي ڪمزور ڪجي تہ ساڳي وقت ڪراچي شهر تي ڇانيل جماعت اسلامي جي بلدياتي بالادستي کي پڻ "ڍاهي" سگهجي.

"سياسي پنڊتن" جي ان دعويٰ ۾ ڪيتري صداقت آهي، ان باري ۾ تہ بحث ڪري سگهجي ٿو پر ان حقيقت کان انڪار نٿو ڪري سگهجي تہ "ايم ڪيو ايم" کان اڳ، انهن جي ساڳي سياست، ان وقت ڪراچي ۽ حيدرآباد سان وابسطہ جماعت اسلامي جا عهديدار اڳواڻ ۽ چونديل نمائندن توڙي جمعيت علماءِ پاڪستان سان وابسطہ سرگرم اڳواڻ ۽ چونديل نمائندا ڪندا هئا. ڪراچي جي عوام يا اردو ڳالهائيندڙ لساني برادريءَ جي حوالي سان، ان وقت ظهور الحسن ڀوپالي، فريد الحق، پروفيسر غفور ۽ ٻين اڳواڻن جون اسيمبلي ۾ ڪيل تقريرون ان حقيقت جو ثبوت آهن تہ پنهنجي جماعتن سان وابسطہ ۽ ڪراچي، حيدرآباد سان واسطو رکندڙ چونديل نمائندا بہ ان وقت "لساني سياست" بہ ڪندا هئا تہ "پنهنجي عقيدن" جو سهارو پڻ وٺندا هئا.

1972ع واري ٻوليءَ جي بل ۾ اهڙي ڪا بہ "شق" يا ڳالهہ نہ هئي، جنهن سان ڪنهن بہ برادريءَ جي بنيادي حق تلفي ٿيندي هجي پر پوءِ بہ نہ صرف هنن نيم مذهبي ۽ لساني بنيادن تي چونڊجي آيل همراهن اهڙي تہ ٻاهہ ٻاري ڇڏي جو ڏسندي ئي ڏسندي سنڌ جا اهم شهر "نفرت"، تشدد ۽ قتل و غارت گيري جا دل ڏاريندڙ منظر پيش ڪرڻ لڳا.

ان "اِنسان ڪُش" "سنڌ دشمن" لساني باهہ کي "رئيس امروهي" جهڙن "نام نهاد" دانشورن ۽ شاعرن پڻ "خوب مچايو".

اهم اردو اخبارن جا ٻاهريان اهم صفحا چئني پاسن کان "اردو ڪا جنازه هي ذرا ڌم سي نڪلي" جهڙن نفرت انگيز شعرن سان ڪاري حاشي ۾ ڇاپيا ويا ۽ اهڙي طرح ٻرندڙ ٻاهہ تي تيل هارڻ جو ڪم ڪيو ويو ۽ عوام کي گمراهہ ڪيو ويو.

ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ ڪيترائي سنڌي، ملازم، شاگرد، استاد ۽ نوجوان ان نفرت جو نشانو بڻايا ويا. جڏهن تہ ردِ عمل ۾ معمولي جاني نقصان ٻيءَ ڌر جو پڻ ٿيو ۽ اهڙي طرح "مستقل مفاد" قوتن جيڪو چاهيو پئي اهو ٿي گذريو.

سنڌ جي صوبائي حڪومت سان گڏوگڏ ذوالفقار علي ڀُٽي کي پاڻ ان ٻرندڙ باهہ کي وسائڻ لاءِ مداخلت ڪرڻي پيئي. قاضي فيض محمد، شيخ اياز ۽ ٻين اهم شخصيتن سان صلاح ڪئي ويئي تہ اهڙي طرح ٻيءَ ڌر سان واسطہ ڪجهہ سياستدانن ۽ شاعرن سان بہ رابطا ڪيا ويا ۽ اهڙي طرح ان باهہ کي ٿڌو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.

ذوالفقار علي ڀُٽي، ان سلسلي ۾ سائين جي ايم سيد سان پڻ رابطو ڪيو ۽ کيس ان سلسلي ۾ ٿيندڙ گڏجاڻي ۾ شرڪت ڪرڻ جي دعوت ڏني پر سائين اسلام آباد وڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

سچي ڳالهہ اها آهي تہ هن ٻل جي آڙ ۾ سنڌي نوجوانن ۽ عوام جو جيڪو جاني ۽ مالي نقصان ڪيو ويو ۽ جهڙي قسم جو "زهريلو ماحول" پيدا ڪيو ويو هو، ان ۾ "هوش" کان ڪم وٺڻ جي گنجائش ئي نہ رهي هئي.

جاني ۽ مالي نقصان جي نتيجي ۾ ڇڪتاڻ، دشمني ۽ انتقام جو اهڙو تہ ماحول پيدا ٿي چڪو هو جو "سنڌي ـ اردو" ڇڪتاڻ نہ چاهيندڙ سياسي اڳواڻ، دانشور ۽ شاگرد بہ يا تہ خاموش رهڻ تي مجبور ٿيا يا "پاڻ بہ هوا جي رخ ۾ هلڻ لڳا".

آءُ، شاهہ محمد شاهہ، عزيز ٻنگوار ۽ سڪندر ٻنگوار انهن ئي ڏينهن ۾ سڪرنڊ کان ننڍي محرابپور آيا سين ۽ اتان ٻيڙيءَ ۾ چڙهي سن پهتاسين.

انهن حالتن جي سلسلي ۾ سائين جي ايم سيد چيو هو تہ "اوهان ان باهہ ۾ حصو نہ وٺو".

"ڏسون تہ پيپلز پارٽي ٻيءَ ڌر سان ڇاتي ڪري"؟ ۽ "آخر حالتون ڪهڙو رُخ ٿيون اختيار ڪن"؟ ان وقت سڪندر وٽ پستول هو. سائينءَ "اسانکي هدايت ڪئي تہ "پاڻ سان هٿيار بہ نہ کڻون". پوءِ مثال ڏيندي چيائين نہ "ڪالهہ جڏهن منهنجي هٿ ۾ بہ بندوق هئي، تہ ان وقت هڪ ڪتو اچي سامهون گذريو تہ منهنجي دل بہ چيو تہ بندوق هڻي ڪڍانس. پر پوءِ خيال آيو تہ ماٺهو چا چوندا تہ هن "پربي مڙس" بہ هرو پرو ڪُتي کي ماريو آهي. "ان ڪري هٿيار نہ کڻو، هٿيار هٿ ۾ هوندو تہ استعمال ڪرڻ کان رهي نہ سگهندئو".

سائين جي ايم سيد جي پنهنجي سوچ هئي ۽ پنهنجي راءِ هئي. جنهن ۾ اسان کي اعتراض جهڙي ڪا بہ ڳالهہ نظر نہ آئي.

ان موقعي تي مون سائين کي عرض ڪيو تہ سائين اوهان جا خير بخش مري، عطاءُ الله مينگل، غوث بزنجي ۽ اڪبر خان بگٽي سان سُٺا تعلقات آهن، اوهان جيڪڏهن هن موقعي تي انهن سان ملاقات ڪندئو تہ ان جا بہ سُٺا اثر پوندا، ڇاڪاڻ جو هڪ طرف دهشتگرد جڏهن ڏسندا تہ سنڌي ۽ بلوچ قيادت گڏ آهي تہ اهي بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ "ماٺا" ٿيندا، ٻيو تہ بلوچ ۽ سنڌي عوام ۽ نوجوان پڻ ان سلسلي ۾ هڪ ٻئي سان "سهڪاري" رويو اختيار ڪندا.

سائين انهن ڏينهن ۾ "بلوچ قيادت" کان مايوس هو. ان ڪري صرف ايترو چيائين تہ اهي پنهنجي "مطمع نظر" تان ڦري ويا آهن.

ان موقعي تي سائين مونکي "جيئڻ ڏنو آهہ مون" جي هڪ ڪاپي پڻ عنايت ڪئي هئي.

پر اسان کي خاموش رهڻ جي هدايت ڪرڻ جي باوجود چئن پنجن ڏينهن کانپوءِ جڏهن سائين جي ايم سيد پاڻ سنڌ جو "طوفاني" دورو شروع ڪيو تہ اسانکي ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ آيو تہ حالتون ڪيڏانهن وڃي رهيون آهن.

بدقسمتي سان ان دوري دوران سائين تي بم حملو بہ ڪيو ويو پر خوش قسمتي سان سائين کي تہ ڪو بہ نقصان نہ پهتو پر سندس هڪ عقيدتمند "پراچہ" پنهنجي جان قربان ڪري ويئو.

سائين دورو ڪندي جڏهن شاهپور چاڪر پهتو تہ کيس گرفتار ڪري "نظربند" ڪيو ويو.

ان کانپوءِ آهستي آهستي حالتون "نارمل" ٿيڻ لڳيون پر لکين يا ڪروڙين "ديس واسين" جي دلين ۽ ذهنن کي جنهن انداز سان هڪ ٻئي جو دشمن بنايو ويو، ان مان اسان اڃاتائين ڇوٽڪارو حاصل نہ ڪري سگهيا آهيون.

P N A جي تحريڪ دوران بہ ڪراچي جيڪو ڪردار ادا ڪيو ۽ جن بنيادن تي پيپلز پارٽي جي حمايتن تي حملا ڪيا ويا. اهو پڻ ان سلسلي جي هڪ ڪڙي هئي.

1972ع جي لساني جهيڙن جي شروعات لساني ۽ مذهبي بنيادن تي سياست ڪندڙ رجعتي قوتن ڪئي. جڏهن تہ "مستقل مفاد". پٺتو دشمن قوتن. انهن کي زبردست "هٿي وٺرائي".

مهاجر، پنجابي پنان محاذ، ممتاز جُنيدي ۽ عثمان ڪينيدي اُن وقت حيدرآباد ۾ اردو ڳالهائيندڙ آبادي ۽ نوجوانن کي "ڪيڏائڻ" مصروف هئا. هونئن تہ ڪراچي، حيدرآباد، لطيف آباد، سکر ۽ ميرپورخاص ۾ ڪيترن ئي سنڌي ملازمن، شاگردن، نوجوانن ۽ ڳوٺاڻن جو "جاني ۽ مالي" نقصان ڪيو ويو پر پاليٽيڪنڪ ڪاليج حيدرآباد ۾ عبدالرزاق سومرو کي شهيد ڪرڻ جي دردناڪ واقعي سڄي سنڌ کي جهوري وڌو هو. جنهن کي اسدالله انصاري ۽ سندس ٻئي ساٿي جيڪو پڻ انصاري هو. "خنجرن" جا وار ڪري شهيد ڪيو ويو هو. ٻئي مجرم ان ڪاليج جا شاگرد هئا......!!!

انهن لساني فسادن جي ردِ عمل ۾ دادو ۽ لاڙڪاڻي ۾ بہ ٽي اهڙا جوابي واقعا ٿيا هئا جن ۾ ٻيءِ ڌر کي پڻ جاني ۽ مالي نقصان پهچايو ويو هو. پر سڄي ڳالهہ اها آهي تہ حقيقت ۾ اها سڄي ڪارروائي "هڪ طرفو" منظر پيش ڪري رهي هئي تہ حڪومت بہ پيپلز پارٽيءَ جي ئي ڪمزور ٿي رهي هئي......!!!!

مدر ٽيريسا جو هڪ قول آهي تہ "اَن جي اڻاٺ نہ، پر محبت جي ڏُکر ڪري ماڻهن جو موت ٿئي ٿو". ممڪن آهي تہ اها چوڻي درست بہ هجي پر اها بہ بهرحال هڪ حقيقت آهي تہ "وحشياڻيون حالتون ئي وحشاڻي روين کي جنم

ڏينديون آهن". جڏهن تہ اهو پڻ سچ آهي تہ "نفرت، نفرت سان ختم نہ ٿي ڪري سگهجي پر صرف محبت سان ئي مِٽائي سگهبي آهي".

پر جتي رياستي ادارا ۽ مستقل مفاد قوتون گڏجي پاڻ "ڪاروباري طبقي" جي شڪل اختيار ڪن ۽ پنهنجن ناجائز مفادن کي بچائڻ لاءِ بيو سڀ ڪجھ داءَ تي لڳائڻ لاءِ تيار هجن تہ اتي عوام ۽ صرف عوام جي گڏيل اجتماعي طاقت سان ئي بهتر تبديلي آڻي سگهجي ٿي.

اسانجي ملڪ جون جيڪي حالتون اڄ آهن، ان جا مکيہ ڪارڻ اهي ئي آهن يعني رياستي ادارن ۽ مستقل مفاد قوتن هڪ طرف پنهنجي "نيٽ ورڪ" کي وڏيڪ ڦهلايو آهي، وڌيڪ مستحڪم ڪيو آهي ۽ وڌيڪ فعال بڻايو آهي تہ ٻئي طرف لساني، نسلي، مذهبي ۽ مسلڪي بنيادن تي عوام ۽ نوجوانن کي هڪ ٻئي جو خون وهائڻ ۾ مصروف رکيو آهي تہ ٽئين طرف اين جي اوز ۽ ڪرپشن ڪلچر پيدا ڪري نظرياتي، مخلص ۽ عوام دوست قيادت جي رستا روڪ ڪئي ويئي آهي. اهو ئي سبب آهي جو مجموعي حالتون صحتمند ۽ انقلابي تبديلي جي لاءِ سازگار هجڻ جي باوجود قيادت جي "اڻ هوند" جو احساس پڻ وڏي پيماني تي محسوس ٿي رهيو آهي. جڏهن عالمي سطح تي وري ملٽي نيشنل ڪمپنين جا محافظ حڪمران قابض آهن.

ڇا اها حقيقت نہ آهي تہ هن وقت وفاقي ۽ صوبائي حڪومتون ڪٿي مفلوج ۽ يرغمال آهن تہ ڪٿي وري غير فعال ۽ بليڪ ميلنگ جو شڪار آهن. جڏهن تہ اڪثرتي عوام، نوجوانن، عورتن، ملازمن، شاگردن، پورهيتن، غريب شهرين توڙي ڳوٺاڻن جا بنيادي، معاشي، سماجي ۽ معاشرتي مسئلا ڏينهون ڏينهن وڌيڪ شدت اختيار ڪري رهيا آهن. عوام ۽ رياستي ادارن جي وچ ۾ وڇوٽيون آهن. حڪومت ۾ شامل جماعتون، اڪثريتي عوام جا اهم ۽ بنيادي مسئلا حل ڪرڻ جي اهليت جي قابل ٿي نہ رهيون آهن....؟؟؟

عوام جي انهن بنيادي ۽ اهم مسئلن جو رخ موڙڻ لاءِ ڪٿان "جاگرافيائي تبديلين" جي لاءِ اشارا ڪيا پيا وڃن تہ ڪٿان وري "طالبانائيزيشن" جا خواب پيا ڏيکاريا وڃن. يعني عوام کي اجتماعي حيثيت سان مختلف آسرن ۽ نعريبازي ۾ الجهايو ۽ وندرايو پيو وڃي....!!!!!

جيڪي ڏريون ڄاڻائي يا اڻ ڄاڻائي ۾ عوام، نوجوانن ۽ معاشري جي مختلف حصن جي معاشي، اقتصادي، سماجي، معاشرتي ۽ بنيادي مسئلن تي واضع موقف اختيار ڪري. موثر تحريڪ هلائڻ جي بدران مبهم مذهبي نوه بازي يا لساني بنيادن تي ٽيندڙ سياست ڪري رهيون آهن، اهي عوام جون دوست نہ آهن. ان ڪري جيترو جلد عوام، نوجوان ۽ معاشري جا مختلف حصا انهن "نعره باز قوتن" کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري پاڻ صحتمند، جمهوري ۽ عوام دوست انقلابي سياست ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪندا اوتروئي جلد رياست جي سيني "اسٽيٽس ڪو" قوتن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندا.

# روڊ حادثي ۾ ڊاڪٽر واجد علي علوي جو انتقال، ايسوسيئيشن جون چونڊون ۽ نصرت پٽوجي مانءُ ۾ آجياڻو

1986_87ع ۾ ڪراچي اليڪٽرڪ سپلاءِ ڪارپوريشن جي هڪ انجنيئر عبدالرحيم سمي جي ڀاءُ جي شادي ۾ شرڪت لاءِ ڊاڪٽر واجد علي علوي، مسعود پيرزادو، رشيد ابراهيم ۽ هڪ ٻيا دوست هڪ ڏينهن شام جو سپر هاءِ وي تي حيدرآباد ڏانهن وڃي رهيا هئا. گاڏي ڊاڪٽر علوي صاحب جي هئي جيڪا هو پاڻ هلائي رهيو هو تہ جاشموري ڪان اڳ سندن گاڏي سان حادثو پيش آيو. گاڏي قلابازيون کائيندي رستي کان هيٺ هلي وئي. مسعود پيرزادي ۽ رشيد ابراهيم کي معمولي زخم رسيا پر ڊاڪٽر واجد علي کي دماغ وارو اهڙو خراب ڌڪ لڳو جو هو جانبر نہ ٿي سگهيو ۽ گذاري ويو.

مسعود پيرزادي جي بقول حادثي کانپوءِ هنن ڪيترين ئي ايندڙ ويندڙ گاڏين ۾ سفر ڪندڙ همراهن کي مدد ڪرڻ لاءِ هٿ ٻڌي بہ اشارا ڪيا پر ڪنهن بہ بروقت مدد نہ ڪئي. ان کانپوءِ ڪنهن طرح هو لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄامشورو پهتا ۽ عبدالرحيم سمي سميت مختلف دوستن ۽ عزيزن سان رابطو ڪيائون ۽ انهن جي مدد سان ڪراچي واپس پهتا پر ان دوران ڊاڪٽر واجد علي علوي جهڙي مخلص ۽ سٺي ساٿي کان محروم ٿي ويا.

ڊاڪٽر واجد علي علوي جينوئيڪ اردو ڳالهائيندڙ هو، پر سچ پچ تہ هن شخص کي اي ايس سي ۾ هر وقت ۽ هر سطح تي اسان جي همت افزائي ڪئي، ساٿ بہ ڏنو تہ ڪنهن جي مخالفت يا ناراضگي جي پرواهہ بہ نہ ڪيائين. مرحوم ڊاڪٽر نسلي ۽ لساني فرقيواريت کان مٿانهون شخص هو. بنا ڪنهن تفريق ۽ تفاوت جي سينئي آفيسرن ۽ ملازمن جي خدمت ۽ وڪالت ڪندو هو.

ان زماني ۾ ڪي اي ايس سي جي ٽريننگ سينٽر جو پرنسيپال ايس اي ترمذي صاحب هو. ٽريني انجنيئر توڙي ڊپلوما هولڊرس ۽ ٻين ٽيڪنيڪل ڪيڊرس جي ڀرتي ان ٽريننگ سينٽر جي معرفت ٿينديون هيون. ٽريننگ سينٽر جو پرنسيپال ان سلسلي ۾ "آل ان آل" هوندو هو. ڀرتيءَ جي سلسلي ۾ پنهنجي پسند جي ڪميٽي نامزد ڪندو هو جيڪا بظاهر تحريري ٽيسٽ بہ وٺندي هئي تہ انٽرويو بہ وٺندي هئي پر اهو سڄو "هٿ ناٽ" ۽ "ڊرامو" هوندو هو. "ترمذي" صاحب ڏاڍو ڙڪو ۽ متعصب آفيسر هو ۽ سالن جا سال ٽريننگ سينٽر جو انچارج هيو.

اسان بہ ٽي دفعا ڊاڪٽر واجد علي علوي کي مجبور ڪري ايس اي ترمذي صاحب سان گڏجاڻي ڪئي ۽ ڪيس ڏاڍو قائل ۽ مائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ ٽريني انجنيئرس ۽ ڊپلومان هولڊرس جي تحريري ٽيسٽ ۽ انٽرويو جي دوران ڪجهہ "سنڌين" کي بہ پاس ڪري روزگار جو حق/موقعو ڏنو وڃي. ڊاڪٽر واجد علي جي اڳيان تہ ترمذي صاحب خاموش رهندو هو ۽ راضي هجڻ جو تاثر ڏيندو هو پر جڏهن بہ

نتيجا ظاهر ٿيندا هئا تہ انهن ۾ اسان "نموني طور" بہ شامل نہ هوندا هئاسين.
ڊاڪٽر واجد علي علوي خوش مزاج ۽ اهڙو تہ انسان دوست ڊاڪٽر هوندو هو جو K.E.S.C جي ملازمن ۽ آفيسرن جو علاج ڪرڻ فرسٽ ايڊ ڏيڻ يا ڪنهن اسپتال ۾ داخل ڪرڻ لاءِ ليٽر ڏيڻ لاءِ سندن گهر پهچڻ ۾ بہ دير نہ ڪندو هو.
ڪي اي ايس سي جي انتظاميا جي ڪجهہ عملدارن کي ڊاڪٽر علوي جي سوچ تي ڏاڍي خار ايندي هئي، خاص ڪري سنڌي آفيسرن سان اتحاد ڪري آفيسرس ايسوسيئيشن کي صحتمند بنيادن تي هلائڻ واري پاليسي انهن متعصب عملدارن کي ڏاڍو چُڀندي هئي جن جو تعلق سنڌ سان نہ هوندو هو.
انڪري جڏهن ڊاڪٽر واجد علي علوي جو روڊ حادثي ۾ اوچتو ۽ افسوسناڪ انتقال ٿيو تہ متعصب انتظاميا جي ڪجهہ عملدارن انساني همدردي وارو رويو اختيار ڪرڻ جي بدران اهو اعتراض اٿاريو تہ "ڊاڪٽر علوي ڪارپوريشن جي ڪار ڪراچي شهر کان ٻاهر ڇو ڪاهي ويو هو"؟؟ سندس خلاف انڪوائري هلائي وڃي!!
ڪارپوريشن جي هڪ سني، ايماندار، مخلص ۽ انسان دوست ڊاڪٽر جي "دردناڪ موت" جي موقعي تي بہ اهڙي ذهنيت جو مظاهرو ڪرڻ، واقعي اهڙن ئي متعصب ۽ تنگ نظر عملدارن کي سونهي ٿو!!
ڊاڪٽر واجد علي علوي جي انتقال جي نتيجي ۾ هڪ طرف اردو ڳالهائيندڙ آفيسر هڪ بهادر، بيباڪ ۽ مخلص نمائندي کان محروم ٿي ويا تہ ٻئي طرف سنڌي آفيسر توڙي سمورا ملازم پڻ هڪ اهڙي شخص کان محروم ٿي ويا جيڪو ٻنهي اهم لساني برادرين جي وچ ۾ ڀرپور طريقي ۽ ڪاميابي سان "پُل" جو ڪردار ادا ڪري رهيو هو ۽ سندن جو گڏيل موقف پيش ڪندو هو.
ڊاڪٽر واجد علي علوي سان ايسوسيئيشن ۾ گڏجي جن آفيسر ۽ انجنيئرن اهم ڪردار ادا ڪيو، انهن ۾ رفيق صفي مُنشي، مسعود پيرزادو، عمر خشڪ، جميل الرحمان پنهور، جميل گل شيخ، عبدالرحيم سمون، غلام اڪبر جتوئي، سجاد حسين شاهہ، منير عمراڻي، علي محمد ڪرناڻي، حافظ منتار ۽ مجيد ڪتي شامل آهن.
ڊاڪٽر واجد علي علوي جي انتقال کانپوءِ وري جڏهن ايسوسيئيشن جي چونڊن جو وقت آيو تہ ان موقعي تي سيني دوستن ڊاڪٽر علوي جي کوٽ کي شدت سان محسوس ڪيو. ان دوران ايم ڪيو ايم پڻ سگهاري حيثيت سان مختلف ادارن ۾ نروار ٿي رهي هئي. هتي هيءَ وضاحت ڪرڻ بہ ضروري ٿيندو تہ ڪارپوريشن جي آفيسرن ۽ انجنيئرن گڏجي اول اول ڪي اي ايس سي آفيسرس ايسوسيئيشن ناهي هئي پر 80 جي ڏهاڪي جي وچ ڌاري آفيسرن ۾ اختلافن جي ڪري ۽ هڪ ڌر جي طرفان "عدالت ۾ وڃڻ جي ڪري" ڊاڪٽر واجد علي علوي ۽ سندس سيني ساٿين گڏجي ڪي اي ايس سي انجنيئرس اينڊ آفيسرس ايسوسيئيشن جي نالي تحت جدا تنظيم جوڙي جيڪا بعد ۾ اڪيلي متحرڪ ۽ فعال بہ هوندي هئي تہ چونڊون ڪرائي سيني آفيسرن ۽ انجنيئرن جي نمائندگي بہ ڪندي رهي آهي.
1987ع جي آخر ۾ مسعود پيرزادي جي جاءِ تي اردو ۽ سنڌي ڳالهائيندڙ سرگرم

آفيسر ۽ انجنيئرس جي گڏجاڻي ٿي، جيڪا انتهائي خوشگوار ۽ دوستاڻي ماحول ۾ ٿي. ان گڏجاڻي ۾ سيني دوستن اهو طئي ڪيو تہ ايسوسيئيشن جي چونڊن ۾ احمد خان جمالي صدر جي حيثيت سان تہ عبدالمجيد ڪٿي جوائنٽ سيڪريٽري جي حيثيت سان پوري پينل ۾ شامل هوندا، جڏهن تہ سيد ابرار علي سيڪريٽري جنرل جي عهدي تي تہ وقار فاروقي نائب صدر جي عهدي تي چونڊ وڙهندا.
جڏهن چونڊن جو موقعو آيو تہ اسان جي پينل جي خلاف جيڪو پينل بيٺو، اهو هارائي ويو. مون صدر جي حيثيت سان 90 ووٽن تان ڪٽيو. جڏهن تہ سيد ابرار علي لڳ ڀڳ 35 ووٽن تان ڪاميابي حاصل ڪئي. اهڙي طرح عبدالمجيد ڪٿي پڻ جوائنٽ سيڪريٽري چونڊجي ويو. ان وقت ايسوسيئيشن جون چونڊون ٻن سالن جي عرصي لاءِ ٿينديون هيون.
سيد ابرار علي N.E.D انجنيئرنگ ڪاليج جو گريجوئيٽ انجنيئر آهي، سنو انجنيئر بہ آهي تہ پلو مقرر بہ آهي. پروفيسر فرمان فتحپوري جو فرزند آهي جيڪو اردو ادب ۾ محقق، نقاد ۽ ڪيترن ئي ڪتابن ۽ مضمونن جو ليکڪ بہ آهي. سيد ابرار علي کي متحده قومي موومينٽ جي پنيرائي حاصل رهي آهي ۽ اردو ڳالهائيندڙ آفيسرن ۽ ملازمن ۾ ڪيس بااثر سمجهيو وڃي ٿو.
ايمانداري جي ڳالهہ اها آهي تہ ذاتي طور تي هن شخص مون سان هر وقت تعاون ڪيو ۽ هن جو رويو پڻ دوستاڻو رهيو. ايسوسيئيشن ۾ باقاعدگي سان انجنيئرس اينڊ آفيسرس لاءِ جيترو وقت اسان ڏنو ۽ جهڙي طريقي سان مسلسل آفيسر توڙي انتظاميا سان رابطي ۾ رهياسين، ايترو وقت اسان کان اڳي ڪنهن بہ نہ ڏنو هو.
ڊاڪٽر واجد علي جي وفات کانپوءِ ٻيهر ايسوسيئيشن فعال ڪردار ادا ڪرڻ لڳي هئي.
1988ع ۾ جڏهن بينظير ڀٽو جي حڪومت قائم ٿي تہ ان وقت شروع شروع ۾ پيپلز پارٽي ۽ ايم ڪيو ايم پڻ هڪٻئي کي ويجهو هيون. انهن ئي ڏينهن ۾ هڪ ميٽنگ ۾ مون ايسوسيئيشن جي دوستن جي اڳيان راءِ پيش ڪئي تہ ڇاڻ ڇو نہ گڏجي بينظير ڀٽو صاحبہ کي هن اداري ۾ خطاب ڪرڻ ۽ آجياڻي ڏيڻ جي دعوت ڏيون تہ جيئن پنهنجا مطالبا بہ مڃجي وڃن تہ هڪ شاندار تقريب پڻ ٿي وڃي؟؟
منهنجي اها رٿ قبول ڪئي وئي.
ٻئي ڏينهن مون ۽ ابرار صاحب گڏجي وزيراعظم جي ملٽري سيڪريٽري کي ان سلسلي ۾ خط لکي پوسٽ ڪيو.
ڪافي ڏينهن کانپوءِ گهر جي ايڊريس تي ملٽري سيڪريٽري جي طرفان ليٽر آيو جنهن ۾ لکيل هو تہ وزيراعظم وٽ في الحال وقت نہ آهي، پوءِ ڪنهن مرحلي تي رابطو ڪندا. مون ملٽري سيڪريٽري جي آيل ان خط بابت ڪنهن سان بہ ذڪر نہ ڪيو. هڪ ڏينهن پيپلز ليبر بيورو جي سيڪريٽري جنرل جي طرفان ڪنهن دوست رابطو ڪيو ۽ چيو تہ "بينظير صاحبہ اوهان جي لکيل ليٽر جي ڪاپي اسان کي موڪلي آهي ۽ معلوم ڪيو اٿس تہ "هي ڪهڙا ماڻهو آهن ۽ هتي مونکي وڃڻ گهرجي يا نہ، اوهان راءِ ڏيندا". مون ان سلسلي ۾ جڏهن عزيز ميمڻ سان رابطو ڪيو

تہ ان چيو تہ سائين هيءُ اسان جو ليٽر پيڊ وٺو ۽ جيڪو جواب اوهان چاهيو ٿا، اهو لکي اسان کان دستخط ڪرائي موڪلي ڇڏيو".
مون ايئن ڪيو پر ان موقعي تي منهنجي ذهن ۾ ملٽري سيڪريٽري جي طرفان آيل ليٽر جي باري ۾ ڪجهہ "سوال" اڀري آيا. ملٽري سيڪريٽري طرفان وزيراعظم وٽ وقت نہ هجڻ جو جواب پر هتان ليبر بيورو جي چينل تان وري ٻيءَ ڳالهہ. ان مان ڇا سمجهڻ گهرجي؟؟ منهنجي ذهن ۾ اها ڳالهہ آئي تہ ممڪن آهي تہ ملٽري سيڪريٽري پاڻ مرادو پنهنجي طرفان ئي اهو "نہ" وارو جواب موڪليو هجي. جڏهن تہ بينظير ڀٽو جي ذهن ۾ "ها" جي لاءِ ڪا گنجائش هجي.
ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ هڪ ڏينهن شام جو آءٌ گهر پهتس تہ خبر پئي تہ بيگم نصرت ڀٽو صاحبہ جي سيڪريٽري رخسانہ بنگش جي فون آئي هئي ۽ هوءَ ٻيهر وري فون ڪندي.
ڪجهہ دير کانپوءِ رخسانہ صاحبہ جي فون آئي جنهن صرف ڇهن ڏينهن جي وقفي کانپوءِ واري تاريخ تي بيگم صاحبہ جي اچڻ جو فيصلو ٻڌايو.
بدقسمتيءَ سان ان دوران هڪ طرف پيپلز پارٽي ۽ ايم ڪيو ايم جا رستا هڪٻئي کان جدا ٿي چڪا هئا تہ ٻئي طرف وقت بہ صرف ڇهن ڏينهن جو هو.
بهرحال مون ٻئي ڏينهن صبح جو ابرار صاحب جي آفيس ۾ ايسوسيئيشن جي دوستن جي گڏجاڻي گهرائي. ايسوسيئيشن جي 17 ڄڻن جي باڊي ۾ صرف ٻہ ڄڻا اسان سنڌي هئاسين. جڏهن تہ هڪ پٺاڻ ۽ هڪ پنجابي بہ هئا. اڪثريت اردو ڳالهائيندڙ دوستن جي هئي.
گڏجاڻي ۾ ابرار صاحب ۽ سندس ٻيا ساٿي ضد ڪري ويٺا تہ ڇهن ڏينهن ۾ ڪجهہ بہ نٿا ڪري سگهون. پوءِ فنڪشن ڪنداسين ۽ فاروق ستار کي گهرائينداسين، جيڪو ڪراچيءَ جو ميئر بہ هو تہ K.E.S.C جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس جو ميمبر پڻ هو.
مون هنن دوستن کي چيو تہ ڏسو "دعوت پنهنجي طرفان ڏنل آهي، دير ضرور ٿي آهي پر جيڪڏهن وزيراعظم پاڻ نہ تڏهن بہ سينئر وفاقي وزير پاڻ اسان جي دعوت ۾ اچي رهي آهي. پنهنجا مسئلا ۽ مطالبا بہ ايئن اڌ ۾ پيا آهن. ان ڪري گڏجي همت ڪنداسين تہ انتظام ڪري وٺنداسين". همراهن ڏاڍو نٽايو پر آخر راضي ٿيا ۽ ڀرپور تعاون ڪري انتظام مڪمل ڪيا.
جهڙو آجياڻو محترمہ نصرت ڀٽو جي اعزاز ۾ اسان ڏنو K.E.S.C جي تاريخ ۾ نہ تہ اهڙو آجياڻو اول ڪنهن ڏنو تہ نہ ئي آفيسرن اهڙي ڀرپور شرڪت اول ڪڏهن ڪئي هئي تہ نہ ئي وري اهڙيون تقريرون ڪنهن اول ڪيون هيون. سيد تنظيم حسين نقوي ان وقت ڪارپوريشن جو ايم ڊي هو. اسان جا مطالبا بہ پورا ڪيا ويا تہ پگهارون ۽ الائونس بہ وڌايا ويا جڏهن تہ ان زوردار ۽ ڪامياب تقريب جي مدد ۽ حوالي سان اهڙو تہ سهڪاري ۽ سگهارو ماحول جُڙي آيو جو پنهنجن ڪيترن ئي اهڙن سينئر انجنيئرن ۽ آفيسرن جا پروموشن ڪرائڻ ۾ بہ اسان ڪامياب ٿياسين جن کي مختلف بهانن جي آڙ ۾ بہ ٿي ڀيرا نظرانداز ۽ "باءِ پاس" ڪيو ويو هو. اها اسان جي

نمايان ۽ منفرد ڪاميابي هئي. ان سلسلي ۾ عبدالمجيد ڪتي جو مون سان ڀرپور ساٿ رهيو.
ايسوسيئيشن جي ٻن سالن جي دوران اسان سيني آفيسرن، انجنيئرن جون گڏيل چار ڪامياب تقريبون بہ ڪرايون تہ سيمينار ۽ مذاڪرا بہ ڪرايا تہ جمهوري روايتن مطابق پورن ٻن سالن ڪانپوءِ چونڊون ڪرائي ايسوسيئيشن نون عهديدارن جي حوالي ڪئي سون.

# ڪي اي ايس سي ۾ سرگرميون

ڪراچي اليڪٽرڪ سپلاءِ ڪارپوريشن، جيڪا جيتوڻيڪ نجڪاري ڪانپوءِ پرائيويٽ ڪمپني ۾ تبديل ٿي چڪي آهي، پر ان جي باوجود هن وقت بہ هن اداري جا 27 سيڪڙو شيئر وفاقي حڪومت وٽ آهن. انتظامي لحاظ کان بورڊ آف ڊائريڪٽرس ۾ پڻ حڪومت جي طرفان ٿي نمائنده هجڻ کپن پر عملي طور تي هن اداري جي نجي انتظاميا ڪي گورنر هائوس ۽ سڌي حڪومت جي هدايتن مطابق هلايو پيو وڃي. هن اداري کي حڪومت هن وقت بہ مالي مدد ۽ سبسڊي ڏيندي رهي آهي.

مزي جي ڳالهہ اها آهي تہ هن اهم اداري جي بدانتظامي بريڪ ڊائون، بلنگ متعلق شڪايتن جي لاءِ نہ گورنر هائوس، نہ سڌي حڪومت ۽ نہ ئي وري متحده قومي موومينٽ جي قيادت ڪا بہ ذميواري قبول ڪرڻ لاءِ تيار آهن، بلڪ ان جي ابتڙ نجي انتظاميا تي دباءُ وجهڻ لاءِ ميڊيا کي بہ استعمال ڪري رهيا آهن تہ اسيمبلين ۾ پڻ "هاءِ گهوڙا" مچائي پنهنجو پاڻ کي معصوم، مظلوم ۽ عوام جي حق ۾ آواز بلند ڪرڻ وارا ثابت ڪري رهيا آهن. جڏهن تہ عوام، ميڊيا ۽ ڪارپوريشن جا ملازم ان حقيقت جا شاهد آهن تہ هن اداري جي نجڪاري ۾ متحده جو اهم ڪردار رهيو ۽ جيڪڏهن متحده جي قيادت بروقت نجڪاري جي حمايت نہ ڪري ها تہ هيءُ ادارو "پرائيويٽائيزيشن" کان سولائيءَ سان بچي وڃي ها. پر متحده جي قيادت جي اها شعوري ڪوشش ۽ خواهش هئي. ڇاڪاڻ تہ هن اهم اداري کي نجي شعبي جي حوالي ڪرڻ ڪانپوءِ ان اداري کي پنهنجي مرضيءَ موجب هلائڻ وڌيڪ آسان بہ ٿي سگهندو تہ ڪنهن بہ مرحلي تي ان اهم يوٽلٽي کي ڪراچيءَ جي سڌي حڪومت جي حوالي ڪرڻ لاءِ بہ طاقتور دليل ۽ جواز پيش ڪري سگهبا.

تلخ حقيقت اها آهي تہ هن وقت ڪراچي ۾ جيڪي بہ وفاقي ۽ صوبائي حڪومت جا ادارا يا پرائيويٽ ڪمپنيون آهن، اهي سڀ عملي طور تي ڪنهن نہ ڪنهن "بندوبست" تحت متحده جي ڪنٽرول ۾ آهن. اها حقيقت ڪنهن کان لڪل بہ نہ آهي پر ڪير بہ ان "سچ" جو اظهار ڪرڻ يا حقيقت کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهي.

جيتريقدر ڪي اي ايس سي جو تعلق آهي تہ ان سلسلي ۾ ان حقيقت جو ثبوت اهو آهي جو جن اهم انجنيئرن ۽ آفيسرن، فوجي انتظاميا جي ڏينهن ۾ "گڏيل مصلحت"، يا دباءَ کان مجبور ٿي پاڻ رٽائرمينٽ حاصل ڪري ادارو ڇڏي وڃي ڪئناڊا ۾ ساهہ کنيو هو، اهي ساڳيا انجنيئر، نجڪاري ڪانپوءِ پهرئين انتظاميا جي دور ۾ گورنر هائوس جي معرفت واپس هن اداري جي اهم پوزيشن جي لکين رپين جي پيڪيج تي ڀيهر رکيا ويا، جيڪي هن وقت تائين بدستور اداري جا "اهم پيل پاوا" آهن.

بي حقيقت اها آهي تہ گذريل ڇئن سالن جي دوران سنڌي آفيسرن، خاص

ڪري انجنيئرن کي ايل. پي. آر جي دوران ئي گهر پيڙو ڪيو ويو. جڏهن تہ هن مخصوص لساني گروپ سان وابستا انجنيئرس کي نہ صرف L.P.R دوران بدستور اداري ۾ "فرض انجام" ڏيڻ لاءِ برقرار رکيو ويو. پر رٽائر ٿيڻ ڪانپوءِ انهن کي وري ڪانٽريڪٽ تي اڳي کان بہ بهتر ۽ ٿيٽي پگهار ڏئي اداري ۾ ئي برقرار رکيو ويو. هڪ طرف انتظاميا پاڻ اداري ۾ "افرادي قوت" جي غيرضروري گهٽائي جو ذڪر ڪندي رهي پر ٻئي طرف وري صرف ۽ صرف هڪ ئي لساني گروهہ سان واسطو رکندڙ سوين نوان ملازم ۽ آفيسر جن ۾ "عورتن" جو انگ بہ چڱي تعداد ۾ آهي، انهن کي سنا پيڪيج ڏئي ڀرتي ڪيو ويو.

اها ڪيڏي نہ حيرت جي ڳالهہ آهي جو اداري جا 27 سيڪڙو شيئر حڪومت وٽ هجڻ جي باوجود ۽ اربين رپين جي مالي مدد ڪرڻ جي باوجود بہ حڪومت پاڻ اهو موقف ورجائي رهي آهي تہ "ادارو نجي مالڪن جي حوالي ڪيل آهي، ان ۾ مداخلت ڪرڻ درست نہ آهي". يعني حڪومت پاڻ هر طرح ۽ هر لحاظ کان هن اهم وفاقي اداري کي هڪ مخصوص گروهہ جي حوالي ڪري ڇڏيو آهي. جتي هاڻي سنڌين، بلوچن ۽ ٻين حقدار شهرين ۽ نوجوانن جي لاءِ روزگار جا موقعا ۽ دروازا بند ڪيا ويا آهن.

ايوبي آپيشاهيءَ جي دوران ۽ ان ڪانپوءِ وقت بوقت جيڪي بہ غيرجمهوري دور آيا، انهن دوران هي اهم ادارو سنڌين، بلوچن ۽ اهل نوجوانن جي لاءِ "نوگو ادارو" بڻيل رهيو. جڏهن تہ هن اداري ۾ يا تہ لساني بنيادن تي يا وري علائقائي بنيادن تي "هزاره" ڊويزن سان وابستہ گروهہ کي مسلط ڪيو ويو. اهوئي سبب آهي جو هيءُ ادارو "ڪراچي ۽ هزاره" ڪشمڪش جو ڏيک ڏيندو رهيو. هن اداري جي مزدور سياست جو محور بہ اهي ئي بنياد رهيا.

اسان پنهنجي دور ۾ انجنيئرس ۽ آفيسرس جي مفادن جي سلسلي ۾ وقت بوقت بورڊ آف ڊائريڪٽرس ۾ نمائندگي حاصل ڪرڻ لاءِ بہ آواز بلند ڪندا رهياسين تہ بااثر حلقن ۽ حڪومت جو ڌيان پڻ ان طرف ڇڪائڻ جي ڪوشش ڪندا رهياسين. سنڌي پورهيت سنگت جي دوستن، ان سلسلي ۾ ڪافي سگهارو ۽ صحتمند سياسي ڪردار ادا ڪيو. جڏهن تہ پيپلز ليبر وارن پڻ پنهنجين اوائلي حڪومتي دورن دوران ڪجهہ چڱا قدم کنيا ۽ سنڌي توڙي بلوچ نوجوانن ۽ ملازمن جي واهر ڪئي.

ان سلسلي ۾ علي نواز ٻٽ، صادق بلوچ، مقبول عباسي، علي اصغر شاهہ، ساجن ڪلهوڙي، شير محمد بلوچ، شبير ملاح، اياز مينگل، ماسٽر حسين، اقبال جوکئي، يار محمد بلوچ، عثمان بلوچ، علي نواز شيخ ۽ شوڪت سانيل جا نالا قابل ذڪر آهن.

K.E.S.C انجنيئرس اينڊ آفيسرس ايسوسيئيشن ۾ اسان جي ٻن سالن ڪانپوءِ جيڪو پينل بنا اليڪشن جي اقتدار ۾ آيو، انهن ۽ اسان سان "سهڪار" ڪري آيل دوستن، متحده جي خواهش مطابق پاڻ ۾ "گڏجي" اهو بندوبست ڪيو. ان ڪري اسان جو ايسوسيئيشن ۾ ٻن سالن تائين ڪو بہ ڪردار نہ

رهيو.

انهن ٻن سالن ڪانپوءِ وري جڏهن ايسوسيئيشن جي چونڊن جو موقعو آيو تہ ٻيهر پنهنجن دوستن مونکي صدارت جي چونڊ وڙهڻ لاءِ "نامزد" ڪيو. پر جيئن تہ ان کان اڳ وارن ٻن ٽن سالن جي دوران اداري جو مجموعي ماحول وڌيڪ لساني بنيادن تي شدت اختيار ڪري ويو هو. ان ڪري اسان جو پينل اليڪشن ۾ هارائي ويو.

ڪراچي اليڪٽرڪ سپلاءِ ڪارپوريشن جي ڏينهون ڏينهن ڪرندڙ ڪارڪردگي ۽ ساک کي بهتر بنائڻ جي لاءِ وقت جون سمورين حڪومتون پريشان بہ هونديون هيون تہ ڪجهہ نہ ڪجهہ قدم پڻ کڻنديون هيون.

مرحوم شاهد حامد (ملڪ)، ڊي ايم جي گروپ جو هڪ ذهين ۽ فعال آفيسر هو. حڪومت 97_1996ع ۾ هن کي K.E.S.C جو مينيجنگ ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ۽ هن کي اداري جي حالتن کي بهتر بنائڻ ۽ "پرائيويٽائيز" ڪرڻ لاءِ "موزون" بنائڻ جو ٽاسڪ ڏنو.

شاهد حامد صاحب، ان سلسلي ۾ ڪارپوريشن جي جن "عملدارن" جي صلاحن تي عمل ڪيو، هڪ تہ انهن عملدارن ڪيس صحيح صلاحون نہ ڏنيون، ٻيو تہ شاهد حامد صاحب تڪڙ ۾ انجنيئرن ۽ آفيسرن کي "گهر پيڙو" ڪرڻ وارو "اُبهرو" قدم کنيو جنهن جي ڪري هڪ طرف تہ ڪيس مزاحمت جو منهن ڏسڻو پيو تہ ٻئي طرف اداري ۾ بداعتمادي ۽ خوف جو ماحول ڇانئجي ويو ۽ سندس مخالفت وڌي وئي.

82_1981ع واري دور ۾ جڏهن منهنجي پوسٽنگ گول مارڪيٽ ناظم آباد ۽ ان ڪانپوءِ فيڊرل بي ايريا ۾ هئي تہ ان وقت گڏاپ ۾ بجلي فراهم ڪرڻ جي شروعات ٿي چڪي هئي. گڏاپ جي علائقي ۾ جمعہ فقير جوکيو، ان وقت ان ئر جو معتبر، بااثر ۽ بزرگ ماڻهو هو. جڏهن تہ رسول بخش بلوچ، نور محمد بلوچ، گاجيان بلوچ ۽ عبدالحڪيم بلوچ پڻ ان علائقي جا معتبر، ڀلا ۽ اثر رسوخ وارا ماڻهو هئا/آهن.

آءٌ ان علائقي ۾ تقريبن ٽن ساڍن ٽن سالن تائين مٿين معزز شخصيتن سان ويجهي لاڳاپي ۾ رهيس. شاهد حامد مرحوم بہ ڪنهن وقت ۾ ان علائقي جو ڊپٽي ڪمشنر رهيو ۽ پوءِ سنڌ جو هوم سيڪريٽري پڻ ٿيو.

شاهد حامد سان محترم رسول بخش ۽ عبدالحڪيم بلوچ وارن جا سٺا تعلقات هئا، ان ڪري شاهد حامد جڏهن ڪي اي ايس سي ۾ ايم ڊي جي حيثيت سان چارج سنڀالي تہ هڪ ملاقات ۾ مٿين معزز شخصيتن پنهنجي طور تي مرحوم جي اڳيان منهنجي مجموعي ڪارڪردگي ۽ رويي جي تعريف ڪئي، مونکي ان ملاقات جي خبر نہ هئي.

هڪ ڏينهن رات جو 9 وڳي ڌاري محترم شاهد حامد جي اسٽاف آفيسر رفيق احمد خانزاده صاحب فون ڪئي ۽ ٻڌايئين تہ "صاحب توهان کي صبح جو پنهنجي آفيس ۾ گهرايو آهي".

ٻئي ڏينهن جڏهن آءُ سندس آفيس حاضر ٿيس تہ چيائين تہ ”مونکي ڊفينس جهڙي اهم علائقي جي لاءِ انجنيئر کپي ۽ ان سلسلي ۾ چيف انجنيئر توڙي جنرل مئنيجر توهان جو نالو ڏنو آهي“.

ڊفينس جو علائقو، بااثر شهرين ۽ V.I.P ماڻهن جو علائقو آهي. ڪم جو تمام گهڻو دٻاءُ هوندو آهي، جڏهن تہ ڪي اي ايس سي جو ”نيٽ ورڪ“ جيئن پوءِ تيئن زوال جو شڪار ٿي رهيو هو. انڪري مون ڪيس عرض ڪيو تہ ”آءُ ڪافي عرصي کان مسلسل شڪايتي مرڪزن ۽ مينٽيننس ۾ رهيو آهيان ۽ هينئر ٿوري عرصي کان ڪنهن حد تائين ٽيڪنيڪل سائيڊ تي آهيان، ان ڪري جيڪڏهن مونکي اُتي ئي رهڻ ڏيو تہ اوهان جي مهرباني ٿيندي نہ تہ جيڪو حڪم هوندو، حاضر آهيان. شاهد حامد جي اڳيان ڊفينس ۾ منهنجي پوسٽنگ وارو ليٽر ٽائيپ ٿيل رکيو هو، منهنجي ڳالهہ ٻڌڻ کانپوءِ ان ليٽر تي دستخط ڪري چيائين تہ ”مونکي توهان جهڙا انجنيئر کپن، ها! توکي ڪو مسئلو ٿئي تہ آءُ وينو آهيان“. انهن ڏينهن ۾ وفاق ۾ نگران حڪومت هئي. جنهن ۾ محترم عبدالله ميمڻ پاڻي ۽ بجليءَ جو وزير هو.

اسان سنڌي دوست گڏجي وفد ناهي سندس ڪلفٽن واري بنگلي تي ملياسين ۽ پنهنجن حقن ۽ مسئلن جي سلسلي ۾ گذارش ڪئي سون. وفد ۾ سائين علي محمد ڪرناڻي ۽ عبدالمجيد ڪٽي پڻ شامل هئا. ان ملاقات دوران بہ اتفاق سان سائين رسول بخش بلوچ ۽ عبدالحڪيم بلوچ پڻ عبدالله ميمڻ صاحب وٽ موجود هئا.

عبدالله ميمڻ چيو تہ اڄ ٽين وڳي اوهان مان ڪير اچي تہ آءُ شاهد حامد سان ملائي اوهان سڀني جي ڪيس پارت بہ ڪندس تہ آئنده لاءِ اوهان منهنجي حوالي سان، بوقت ضرورت ساڻس ملندا رهندا. آءُ ان ڏينهن ٽين وڳي جڏهن K.E.S.C جي هيڊ آفيس پهتس تہ اتفاق سان ساڳي لفٽ ۾ عبدالله ميمڻ صاحب بہ موجود هئا. آءُ ساڻس گڏ شاهد حامد جي آفيس ۾ گهڙيس.

منهنجي بدقسمتي جو ٻئي ڏينهن صبح جو وري شاهد حامد مونکي پاڻ وٽ اچڻ جي هدايت ڪئي. آءُ ٻئي ڏينهن جڏهن ساڻس ملاقات ڪري ٻاهر نڪتس تہ ان کانپوءِ شاهد حامد ڪجهہ آفيسرن ۽ انجنيئرن کي اداري مان ڪڍڻ جا آرڊر ڪيا جن ۾ اتفاق سان ”غيرسنڌي“ وڌيڪ هئا.

منهنجي بدقسمتي جو آءُ شاهد حامد مرحوم کي انهن ڏينهن ۾ ويجهو هوس ۽ تازي ملاقات بہ ڪئي هئي تہ هن منهنجي بدلي پڻ سُني ساک واري آفيسر طور ڪئي هئي، ان ڪري هڪ ”مخصوص لابي“ اها پروپئگنڊا هلائي تہ ”اسان جا نالا جمالي صاحب ڏنا آهن“. حالانڪ پاڻ اهڙو ڪم ڪڏهن نہ تہ سکيو آهي ۽ نہ ئي سوچيو آهي ۽ نہ ئي ٻئي ڪنهن کي اهڙو موقعو ملڻ جي همت ٿيندي جو هو مونکي اهڙي ذهنيت جو سمجهي ۽ ڪنهن جي نقصان لاءِ استعمال ڪري سگهي. پوءِ جڏهن شاهد حامد سنڌي آفيسرن کي بہ نہ بخشيو تہ ان لابي جي پروپئگنڊا پنهنجي موت پاڻ مري وئي.

# شاهد حامد کي قتل ڪرڻ جو واقعو

محسوس اهو ٿي رهيو هو تہ مرحوم شاهد حامد ٿوري وقت ۾ ئي ڪي اي ايس سي جي مجموعي حالتن کي "ٺيڪ" ڪرڻ ۽ حڪومت جي طرفان ڪيس ڏنل ٽاسڪ کي مڪمل ڪرڻ جي "خوشفهميءَ" جو شڪار ٿي رهيو هو. جڏهن تہ بعد ۾ ٿيندڙ واقعن اهو ثابت ڪيو هو تہ مرحوم پنهنجي راهہ ۾ "رڪاوٽن" جو صحيح تجزيو ۽ اندازو نہ ڪري سگهيو. ملڪ شاهد حامد جيتوڻيڪ "لساني سوچ" کان بالاتر هو پر سندس تعلق "بهار" جي علائقي سان هو.

مختلف ملاقاتن دوران مختلف وقتن تي ۽ مختلف مسئلن تي وڪيل احمد جمالي، شعيب بخاري ۽ ايم ڪيو ايم جي قيادت سان "اختلاف راءِ" رکڻ ۽ انهن جي "ڊڪٽيشن" کي قبول نہ ڪرڻ جهڙيون ڳالهيون انهن ڏينهن ۾ ميڊيا ۾ بہ ڇپيون تہ عام عوام ۾ بہ پکڙيون. انهن اختلافن جا سبب ڪهڙا هئا يا "ناراضگي" جي نوعيت ڪيتري هئي، ان سلسلي ۾ صداقت سان ڪجهہ بہ نٿو چئي سگهجي ۽ نہ ئي پڪي دعويٰ سان ڪجهہ چئي سگهجي ٿو پر ان حقيقت ۾ بهرحال ڪو بہ شڪ نہ هو تہ متحده جي قيادت مرحوم شاهد حامد کان ناراض هئي.

5 جولاءِ 1997ع جي ڏينهن صبح جو 9 وڳي کان ٿورو اول، ڪي اي ايس سي، ڪمرشل ايونيو واري آفيس ۾ ويٺو هوس تہ اوچتو ئي اوچتو آٽوميٽڪ هٿيارن جي انڌاڌنڌ فائرنگ ۽ شديد فائرنگ جي آواز ڇرڪائي ڇڏيو. آفيس جي دريءَ مان مين سن سيٽ بُليوارڊ طرف نهاريم تہ پيٽرول پمپ تي ڪجهہ پوليس اهلڪار پڄندي نظر آيم. مون سمجهيو تہ شايد پيٽرول پمپ تي ڌاڙو لڳو آهي يا ڦر ٿي آهي. اهو سوچي ڪُرسي تي ويٺس تہ آفيس جو گارڊ جيڪو ڪارپوريشن جو ملازم هو، اهو مٿي پڄندو آيو ۽ خوف ۽ گهبراهٽ ۾ ڳالهائيندي اردوءَ ۾ چيائين تہ "صاحب، شاهد حامد صاحب کي ڪنهن ماري ڇڏيو آهي". شاهد حامد بہ سن سيٽ بُوليوارڊ جي پرواري گهٽيءَ ۾ ايم ڊي هائوس ۾ رهندو هو. آءٌ فورن سندس گهر ڏانهن گاڏيءَ ۾ روانو ٿيس ۽ جڏهن مين روڊ کان سندس رهائش واري گهٽيءَ جي ڪنڊ تي رڪيل ڪچرا ڪنڊي وٽ پهتس تہ ڏٺم تہ سندس گاڏيءَ جي اڳين سيٽ تي سندس گارڊ اڪبر خان بي جان ٿيو پيو هو. جڏهن تہ ڊرائيور محمد اشرف پڻ ڊرائيور واري سيٽ تي "بي ساهہ" پيو هو. هنن ٻنهي کي ڪنڌ، مٿي ۽ جان جي مختلف حصن ۾ گوليون لڳل هيون. مرحوم شاهد حامد پٺينءَ سيٽ تي ويٺل هو، پر جيئن فائرنگ جو آواز سندس گهرواري ۽ سندس فرزند جي ڪنن تي پيو تہ اُهي فورن جاءِ واردات تي پهتا ۽ پنهنجي ڪار ۾ شاهد حامد کي کڻي جناح اسپتال روانا ٿيا.

ان موقعي تي اسان واري آفيس جي مزدورن ۽ اسٽاف همت کان ڪم ورتو ۽ ترت ۾ اڪبر خان ۽ محمد اشرف کي بہ جناح اسپتال کڻي پهتا. آءٌ بہ انهن سان گڏ جيئن ئي "ايمرجنسي" واري وارڊ ۾ پهتس تہ ڏٺم تہ مرحوم شاهد حامد جي

گهرواري ۽ سندس پُٽ. مرحوم جي مٿان اڇي چادر نيڪ ڪري رهيا هئا. فائرنگ ۾ مرحوم شاهد حامد، اڪبر خان ۽ اشرف موقعي تي ئي گذاري ويا هئا. فائرنگ ايڏي تہ شديد هئي جو آءٌ سوچي پنهنجو پاڻ کان سوال ڪندو آهيان تہ "هڪ شخص کي ٽارگيٽ بنائي مارڻ لاءِ ايتري فائرنگ ڪرڻ جي آخر ڪهڙي ضرورت هئي؟"

شاهد حامد جي گهرواري ڪاوڙ مان چئي رهي هئي تہ "K.E.S.C وارن کي منهنجي مڙس جي لاش جي پرسان اچڻ جي اجازت نہ آهي".

مرحوم شاهد حامد جي طرفان اُبهرائي ۾ ڪنيل قدمن ۽ آفيسرن کي گهر ويهارڻ جهڙن نامناسب فيصلن جي باوجود ڪارپوريشن جي سيني آفيسرن ۽ ملازمن کي سندس اهڙي دردناڪ قتل تي ڏاڍو رنج پهتو. جڏهن تہ سڄي شهر ۽ اداري ۾ ڏک جو اظهار ڪيو ويو.

ان واقعي ڪانپوءِ حڪومت K.E.S.C جي باري ۾ اڃان بہ وڌيڪ پريشان ٿي وئي.

شاهد حامد مرحوم جي گهرواري بہ سول سروسز ۾ آهي، سندس تعلق پراچہ فيملي سان آهي. شاهد حامد جو اڪيلو فرزند عمر پوليس جي محڪمي ۾ آفيسر آهي. لياري ٽاسڪ فورس ۾ شامل رهيو ۽ رسول بخش بروهي يا اهڙي ئي ڪنهن ٻئي ڪيس جا چندا بہ مٿس پيا ۽ اڄڪلهہ شايد ملڪ کان ٻاهر آهي.

بظاهر ايئن چئي سگهجي ٿو تہ جيئن تہ سڄي ملڪ جون مجموعي حالتون ڪافي عرصي کان زوال جو شڪار آهن، انڪري ڪنهن بہ هڪ اداري کي ملڪ، صوبي يا اهم شهر جي مجموعي حالتن کان الڳ ڪري بهتر ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ملڪ جون، صوبي جون ۽ متعلقہ شهر جون حالتون، هر هڪ اداري تي اثرانداز ٿينديون آهن. ان ڪري K.E.S.C جي حالتن کي سڄي ملڪ سنڌ ۽ سنڌ جي گاديءَ جهڙي اهم وڏي شهر جي مجموعي حالتن ۽ ماحول کان جُدا ڪري بهتر ڪرڻ ناممڪن آهي.

شاهد حامد مرحوم جن انجنيئرن ۽ آفيسرن کي گهر ويهارڻ ڪيو هو، اُهي سپ سروس ٽربيونل جي طرفان بحال ڪيا ويا.

سڄي ڳالهہ اها آهي تہ شاهد حامد جي قتل نہ صرف حڪومت ۽ سول سروسز سان وابسطہ بيوروڪريسي کي پر مجموعي طور تي اسٽيبلشمينٽ ۽ طاقتور رياستي ادارن کي پڻ ان واقعي جو نوٽيس وٺڻ لاءِ مجبور ڪري ڇڏيو.

شاهد حامد جي قتل ڪانپوءِ ڪمال افسر کي ڪارپوريشن جو مئنيجنگ ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو. جيڪو اول ئي هن اداري ۾ فنانشل ايڊوائيزر طور وفاقي حڪومت جي نمائندي طور ڪم ڪري رهيو هو. ڪمال افسر خاموشي ۽ تذائپ سان "لو پروفائيل" ۾ رهندي ٻہ_ٽي سال گذاريا. ان ڪانپوءِ نوازشريف جي حڪومتي دور ۾ هن اداري جو انتظامي ڪنٽرول فوج جي حوالي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو هو. واپڊا کي پڻ فوج جي حوالي ڪيو ويو هو.

برگيڊيئر خورشيد احمد کي K.E.S.C ۾ موڪليو ويو پر ڪيس مئنيجنگ ڊائريڪٽر جو عهدو نہ ڏنو ويو. برگيڊيئر خورشيد احمد سنو مقرر هو/

آهي. پهرين تقرير ۾ پاڻ کي حضور اڪرم صلعم جي 46 پيڙهي قرار ڏنائين. سندس تعلق چڪوال سان هو/آهي، مجموعي طور تي چڱو انسان آهي. گهمڻ. ڦرڻ، خاص ڪري اوليائن درويشن جي مزارن تي شوق سان حاضري ڀرڻ ويندو آهي، دوستن جو دوست آهي.

K.E.S.C جي ڪارڪردگي، مالي حالت ۽ ساک کي بهتر بنائي، پرائيويٽائيزيشن جي لاءِ موزون بنائڻ کي نظر ۾ رکندي آخرڪار حڪومت هن اداري کي فوجي عملدارن جي انتظام هيٺ هلائڻ جو فيصلو ڪيو.

برگيڊيئر ابو راشد کي ان سلسلي ۾ K.E.S.C جو مئنيجنگ ڊائريڪٽر مقرر ڪري موڪليو ويو ۽ سندس مدد جي لاءِ فوجي آفيسر ۽ عملو پڻ اداري ۾ موڪليو ويو.

برگيڊيئر ابو راشد، ان کان اڳ حيدرآباد ۾ "حيسڪو" جو سربراهہ هو. برگيڊيئر ابو راشد سخت منتظم طور مشهور هو.

K.E.S.C ۾ انتظام سنڀالڻ کانپوءِ ابو راشد صاحب پڻ ڊپ ۽ خوف جو ماحول پيدا ڪيو. جنهن جي نتيجي ۾ اداري جا انجنيئر، آفيسر ۽ ملازم پنهنجي مستقبل جي سلسلي ۾ ڳڻتيءَ جو اظهار ڪرڻ لڳا.

ابو راشد صاحب جي هڪ ڪمزوري اها هئي. جو هو ڪيترن ئي آفيسرن کي نہ صرف ڊيڄاريندو ۽ خوفزده ڪندو پر انهن جي بيعزتي ڪرڻ ڪا[illegible] مڙندو هو.

بداعتمادي ۽ بيچيني جي ان ماحول ۾ ابو راشد صاحب [illegible] ڏينهن ۾ 14 انجنيئرس ۽ آفيسرس جون نوڪريون ختم ڪرڻ جو آرڊر ڪ[illegible] مان 10 ـ 11 سنڌي آفيسر هئا. جڏهن تہ اهي افواهہ پڻ گشت ڪرڻ لڳا [illegible] 73 نالن تي مشتمل ٻي لسٽ بہ آهي جيڪا پڻ ڪنهن وقت بہ ظاهر ڪئي ويندي.

انهن ڏينهن ۾ برگيڊيئر ابو راشد هفتي ٻئي هفتي يا مهيني ۾ هڪ دفعو ڪارپوريشن جي سينيئر انجنيئرس ۽ آفيسرس کي هاڪي اسٽيڊيم جي هال ۾ يا گرائونڊ تي گهرائي خطاب ڪندو هو. ڪين نيڪ ناڪ چند پٽيندو ۽ دابا ڏئي ڊيڄاريندو بہ هو.

14 آفيسرن کي "گهر ڀيڙو" ڪرڻ کان هڪ بہ ڏينهن پوءِ جڏهن برگيڊيئر ابو راشد هاڪي اسٽيڊيم جي هڪ حصي ۾ اداري جي سينيئر انجنيئرن ۽ آفيسرن کي خطاب ڪرڻ ۽ دابا ڏيڻ لاءِ گهرايو تہ آءٌ بہ ان گڏجاڻي ۾ حاضر هوس. ابو راشد صاحب جڏهن 14 آفيسرن کي برطرف ڪرڻ جي سلسلي ۾ چيو تہ "مونکي چيو ٿو وڃي تہ اوهان سنڌي آفيسرن کي ڪڍيو آهي، آءٌ انهن کي ٻڌائڻ ٿو چاهيان تہ مون ڪرپٽ انجنيئرن ۽ آفيسرن کي نوڪريءَ مان ڪڍيو آهي". ابو راشد 40 منٽن تي مشتمل "دٻ نامو" مڪمل ڪرڻ کانپوءِ چيو تہ "ڪنهن کي ڳالهائڻو آهي تہ ڳالهائي". ان تي آءٌ اتي بينس ۽ شروعات ڪيم تہ "ماڻهو الائجي ڇو وساري ٿا ڇڏين تہ K.E.S.C هڪ اهڙو ادارو آهي، جنهن جي ايم ڊي کي سرعام ڏينهن جو قتل ڪيو ويو". "ڪراچي سنڌ جي گاديءَ جو شهر آهي. ڇا اها ناانصافي ۽ زيادتي نہ آهي تہ سنڌ جي گاديءَ واري شهر جي هن اهم اداري ۾ اسان سنڌي صرف 10

سيڪڙو بہ نہ هجون؟" "جڏهن مسلم ليگ جي حڪومت ايندي آهي تہ اسان سيني کي پيپلز پارٽيءَ جي کاتي ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. وري جڏهن پيپلز پارٽي جي حڪومت ايندي آهي تہ اسان کي مسلم ليگ ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. اهڙي طرح جڏهن اڻ چونڊيل حڪومت ايندي آهي تہ اسان ڪنهن بہ کاتي ۾ شمار نہ ڪيا ويندا آهيون؟" آخر ڇو؟ "اوهان صرف سنڌي انجنيئرن ۽ آفيسرن جون نوڪريون ختم ڪري ۽ وري "ڪريٽ" قرار ڏئي اسان سان زيادتي ڪري رهيا آهيو".

ان ڪانپوءِ مون K.E.S.C جي ٻين اهم مسئلن تي بہ ڳالهيو ۽ ڪيس چيو تہ اسان سان "ڊبل اسٽينڊرڊ" رويو اختيار ڪيو پيو وڃي. ساڳي ڏوهہ يا گناهہ يا غلطيءَ جي لاءِ اسان لاءِ تہ سخت سزا آهي پر ٻين لاءِ رعايت آهي. آخر ڇو؟ مون ڪيس ان سلسلي ۾ ڪجهہ مثال بہ ڏنا. ان ڪانپوءِ ڪيس اهو بہ چيم تہ جنهن آفيسر کي اوهان انڪوائري آفيسر مقرر ڪيو ان جي پنهنجي ساک خراب ۽ تڪراري آهي. مون ڪيس اهو بہ چيو تہ "اوهان جي چوڌاري هن وقت جيڪي چيف ۽ جنرل مئنيجر ويٺا آهن. انهن ڊپ کان ٻين جي بدران اسان کي نڏٽڪو سمجهي، اسان جا نالا اوهان کي ڏنا آهن. جاڪاڻ جو هو ٻين جا نالا ڏيندا تہ هنن کي خبر آهي تہ هنن جو حشر بہ شاهد حامد جهڙو ٿيندو. ان ڪري اوهان سيني برطرف ڪيل انجنيئرن ۽ آفيسر کي فورن بحال ڪيو.

منهنجي تقرير دوران برگيڊيئر وچ ۾ هڪ دفعو ايئن بہ چيو تہ "هاڻي بس ڪر، ڪنهن ٻئي کي بہ ڳالهائڻ لاءِ وارو ڏي". جنهن تي مون ڪيس چيو تہ "اوهان پنهنجي ڳالهہ ۽ تقرير مڪمل ڪئي آهي نہ هاڻي مونکي بہ پنهنجي ڳالهہ مڪمل ڪرڻ ڏيو". منهنجي ان جواب جي موٽ ۾ سيني آفيسرن ۽ انجنيئرن همت ڪري زوردار تاڙيون وڄايون تہ برگيڊيئر صاحب چيو "ٺيڪ آهي پنهنجي ڳالهہ مڪمل ڪر".

هڪ سرونگ برگيڊيئر جي اڳيان تقريبن اداري جي هڪ هزار، 12 سئو آفيسرن جي موجودگيءَ ۾ اهڙي همت مونکي ڪيئن آئي. اهو مونکي پڻ سمجهہ ۾ نہ آيو. ناانصافي برداشت ڪرڻ شايد ڏاڍو ڏکيو آهي. جڏهن تہ منهنجي تربيت اول ئي خطرن سان کيڏڻ ۽ مصيبت کي دعوت ڏيڻ واري ماحول ۾ ٿيل هئي.

منهنجي تقرير ڪانپوءِ شاهد محمود پڻ تقرير ڪئي، جنهن پنهنجي ذاتي بحالي جي حق ۾ سنو ڳالهايو.

منهنجي تقرير ڪانپوءِ ابو راشد اهو بہ پڇيو تہ "ڪير ڳالهائيندو؟" ۽ پوءِ پاڻ ئي جواب ڏنائين تہ "هاڻي ڪير ڳالهائيندو!!" اهڙي طرح انتظاميا جي طرفان گهرايل آفيسرن ۽ انجنيئرن جي ان جنرل باڊيءَ جو ماحول تبديل ٿي ويو ۽ پهريون ڀيرو هن انتظاميا جي ڇانيل دهشت ۽ خوف جو ماحول ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين ڪمزور ٿي پيو.

# تقرير جا "تڪا مٽا" نتيجا

محترم برگيڊيئر ابو راشد صاحب جو ڪي اي ايس سي جي انجنيئرن، آفيسرن ۽ ملازمن سان رويو ۽ سلوڪ، ڪڏهن ڪهڙو ته ڪڏهن ڪهڙو هوندو هو. ڪڏهن ته سندس رويو "دوستاڻو" ۽ عزت ڀريو هوندو هو ته ڪڏهن ڪنهن وڏي ڪان وڏي ۽ تجربيڪار کان تجربيڪار ۽ قابل احترام انجنيئر، آفيسر يا ملازم جي "عزت نفس" کي اهڙي طرح "مجروح" ڪرڻ ڪان به ڪين موڙندو هو جيڪو خود سندس "شان" وٽان به نه هوندو هو. سخت مزاج ۽ رُکو هوندو هو. ان ڪري اداري جا آفيسر توڙي ملازم هن کان خوش به نه هئا ته ڏنل به هئا.

منهنجي تقرير کانپوءِ اوڏيءَ مهل ئي انٽيليجنس جي ڪرنل طارق صاحب، اچي مون سان هٿ ملايو ۽ چيائين ته "اوهان ڪيڏيءَ مهل مون سان اچي ملو". مون کيس ورائيو ته "جڏهن اوهان حڪم ڪيو". ان تي چيائين ته "ملڻو آهي ته پوءِ دير ڇاجي؟ سڀاڻي صبح جو 10 وڳي مون وٽ آفيس ۾ اچو".

ڪرنل طارق جي پوسٽنگ به K.E.S.C ۾ هئي. مجموعي طور تي سندس رويو چڱو ڀر سندس "جاب" جي تقاضا شايد اها هئي ته هو حالتن تي ڪرڙي نظر رکڻ جي باوجود "عام اظهار" ڪرڻ ۾ "توري ـ تڪي" ڳالهائيندو ۽ هلندو هو.

آءُ ٻئي ڏينهن جڏهن سندس آفيس پهتس ته ان وقت سندس ماتحت چار يا پنج ميجر به ويٺا هئا. ويهڻ کان ٿوري دير پوءِ چيائين ته "جمالي صاحب اوهان ڪالهه برگيڊيئر صاحب جي چوڻ جي باوجود به پنهنجي تقرير جاري رکي ۽ برگيڊيئر کي ايئن چيو ته "مونکي به پوري ڳالهه ڪرڻ ڏيو". "اوهان کي خبر آهي ته برگيڊيئر کي ايئن چوڻ ڪا معمولي ڳالهه آهي؟" مون محسوس ڪيو ته ڪرنل صاحب جو رويو ۽ لهجو ڪجهه تلخ هو ۽ هنن ڪڏهن سوچيو به نه هو ته آفيسرن جي عام گڏجاڻي ۾ ڪير به اهڙي جرئت ڪري سگهندو.

بهرحال مون کيس عرض ڪيو ته "برگيڊيئر صاحب پاڻ جڏهن ڳالهائڻ جي دعوت ڏني ته ظاهر آهي کيس سچي ۽ سچي صورتحال کان واقف ڪرڻ مون به پنهنجو فرض سمجهيو. ان ڪري مون کي پنهنجي ڳالهه مڪمل ڪرڻ لاءِ اهو چوڻو پيو".

مونکي ان وقت حيرت ٿي جڏهن ڪرنل صاحب اهو چيو ته "سڀاڻي جيڪڏهن برگيڊيئر ابو راشد صاحب ۽ مسعود رشيد کي ڪجهه ٿيو ته ايف آءِ آر تنهنجي خلاف ڪٽبي".

پوءِ مون کي اها ڳالهه سمجهه ۾ آئي ته ڪرنل طارق صاحب اها ڳالهه مرحوم شاهد حامد کي قتل ڪرڻ واري واردات جي حوالي سان ڪري رهيو هو ۽ تقرير دوران ان سلسلي ۾ ڪيل منهنجي ڳالهه کي "ڌمڪي" جو رنگ ڏئي زبردستي منهنجي ڪاتي ۾ وجهي مون تي دٻاءُ وجهڻ لاءِ استعمال ڪري رهيو هو. جڏهن ته مسعود رشيد، ڪارپوريشن جو اهو انجنيئر هو، جنهن جي رپورٽ تي ڪجهه سنڌي

انجنيئرن جي خلاف ڪارروائي ڪئي وئي هئي. جنهن جي پنهنجي ساک ۽ ريپوٽيشن پڻ تڪراري هئي.

ان تي مون ڪرنل صاحب کي چيو تہ "مون ايمانداريءَ سان جيڪو ڪجهہ محسوس ڪيو، اهوئي تقرير ۾ چيم . اوهان جيڪڏهن منهنجي تقرير مان ٻيو تاثر ورتو آهي تہ ان جو مونکي افسوس آهي".

منهنجي ان ڳالهہ ڪانپوءِ همراهہ ڪجهہ ٺڏا نظر آيا. ڪرنل صاحب ۽ اتي ويٺل سندس ماتحت سينئي ميجرن پنهنجن "تاٿيل ۽ چڪيل" اعصابن کي ڪجهہ ڍرو ڪيو. منهنجي اڳيان چانهہ آندي وئي، پر جيئن تہ آءٌ چانهہ پيئندو ئي نہ آهيان. ان ڪري سندن "شڪريو" ادا ڪيم ۽ ڪانئن اجازت گهريم.

هڪ ميجر پاڻ دروازو کولي ٻاهرئين دروازي تائين ڇڏڻ آيو ۽ هٿ ملائي "خدا حافظ" چيائين. پر اتان اٿڻ وقت ڪرنل طارق صاحب مونکي ٻئي ڏينهن وري اچڻ لاءِ چيو.

آءٌ ٻئي ڏينهن تي ڪرنل صاحب وٽس پهتس تہ انتهائي سُني طريقي سان مليو. چانهہ جي صلاح ڪرڻ ڪانپوءِ چيائين تہ "اسان کي بلنگ سسٽم سڌارڻو آهي تہ جيئن "اڳاڙي Recovery بهتر بڻائي سگهجي. ان سلسلي ۾ تون ڪو سيٽ اپ ٺاهي ڏئي سگهندين؟" مون هائوڪار ڪندي کيس چيو تہ آءٌ اوهان کي پورو سيٽ اپ، آفيسرن ۽ انجنيئرن جي نالن سميت ٺاهي ڏئي سگهان ٿو ۽ اها بہ ضمانت ڏيان ٿو تہ جيڪڏهن منهنجي "پروپوزل" تي عمل ڪيو ويو تہ بهتر نتيجا ضرور نڪرندا". ان تي ڪرنل صاحب سوال ڪرڻ جي انداز ۾ چيو تہ "اهو پروپوزل ڪيستائين تيار ڪري ڏيندين؟ مون کيس جواب ڏنو تہ "سڀاڻي صبح جو هن وقت ڪٿي اچي سگهان ٿو". جنهن تي حيرانگي مان پڇيائين تہ "اهڙين تجويزن" ۽ "پروپوزلس" جي لاءِ تہ ڪاميٽيون ٺهنديون آهن ۽ اهي بہ گهٽ ۾ گهٽ "مهيني" جو وقت گهرنديون آهن. تون هڪ ڏينهن ۾ ڪيئن ٺاهي ڏيندين؟؟ مون کيس يقين ڏياريو تہ ان پروپوزل جي لاءِ هڪ ڏينهن ڪافي آهي. جنهن تي چيائين تہ ٺيڪ آهي، تون ٺاهي سڀاڻي جي بدران "پرينهہ" ڪٿي اچ.

آءٌ هڪ ڏينهن ڇڏي ٻئي ڏينهن تي سڄو مڪمل پروپوزل انجنيئرن ۽ آفيسرن جي نالن سميت ٺاهي ڪٿي جڏهن ڪرنل صاحب وٽ پهتس تہ ڏسي خاموش ٿي ويو ۽ ڪو بہ تاثر نہ ڏنائين. پر آخر ۾ چيائين تہ "هيءَ پروپوزل مون وٽ ڇڏي وڃ" پر برگيڊيئر صاحب في الحال "Priority" ڪنهن ٻئي شعبي کي ڏئي رهيو آهي.

آءٌ خاموشيءَ سان اتي هليو ويس ۽ پوءِ سمجهيم تہ هيءُ همراهہ اهو سڀ ڪجهہ صرف منهنجو "پاڻي ماپڻ ۽ اندر جانچڻ" لاءِ ڪري رهيا هئا.

هڪ ڏينهن آءٌ هيڊ آفيس ۾ پنهنجي مهربان چيف انجنيئر جميل گل شيخ صاحب جي آفيس ۾ ويٺو هوس تہ اتي انٽيليجنس جو ميجر اسلم صاحب آيو. جڏهن مون تي نظر پيس تہ انگريزيءَ ۾ چيائين "جمالي صاحب اوهان جي تقرير اسان جي لاءِ هڪ سبق هئي". جنهن تي مون کيس ورائيو تہ "مون ايمانداريءَ سان جيڪو

محسوس ڪيو، ان جو اظهار ڪيو. مونکي خبر ناهي تہ اوهان منهنجين ڳالهين ڪي مثبت انداز ۾ ورتو يا منفي تاثر ورتو؟" ان تي ڪلندي چيائين "اسان ڪي اوهان جي تقرير مان ئي صحيح صورتحال جو اندازو ۽ احساس ٿيو هو". ميجر اسلم صاحب جو ان وقت پروموشن ٿي ويو هو ۽ صرف موڪلائڻ لاءِ سائين جميل گل صاحب وٽ آيو هو.

انهن ڏينهن ۾ جيئن تہ منهنجي پوسٽنگ "ڊفينس" واري آفيس ۾ هئي، ان ڪري مون ڪي الائجي ڪيترا ڪم "ٽاسڪ" طور تي فوجي انتظاميا ۽ ڪرنل طارق صاحب جي معرفت ڏنا ويا. جيڪي مون چيلينج سمجهي هنن جي اميد کان بہ اڳ خوش اسلوبيءَ سان مڪمل ڪيا. ڊفينس جي سموري علائقي ۾ اسان ملحق آبادين جي لاءِ ان وقت K.E.S.C جي صرف هڪ آفيس هئي جنهن ۾ آءٌ ايگزيڪيوٽو انجنيئر هوس. منهنجا "بالا آفيسر" توڙي منهنجي سربراهيءَ ۾ ڪم ڪندڙ ٻيا انجنيئر، اسٽاف ۽ مزدور، مون سان تمام گهڻو سهڪار ڪندا هئا. ان جو اندازو ان وقت حقيقت مان بہ لڳائي سگهجي ٿو جو "ڊان جهڙي معياري اخبار ۾ پڻ اسان جي آفيس جي بهتر ڪارڪردگيءَ جي اعتراف ۾ مضمون شايع ٿيا هئا".

اهو نوازشريف جي حڪومت جو دور هو. انهن ئي ڏينهن ۾ K.E.S.C، ڊفينس واري آفيس ۾ ڪمپيوٽر ذريعي پهريون دفعو بلنگ جو سسٽم متعارف ڪرائڻ لاءِ آفيس جي هڪ ڪمري ۾ هڪ فوجي ميجر انجنيئر کي اهو "ٽاسڪ" ڏنو ويو هو. هن ميجر انجنيئر جو نالو مونکي ياد نہ آهي پر ان کان اڳ هو "سياچن جي چوٽي" تي خدمتون سرانجام ڏئي چڪو هو ۽ موسم جي سختين جي نتيجي ۾ هن جي هٿن جون آڱريون پڻ متاثر ٿي چڪيون هيون. آءٌ سمجهان ٿو تہ هن ميجر جي قرباني ۽ خدمت کي خراج پيش ڪرڻ جي لاءِ هيءَ ٽاسڪ هن انجنيئر کي ڏنو ويو هو. جنرل پرويز مشرف ان وقت فوج جو سربراهہ هو. جنهن پاڻ اچي هن "ننڍڙي" پراجيڪٽ جو افتتاح ڪيو هو. نہ تہ ڀلا ڪٿي پاڪ آرميءَ جو چيف تہ ڪٿي هڪ ڪمري ۾ ٻن ڪمپيوٽرس تي آنڌل K.E.S.C جو بلنگ سسٽم!!

بهرحال اها هڪ سني ۽ مثبت ڳالهہ سمجهڻ گهرجي. شايد 2000ع جي آگسٽ جي 13 ۽ 14 تاريخ هئي ۽ ڪراچيءَ ۾ خوب برسات پئي هئي. ٻئي ڏينهن اتفاق سان موڪل جا هئا. پر آءٌ صبح جو سوير K.E.S.C آفيس ويس تہ جيئن برسات جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل صورتحال کي منهن ڏئي سگهجي.

آفيس پهتس تہ خبر پئي تہ سمونڊ ڏانهن ويندڙ رستي تي تيز هوا ۽ برسات جي دوران جيئن ئي ٻن ٽن موٽرسائيڪلن تي نوجوان گهمڻ ۽ تفريح جي خيال سان وڃي رهيا هئا ۽ هڪ هڪ اسڪوٽر تي ٽي ٽي ڄڻا سوار هئا تہ اوچتو بجليءَ جي ڪيبل تارن ۾ وچڙجي اجل جو شڪار ٿي ويا. ان افسوسناڪ حادثي ۾ ٽي نوجوان پنهنجي جان وڃائي ويٺا. اها هڪ انتهائي ڏکوئيندڙ ۽ افسوسناڪ خبر هئي. جنهن سچ پچ تہ اسان کي اندر ئي اندر ۾ ڏاڍو غمگين ڪري ڇڏيو هو.

ليفٽيننٽ جنرل ذوالفقار علي خان ان وقت واپڊا ۽ K.E.S.C جو چيئرمين هو. جڏهن تہ برگيڊيئر سيد مختار شاهہ صاحب K.E.S.C جو ايم ڊي

هو جنهن کي ابو راشد صاحب جي جاءِ تي آندو ويو هو. سيد مختار شاهہ بنيادي طور تي انجنيئر هو ۽ ڪافي بهتر ماڻهو هو/آهي.

13 يا 14 آگسٽ واري ان برساتي ماحول ۾ سنڌ جي گورنر جنرل معين حيدر صاحب جي گهرواري محترمہ شهناز معين حيدر پڻ هڪ دفعي K.E.S.C جي شڪايتي مرڪز ۾ آئي. پاڻ ڪار ۾ ويٺي هئي ۽ سندس ڊرائيور اچي مرڪز ۾ ويٺل اسٽاف سان بجلي نہ هجڻ جي سلسلي ۾ رجوع ڪيو. ڊرائيور، اسٽاف کي ٻڌايو تہ محترمہ، گورنر صاحب جي گهرواري آهي. جنهن تي اسٽاف جي ڪنهن ماڻهو غيرسنجيدگي، غيرذميداري ۽ باراڻي ڪندي چيو تہ "اها گورنر صاحب جي ٻي گهرواري هوندي". ڊرائيور بہ اها ڳالهہ پيٽ ۾ نہ رکي سگهيو ۽ بيگم کي ٻڌايائين تہ اسٽاف جو هڪ ماڻهو هيئن چئي رهيو آهي. ظاهر آهي تہ بيگم صاحبہ اسٽاف جي ان غيرمهذباڻي ۽ غير ذميداراڻي رويي تي باهہ تي وئي. مون کي ان واقعي جي خبر نہ هئي. آءُ ان وقت عمارت جي مٿين حصي ۾ آفيس ۾ ويٺو هوس، هيءُ واقعو صبح جو ٿيو هو.

منجهند ڌاري خبر پئي تہ اسلام آباد "ايوان صدر" مان ملٽري سيڪريٽري جي معرفت ان افسوسناڪ واقعي جو سخت نوٽيس ورتو ويو آهي ۽ K.E.S.C جي انتظاميا کي هدايت ڪئي آهي تہ "متعلقہ ذميدار" جي خلاف سخت ڪارروائي ڪري اڄ جو اڄ رپورٽ ڏني وڃي. ٿوري دير ڪانپوءِ جنرل ذوالفقار جيڪو اتفاق سان اول ئي ڪراچي آيل هو. اهو بہ برگيڊيئر مختار شاهہ سان گڏ اچي اسان جي آفيس پهتو. جنهن تہ تيز ۽ لڳاتار برسات جي ڪري بجليءَ جون شڪايتون ڪافي آيل هيون ۽ ڪجهہ متاثر ماڻهو پڻ آفيس جي ٻاهران موجود هئا، ان ڪري الائجي ڪهڙي ڳالهہ تان جنرل ذوالفقار علي ۽ اتي آيل بجلي کان محروم هڪ "صارف" جي وچ ۾ تلخي ۽ جهڙپ ٿي وئي. آءُ ان دوران مٿان آفيس مان لهي هيٺ پهتس ۽ "صارف" کان سندس ائڊريس بہ وٺڻ لڳس تہ ڪيس ٿڌو ڪرڻ جي بہ ڪوشش ڪيم. جنهن تي جنرل ذوالفقار انگريزيءَ ۾ مونکي مخاطب ٿيندي چيو تہ "هن کي ڇڏي ڏي نہ تہ آءُ هينئر جو هينئر توکي سسپينڊ ڪندس".

بهرحال ٿوري دير ٿڌي ٿيڻ ڪانپوءِ جنرل ذوالفقار اها پرچي مون کان ورتي جنهن تي مون ان مشتعل ۽ ناراض ڪنزيومر کان ائڊريس ورتي هئي. جنرل ذوالفقار بہ پوءِ چيو تہ گاڏي موڪلي هن جي شڪايت دور ڪيو.

ان ڪانپوءِ جنرل مونکي پنهنجي پر ۾ ويهاري پڇيو تہ بيگم شهناز معين حيدر واري معاملي جي حقيقت ڇاهي؟؟ مون ڪيس سچي حقيقت ٻڌائي.

پوءِ خبر پئي تہ بيگم شهناز اها شڪايت ڪئي هئي تہ جنهن ملازم غيرمهذباڻو رويو اختيار ڪيو هو. ان کي اڇا ڪپڙا پاتل هئا ۽ مٿو بہ ٿورو ٿورو اڇو هوس. بدقسمتيءَ سان آءُ صرف اڇا ڪپڙا بہ پائيندو آهيان تہ انچارج بہ آءُ هوس. ان ڪري ايوان صدر ۽ گورنر هائوس مان منهنجي خلاف ڪارروائي ڪرڻ جي هدايت ڪئي وئي.

محترم جميل گل صاحب انهن ڏينهن ۾ موڪل تي پرڏيهہ ويل هو ۽

محترم خالد اقبال صاحب اسان جو انچارج چيف انجنيئر هو. هن مونکي اها ڳالهہ ٻڌائي ۽ پنهنجي مجبوري بہ بيانَ ڪئي تہ مونکي اعتماد ۾ وٺي، منهنجي خلاف ڪارروائي ڪرڻ جو اطلاع بہ ڏنائين.

مونکي رفيق احمد خانزاده جيڪو ان وقت سپرنٽينڊنٽ انجنيئر هو. ان چئين وڳي ڌاري شام جو اطلاع ڏنو تہ توکي سسپيند ڪرڻ جو ليٽر ٽائيپ ٿي چڪو آهي ۽ صرف دستخط باقي ٿيڻا آهن.

انهن ڏينهن ۾ گورنر هائوس ۽ گورنر جي سيڪريٽري سان اڪثر ڳالهہ ٿيندي هئي تہ هڪ ٻہ ڀيرا بيگم شهناز معين حيدر صاحبہ سان پڻ ڳالهہ ٿي هئي. ان ڪري مون فورن گورنر صاحب جي سيڪريٽري سان فون تي بہ رابطو ڪيو تہ بيگم صاحبہ سان بہ ڳالهايو ۽ ڪين سڄي ۽ سچي صورتحال کان آگاهہ ڪيو. هو مطمئن ٿيا ۽ اهو بہ چيائين تہ "اوهان اول ڇو نہ فون ڪئي؟" بهرحال هنن عين ان موقعي تي منهنجي خلاف ڪارروائي ختم ڪرائي ڇڏي ۽ آءٌ سسپيند ٿيڻ کان بچي ويس. پر پوءِ بہ اداري جي طرفان انڪوائري ڪرائي مونکي "وارننگ" ڏني وئي هئي، ڇاڪاڻ جو انچارج بهرحال آءٌ ئي هوس.

# سائين ظفر علي شاهہ صاحب ۽ ڄام صادق علي سان ملاقات

محترمہ بينظير ڀٽو جي حڪومتي دور ۾ ڪي اي ايس سي ۾ 150 جاين تي نوان انجنيئرس ڀرتي ڪرڻ جي گنجائش هئي. سيد تنظيم حسين نقوي، ان وقت K.E.S.C جو ايم ڊي هو. جڏهن تہ سائين سيد ظفر علي شاهہ صاحب پاڻي ۽ بجليءَ جو مملڪتي وزير هو. هڪ ڏينهن آءٌ ڇهن صفحن تي مشتمل يادداشتنامو کڻي ڪراچي جي "قصر ناز" ۾ شاهہ صاحب سان ملڻ ويس. سائين کي ڪارپوريشن جي اهم پوسٽن تي مقرر ڪيل آفيسرن ۽ انجنيئرن جي انگن اکرن کان بہ واقف ڪيم تہ سندس علم ۾ اها ڳالهہ بہ آندم تہ هن وقت ڪارپوريشن ۾ انجنيئرن جون 150 جايون آهن. جن تي ڀرتي ٿيڻي آهي. ان ڪري اوهان دلچسپي وٺي انهن سيٽن جي اڪثريت تي مسلسل نظرانداز ڪيل بيروزگار سنڌي نوجوانن کي روزگار فراهم ڪرڻ لاءِ اسان جي مدد ڪيو ۽ انتظاميا کي هدايت ڪيو.

سائين ظفر علي شاهہ تسلي ۽ اطمينان سان سڄي ڳالهہ ٻڌي ۽ ٻئي ڏينهن تي وري اچڻ لاءِ چيائين. آءٌ ٻئي ڏينهن تي سائين وٽ حاضر ٿيس ۽ سندس سوالن جا جواب ڏنم ۽ اطمينان لاءِ تفصيلي حالتن کان کين آگاهہ ڪيم.

ان دوران اتفاق سان سيد تنظيم حسين نقوي بہ اُتي اچي حاضر ٿيو. مونتي نظر پيس تہ يڪدم پڇيائين "تون هتي ڪيئن؟" مون کيس جواب ڏنو تہ "پاڻ جي نوڪري جي سلسلي ۾ شاهہ صاحب کان مدد وٺڻ آيو آهيان".

شاهہ صاحب موڪلائڻ وقت چيو تہ "رابطي ۾ رهجانءِ ۽ اسلام آباد منهنجي ائڊريس تي حال احوال لکندو رهجانءِ، نالو پلي نہ لکجانءِ"!!!

ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ بدقسمتي سان پيپلز پارٽي جي حڪومت ختم ڪئي وئي ۽ ايئن هيءَ سونهري موقعو هٿان نڪري ويو. ان ڪانپوءِ نوازشريف جي دور ۾ وري بہ ساڳين 150 سيٽن تي انجنيئرس جي ڀرتي جو سوال اٿيو.

ان وقت سائين انجنيئر مظفر علي شاهہ صاحب K.E.S.C جو ايم ڊي هو. جڏهن تہ مرحوم ڄام صادق علي سنڌ جو وڏو وزير هو. انجنيئرس جي ڀرتيءَ لاءِ تحريري ٽيسٽ ٿي چڪي هئي پر انٽرويو اڃا نہ ٿيا هئا ۽ نہ ئي تحريري ٽيسٽ جي رزلٽ پڌري ڪئي وئي هئي.

فاروق ستار ان وقت بہ ڪي اي ايس سي جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس جو ميمبر هو. جڏهن تہ متحده، ان وقت ڄام صادق جي معاون ۽ مددگار جماعت هئي ۽ حڪومت ۾ شامل هئي.

اسان سائين مظفر علي شاهہ صاحب سان بہ ملياسين ۽ کين عرض ڪيوسين تہ اوهان انهن 150 سيٽن مان پلي چاليهہ سيڪڙو سيٽون ڪراچي ۽ حيدرآباد شهر جي اميدوارن لاءِ رکو پر باقي 60 سيڪڙو جايون ننڍن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ رهندڙ بيروزگار سنڌي اميدوارن کي ڏيو پر تحريري ٽيسٽ جي ترتيب ڏنل نتيجن مطابق ايئن نہ پئي ٿي سگهيو. جڏهن تہ حقيقت اها آهي تہ هن اهم اداري ۾ ڪا بہ

واضح، منصفاڻي ۽ ٺوس پاليسي ڀرتي جي سلسلي ۾ ٺهيل ئي نہ هئي.
سائين مظفر علي شاهہ تقريباً 300 اميدوارن جا نالا آخري اميدوارن جا فائنل ڪيا هئا، جن مان 150 انجنيئر ڪٽيا هئا.
هڪ ڏينهن اوچتو خبر پئي تہ فلاڻي تاريخ تي انجنيئرس جي ڀرتيءَ لاءِ تحريري ٽيسٽ ۾ ڪامياب ٿيندڙ اميدوارن کان انٽرويو ورتا ويندا.
اسان صلاح ڪري فيصلو ڪيو تہ ان سلسلي ۾ ڄام صادق علي صاحب جي مدد وٺجي جيڪو سنڌ جو وڏو وزير هو ۽ ايم ڪيو ايم سنڌس اتحادي جماعت هئي. اسان محترم امتياز شيخ صاحب سان رابطو ڪيو، جنهن اسان کي شام جو سنڌ اسيمبليءَ بلڊنگ ۾ وڏي وزير سان ملاقات ڪرائڻ جي گنجائش پيدا ڪئي.
اسان جي وفد ۾ مون سان گڏ علي محمد ڪرناڻي، سجاد حسين شاهہ ۽ عبدالمجيد ڪتي گڏ هئا. اسان کي جنهن وقت ڄام صاحب پاڻ وٽ گهرايو تہ ان وقت وٽس ايم ڪيو ايم جا ڪجهہ وزير ۽ ڪجهہ اسيمبلي ميمبر بہ ويٺا هئا. ڄام صادق چيو "ها، بابا ڇئو ڇا ٿا چوڻ چاهيو؟" ان تي مون کين عرض ڪيو تہ "سائين سڀاڻي K.E.S.C ۾ انجنيئرس جي ڀرتيءَ لاءِ انٽرويو ٿي رهيا آهن، اسان جو عرض آهي تہ جيئن متحده وارا پاڻ بہ چاليهہ سيڪڙو سيٽون حاصل ڪرڻ جي لاءِ راضي آهن ان ڪري بيشڪ چاليهہ سيڪڙو ڪراچي ۽ حيدرآباد جي شهري اميدوارن کي ۽ باقي سٺ سيڪڙو ڳوٺاڻن ۽ ننڍن شهرن جي بيروزگار سنڌي اميدوارن کي ڏنيون وڃن".
مون اڃا اها ڳالهہ مڪمل ئي مس ڪئي تہ ڄام صاحب وراڻيو "هي ڪٿي ٿا چون تہ چاليهہ سيڪڙو اسان کي ڏيو، هي تہ چون ٿا سڀ سيٽون اسان جي حوالي ڪريو". وڏيڪ اهو بہ چيائين تہ "روبرو ويٺا آهن، اوهان پهرين هنن کي قائل ڪريو". اسان چيو تہ سائين اوهان جي هوندي، اسان هنن کي ڪيئن قائل ڪيون، اوهان پاڻ انصاف ڪيو، اوهان وڏا آهيو. ان دوران ياد نہ آهي تہ اسان جي محترم ساٿي علي محمد ڪرناڻي الائجي ڪهڙي ڳالهہ ڪئي جيڪا ڄام صاحب کي نہ وڻي ۽ ناراض ٿي چيائين تہ "پوءِ مون وٽ ڇا جي لاءِ آيا آهيو؟؟" بهرحال اسان ڄام صادق صاحب جي آفيس مان نڪري امتياز شيخ صاحب جي ڪمري ۾ آياسين تہ امتياز شيخ چيو تہ "اوهان ويهو، وڃو نہ". ڪجهہ دير ڪانپوءِ جڏهن ايم ڪيو ايم جا وزير ۽ ميمبر ڄام صادق وٽان هليا ويا تہ ڄام صادق علي اسان کي ٻيهر گهرايو ۽ چيائين تہ "هاڻي ڇئو ڇا ٿا چاهيو؟" مون کيس ساڳيو عرض ڪيو.
ڄام صادق علي ان وقت ئي سائين مظفر علي شاهہ کي فون ڪئي ۽ انگريزي ۾ چيائينس تہ "شاهہ صاحب آءٌ انهن 150 سيٽن مان 50 سيڪڙو سيٽن ني سنڌي انجنيئرن کي ڏسڻ چاهيان ٿو". پر ٻئي طرف شاهہ صاحب اهو چئي ٽاڻي رهيو هو تہ وفاقي ادارو آهي، نوازشريف سان ڳالهايو ڄام صاحب. شاهہ صاحب سان ڳالهائي بہ رهيو هو تہ اسان کان پڇي بہ رهيو هو تہ هاڻي ڇا ڪيان؟ آخر ۾ اسان کيس چيو تہ سائين اوهان شاهہ صاحب کي چئو تہ سڀاڻي ٿيندڙ انٽرويو ملتوي ڪيا وڃن". اهڙي طرح في الحال اهي انٽرويو ملتوي ڪيا ويا پر ڪجهہ عرصي ڪانپوءِ ايم ڪيو ايم جي زبردست دٻاءَ هيٺ تحريري ٽيسٽ ۽ انٽرويو جي نتيجي ۾ 150

سيٽن مان صرف 29 سيٽون سنڌي اميدوارن جي نصيب ۾ اچي سگهيون ۽ رات ئي رات ۾ باقي سمورا آرڊر ڪراچيءَ جي اميدوارن کي پهچايا ويا.

هن مهم جي دوران سنڌي پورهيت سنگت جي دوستن اسيمبلي جي ڀاهران توڙي K.E.S.C جي هيڊ آفيس جي ٻاهران اثرائتا مظاهرا به ڪيا هئا تہ ميڊيا کي پڻ استعمال ڪيو هو. جڏهن تہ علي نواز ٻٽ مختلف وفدن ۾ شامل رهيو.

بينظير ڀٽو جي پهرئين حڪومتي دور ۾ ڪجهہ اميدوار پليسمينٽ بيورو جي طرفان پڻ ڪي اي ايس سي ۾ ڀرتي ڪري موڪليا ويا هئا. انهن مان باقي اميدوار تہ مستقل يعني پڪا ٿي چڪا هئا پر انن اميدوارن کي پڪو نہ پئي ڪيو ويو. آخرڪار جڏهن سيد مظفر علي شاھ کي هن اداري مان بدلي ڪيو پئي ويو ۽ ڪيس اسان جي طرفان الوداعي دعوت ڏني وئي تہ اتي ڪيس عرض ڪري انهن انن ڄڻن کي بہ پڪي ملازمت جو حق ڏيارڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي سون. حالانڪ ان دوران پيپلز پارٽي جي حڪومت ختم ٿي چڪي هئي.

سچي ڳالھ اها آهي تہ ڪراچي اليڪٽرڪ سپلاءِ ڪارپوريشن/ڪمپني هڪ انتهائي اهم ۽ حساس ادارو آهي. اها پڻ حقيقت آهي تہ هن وفاقي اداري ۾ لساني گروھ سان وابستا آفيسرن ۽ عملدارن جي هڪ هٽي قائم ٿيل آهي. اهم اعليٰ انتظامي عهدن تي هنن "همراهن" جو ئي ڪنٽرول رهندو آيو آهي. ان ڪري هن اداري ۾ انهن شعبن ۾ جتي سنڌون سڌو شهرين ۽ شهرين جي شڪايتن سان واسطو هوندو آهي. انهن شعبن ۾ هميشہ سنڌي انجنيئرن ۽ ملازمن کي رکڻ جي پاليسي اختيار ڪيل هوندي آهي تہ جيئن "اڳيان ٻوهي ۾ بہ هي همراھ هجن" تہ K.E.S.C جي ڪرنڌڙ ساک جو نزلو بہ هنن تي ڪرندو رهي تہ عام تاثر بہ وري اهوئي پکڙجندو ۽ مضبوط ٿيندو رهي تہ "هن اداري ۾ بہ هيءُ نااهل ۽ ڪرپٽ چانيل آهن". جڏهن تہ هن اهم اداري جي هر طرح "اهم" ۽ "ماکي مکڻ" شعبن جا دروازا سنڌي ۽ بلوچ انجنيئرس، آفيسرس ۽ ملازمن جي لاءِ ڊگهي عرصي کان نوگو ايريا بڻيل آهن ۽ جتي ان اڪيلي لساني گروھ جي هميشہ کان مڪمل "بالادستي" رهندي آئي آهي.

اها هڪ تلخ حقيقت آهي تہ هن اهم اداري ۾ جيڪو مخصوص ٽولو مسلسل هر طرح سان مالي فائدا وٺي رهيو آهي يا "جاوا" ڪري رهيو آهي. اهو ساڳيو ٽولو بدنام وري ٻين کي ڪري رهيو آهي. غيرملڪي ٽريننگون. دورا ۽ "ٽِڏا ڏڪ" هٿڻ وارا. آگريون وري "ريزگاريءَ" وارن تي کٽي رهيا آهن يا جيڪڏهن ايئن چئجي تہ مينهن. ڳئون کي مهٽا ڏئي چئي رهي آهي تہ "هل ڙي پڇ ڪاري..!!"

ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ مالي بدعنواني، ڪرپشن يا نااهلي ڪير بہ ڪري خراب آهي. غلط آهي ۽ ڪو بہ ذميوار شخص اهڙي ڪنهن بہ فعل يا قدم جي حمايت نٿو ڪري سگهي ۽ نہ ئي اهڙي ڪُڌي ڪم کي ڪنهن بہ طرح جائز قرار ڏئي سگهي ٿو پر مختلف ملازمن يا مختلف انسانن جي لاءِ ساڳي ڏوھ يا هڪ جهڙي جرم يا ڪوتاهي لاءِ مختلف معيار ۽ مختلف پيمانا مقرر ڪرڻ ڪنهن بہ طرح درست قرار نٿا ڏئي سگهجن.

ڪنهن بہ هڪ اداري ڪي يا زندگيءَ جي مختلف شعبن سان واسطو رکندڙ محڪمن ۽ ادارن سان وابستا شهرين ڪي لساني ۽ نسلي بنيادن تي ورهائڻ يا هڪ لساني برادريءَ لاءِ مخصوص ڪرڻ ۽ ٻين جي لاءِ نوڳو ادارا بنائڻ ۽ وک وک تي صرف ۽ صرف لساني ۽ نسلي بنيادن تي پسند ۽ ناپسند جو مظاهرو ڪرڻ جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو تقريباً سمورا ادارا ۽ سمورا شعبا مسلسل زوال جو شڪار آهن. ساڳي ملڪ. ساڳي صوبي ۽ ساڳي شهر جا رهواسي هڪٻئي کان بدظن، بداعتماد ۽ باغي آهن.

سماجي رشتا "نفرت" جي ور چڙهيل آهن تہ سياست جا بنياد پڻ "ڪچاين" جو شڪار آهن. ڪير بہ ڪنهن تي ڀروسو ۽ اعتماد ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهي. ساٿ، سهڪار ۽ دوستي توڙي دشمني جا پيمانا صرف "ٻين کان ڌڪار" تي ٻڌل آهن. ان ڪري ئي نہ تہ ملڪي سطح تي تہ صوبائي ليول تي تہ نہ وري شهري ۽ هيٺين سطح تي ڪا بہ صحتمند تبديلي اچي سگهي آهي. جڏهن تہ زندگيءَ سان وابستا سمورا ادارا ڏينهون ڏينهن زوال جو شڪار ٿي رهيا آهن.

اهو درست آهي تہ "سرمائيداري نظام" جو "عرق" ۽ نتيجو اهوئي آهي جيڪو پاڻ ڀوڳي رهيا آهيون. پر اها بہ بهرحال حقيقت آهي تہ ملٽي نيشنل ڪمپنين جي "سرمائي" جي انهن بداثرن ۽ ڪرتوتن کي منهن ڏيڻ لاءِ پاڻ بہ گڏجي ڪو موثر ٻارڻ نہ ٻاري سگهيا آهيون.

مذهبي جنون، مسلڪي تنگ نظري ۽ لساني خواهہ نسلي بنيادن تي عوام ۽ نوجوانن کي ويڙهائي، مبهم ۽ کوکلي نعري بازيءَ ۾ نوجوانن ۽ اڪثريتي عوام جي اصلي ۽ بنيادي مسئلن کي تهہ در تهہ ڍڪي آخر اسان ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيون؟؟

ميڊيا خاص ڪري اليڪٽرانڪ ميڊيا ۾ ڪهڙي رُجحان ۽ ڪهڙن احساسن يا "جبلتن" کي اڀاربو ۽ مضبوط ڪيو پيو وڃي؟؟ اليڪٽرانڪ ميڊيا ۾ جيڪو ڪجهہ سوَين چينل پيش ڪري رهيا آهن، ان جو انسانن جي حقيقي اجتماعي سماجي، معاشي ۽ اقتصادي مسئلن سان ڪيترو ۽ ڪهڙو تعلق آهي؟؟

آزاد ميڊيا مان اسان جي ڪهڙي مُراد آهي؟؟ ان قسم جي آزاد ميڊيا جو اسان جي اصل، حقيقي ۽ بنيادي مسئلن سان ڪيترو واسطو آهي؟؟ ٻيو تہ ٺهيو پر اسان جا سنڌي زبان وارا ٽي وي چينل جيڪو ڪجهہ نشر ڪري رهيا آهن، اهو اسان جي اڪثريتي آبادي، خاص ڪري نوجوانن کي ڪيڏانهن ڌڪي يا ڇڪي رهيو آهي؟؟

جا اها حقيقت نہ آهي تہ سماج کي مجموعي طور تي "گهڻ رُخي" بنيادن تي صرف ۽ صرف انهن ئي منفي رُجحانن ڏانهن ڌڪيو پيو وڃي جيڪي انسانن کي هڪٻئي کان پري ڌڪي هڪٻئي کان "لاتعلق"، نہ بڻائي رهيا آهن؟ يا "نشي جي مختلف قسمن" جو عادي بڻائي رهيا آهن؟ يا زندگيءَ سان لاڳاپيل حقيقي ۽ بنيادي مسئلن کان "راهہ فرار" اختيار ڪرڻ ڏانهن مائل ڪري رهيا آهن؟!!!

هڪ ڏاهي انسان جو قول آهي تہ "جيڪڏهن اوهان ڪنهن انساني برادريءَ

ڪي مفلوج، غيرموثر يا تباھہ ڪرڻ چاھيو تہ اتي موسيقي ۽ راڳ کي عام ڪري ڇڏيو". ممڪن آھي تہ ان قول تي بحث ڪرڻ جي گنجائش ھجي ۽ اھا "چوٽي" تڪراري ھجي پر سنڌ جي مجموعي "گھڻ پاسائين" صورتحال ۾ ان جي شدت جي ساڳيءَ شدت سان "مزاحمت ۽ مخالفت" نہ اپرڻ ۾ ميڊيا جي ھن "رڪاوٽي ڪردار" يا وڏ ۾ وڏ "ذھني عياشي" تائين پنھنجو پاڻ کي محدود رکندڙ سياسي قيادت جي صداقت کان ڪيئن انڪار ڪري سگھجي ٿو؟؟

موسيقيءَ سان مختلف ڀرپور ڪردار ۽ انھن ۾ حصو وٺندڙ نوجوان نسل جي دلچسپي، اسان جي مزاحمتي، قومي ۽ انساني سگھہ کي [illegible] ڪري رھي آھي.

مختلف چينلز جي طرفان مختلف شھرن ۾ نوجوان نسل [illegible] خواد عورتون، وڏي انگ ۾ جنھن انداز سان شرڪت ڪري رھيا آھن، ان جي پيٽ ۾ سنڌ جي ڪنھن بہ اھم بنيادي ۽ ٻرندڙ مسئلي تي ٿيندڙ احتجاجي گڏجاڻي، ڌرڻي، مظاھري يا جلوس ۾ شريڪ ٿيندڙ نوجوان نسل جي تعداد سان ڪري ڏسو تہ اوھان کي پاڻ مٿي بيان ڪيل "قول" جي صداقت جو احساس ٿيندو. نوجوانن جي انفرادي يا اجتماعي يا "فيمليز" جي گڏيل شرڪت وارو "گرو" پڻ بھرحال موسيقيءَ وارو ئي ثابت ٿيندو.

غيرمعياري شاعري ۽ اھڙي طرح نوجوانن ۽ عوام کي پنھنجن ئي سماجي ۽ معاشي مسئلن کان لاتعلق ڪندڙ موسيقي جي اثرن ۽ نتيجن تي سنجيدگيءَ سان غور ڪرڻ ۽ ان جو موثر تدارڪ ڪرڻ جي جيتري ضرورت ھن وقت اسان کي آھي، شايد اول نہ ھئي.

جيڪڏھن اھا حقيقت نہ آھي تہ پوءِ گھڙي کن لاءِ اسان کي پنھنجو پاڻ کان ئي اھو سوال پڇڻ گھرجي تہ "ڇا اسان ڏينھون ڏينھن اڪيلا نہ ٿيندا پيا وڃون؟" ڇا ماڻھن جي ھجوم، ميڙ يا ميلي ۾ اسان مان ھرڪو اندر اڪيلائپ جو "ناڳ" ڪٽي نہ پيو گھمي؟؟

# سنڌ جي قومپرستن ۽ ترقي پسندن کي گذارش

انساني سماج ۾ قبائلي وفاداري ۽ لساني توڙي مذهبي "بنڌڻ" هميشہ "جذباتي" ۽ حساس حيثيت سان حاوي رهيا آهن.

نوجوانن ۽ عوام کي مشتعل ڪرڻ يا هوش جي بدران جوش جي منهن ۾ ڌڪڻ يا "ماڻهپي" مان ڪيڻ لاءِ "مستقل مفاد" قوتن لساني، مذهبي ۽ مسلڪي حربا استعمال ڪري سڄي ملڪ جي صوبن ۽ صوبن جي مختلف اهم شهرن جي عوام ۽ نوجوانن جي گڏيل طاقت کي ٽوڙڻ ۽ منتشر ڪرڻ لاءِ جيڪا مخصوص حڪمت عملي اختيار ڪئي، اها حقيقت هاڻي راز نہ رهي آهي.

ضياءالحق جي ٽيم جتي مذهبي جماعتن کي مسلڪي بنيادن تي ٻہ ٽوڙيو تہ اتي "جهادي جٿا" پڻ ٺهرايا. اهڙي طرح لساني بنيادن تي تنظيمون ٻہ جوڙيون تہ ڪن "قومپرستن" تي بہ پنهنجيءَ پَرِ ۾ هٿ پڻ رکيو يا بظاهر انهن لاء "نرم" رويو اختيار ڪيو.

گهڻ رُخي حڪمت عملي اختيار ڪري نوجوانن ۽ عوام کي اهڙيءَ طرح ورهائڻ، ويڙهائڻ ۽ متنفر ڪرڻ جو بنيادي مقصد صرف اهو تہ "جيئن ملڪ جي سيني جمهوري قوتن کي ۽ خاص ڪري پيپلز پارٽي کي ڪمزور ڪجي". ضياءالحق يا مستقل مفاد قوتن ان مقصد جي لاءِ سيني "پنو مخالف" قوتن کي هر طرح سان پاليو ۽ استعمال ڪيو.

افغانستان مان سوويت فوجن جي واپس وڃڻ کانپوءِ آمريڪا وٽ "ضياءالحق" جي افاديت گهٽجي چڪي هئي، جڏهن تہ مختلف سببن جي ڪري آمريڪا هاڻي هُن کي "نڪاڻي" تي لڳائڻ کي بهتر يا "حالتن" جي روشني ۾ وڌيڪ موزون سمجهي، آخرڪار Man_go (مين_گو) جنهن کي "مينگو آپريشن" بہ سڏيو ويو ان تحت "گم" ڪري ڇڏيو.

"مستقل مفاد" قوتون جڏهن پنهنجي "سرپرستي" ۾ لساني، مسلڪي يا جهادي مسلح جٿا تيار ڪرائينديون آهن تہ ڪجهہ وقت کانپوءِ انهن جي "تياري" ۽ "آزمائش" کي پرکڻ لاءِ ڪا نہ ڪا واردات ڪرائي ڏسنديون آهن تہ سندن حڪمت عملي ڪيتري حد تائين "ڪارآمد" ٿي آهي ۽ ان جا اثر ۽ نتيجا ڪهڙا پيدا ٿي رهيا آهن تہ ان سان گڏوگڏ پنهنجي اثر هيٺ پيدا ڪيل "قيادت" جي ذهانت ۽ مقبوليت ۽ وفاداري جي "تڪ تور" پڻ ڪنديون آهن.

1988ع ۾ عام چونڊن کان اڳ حيدرآباد ۾ مسلح واردات ڪرائڻ جو مقصد صرف اهو هو تہ هڪ طرف اردو ڳالهائيندڙ نوجوان ۽ عوام ايم ڪيو ايم ڏانهن ڌڪجي ۽ ان کي پنهنجو "محافظ" سمجهڻ لاءِ مجبور ٿئي تہ ٻئي طرف وري سنڌي نوجوانن ۽ عوام کي وفاق جي نالي ۾ سياست ڪندڙ پيپلز پارٽي يا ترقي پسند قوتن جي بدران قومپرستيءَ جي نالي ۾ سياست ڪندڙ قوتن ۽ اليڪشني اميدوارن جي حمايت ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو وڃي.

مستقل مفاد قوتن جي ان حڪمت عملي تحت، اردو ڳالهائيندڙ نوجوانن ۽ عوام تہ واقعي ايم ڪيو ايم ڪي پنهنجو "نجات ڏيارينڌڙ" يا "محافظ" سمجهيو پر سنڌ جي نوجوانن ۽ عوام هر حالت ۾ پيپلز پارٽي کي "پنهنجو" سمجهيو. اهڙي طرح فسادي قوتن جو منصوبو "اڌ" ڪامياب ٿي سگهيو.

سيني منفي حربن، حرفتن ۽ مداخلتن جي باوجود مجبور ٿي اقتدار تہ بينظير جي حوالي ڪيو ويو پر ڪيس "اختيار" نہ ڏنا ويا.

اختيارن کان محروم ڏنل اقتدار بينظير ڀٽو کي وڃڻ کپي ها يا نہ؟ ان تي اجا تائين مختلف رايا آهن ۽ تڪراري بحث جاري آهن.

هتي اهو سوال پڻ بار بار ڪَرَ کڻي سامهون اچي رهيو آهي تہ "ڇا اهو محض اتفاق هو جو لساني جهيڙا صرف پيپلز پارٽي جي حڪومت ۾ ٿيا؟ يا ڄاڻي واڻي حڪمت عملي تحت ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت ۾ بہ تہ وري بينظير جي حڪومت ۾ پڻ ڪرايا ويا؟؟ ان اهم سوال جا جواب ممڪن آهي تہ مختلف سياسي اڳواڻن وٽ مختلف هجن پر ان جي اثرن ۽ نتيجن تي غور ڪبو تہ حقيقت واضح ٿي ويندي.

لساني، نسلي، مسلڪي ۽ جهادي بنيادن تي وقت بوقت ڇڪتاڻ پيدا ڪرڻ جو هڪ سبب اهو بہ آهي تہ جيئن انهن بنيادن تي قائم ڪيل تنظيمن کي بار بار نئين توانائي ۽ نئون بارڻ پڻ فراهم ٿيندو رهي تہ عوام ۽ نوجوانن کي سندن حقيقي ۽ اصلي بنيادي سماجي ۽ معاشي مسئلن کان "اوجهل" ۽ لاتعلق پڻ رکي سگهجي.

لساني ۽ نسلي جهيڙا حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ ٿيندا هجن. يا دادو ۽ نوابشاهہ ۾ ٿيندا هجن، اهڙي طرح مسلڪي ۽ مذهبي نفرتن سان ڀرپور بارود ڪراچيءَ ۾ استعمال ڪيو وڃي، چاهي اسلام آباد يا ڪوئيٽا ۾ ڪنهن بہ طرح ان جي حمايت نہ ڪرڻ گهرجي ۽ نہ ئي اهڙين قوتن کي عوام جو دوست يا ڪنهن بہ لساني يا مسلڪي برادريءَ جو همدرد سمجهڻ گهرجي.

جنهن وقت کان انهن "غيرانساني" بنيادن تي تنظيمون ۽ جٿا منظم ڪري سماج ۾ متعارف، متحارب ۽ متحرڪ ڪيا ويا آهن، ان وقت کان وٺي هن وقت تائين مجموعي طور تي جيڪا "هوا" هلندي رهي آهي، ان جي اثرن ۽ نتيجن اسان جي انساني سماج ۽ معاشري کي "مفلوج" يا "يرغمال" بڻائي رکيو آهي.

ڪو وقت هو جو، جڏهن ڪراچيءَ ۾ فيڊرل بي ايريا جي ٽن سالن جي هڪ نياڻي ترنم کي ڪن سفاڪ قاتلن قتل ڪيو هو تہ ان واقعي جي خلاف سڄي ڪراچيءَ جي عوام ۽ نوجوانن گڏجي مسلسل ٽن ڏينهن تائين شهر بند ڪيو هو ۽ "هم آواز" بڻجي احتجاج ڪيو هو.

اڄ اهو ڪراچي ورهايل آهي؟؟ هڪ هڪ ڏينهن ۾ ڪيترائي ڪونڌر مختلف "بهانن" ۽ "وفادارين" جو ڪاچ بڻجي رهيا آهن پر پوءِ بہ گڏجي يا متحد ٿي ڪير بہ احتجاج ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهي!! آخر ڇو؟؟ انساني رت کي سنڌي ۽ اردو يا اردو ۽ پشتو يا اهل حديث ۽ اهل سنت يا شيعا سُني رنگ ۾ ماپڻ جو ڪهڙو جواز آهي؟؟

اختلاف راءِ کي نفرت ۽ دشمني جو رنگ ڏيڻ ڪيئن درست آهي؟؟ آخر ان منفي رجحان مان ڪيئن ڇوٽڪارو حاصل ڪبو؟؟

گڏيل سماجي، معاشي، اقتصادي، معاشرتي ۽ سياسي مسئلن تي گڏجي جدوجهد هلائڻ جي بدران هڪٻئي کان نفرت ڪرڻ ۽ انهن مسئلن جي لاءِ "اقتداري قوتن" يا ذميوار ڌرين جي بدران هڪٻئي جو خون وهائڻ يا هڪٻئي کي ذميوار سمجهڻ سان ڪنهن کي فائدو ٿي رهيو آهي؟؟

ان حوالي سان هيءَ حقيقت عرض ڪرڻ بي مهل نہ ٿيندي تہ حڪومت، حڪومتي ادارا "طالبان" ۽ "جهادي جٿن" جي هٿن ۾ يرغمال ۽ مفلوج ٿيل عوام ۽ نوجوانن کي جيستائين هنن جي طرفان پيش ڪيل "اسلامي نظام" ۽ "اسلامي عدل" جي عيوض اهڙو متبادل سياسي نظريو ۽ "عملي معاشي نظام" پيش نہ ڪندا جيڪو هنن جي مسئلن کي ڪاميابيءَ سان حل ڪندڙ بہ هجي تہ هڪجهڙائي ۽ انصاف تي بيٺل هجي ۽ جيڪو عوام ۽ نوجوانن کي هر طرح مطمئن بہ ڪندڙ هجي تہ سندن ذهني اصلاح ڪرڻ جي قابل پڻ هجي. تيستائين مستقل بنيادن تي ڪين انهن منفي ۽ انسان ڪش حلقن ۽ قوتن جي اثر مان نہ ڪڍي سگهبو. ان ڪري ضروري آهي تہ مڪمل متبادل، متحرڪ، انسان دوست اهڙي نظرياتي نظام لاءِ راهہ هموار ڪرڻ جو ماحول پيدا ڪيو وڃي جيڪو هر ڪنهن قسم جي نفرت، ڏاڍ ۽ ڦرلٽ کان پاڪ هجي. يعني اتان جي عوام ۽ نوجوانن کي "نظرياتي متبادل مڪمل نظام" لاءِ ذهني طور تي تيار ڪرڻ گهرجي.

جيتريقدر سنڌ ۽ سنڌ جي مجموعي مفادن جو تعلق آهي تہ ان سلسلي ۾ اهو عرض ڪرڻ ضروري ٿيندو تہ سنڌ جون اُهي سڀ سياسي جماعتون جيڪي قومپرستيءَ يا ترقي پسنديءَ جي جهنڊي هيٺ سياست ڪري رهيون آهن. انهن کي گهرجي تہ اهي بہ تڏي سيني سان، سنجيدگيءَ سان ۽ حقيقت پسنديءَ سان سنڌ جي زميني حقيقتن کي نظر ۾ رکي سياست ڪن.

اها سنڌ جي بدقسمتي آهي يا حالتن جو جبر چئجي تہ سنڌ ۾ ٻين ڪيترن ئي ملڪن توڙي پاڪستان جي ٻين صوبن ۽ علائقن مان بي شمار خاندان لڏي هتي اچي آباد ٿيا آهن. انهن بي شمار خاندانن مان چند يا محدود ۽ مختصر تعداد اهڙن خاندانن جو بہ آهي جيڪي ورهاڱي کان اڳي هتي اچي آباد ٿيا آهن.

اهو بہ درست آهي تہ هتي لڏي آيل خاندانن سان واسطو رکندڙ ڪيترائي سياسي اڳواڻ ۽ ڪارڪن، پنهنجو پاڻ کي هن ڌرتي سان جوڙڻ ۽ هن ڌرتيءَ جي عوام دوست جمهوري قوتن سان سهڪار ڪرڻ جي بدران اڃا تائين ٻين صوبن مان اپريل "سياسي قوتن" يا سياسي قيادت کي پنهنجو "سياسي قبلو" تسليم ڪري رهيا آهن. پر اها پڻ حقيقت آهي تہ سنڌ ۾ مختلف دورن ۾ اچي آباد ٿيل هزارين خاندان اهڙا بہ آهن جن سان وابستہ نوجوان ۽ سياسي ڪارڪن "سنڌ دوست" ۽ "عوام دوست" ڪردار ادا ڪري رهيا آهن. ان ڪري ڇا اهو سنڌ جي مجموعي مفادن وٽان نہ ٿيندو تہ اهڙن سنڌ دوست ۽ عوام دوست ڪارڪنن کي عملي طور پنهنجين صفن ۾ شامل ڪجي ۽ انهن کي پنهنجين جماعتن ۾ جاءِ ڏجي؟؟

اها ڪيڏي نہ حيرت جي ڳالهہ آهي جو جيڪڏهن هڪ طرف مخصوص لساني تنظيمون انهن سان وابستہ نوجوانن ۽ سياسي ڪارڪنن کي ڪنهن بہ سنڌ دوست ۽ عوام دوست قومپرست ۽ ترقي پسند جماعت ۾ وڃڻ جي خلاف آهن تہ ٻئي طرف قومپرست ۽ ترقي پسند تنظيمن جي قيادت پڻ انهن کي پاڻ سان عملي طور شامل ڪرڻ لاءِ اجا تائين پنهنجو پاڻ کي ذهني طور تيار نہ ڪري سگهي آهي ۽ نہ ئي ان سلسلي ۾ سنجيدگي سان ڪوشش ڪري سگهي آهي.

مختلف لساني برادرين ۽ ثقافتي اقليتون، سنڌي قوم جو حصو آهن. انهن برادرين سان واسطو رکندڙ جيڪي بہ نوجوان ۽ سياسي ڪارڪن. سنڌ دوست ۽ عوام دوست سياست ڪرڻ لاءِ تيار ٿي سگهن ٿا يا اهڙو ڪردار ادا ڪري رهيا آهن. انهن کي پنهنجو سياسي ساٿي بڻائڻ ڪنهن جي مفاد ۾ ٿيندو؟؟

ڄاڻائي يا اڻڄاڻائي ۾ ڪٿي ايئن تہ نہ آهي جو قوم پرست ۽ ترقي پسند سياست ڪندڙ قيادت بہ اهوئي ڪري رهي آهي جيڪو نسل پرست لساني ٽولو چاهي رهيو آهي؟؟

آخر هيڏي ساري چڱي موچاري آبادي ۽ اهم شهرن ۾ رهندڙ انسانن کي بين جي رحم و ڪرم تي ڇڏي ڏيڻ سان يا لاتعلق ٿيڻ سان ڪنهن کي فائدو ٿيندو؟؟

ڪراچي، حيدرآباد ۽ سنڌ جي ٻين شهرن ۾ آباد ٿيل بلوچي، پنجابي، پشتو، سرائيڪي ۽ اردو ڳالهائيندڙ نوجوانن ۽ سياسي ڪارڪنن کي نظرانداز ڪرڻ يا سيني سان "ساڳيو" لاتعلقي وارو رويو اختيار ڪرڻ ڪيئن درست آهي؟؟

پنهنجا هم خيال، سياسي دوست ۽ سياسي هم سفر ناهڻ ئي تہ جدوجهد جي ڪاميابيءَ ڏانهن ويندڙ رستو آهي.

ڪراچي، حيدرآباد ۽ ميرپورخاص سميت سنڌ جي ڪيترن ئي شهرن ۾ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ بہ لکين بلوچ خاندان بہ لڏي اچي آباد ٿيا آهن، انهن لکين خاندانن سان تعلق رکندڙ نوجوانن ۽ سياسي ڪارڪنن کي پنهنجي صفن ۾ شامل ڪري متحرڪ ڪردار ادا ڪرڻ جي سلسلي ۾ اسانجي طرفان ڪهڙي ڪوشش ڪئي وئي آهي؟؟

اهڙي طرح ڪراچي ۽ حيدرآباد سميت سنڌ جي سيني شهرن ۾ آباد ٿيل اردو ڳالهائيندڙ خاندانن سان تعلق رکندڙ لکين نوجوانن ۽ سياسي ڪارڪنن کي سياسي لحاظ سان "پنهنجو" بنائڻ ۾ اسان جي طرفان پاڻمرادو ڪيتري ڪوشش ڪئي وئي آهي ۽ منجهن "پنهنجائپ" جو احساس پيدا ڪرڻ لاءِ ۽ پنهنجي تحريڪ جو حصو بنائڻ لاءِ ماحول ڪيترو سنو. مثبت ۽ سازگار بنائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي؟؟ سيني اردو ڳالهائيندڙن کي هڪ لساني ۽ نسلي ٽولي جي کاتي ۾ شامل ڪرڻ ۽ انهن جو ساٿي سمجهي هنن کان پري رهڻ مان ڪنهن کي فائدو حاصل ٿي رهيو آهي؟؟

ڪٿي ايئن تہ نہ آهي جو قومپرستي ۽ ترقي پسنديءَ جي نالي ۾ سياست ڪندڙ دوست، پاڻ ڄاڻائي يا اڻ ڄاڻائي ۾ "نسل پرستي" ۽ تنگ نظري جو شڪار

ٿي رهيا آهن؟

سنڌ ۾ محترم محمد ابراهيم جويو، ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي، محترم رسول بخش پليجو، جام ساقي، تاج بلوچ، سراج ميمڻ، آغا سليم، حميد سنڌي ۽ ٻيا ڪيترائي بزرگ اديب، دانشور ۽ سياستدان موجود آهن تہ نئين ٽهيءَ ۾ پڻ ڪيترائي اڳواڻ ۽ ليکڪ اهڙا آهن جيڪي ان سلسلي ۾ "ٿنڪ ٽينڪ" جو ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا.

ڪاوڙ ۽ ابهرائي ۾ ٻين کي ميار ڏيڻ يا ٻين کي ڏوهي قرار ڏيڻ جي بدران سنڌ جي وسيع ۽ مستقل مفاد ۾ اهو سوچڻ گهرجي تہ اسان سنڌ واسين جو، سنڌ جو ۽ اسان جي جدوجهد جو مفاد ڇا ۾ آهي؟؟

# گهر ۾ دليون اجاڙيندڙ فساد ۽
# مرحوم شبير احمد نوراني جي "معصوميت"

1980 ع واري ڏهاڪي ۾ ضياءُالحق ۽ مستقل مفاد قوتن جي پوڪيل ٻج 1986 ع ۽ پوءِ 1988 ع ۾ سنگ ڪڍڻ شروع ڪيا. حڪمت عملي ۽ مصلحت تحت پهرئين مرحلي تي ايم ڪيو ايم جي قيادت ۽ سنڌ جي مشهور قومپرست قيادت نہ صرف "سنڌ" جي مفادن لاءِ گڏجي جدوجهد ڪرڻ جا اعلان ڪندي رهي پر سڄي سنڌ جي مختلف شهرن ۾ پڻ گڏجي دورا ڪيا ويا جڏهن تہ پنجاب ۽ سرحد جي هزارہ ڊويزن سان وابستہ قوتن جي خلاف پڻ جذباتي ۽ پُرڪشش تقريرون ۽ بيان بازيون بہ ٿينديون رهيون تہ ڪراچي شهر ۾ "غير صوبائي" آبادي جي خلاف ڪجهہ پُرتشدد واقعا پڻ ڪرايا ويا. اهڙي طرح پهرئين مرحلي تي ايم ڪيو ايم جو عام سياسي پوسچر "مهاجر دوست". سنڌ دوست ۽ غير صوبائي تسلط جي خلاف اڀاريو ويو. اهڙي طرح لساني ۽ علائقائي بنيادن تي پيدا ڪيل ان نفرت. ورهاست ۽ "خليج" کي وڌيڪ وڌائڻ. جذباتي ۽ پُرڪشش بنائڻ جي لاءِ وري مقابلي ۾ پنجابي. پختون اتحاد پڻ ٺاهيو ويو.

جنهن معاشري ۾ هڪ دفعو "اسلح" جو استعمال متعارف ڪرايو وڃي يا مسلح گروهن جي مدد سان پنهنجي مرضي مڙهڻ وارو رستو اختيار ڪيو وڃي تہ ان جا نتيجا هميشہ اڳرا. ڏکوئيندڙ ۽ عبرتناڪ نڪتا آهن. ڇاڪاڻ جو اسلح ۽ مسلح جٿا. پوءِ نہ تہ ڪنهن محدود حد ۾ رهن ٿا تہ نہ ئي متعارف ڪرائيندڙ گروهن جي مرضي مطابق هلن ٿا تہ نہ ئي انهن جو رخ ڪنهن بہ هڪ طرف رهي سگهي ٿو.

هٿيارن جي ڇڙواڳ ريل-پيل پنهنجا رستا پاڻ پيدا ڪندي آهي تہ پنهنجا "هدف" ۽ شڪار بہ پاڻ منتخب ڪندي آهي ۽ بدلائيندي رهندي آهي.

پنجاب ۽ هزارہ جي بالادستيءَ خلاف پروپئگنڊا ڪرڻ ۽ ٽيليويزن ۽ زيور وڪڻي هٿيار خريد ڪرڻ وارن همراهن جا هٿيار ڪنهن ڪنهن جي خلاف استعمال ٿيندا رهيا ۽ جنهن انداز. حرفت ۽ "جواز" سان وقت سان گڏ پنهنجا ٽارگيٽ بہ بدلائيندا رهيا. ان تي غور ڪرڻ سان اها حقيقت ثابت ٿيندي تہ اُهي هٿيار. ڪڏهن ڪڏهن ڪين بہ "سامهون" آيا آهن.

ان ڪري هٿيارن جو متعارف ٿيڻ يا ڪنهن بہ مرحلي تي ٻين جي خلاف استعمال ٿيڻ تي خوش ٿيڻ يا خوش فهمي جو شڪار ٿيڻ. پنهنجو پاڻ کي دوکو ڏيڻ جي برابر آهي. ڇاڪاڻ جو هٿيارن جا منهن ڪڏهن بہ تبديل ٿي سگهن ٿا. ان ڪري ان رجحان جي ڪنهن بہ مرحلي تي وڪالت ڪرڻ نہ گهرجي.

"هٿيار صرف ۽ صرف ڪنهن بہ نظرياتي، عوام دوست انقلابي جماعت جي سرپرستي ۾ ظالم، رياستي جبر ۽ عوام دشمن معاشي ۽ سياسي نظام ۽ حڪمران طبقن جي خلاف تڏهن استعمال ڪري سگهجن ٿا جڏهن نظرياتي،

انقلابي سياسي جماعت، پاڻ ان جي رهنمائي ڪرڻ لاءِ مجموعي حالتن جو تجزيو ڪري ان کي اڻتر سمجهي ۽ سياسي جدوجهد سان سلهاڙيل هجي."

بينظير ڀُٽي جي پهرئين حڪومت دؤر ۾ جڏهن هٿيارن جا رخ ڦيرائي، ڌرتي ڌڻين ڏانهن ڪيا ويا تہ سچ پچ ڪيترائي هانءُ ڏاريندڙ، جهوريندڙ ۽ دردناڪ واقعا پيش آيا.

ڪيترن ئي ڳوٺاڻن، شهرواسين، ملازمن، شاگردن، پورهيتن، نوجوانن ۽ معصوم ٻارڙن کي بہ نہ بخشيو ويو جن کي اها بہ خبر نہ هئي تہ "انهن کي آخر ڇو ماريو پيو وڃي؟" آخر انهن جو ڪهڙو ڏوهہ آهي؟؟ جيڪڏهن ڪنهن کي ڪا شڪايت هئي تہ بہ ان لاءِ حڪومت ذميوار هئي يا ڪنهن اداري جي انتظاميہ ذميوار هئي، عام ماڻهوءَ جو آخر ڪهڙو قصور هو؟

ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ ڌرتي ڌڻين لاءِ ڌرتي تاماڻي ڪري ڇڏڻ يا انهن جي لاءِ انهن جا ئي اباڻا شهر، بستيون، پاڙا ۽ گهر نوگو ايريا بنائي ڇڏڻ ڪيئن درست هو؟؟

هونئن تہ قتل و غارت گري جي ان "لهر" ۾ ڪيترائي خاندان پنهنجن سرپرستن، يا گهر ڀاتين کان محروم ڪيا ويا. پر ڪراچي اليڪٽرڪ سپلاءِ ڪارپوريشن جي هڪ مانيڻي، شريف، قربائتي ۽ دلبر انسان انجنيئر شبير احمد نوراني ۽ سندس ڏيڍ سالن جي نياڻي جو هانءُ ڏاريندڙ واقعو اڄ بہ انسانن کي جنجهوڙي رهيو آهي.

شبير احمد نوراني، نوابشاهہ جي معروف شخصيت ڊاڪٽر علي محمد نوراني جو فرزند ۽ پنهنجي وقت جي مشهور شاگرد اڳواڻ مسعود احمد نوراني جو ننڍو ڀاءُ هو. شبير احمد نوراني، جڏهن بہ جنهن سان بہ ملندو هو تہ جام ساقي وانگر ملندڙ کي پنهنجائپ مان ڪنڌ تي چُمي ڏيندو هو. انتهائي سادو، ياررويس، ڪلتو ۽ خوددار انجنيئر هو. فيڊرل بي ايريا، سهراب ڳوٺ واري علائقي ۾ سندس فليٽ هو. پنهنجي گهرواري ۽ ٻارڙن سان اتي رهندو هو. ڪجهہ مهينا اڳ، ان فليٽ تي پنهنجي مرحوم والده جي لاءِ قرآن خواني پڻ ڪرائي هئائين.

واقعي واري ڏينهن چون ٿا تہ مرحوم کي ڪن خيرخواهن اها صلاح ڏني هئي تہ هو اتان هليا وڃن. ڇاڪاڻ جو هنن لاءِ اتي رهڻ مناسب نہ هو. جنهن جي جواب ۾ مرحوم نوراني چيو هو تہ "منهنجو نہ تہ سياست سان ڪو تعلق آهي تہ نہ ڪنهن تنظيم سان واسطو آهي. پرامن شهري آهيان. ڪنهن سان دشمني ۽ تلخي بہ نہ آهي. نوڪري ڪري رهيو آهيان. اداري مان قرض ڪٽي فليٽ ورتو آهي، انهن حالتن ۾ ڪير بہ مون کي ڇو نقصان پهچائيندو؟ پنهنجو فليٽ ڇڏي ڪيڏانهن وڃان؟؟

اهو پڻ چيو وڃي ٿو تہ شام جو شايد مغرب ڌاري يا ان کان پوءِ جڏهن ڪيس مارڻ جي لاءِ مسلح دهشتگرد سندس فليٽ جو دروازو زبردستي کولي اندر داخل ٿيا تہ مرحوم جي هڪ هٿ ۾ قرآن پاڪ هو تہ ٻئي هٿ سان ننڍڙي سحرش سندس ڪڇ تي هئي جڏهن تہ سندس گهرواري ۽ ٻن ٻارن کي پاڻ ئي باٿ روم ۾ بند ڪري ڇڏيو هئائين. پر افسوس جو قاتلن نہ تہ قرآن پاڪ جي پرواهہ ڪئي تہ نہ

ٺي ڪين ننڍڙي معصوم نياڻي سحرش تي ٺي ڪا "ڪهل" آئي...!!

مرحوم شبيراحمد نوراني جي گهرواريءَ جو تعلق جوڻيجا خاندان سان آهي. ڊاڪٽر نظر محمد جوڻيجي جي ڀيڻ شبير احمد جي ڏاڍي صابرين، باهمت، باڪردار ۽ خوددار گهرواري آهي ۽ ٽيچر آهي ۽ پنهنجن ٻارڙن جو "سڀ ڪجهہ" آهي. "سحرش نگر" آءُ ڀانيان ٿو تہ شبير احمد نوراني جي ڏيءَ جي نالي تي آباد ڪيل آهي.

انهن ڏينهن ۾ آءُ ڪراچيءَ جي نيشنل سيمينٽ سوسائٽي ۾ ڪارپوريشن جي قرض سان ٺهرايل گهر ۾ رهندو هوس. اسان ڪي پڻ ٽيليفون تي ڌمڪيون مليون. اهڙيون ڌمڪيون ان وقت ڪافي ڊرتي ڏٺين ڪي مليون هيون. گرميءَ جون موڪلون هيون مون ٻارڙن کي نوابشاهہ موڪلي ڇڏيو ۽ پاڻ ڪڏهن ڪنهن دوست وٽ تہ ڪڏهن ڪنهن وٽ وڃي رهندو هوس.

هڪ ڏينهن آفيس پهتس تہ خبر پئي تہ اسلام آباد مان آمريڪا جي يونيورسٽي ۾ KESC جي انجنيئرن جي ٽريننگ ڪورس لاءِ اسڪالرشپ آئي آهي. جنهن ۾ منهنجو نالو بہ شامل آهي. مون ڪان سواءِ جيڪا بہ ٻيا نالا هئا، انهن کي 15 ڏينهن اول فون تي انتظاميہ اطلاع ڪري گهربل تياري ڪرڻ لاءِ هدايتون ڪري ڇڏيون هيون. پر مون کي اهڙو اطلاع اهو بہ "اتفاقيہ" طور تي ۽ روٽين واري "ڊاڪ" ذريعي مليو.

"مارـ ڌاڙ" جي ان ماحول ۾ ڪاغذي ڪارروائي مڪمل ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو بہ هو تہ خطرناڪ پڻ هو. مون هيڊ آفيس مان ٺي ڪجهہ ڪارروائي مڪمل ڪرائي ۽ باقي گهربل ڪارروائي اسلام آباد جي مختلف سيڪريٽريٽس مان ڪرائي ۽ اتان ٺي ٽڪيٽ وٺي ڄاڻايل تاريخ تي جڏهن اتي پهتس تہ خبر پئي تہ ٻيا ٻئي انجنيئر اڃا نہ پهتا هئا. 5 ـ جون تي يونيورسٽي آف ٽيڪساس ايٽ آرلنگٽن ۾ 10 هفتن جو گرڊ اسٽيشن سسٽم پروٽيڪشن جو ڪورس شروع ٿيڻو هو.

آءُ هاليند ۽ پيرس مان جهاز جون اڏامون مٽائيندو شڪاگو ايئرپورٽ تي آمريڪا پهتس، اتان ڊالس پهتس تہ مغرب جو وقت هو. ايئرپورٽ تي بروقت وٺڻ لاءِ جنهن ذميدار کي اچڻو هو. اهو نہ پهتو. ايئرپورٽ جي عملي جي مدد سان فون تي رابطو ڪيو ويو، جتان هڪ پروفيسر ڊاڪٽر لي وٺڻ آيو. ڊاڪٽر لي اصل ۾ "تائيوان" جو رهواسي آهي. جيڪي پاڻ کي چيني سڏائيندا آهن. 10 هفتن جو ڪورس هو. ڪورس "ڪمپيوٽرائيزڊ" هو ۽ ڪافي ڪم ڪمپيوٽر تي ڪرڻو هو.

مون 1974ع ۾ انجنيئرنگ پاس ڪئي هئي، تڏهن اسان وٽ ڪمپيوٽر جو نالو نشان بہ نہ هو. ان ڪري ڪلاس ۾ جنهن وقت پروفيسر ڪمپيوٽر "Revise" ڪرائيندا هئا تہ مون کي پنهنجو پاڻ تي ڪل ايندي هئي ڇاڪاڻ جو منهنجي لاءِ اهو Revision يا "ورجاءُ" نہ هو. بلڪ نئين ڳالهہ يا نئون ڪورس هو.

ان ڪورس ۾ مختلف پوئتي پيل ٻين لفظن ۾ "اڻ سڌريل" 11 ملڪن جا شاگرد هئاسون. واپڊا مان بہ ٻہ انجنيئر آيا هئا. واپڊا ۽ ڪي اي ايس سي وارن انجنيئرس

گڏجي اهو فيصلو ڪيو تہ پاڪستان ۾ بجليءَ جي ادارن ۽ نيٽ ورڪ جي باري ۾ آءٌ نمائندگي ڪيان ۽ سوالن جا جواب بہ آءٌ ڏيان تہ بريفنگ بہ آءٌ ئي بيان ڪيان.

اسان سڀني گڏجي تياري ڪئي ۽ سلائيڊون پڻ ٺاهيون. پنهنجي بريفنگ جي دوران جڏهن مون اها ڳالهہ ڪئي تہ "اسان جهڙن ملڪن ۾ جيئن تہ سياسي استحڪام رهڻ نہ ڏنو ويندو آهي. ان ڪري معاشي استحڪام بہ نہ ايندو آهي ۽ معاشي استحڪام نہ هجڻ جي ڪري مختلف ادارا بحران جو شڪار رهندا آهن ۽ سياسي استحڪام نہ هجڻ جا سبب "غير ملڪي مداخلت ۽ غير جمهوري حڪومتون آهن" تہ منهنجي اها ڳالهہ ڏاڍي پسند ڪئي وئي ۽ تاڙيون وڄايون ويون.

قطر جي حڪمران "مُلا" خاندان جو محمد نالي هڪ انجنيئر ان ڪورس ۽ بريفنگ ۾ موجود هو. جنهن کي اها ڳالهہ ايتري پسند آئي جو ڪلاس کان ٻاهر اچي مون کي چُمي ڏنائين ۽ اهو بہ چيائين تہ "تو هنن کي منهن تي اها ڳالهہ ڪيئن چئي"؟

مُلا محمد. پوءِ چوندو هو تہ بلوچ اسان کي ڏاڍو وڻندا آهن ۽ تون بہ تہ بلوچ آهين!!

مُلا محمد هن ڪورس کان اڳ. انجنيئرنگ جي ڊگري جو ڪورس پڻ آمريڪا مان مڪمل ڪيو هو.

اتفاق سان انهن ڏينهن ۾ بينظير ڀٽو جي حڪومت ختم ڪئي وئي هئي. عراقي فوجون ڪويت ۾ داخل ٿيڻ جي بهاني ۽ جواز جي جواب ۾ آمريڪي فوجون سعودي سرزمين جي هوائي اڏن تي لهي رهيون هيون.

مون کان رهيو نہ ٿيو. هڪ ڏينهن صبح جو ٿورو سوير يونيورسٽي پهچي پنجن ڇهن ڪلاس رومز ۾

Long Live Bhutto
Long Live Sindh

لکي ڇڏيم تہ جيئن شاگرد ۽ پروفيسر پڙهن.

سچي ڳالهہ اها آهي تہ اهي نعرا لکندي مون کي ڊپ بہ پئي لڳو ڇاڪاڻ جو سپرپاور جو دٻدٻو جدا تہ اهو خوف جُدا تہ ممڪن آهي تہ انهن ڏينهن ۾ اُتي آءٌ اڪيلو ئي اهڙو شاگرد هجان ۽ جنهن کي ڳولي لهڻ متعلقہ ادارن جي لاءِ ڪو مسئلو ئي نہ هجي!!!

آرلنگٽن يونيورسٽي ۾ ٽريننگ دوران اهو احساس ٿيو تہ آمريڪا جي مختلف تعليمي ادارن ۽ يونيورسٽين ۾ ڀارت. ڪوريا ۽ تائيوان مان وڏي انگ ۾ شاگرد ۽ پروفيسر تعليم ۽ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ بہ ايندا آهن. تہ انهن يونيورسٽين ۾ پاڻ پڙهائڻ بہ لڳندا آهن.

10 هفتن جو وقت ڏاڍو سٺو گذريو. اسان کي 11 ملڪن مان ٽئين نمبر تي مئرٽ ملي.

محترم فيض محمد پيرزادو. سڪرنڊ تعلقي ۽ نوابشاهہ ضلعي جو رهواسي آهي. نيشنل بينڪ سان وابستہ هو. بينڪ جي طرفان ئي نيويارڪ ۾

پوسٽنگ ٿيس. پاڻ پنهنجي فيملي سان اتي ئي رهندڙ آهي. منهنجو سنڌيو بہ آهي. ڏاڍو زنده دل، يار ويس، مهل جو مڙس ماڻهو، خوش طبع پوڳائي ۽ مجلس جو مور ۽ نرالي طبيعت جو مالڪ آهي.

ڪورس مڪمل ڪري نيويارڪ سائين فيض محمد صاحب وٽ پهتس. ايئرپورٽ تي سندس فرزند عبدالباري، ارشد ۽ اعجاز وٺڻ آيا.

عبدالباري، مون کي سيرو تفريح ڪرائڻ جي نيت کان آفيس مان هفتي جي موڪل ورتي هئي. نياگرا فال، ورلڊ ٽريڊ سينٽر ۽ ٻيون اهم جايون گهمايائين.

مون کيس ٻهرئين ڏينهن عرض ڪيو هو تہ آخري هڪ ڏينهن مون کي نيويارڪ جي وڏي ۾ وڏي لئبريري ۾ صبح جو ڇڏي ڏي ۽ شام جو اچي ڪٺي وڃي. پر مصروفيت ۽ منهنجي پنهنجي طرفان ترت واپس پاڪستان پهچڻ جي اڳواٽ بڪنگ ڪرايل جي نتيجي ۾ اها خواهش پوري نہ ٿي سگهي.

واپسي ۾ جڏهن جهاز سعودي عرب جي ايئرپورٽ تي ترسيو هو تہ ان وقت ڪافي آمريڪي اتي نظر آيا. جن کي ڏسي سخت "مايوسي" ٿي رهي هئي. ڪراچي ايئرپورٽ تي محترم مسعود پيرزادو ۽ علي محمد ڪرنائي وٺڻ آيا هئا.

هن ٽريننگ تي وڃڻ کان اڳ منهنجو ڀاءُ محمد رمضان. سخت بيمار هو. جنهن کي ڪراچي ڪٺائي آيا هئاسين ۽ مشهور انسان دوست ڊاڪٽر اديب رضوي هن جو "معالج" هو.

ٽريننگ تي وڃڻ کان اڳ "انگريزي امتحان" وٺڻ لاءِ اسلام آباد مان صرف هڪ ڏينهن جي نوٽيس گهرايو هئائون. يو ايس ايڊ جي طرفان اهو ڪورس هو. انگريزي امتحان ۾ 500 مارڪون کڻڻيون هيون. اهو امتحان پاس ڪرڻ لاءِ اول پاڻ ڪلاسن ۾ ڪورس ۽ گرامر پڻ پڙهايو ويندو آهي پر مون کي اهڙو موقعو نہ ڏنو ويو. هڪ ڏينهن جي نوٽيس تي ڪهڙي تياري ٿيندي؟ مون 480 مارڪون کنيون. يعني 20 مارڪون گهٽ کنيم پر ڪراچي مان مسلسل اسلام آباد جي متعلقہ اختياري وارن سان رابطو رکندو آيس جن کي اهو بہ چيم تہ "اوهان جو انگريزي زبان وارو ڪورس وڏا وڏا ڪورس يا اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ "شرطيہ" هوندو آهي جڏهن تہ مون وارو ڪورس تہ "شارٽ ڪورس" آهي. ان ڪري ان ۾ رعايت هجڻ گهرجي. ممڪن آهي تہ منهنجو اهو دليل هنن کي دل سان لڳو هجي يا هنن پاڻ رعايت ڪئي هجي. بهرحال آءُ جڏهن آرلنگٽن يونيورسٽي مان واپس گهر پهتس تہ خبر پئي تہ منهنجو ڀاءُ محمد رمضان صحتياب نہ ٿي سگهيو ۽ گذاري ويو.

محمد رمضان مرحوم ڀلو ڀاءُ ۽ سٺو دوست هو. الله کيس جنت ۾ جايون ڏيندو.

نيويارڪ جي اهم ڪشادن شهرن تي جڏهن پنندڙ آمريڪي انگريزي زبان ۾ "خيرات" گهرندا هئا تہ ڏاڍي خوشگوار حيرت ٿيندي هئي پر جڏهن تنگ ۽ سوڙهين گهٽين ۾ ڪنهن "تشائي آمريڪي" تي نظر پوندي هئي تہ ڊپ ٿيندو هو "اصل سپر پاور جو ڊپ"......!!!

هيءَ 1990ع واري دؤر هو.

# ڊفينس ۾ بنگلاديش جو الزام

اسان جي معاشري توڙي ملڪ جي انتظامي ادارن ۾ هڪ عجيب رُجحان اهو بہ آهي جو "جنهن شخص کي جنهن ڪم جي لاءِ ملازمت ڏني وڃي ٿي يا جيڪو ڪم جنهن کي سونهي ٿو، ان کان اهو ڪم نٿو ورتو وڃي.

فوج اسان جي ملڪ جو هڪ انتهائي اهم طاقتور ۽ حساس ادارو آهي ۽ فوج جو بنيادي ڪم رياست جي سرحدن جي حفاظت ڪرڻ هوندو آهي ۽ اها هر حال ۾ وقت جي چونڊيل حڪومت جي هدايتن تي عمل ڪرڻ جي پابند هوندي آهي.

پر جڏهن حڪمران پاڻ انهن ادارن جي ذميدار آفيسرن، اهلڪارن ۽ افرادي قوت کي "غيرمتعلقہ" انتظامي ۽ غيرانتظامي معاملن ۾ استعمال ڪندا رهن ۽ پاڻ ئي انهن کي "غيرمتعلقہ" "چسڪن" جي چُوس وجهن ۽ هاٿيءَ کي هندستان ڏيکارڻ جو بار بار مظاهرو ڪندا رهن تہ پوءِ عام ماڻهو ڪيڏانهن وڃن.

ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ اسان جا سمورا رياستي ادارا ۽ عوامي ڀلائيءَ يا خدمت جي لاءِ جوڙيل ادارا ڏينهون ڏينهن زوال جو شڪار آهن پر انهن جي ان زوال جا سبب ڪهڙا آهن؟؟ اهو پڻ اهم ۽ بنيادي سوال آهي تہ ڇا ملڪ جي مجموعي سياسي نظام، معاشي ۽ سماجي ماحول توڙي انتظامي ۽ عدالتي حالتن کي نظرانداز ڪري، ڪنهن بہ هڪ اداري کي بهتر بنائڻ ممڪن آهي؟؟

ڪنهن بہ اداري کي ملڪ جي مجموعي حالتن کان الڳ ڪري، آخر ڪيئن بهتر بنائي سگهبو؟؟

ملڪ، متعلقہ صوبي ۽ متعلقہ شهر جون حالتون انهن شهرن ۾ قائم ڪيل ادارن تي ڪنهن نہ ڪنهن حالت ۾ ۽ ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين ضرور اثرانداز ٿينديون آهن. ان ڪري جيستائين سياسي، معاشي، سماجي، اقتصادي ۽ انتظامي حالتون ۽ ماحول ملڪي سطح تي بهتر ڪبو، تيستائين ڪنهن بہ هڪ اداري جي حالتن کي بهتر بنائڻ جو خواب ساڀيان نہ ٿي سگهندو.

محترم ميان محمد نوازشريف واپڊا ۽ ڪي اي ايس سي جي مجموعي حالتن کي بهتر بنائڻ لاءِ انهن ادارن جو انتظامي ڪنٽرول فوج جي حوالي ڪيو هو.

اها ڪيڏي نہ عجيب ڳالهہ آهي جو سرحدن جي حفاظت ڪرڻ لاءِ ڀرتي ۽ منظم ڪيل جوانن کي عوام جي خدمت ۽ ڀلائيءَ جي لاءِ قائم ڪيل فني ادارن جون ذميواريون سونپيون وڃن!!

هڪ ڏينهن صبح جو آءٌ ۽ اسان جو زونل مينيجر اي ايڇ پرچاڻي پنهنجي ڊفينس واري آفيس ۾ ويٺا هئاسين تہ اسان کي "مئسيج" مليو تہ ميجر صاحب اوهان کي ڪلفٽن جي انجنيئر سميت سندس ڪلفٽن واري آفيس ۾ گهرايو آهي.

اسان ٽيئي انجنيئر جيڪي اتفاق سان سنڌي هئاسين، جڏهن ميجر اديب الرحمان صاحب جي آفيس ۾ پهتاسين تہ في الحال اسان کي ٻاهر انتظار ڪرڻ لاءِ چيو ويو. ڪجهہ دير کانپوءِ ڪلفٽن علائقي جي ڪنهن اهڙي ڪيس جي سلسلي ۾

ميجر صاحب "تُرش" رويو ۽ لهجو اختيار ڪيو. جنهن سان منهنجو تہ ڪو تعلق ئي نہ هو پر ميجر صاحب بين عام ماڻهن جي اڳيان جيڪو "انداز" اختيار ڪيو. ان مونکي بہ ڪجھ اهڙو انداز اختيار ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو جيڪو "ميجر" صاحب کي پسند نہ آيو. ميجر. اسان جي زونل مينيجر سان بہ جيڪو رويو اختيار ڪيو. اهو پڻ مجروح ڪندڙ هو.

اتڻ کان پهربائين ميجر صاحب. اسان جي زونل مينيجر کي هدايت ڪئي تہ ٻئي ڏينهن تي صبح جو ٺيڪ سادي ستين وڳي ان متعلق اسٽاف کي تيار رکي جيڪو بجليءَ جي چوري پڪڙڻ يا منظور ٿيل لوڊ کان وڌيڪ بجلي استعمال ڪندڙ شهرين جي خلاف ڪارروائي ڪرڻ لاءِ ذميدار آهي.

ٻئي ڏينهن تي زونل مينيجر متعلقہ اسٽاف ۽ اسسٽنٽ ايگزيڪيوٽو انجنيئر کي ميجر صاحب جي حڪم مطابق تيار رکيو.

اهڙي قسم جون جيڪي بہ ٽيمون انتظاميا جي طرفان ٺاهيون ويون هيون. انهن ۾ هرجاءِ تي هڪ اسسٽنٽ ايگزيڪيوٽو انجنيئر کي اهڙين ٽيمن جي قيادت ڪرڻ لاءِ چونڊيو ويو هو. جڏهن تہ "فوجي جوان" ان ٽيم جو حصو هئا.

صبح جو سادي ستين بجي اچڻ واري فوجي ٽيم جڏهن 10 بجي تائين بہ نہ پهتي تہ اسان K.E.S.C جي ٽيمن کي معمول مطابق ڪم تي روانو ڪري ڇڏيو.

10 بجي ڌاري ميجر صاحب جي فوجي ٽيم جو حوالدار ۽ سپاهي جڏهن منهنجي آفيس ۾ آيا تہ مون کين ان حقيقت کان آگاهہ ڪيو پر ان سان گڏ ان اسسٽنٽ انجنيئر کي پڻ سڏائي ورتو جيڪو هنن جي گڏيل ٽيم جو سربراهہ هو ۽ اهي هميشہ پاڻ ۾ اول بہ گڏجي ويندا رهيا هئا.

پر، ان ڏينهن حوالدار. ضد ڪيو تہ "اوهان اسان سان گڏجي هلو". مون کيس سمجهايو تہ آءُ انتظامي طريقي سان نہ ٿو هلي ان ٽيم جو حصو نہ آهيان ۽ آءُ ايگزيڪيوٽو انجنيئر آهيان. آءُ آفيس ڪيئن ڇڏي هلان؟ پر همراهہ ضد ڪيو. مون ان وچ ۾ متعلق اسسٽنٽ ايگزيڪيوٽو انجنيئر رضا صاحب کي گهرائي. هنن جي حوالي ڪيو. مونکي خبر نہ هئي تہ حوالدار کي ميجر منهنجي لاءِ "خاص هدايت" ڏني هئي. ان ڪري حوالدار ٻئي ڪمري مان وڃي ٻيءَ فون تان ميجر کي الاڪجي ڇا ڇا ٻڌايو.

ان وچ ۾ مون حوالدار کان اهو بہ پڇيو تہ "آخر هلڻو ڪٿي آهي؟ تنهن تي هن جواب ڏنو تہ "بس ڪٿي بہ نڪري هلنداسين". اهو جواب پڻ غيرتسلي بخش ۽ غيرذميداراڻو هو.

اسان اڃا ان شش و پنج ۾ هئاسين تہ خبر پئي تہ ميجر اديب الرحمان پنهنجي افرادي قوت سان گڏ ڪاوڙ مان اچي مٿان بيٺو. همراهہ آيي مان نڪري چڪو هو ۽ چيائين تہ "تون..... قوم جو ليڊر ٿو ٿين؟؟" همراهہ جي اندر جي ڳالهہ زبان تي اچي چڪي هئي.

ميجر صاحب بين سيني انجنيئرن کي ڌڪا ڏئي آفيس مان باهر ڪڍيو

۽ اندران ڪمرو بند ڪري ڏڪا ڏمڪيون ڏنائين، هٿ ڪٽڻ جي ڪوشش ڪيائين تہ مون ڪيس روڪي، ڪيس سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي پر همراھ "تاءَ" ۾ هو. ورديءَ جو نشو بہ عجيب نشو ٿيندو آهي.

ميجر صاحب، ڪمري کان ٻاهر اچي وري انجنيئرس کي داٻا ڏنا ۽ مونکي جيپ ۾ ويهاري ڪرنل باجوا وٽ وٺي آيو. باجوا، چڱو ماڻهو هو. مون جڏهن ڪيس سڄي ۽ سچي صورتحال ٻڌائي تہ خاموش ٿي چيائين تہ "تون پنهنجي آفيس وڃ".

ان وچ ۾ ڊفينس ۾ موجود ٻين انجنيئرن، اسان جي چيف انجنيئر محترم جميل گل صاحب کي ان صورتحال کان آگاھ ڪيو، جڏهن تہ اسٽاف هڙتال ڪري ويهي رهيو.

آءٌ ڪرنل باجوا کان اتي هيڊ آفيس پهتس ۽ جڏهن لفٽ مان لٿس تہ سامهون چيف انجنيئر ۽ جنرل مينيجر خالد اقبال صاحب ايم ڊي برگيڊيئر مختار شاھ سان مون واري واقعي جي سلسلي ۾ ملڻ جو انتظار ڪري رهيا هئا.

ٿوري دير کان پوءِ برگيڊيئر صاحب جي آفيس ۾ سندس ماتحت سمورا ڪرنل بہ موجود هئا تہ سائين جميل گل صاحب ۽ خالد اقبال صاحب بہ حاضر هئا. ان وقت مونکي بہ برگيڊيئر صاحب "طلب" ڪيو. مون ڪيس سڄي "ماجرا" ٻڌائي پر اهو بہ چيومانس تہ "آءٌ ڪو جنگي قيدي تہ نہ هوس جو ميجر صاحب اهو رويو ۽ انداز اختيار ڪيو. مون ڪيس اهو بہ ٻڌايو تہ ميجر اديب ڪنهن هڪ ڏينهن بہ تسلي ۽ آرام سان ويهي اسان سان نہ ڳالهايو آهي تہ نہ ئي اداري جي مسئلن جي باري ۾ ڄاڻ ورتي آهي. هر وقت "ڪاوڙ" ۽ "ٽڪر" وارو رويو اختيار ڪيل اٿس".

ان ڪانپوءِ ٻئي ڏينهن تي سائين جميل گل صاحب چيو تہ برگيڊيئر صاحب چوي ٿو تہ ان واقعي جي باري ۾ جمالي لکت ۾ شڪايت لکي ڏيندو؟ مون چيو تہ آءٌ لکي ڏيندس. دراصل هن واقعي کان اڳ بہ هڪ ميجر، هڪ ٻئي انجنيئر سان "بد_شد" ڳالهايو هو پر پوءِ انجنيئر لکت ۾ شڪايت ڪرڻ جي همت نہ ڪري سگهيو هو.

سچي ڳالهہ اها آهي تہ "لکت ۾ شڪايت لکي گهرڻ بہ هڪ "حربو" هو ۽ اهو سمجهيو ويندو هو تہ لکت ۾ ڪير شڪايت نہ ڪندو تہ ڳالهہ ايئن "آئي_وئي" ڪري ڇڏبي ۽ ابتو الزام انجنيئر تي لڳائڻ آسان ٿي پوندو.

پر مون سمورو ۽ سربستو حال "همراهن" کي لکي ڏنو. اعليٰ انتظاميا، سائين جميل گل صاحب کي چيو تہ اهو، مونکي چارج شيٽ/شوڪاز ڏي. جنهن تي جميل گل صاحب کين چيو تہ ٺيڪ آهي پر ميجر اديب الرحمان کي بہ چارج شيٽ ڪريو تہ پوءِ آءٌ بہ جمالي کي چارج شيٽ ڪندس.

ان بدمزگي ۽ ناخوشگوار واقعي جي خلاف سڄي اداري ۾ فوجي انتظاميا جي خلاف بي چيني ۽ بي اطميناني ۽ ناراضگيءَ جو اظهار ڪيو ويو.

مون کي ڊفينس مان بدلي ڪري لياري جي علائقي ۾ رکيو ويو. جڏهن تہ ميجر اديب کي پڻ بدلي ڪري ڪوئيٽا موڪليو ويو.

برگيڊيئر ابو راشد صاحب جي اڳيان ڪيل تقرير ۽ وري ميجر صاحب

سان تيل "ڦڏي" جي ڪري ايم ڪيو ايم جو هڪ وفد لياريءَ ۾ مون سان ملڻ آيو. مون جڏهن ڪانئن سندن اچڻ جو مقصد معلوم ڪيو تہ چوڻ لڳا "بس اسان صرف اوهان کي ڏسڻ آيا آهيون تہ اهو ڪهڙو صاحب آهي جيڪو هر ڪنهن سان منهن ٿو ڏي".

مون ڪين چيو تہ K.E.S.C ۾ اوهان 80 سيڪڙو آهيو. مونکي افسوس آهي جو اوهان سڀ خاموش آهيو. اسين اوهان جيترا هجون ها تہ هتي اهو ماحول ئي نہ هجي ها.

ان کان اڳ جڏهن مون برگيڊيئر ابو راشد جي اڳيان تقرير ڪئي هئي تہ ايم ڪيو ايم جي سرگرم انجنيئرن، سائين امير حمزه بروهي جيڪو ڪارپوريشن جي وائرليس سيڪشن ۾ انجنيئر آهي، ان کي چيو هئائون تہ "هاڻي اسان کي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ آئي آهي تہ اوهان سنڌي آفيسرءِ ملازم جمالي صاحب تي اکيون بند ڪري ڇو اعتماد ڪندا آهيو".

امير حمزه بروهي، S.N.S.F جي نائب صدر علي اڪبر بروهيءَ جو ننڍو ڀاءُ آهي ۽ شاگرديءَ جي زماني ۾ پاڻ بہ جيئي سنڌ فيڊريشن جو اڳواڻ ۽ عهديدار رهيو آهي. ڏاڍو سمجهدار، بردبار، صابرين، ذهين ۽ محنتي انجنيئر آهي.

ملازمت دوران وڪالت جو امتحان بہ مڪمل پاس ڪيائين تہ MBA ڊگري پڻ حاصل ڪيائين ۽ اهڙي ڪمپيوٽر جا ڪورس پڻ مڪمل ڪيائين. اداري جي بهترين انجنيئرس ۾ سندس شمار ٿيندو آهي.

دراصل ميجر اديب الرحمان جي پنهنجي ساک ۽ ريپوٽيشن پنهنجي اداري ۾ سُٺي نہ هئي. ان ڪانسواءِ اسان واري ڦڏي جي سلسلي ۾ انٽيليجنس اداري جي رپورٽ بہ سندس فائدي ۾ نہ هئي. ان ڪري ڪيس فورن واپس موڪليو ويو.

ڊفينس واري K.E.S.C جي آفيس ۾ ان وقت مون سان جيڪي بہ انجنيئرس هئا، انهن ۾ A.H پرچاڻي صاحب تہ اسان جو زونل مينيجر هو. جڏهن تہ انور علي شيخ، خليل احمد لاڙڪ، رياض شيخ، بشير احمد شيخ، اسان جي آفيس ۾ اسسٽنٽ ايگزيڪيوٽو انجنيئر هئا. اهڙي طرح علي نواز ڀٽ، علي نواز شيخ، شوڪت سانپيل وري ترتيبوار فورمين ۽ سب انجنيئر هئا.

هتي هڪ وضاحت ڪندو هلان تہ ڊفينس جي آفيس ۾ هڪ چوڌري فورمين هو، جنهن اها پروپئگنڊا ڪئي هئي تہ "جمالي، ڊفينس جي آفيس ۾ "بنگلاديش" ٺاهيو ويٺو آهي. هن متعصب شخص ميجر اديب الرحمان کي پڻ گمراهہ ڪرڻ لاءِ هن آفيس ۾ سنڌي آفيسرن جي اڪثريت جو حوالو ڏنو. جڏهن تہ حقيقت اها هئي تہ انتظاميا پاڻ اسان جي ٽيم ۾ شامل انجنيئرس کي هڪ، هڪ، ٻہ، ٻہ ڪري هن آفيس ۾ بدلي ڪري آندو هو. جنهن ۾ اسان جو يا منهنجو ڪو بہ عمل، دخل نہ هو ۽ نہ ئي ان سلسلي ۾ آءُ ايڏو "بااثر" يا "پاور فل" هوس.

ان ڪانسواءِ ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ اسان جي ٽيم جي دور ۾ جيترو بهتر ڪم هن علائقي ۾ ڪيو ويو هو ۽ اداري جي ساک پڻ سُٺي ٿي هئي. ايترو ڪم ٻئي ڪنهن بہ دور ۾ نہ ٿيو هو. چيف انجنيئر سائين جميل گل صاحب کان

ويندي هينين سطح تائين سيني "پاڻ ملهايو" هو. جيڪا ڳالهہ پڻ متعصب ٽولي کي هضم نہ ٿي رهي هئي.

ڊفينس واري آفيس ۾ مون لڳ ڀڳ چار سال گذاريا هئا. اينترو عرصو ٻيو ڪو بہ انجنيئر ان علائقي ۾ نہ رهي سگهيو هو. ڇاڪاڻ جو اهو علائقو انتهائي "باائر" ۽ وي آءِ پي ماڻهن جو آهي. جتي هنن کي ترت سروس بہ کپي تہ آفيس جو ماحول پڻ مهذب ۽ بهتر کپي.

ڊفينس ۾ پوسٽنگ جي دوران منهنجي فون تي ڳالهہ ٻولهہ محترم سردار شير باز خان مزاري، جناب غلام مصطفيٰ جتوئي، آغا شاهي، آغا هلالي ۽ مخدوم امين فهيم سميت ڪيترن ئي معزز انسانن سان ٿيندي هئي.

ان ڪانسواءِ برگيڊيئر (رٽائرڊ) نمازي جي نالي سان هڪ جهونو ذوالفقار علي ڀٽي جو شيدائي اڪثر مون وٽ ايئن ڪچهري ڪرڻ آفيس ۾ ايندو هو. جيڪو مرحوم ڀٽي سان ويجهو رهيو هو ۽ سندس پوسٽنگ ايران ۾ پڻ هئي. ڀٽي مرحوم جي تعريف ڪندي سندس اکين مان ڪڏهن ڪڏهن ڳوڙها بہ نڪري ايندا هئا.

هڪ دفعي هڪ ٻيو برگيڊيئر بہ اتفاق سان مون وٽ آفيس ۾ ويٺو هو. اهو ڀُٽي جو مخالف هو. ٻنهي ۾ جڏهن بحث ڇڙي پيو تہ برگيڊيئر نمازي چيو تہ "اوهان کي ڪهڙي خبر تہ اوهان ڪهڙي ڪئليبر جهڙو انسان ۽ سياستدان وڃائي ويٺا آهيو". "اوهان کي اندازو ئي نہ آهي". اهي لفظ چئي اٿي هليو ويو.

بهرحال آءٌ اهو اعتراف ڪريان ٿو تہ آءٌ اهڙين شخصيتن سان بہ رابطا برقرار نہ رکي سگهيس.

# برتر نسل جهڙي ڪنهن بہ شئي جو دنيا ۾ وجود ناهي

ڪي اي ايس سي جي انتظاميا سزا طور تي مونکي ڊفينس جهڙي پوش علائقي مان بدلي ڪري ڪراچي جي سيني ڪان پوئتي پيل علائقي لياري ۾ رکيو.

"پوش علائقي جي پريشر" جي جاءِ تي اڻ پڙهيل ۽ اڻ گهڙيل علائقي جو پريشر منهنجي لاءِ ايڊائينڊڙ ۽ نئون نہ هو. ڇاڪاڻ جو لياريءَ جي رهواسين کي انهن حالتن ۾ رکڻ جي لاءِ اسان جا حڪمران پاڻ ذميدار آهن. انسان کي ٻالڪپڻ کان وٺي يا ائين چئجي تہ "پينگهي کان وٺي قبر تائين" جنهن ماحول ۽ جن حالتن ۾ رکبو تہ اهو انسان انهن ساڳين حالتن جو "مثال" بڻجي سامهون اچي بيهندو.

پلا جتي تعليم نہ هجي، جتي روزگار نہ هجي، جتي راندين ۽ صحتمند سرگرمين جو فقدان هجي، جتي صاف پاڻيءَ جي اڻاٺ هجي، جتي جانور ۽ انسان گڏ ساڳي گهر يا ساڳي چار ديواري ۾ رهندا هجن، جتي نشيدار شين جو واهپو ۽ ڪاروبار عام هجي، جتي تَنَ ڍڪڻ لاءِ ڪپڙا نہ هجن، جتي جيڪو ڏاڍو سو ڳابو وارو ماحول هجي، جتي ذاتي، خانداني، گروهي، نسلي، لساني ۽ قبيلائي بنيادن تي جهيڙا جهٽا هر روز جو معمول هجي، جتي ٻار، مرد ۽ عورتون صبح کان شام تائين هر روز نفرتون اوڳاڇيندا ۽ ڪائيندا رهن ۽ جتي حڪمران ۽ انتظاميا مسلسل انهن غيرانساني حالتن کي جيئن جو تيئن برقرار رکڻ ۾ پنهنجي ڀلائي پائيندا هجن، جتي جا "ٽاٽا" "نيلام" ٿيندا هجن تہ پوءِ انهن انسانن ۾ بهتري جي اميد ڪيئن ڪري سگهبي. هڪ چوڻي مطابق "جتي جهڙو ماحول هوندو، اتي اهڙو انسان هوندو".

هاڻي تہ سائنسي لحاظ کان پڻ اها حقيقت ثابت ٿي چڪي آهي تہ "انسان جي شخصيت جو دارومدار سندس والدين جي "جين" يا ماءُ، پيءُ جي جينيٽڪ ڪوڊ تي تہ ضرور آهي پر انسان جي شخصيت کي ٺاهڻ ۾ ۽ نکارڻ ۾ آخري ۽ وڏيڪ فيصلائتو ڪردار اهو ماحول ادا ڪري ٿو جنهن ۾ اهو پرورش پائي ٿو، رهي ٿو ۽ وابستہ ٿئي ٿو".

اها ڪيڏي نہ سنگدلي چئبي جو انسان پاڻ کي انسان بہ سمجهي پر پنهنجن ئي ٻين ديس واسي انسانن کي غيرانساني ماحول ۾ زندگي گهارڻ لاءِ مجبور بہ ڪري تہ وري انهن کان نفرت جو اظهار بہ ڪري؟!

لياريءَ جو قديمي علائقو ڳُنيل ۽ گُنجان آباديءَ وارو علائقو آهي جنهن سان "جڙيا بازار"، "جهونا مارڪيٽ"، بولٽن مارڪيٽ، ڪارادر ۽ ميٺا در جهڙا اهڙا علائقا بہ ملحق آهن جيڪي ڏيهہ توڙي پرڏيهہ سان ڪاروبار ڪرڻ جي حوالي سان پڻ مشهور بہ آهن تہ ملڪ جي حڪمران طبقن ۽ ادارن جي لاءِ "ٽيڪس" جو وڏو حصو فراهم ڪندڙ پڻ آهن. ان جي باوجود هي رهائشي توڙي ڪاروباري علائقا، ملحق پاڙا، بستيون ۽ آباديون، بنيادي انساني ضرورتن کان محروم آهن.

ضياءالحق جي دور ۾ جڏهن منهنجي پوسٽنگ ايلينڊر روڊ واري پاور

هائوس ۾ هوندي هئي تہ ان وقت پڻ لياري جو علائقو بجلي جي بحران جو سڀني کان وڌيڪ متاثر ٿيندڙ علائقو هو. ان وقت عبدالخالق جمعہ، هن علائقي مان چونڊجي آيل ڪائونسلر يا ضلعي جو ميمبر هو، جنهن جو تعلق پيپلز پارٽي سان هوندو هو. مرحوم ڏاڍو ذميدار، شريف، سچو ۽ محنتي هوندو هو. اسان آفيس پهچندا هئاسين تہ گهڻو ڪري اسان کان اڳي ئي آفيس ۾ انتظار ڪندو هو. هڪ بہ دفعا، سندس گهر تي مشتعل ماڻهن پٿراءُ بہ ڪيو هو. پاڻ چوندو هو تہ "آءُ ماڻهن کي منهن نٿو ڏئي سگهان؟" چا ڪيان؟ اوهان منهنجي مدد ڪيو.

علي محمد ڪرناڻي، K.E.S.C جو هڪ سُٺو انجنيئر ٿي گذريو آهي. اُن ۽ مون، عبدالخالق جمعہ صاحب کي ٻڌايو تہ جيستائين لياري جي علائقي ۾ K.E.S.C گرڊ اسٽيشن نہ ٺهندي تيستائين لياري جي رهواسين جي بجلي جو مسئلو حل نہ ٿي سگهندو ۽ چاڪاڻ تہ ان وقت جي حڪومت ۽ انتظاميا توڙي K.E.S.C جا اختياري وارا ان طرف غور ڪرڻ ۽ خرچ ڪرڻ لاءِ تيار ئي نہ هئا. ان ڪري ان علائقي ۾ بجلي جو بحران جيئن پوءِ تيئن وڌيڪ شدت اختيار ڪري رهيو هو.

لياريءَ جي "مشتعل مظاهرين" ڪيترا ڀيرا ايلينڊر روڊ جي آفيسن ۾ گهڙي مارڪٽ ڪئي هئي تہ فرنيچر پڻ ڀڃي ڇڏيو هو. پر ان جي باوجود "اعليٰ اختياري وارن مان ڪير بہ مسئلي جي تهہ تائين پهچڻ ڏانهن ڌيان نہ ڏئي رهيو هو".

1988ع ۾ جڏهن بينظير ڀٽو جي حڪومت اقتدار ۾ آئي تہ اتفاق سان عبدالخالق جمعہ، لياريءَ مان صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو. اسان جي صلاح تي هڪ گڏجاڻي ۾ عبدالخالق جمعہ، محترمہ کي سچي حقيقت، بحران جي سبب ۽ شدت کان بہ آگاهہ ڪيو تہ ان جي حل لاءِ پڻ تجويز پيش ڪئي.

هڪ رٽائر پوليس آفيسر سلمان خالق ان وقت K.E.S.C جو ايم ڊي هو.

محترمہ بينظير صاحبہ لياري ۾ بجليءَ ۽ پاڻي جو بحران ختم ڪرڻ لاءِ متعلقہ ادارن جي سربراهن کي پاڻ وٽ گهرايو.

محترمہ چيو تہ لياريءَ ۾ گرڊ اسٽيشن جي لاءِ گهربل پلاٽ اوهان کي ڏئي رهيا آهيون. اوهان ٻڌايو تہ اها گرڊ اسٽيشن ڪيتري وقت ۾ ٺهرائيندو؟ K.E.S.C جي ايم ڊي پاڻ جواب ڏيڻ جي بدران ميٽنگ ۾ موجود اختر حسين انصاري ڏانهن نهاريو جيڪو ان وقت اداري ۾ جنرل مينيجر هو. بينظير صاحبہ، اهو سڀ ڪجهہ ڏسي رهي هئي، ان ڪري پاڻ سنئون سڌو انصاري صاحب کي مخاطب ٿي پڇيائين تہ "ڪيترو وقت لڳندو؟" انصاري صاحب محترمہ کي "ٽن سالن" جي عرصي جو "نسخو" ٻڌايو. جنهن تي محترمہ هدايت ڪئي تہ "مون کي اها گرڊ اسٽيشن 18 مهينن يعني ڏيڍ سال جي عرصي ۾ تيار گهرجي". K.E.S.C جي انتظاميا وٽ هاڪار ڪرڻ ڪانسواءِ ٻي واٽ نہ هئي. محترمہ جي سخت هدايتن ۽ عبدالخالق جمعہ جي ڀرپور "پوئواري" جي نتيجي ۾ اها گرڊ اسٽيشن 18 مهينن ۾ مڪمل ٿي وئي تہ ڪافي حد تائين لياريءَ ۾ بجليءَ جو ديرينہ بحران پڻ حل ٿي ويو. اهڙي طرح محترمہ لياري جي لاءِ پاڻيءَ جي جدا لائين وڇائڻ جو منصوبو پڻ جوڙايو ۽ شروع

ڪرايو هو. پر سندس حڪومت ڪي برداشت نہ ڪرڻ جي نتيجي ۾ پاڻي وارو منصوبو سندس دور ۾ مڪمل نہ ٿي سگهيو.

مونکي جڏهن 2001ع ۾ لياريءَ ۾ رکيو ويو تہ ان وقت بہ مشرف سرڪار اقتدار ۾ هئي. K.E.S.C جي فوجي انتظاميا جي سخت رويي ۽ شڪ جي بنيادن تي غيرضروري بندشن جي نتيجي ۾ ڪارپوريشن جي نيٽ ورڪ ۾ استعمال ٿيندڙ "سامان" جي ڪوٽ بہ هوندي هئي تہ استعمال کان اڳ مختلف مرحلن کان اجازت ۽ منظوري وٺڻ لاءِ "ڊيگهہ" پڻ اختيار ڪئي وئي هئي. اداري ۾ انٽيليجنس جا جوان، حوالدار ۽ سپاهي جيئن هدايتون ڏيندا هئا يا رپورٽون ٺاهيندا هئا يا تجويزون ڏيندا هئا. هنن جي انتظاميا انهن کي ئي قابل عمل ۽ قابل قبول سمجهندي هئي. جڏهن تہ اداري جي انجنيئرن ۽ ٽيڪنيڪل ملازمن جي تجويزن کي "ٻڌو ـ اڻ ٻڌو" ڪيو ويندو هو.

ان ماحول ۾ لياريءَ جي ڪجهہ حصي ۾ جتي تارن جي ٽُٽڻ جي شڪايتن جو "ورجاءُ" ٿيندو هو اتي مون پنهنجي طور تي تحريري پروپوزل ٺهرائي ڪافي ڪم ڪرايو. هڪ ڏينهن اتان جو رهواسي ماسٽر حسين جيڪو K.E.S.C ۾ سپروائيزر هو، اهو آيو ۽ اچي چيائين تہ "سائين اوهان ايئن پروپوزل ٺهرائي. سامان اسٽور مان ڪڍڻ جي اجازت ۽ منظوري ڏئي جيڪو ڪم ڪرائي رهيا آهيو. اهڙو ڪم اول تہ ڪنهن بہ نہ ڪرايو آهي ۽ ٻيو تہ آرمي وارن کي ان سلسلي ۾ ڪهڙو جواب ڏيندؤ؟ ڇاڪاڻ جو اهي تہ ڪاپر تار جو هڪ ٽڪرو ڪڍائڻ لاءِ بہ پنهنجي اجازت يا منظوري گهرندا آهن". مون کيس چيو تہ "اوهان پرواهہ نہ ڪيو. آءُ انهن کي پاڻ مطمئن ڪندس ڇاڪاڻ جو هن آفيس ۾ آءُ وينو آهيان. منهنجي ذميداري آهي تہ ماڻهن جي جائز شڪايت جو جائزو وٺان ۽ ان سلسلي ۾ سندن شڪايت جو ازالو ڪريان. نہ تہ پلا پوءِ هتي منهنجي ويهڻ جو ڪهڙو فائدو؟؟ آخر هتان جي رهواسين کي منهن بہ تہ مونکي ئي ڏيڻو آهي". ماسٽر حسين خاموش ٿي ڪنڌ هيٺ ڪري هليو تہ ويو پر آرمي انتظاميا جي رويي ۽ ڇپا ڳاڇا جي دٻ ۽ پريشر کان مطمئن نہ ٿيو. جڏهن تہ منهنجو ذهن ۽ ضمير صاف هو.

لياريءَ ۾ پوسٽنگ جي دوران هڪ ٻي ڳالهہ جيڪا نوٽ ڪرڻ جهڙي هئي، اها اِها آهي تہ "اوهان عام انسانن کي بہ عزت تہ ڏئي ڏسو؟" ڪيترا ناراض ۽ مشتعل نوجوان جڏهن شڪايتون کڻي ايندا هئا تہ ڪين صرف ڏيان سان ۽ همدرديءَ سان ٻُڌڻ جو رويو اختيار ڪرڻ سان ئي اهي خوش ٿي ويندا هئا ۽ سچ پچ دوست بڻجي ويندا هئا. انسان غريب هجي يا امير واقعي "عزت" ۽ "عزت نفس" جو بکيو آهي.

خوش رهڻ لاءِ ضروري آهي تہ "ٻين کي عزت ڏيو" ۽ "درگذر ڪرڻ سکو". ٻين کي عزت ڏيڻ دراصل پنهنجو پاڻ کي عزت ڏيڻ آهي. اهڙي طرح درگذر ڪرڻ ۽ معاف ڪري ڇڏڻ ۾ انسان کي جيڪو سُڪون ملي ٿو. اهڙو سڪون ڪنهن بہ ٻئي "فعل" سان حاصل نٿو ٿي سگهي. چوندا آهن تہ "عمل، علم جو نقطئہ آغاز ۽ بنياد آهي". ان ڪري جيڪو ڪجهہ اسان درست، نيڪ ۽ انسان دوست عمل سمجهون ٿا

پر ان تي عمل نٿا ڪيون تہ پوءِ اھا ڄاڻ يا اھو علم ايئن آھي تہ ”اسان ڪجھہ بہ نٿا ڄاڻون“. عمل کان سواءِ علم ڪھڙي ڪم جو؟؟

آرمي انتظاميا جي ھڪ روايت اھا بہ آھي تہ اُھي ھڪ‌ٻئي کي اُن نئين بدلي تي آيل آفيسر انجنيئر يا ملازم جي باري ۾ ”بريفنگ“ ڏيندا آھن. اھڙي بريفنگ منھنجي لاءِ پڻ ڏنل ھئي. وقت بوقت ”منھنجو پاڻي ماپڻ“ ۽ پرکڻ لاءِ ڪڏھن مانيٽرنگ جو برگيڊيئر صاحب ايندو ھو تہ ڪڏھن ڪرنل صاحب ”وزٽ“ ڪندو ھو تہ ڪڏھن ڪنھن نہ ڪنھن بھاني سان ميجر صاحب پاڻ وٽ طلب ڪندو ھو. جڏھن تہ انٽيليجنس جا جوان ۽ حوالدار تقريبن ھر روز ايندا ويندا ھئا.

ھتي ھڪ وسري ويل واقعو پڻ ٻڌائيندو ھلان تہ ھاڪي اسٽيڊيم واري آفيسرن جي جنرل گڏجاڻي ۾ برگيڊيئر محترم ابو راشد جي اڳيان ڪيل تقرير کان پوءِ ھڪ ڏينھن آءٌ ڊفينس واري آفيس ۾ ويٺو ھوس تہ ڪور ھيڊڪوارٽر مان ھڪ ڪرنل جي فون آئي. جنھن مونکي ٻئي ڏينھن 10 بجي صبح جو ڪور ھيڊڪوارٽر جي ”لاگ“ آفيس ۾ اچڻ جي لاءِ چيو. مون ڪانئس اتي وڃڻ جو مقصد معلوم ڪيو تہ چيائين ”بس ڪجھہ ملڻو آھي ۽ ڪجھہ ڪم آھي“. ٻئي ڏينھن تي مون انجنيئر بشير احمد شيخ کي چيو تہ تون پنھنجي گاڏي ۾ مون کي ڪٿي ھل ۽ اتي ئي انتظار ڪر تہ متان ڪا بہ اھڙي صورتحال پيدا ٿئي جيڪا پنھنجي وھم ۽ گمان ۾ بہ نہ ھجي تہ تون گھٽ ۾ گھٽ ھيڊ آفيس ۾ وڃي چيف انجنيئر ۽ G.M کي ٻڌائي سگھين.

ڪور ھيڊڪوارٽر جو نالو ئي ھڪ سول ماڻھو يا ملازم لاءِ ”ڳرو“ نالو آھي. ان ڪري آءٌ ڪجھہ ڊنل بہ ھوس تہ ڪجھہ محتاط رھڻ جي تقاضا بہ اھائي ھئي.

بھرحال آءٌ جيئن ئي ان ڪرنل صاحب جي آفيس ۾ پھتس تہ چيائين ”آءٌ تنھنجو ئي انتظار ڪري رھيو ھوس. حالانڪ اسان جي گروپ کي اڄ حيدرآباد بہ وڃڻو ھو. ان ڪري مون سڄي گروپ کي تہ موڪلي ڇڏيو پر اڪيلو صرف توھان سان ملڻ جي ڪري رُڪجي ويو آھيان“.

دل ۾ چيم تہ ھن کي منھنجي ايڏي سڪ الائجي ڇو آھي؟؟ ڇا آءٌ واقعي ايترو ”اھم“ آھيان جو ھمراھہ سڀ ڪجھہ ڇڏي صرف مون سان ملڻ لاءِ ماندو آھي؟؟

محترم ڪرنل صاحب، منھنجي لاءِ چانھہ سان گڏ ”سينڊوچ“ بہ گھرايا جيڪي ”نہ چاھڻ“ جي باوجود بہ مون کي کائڻا پيا.

سنئون سڌو سوال ڪرڻ جي بدران ڪرنل صاحب ”ڪچھري“ دوران پاڻ کي ”سنڌين“ جو دوست ۽ سچڻ قرار ڏنو ۽ جتوئي خاندان ۽ ٻين بااثر ۽ مشھور سنڌي خاندانن سان ”تعلقات“ جو ذڪر ڪيائين.

آءٌ ڄاڻي واڻي خاموش ٻڌندو رھيس ۽ ھن کي ڪو بہ تاثر نہ ڏيڻ جي ڪوشش ڪندو رھيس. منھنجو اھو رويو ھن کي وڌيڪ ”بيچين“ ڪري رھيو ھو. ھڪ ڪلاڪ کانپوءِ جڏھن کانئس موڪلائڻ جي اجازت گھريم تہ چيائين ”اڃا ڳالھہ مڪمل ڪٿي ٿي آھي؟“ ھن جون اھڙيون ڳالھيون ۽ ادائون مونکي بہ اندر ۾ کائي رھيون ھيون پر آءٌ ”خاموش“ رھڻ ۾ ئي ڀلائي سمجھي رھيو ھوس. آخر ۾ مونکي

چيائين تہ برگيڊيئر مختار شاھہ (جيڪو ان وقت K.E.S.C جو M.D ھو) منھنجو دوست آهي. ان ۾ ڪو بہ ڪم ڪار ھجي تہ ضرور چئجان. ان ڪانپوءِ پنھنجي ائڊريس ۽ فون نمبر ڏئي رابطي ۾ رھڻ جي خواھش جو اظھار ڪيائين. مون ڪانئس جڏھن موڪلايو تہ مون محسوس ڪيو تہ "ڪرنل صاحب کي مون سان ملي "مايوسي" ٿي ھئي. منھنجو اندازو آهي تہ جيڪي فوجي آفيسر يا اھلڪار سنڌ ۾ "آباد" ٿيا آھن. اھي مون جھڙي ھڪ عام ملازم جي عام راءِ جي اظھار کي بہ برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نہ آھن تہ پوءِ اھي منظم سياسي جماعتن يا سنجيده ۽ نظرياتي سياسي قيادت کي ڪيئن برداشت ڪري سگھندا؟؟

ان مان اھو پڻ اندازو لڳائي سگھجي ٿو تہ "اھي ھمراھہ" ان سلسلي ۾ ڪيڏا نہ حساس ۽ چوڪس آھن. حالانڪ مون مان ھنن کي ڪھڙو خطرو ٿي سگھي ٿو؟!!

بھرحال ان ملاقات کانپوءِ نہ تہ ڪڏھن ان ڪرنل صاحب مون سان رابطو ڪيو نہ ئي مون ڪڏھن ضرورت محسوس ڪئي. جڏھن تہ مون "اسٽاف" يعني "لائين مين" جي گينگ موڪلي، سندس بجليءَ جي شڪايت درست ڪرائي ڇڏي.

لياريءَ ۾ مختلف ميجر صاحبن سان واسطو پيو. جن کي منھنجي لاءِ اول ئي "بريفنگ" ڏنل ھوندي ھئي. انھن مان ڪجھ واقعي ڀلا بہ ھئا تہ ڪجھ وري پنھنجي حساب سان ھلڻ وارا ھئا.

ٻن ٽن ميجرن بہ ٿي پيرا مختلف طريقن سان تنگ ڪري منھنجو "ردعمل" ڄاڻڻ ۽ "پاڻي ماپڻ" جي ڪوشش ڪئي پر آءٌ اول ئي ذھني طور تي تيار ھوس. ان ڪري ڪڏھن بہ "بدمزگي" يا "تلخي" جي نوبت نہ آئي. اھڙي طرح ٻہ دفعا مانيٽرنگ جي برگيڊيئر پڻ منھنجو "پارو" ماپڻ لاءِ غيرضروري طور تي نامناسب رويو اختيار ڪيو پر ان کي بہ پنھنجي مقصد ۾ ناڪامي نصيب ٿي.

سچي ڳالھہ اھا آهي تہ مونکي پنھنجي لاءِ بہ فڪر رھندو ھو تہ ڪجھہ مھربان چيف انجنيئر ۽ جنرل مينيجر اھڙا بہ ھئا، جن کي منھنجي ڪري يا تہ "پريشان" ٿيڻو پوندو ھو يا منھنجي حمايت ۾ حق ۾ ڳالھائڻ جھڙو "ڏکيو" ڪم ڪرڻو پوندو ھو ۽ آرمي انتظاميا جي اڳيان "اسٽينڊ" وٺڻو پوندو ھو جيڪا ڳالھہ مونکي سُٺي يا خوشگوار نہ لڳندي ھئي. آخر منھنجي ڪري ٻيا ڇو پريشان ٿين؟؟

ھونئن تہ ڪارپوريشن جا سمورا چيف انجنيئر، جنرل مينيجر ۽ عام انجنيئر، آفيسر توڙي ملازم ھميشہ منھنجي اخلاقي حمايت ڪندا رھندا ھئا پر ان سلسلي ۾ موثر حمايت ۽ مدد خاص طور تي محترم انجنيئر جميل گل شيخ صاحب، ڪندو رھيو. جنھن جو آءٌ دل سان ٿورائتو آھيان.

انجنيئر جميل گل شيخ صاحب ھڪ انتھائي قابل، مخلص، ايماندار، محنتي، ڄاتو، سچو، صابرين، درگذر ڪندڙ، مددگار، باڪردار ۽ ٿڌي مزاج وارو انسان آهي جيڪو پنھنجو درست موقف اختيار ڪرڻ کان ڪڏھن بہ نہ ڪيٻائيندو آهي. سچ پچ تہ K.E.S.C ۾ اھڙو انجنيئر ھجڻ، K.E.S.C لاءِ فخر جي ڳالھہ آهي.

# انساني فطرت جي سڀ کان وڏي آرزو قدر شناسي جي بُک آهي

برگيڊيئر مختار شاهہ صاحب کي جڏهن ميجر جنرل جي حيثيت سان پروموٽ ڪيو ويو تہ سندس جاءِ تي برگيڊيئر طارق محمود خان سدوزئي کي ڪي اي ايس سي جو مئنيجنگ ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو. برگيڊيئر سدوزئي جو تعلق ديره اسماعيل خان سان آهي ۽ "سرائڪي" سندس مادري زبان آهي.

شروعاتي مهينن ۾ ڪارپوريشن جي حالتن کي سمجهڻ ۽ اهم عهدن تي فائز انجنيئرس ۽ آفيسرس جي قابليت ۽ طبيعت جو اندازو ڪرڻ سان گڏوگڏ آرمي جي اچڻ کان هن وقت تائين ان جي اثرن جي مختلف پاسن جو جائزو وٺڻ کان پوءِ برگيڊيئر سدوزئي صاحب پنهنجن سينئر معاون فوجي آفيسرن سان هڪ گڏجاڻي ڪئي ۽ ڪي اي ايس سي جي آفيسرن ۽ ملازمن کي هيسائڻ ۽ خوفزده ڪرڻ واري پاليسي کي ختم ڪري ان جي بدران ڪارپوريشن جي سينئر انجنيئرس ۽ ملازمن جي مدد ۽ سهڪار سان اداري جي مجموعي ڪارڪردگي ۽ مالي حالت کي بهتر بنائڻ جي حڪمت عملي تيار ڪئي وئي. ان سان گڏوگڏ هر علائقي ۾ K.E.S.C جون اهڙيون وڏيڪ آفيسون ۽ ڪسٽمرس سروسز سينٽر قائم ڪرڻ جو پڻ فيصلو ڪيو ويو جتان "ون ونڊو آپريشن" جي ذريعي عوام کي سموريون سهولتون فراهم ڪري سگهجن. برگيڊيئر عرفان صاحب، ڪرنل اسلم صاحب ۽ ڪرنل مشتاق صاحب سميت آرمي جا سمورا آفيسر ان سلسلي ۾ سدوزئي صاحب جي ڀرپور مدد ڪندا رهيا. جڏهن تہ انجنيئر جميل گل شيخ، برگيڊيئر صاحب جو بااعتماد صلاحڪار ۽ ساٿي رهيو.

هڪ ڀيرو برگيڊيئر مختار شاهہ صاحب جي دور ۾ تہ هڪ دفعو برگيڊيئر سدوزئي صاحب جي شروعاتي دور ۾ يعني بہ ڀيرا "ڦڏن" جي عيوض سزا طور مونکي پروموشن کان محروم ڪيو ويو.

آخر مون ان سلسلي ۾ هڪ تفصيلي درخواست لکي برگيڊيئر صاحب وٽ پيش بہ ڪئي تہ روبرو انٽرويو ڪرڻ لاءِ پڻ گذارش ڪيم. ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ برگيڊيئر سدوزئي گهرايو پر اينٽرو چئي انڪار ڪيائين تہ "تنهنجي سالياني رپورٽ جيڪا زونل مينيجر لکي آهي، اها ايوريج (Average) آهي. ان ڪري توکي پروموٽ نہ ڪيو ويو آهي. مون ڪيس چيو تہ صرف هڪ سال جي رپورٽ اها آهي، جڏهن تہ ٻين سيني سالن جون رپورٽون سٺيون آهن. ان کان سواءِ Average رپورٽ بہ "منفي" رپورٽ نہ آهي جيڪا زونل مينيجر ميجر صاحب جي، دٻاءَ تحت لکي آهي. ان کانسواءِ هن وقت تائين جيڪي بہ پروموشن ٿيا آهن، انهن ۾ ڪسوٽي طور تي Average رپورٽ بہ مثبت تصور ٿيندي رهي آهي. مون ڪيس اهو بہ عرض ڪيو تہ جيڪڏهن صرف هڪ سال جي رپورٽ کي بنياد بنايو ويو آهي تہ انهن رپورٽن جي "اصلي حيثيت" ۽ "حقيقي وزن" جي تہ هرڪنهن کي خبر آهي. جيڪڏهن مونکي اول ٻڌايو وڃي ها تہ ان آخري سال جي رپورٽ، آءٌ بہ سُني لکرائي

موڪليان ها.

منهنجي ان ڳالھ تي برگيڊيئر صاحب ٿورو "مشڪيو" ۽ جنرل مينيجر ڪي مخاطب ٿيندي چيائين تہ "ڇا ايئن ٿيندو آهي ڇا؟"

بهرحال ڪجھ مهينا ترسي وري جڏهن پروموشن بورڊ جو وقت آيو تہ ان کان اڳ آءٌ بيهر وجي سدوزئي صاحب سان مليس ۽ ڪيس چيم تہ مون سان ناانصافي ٿي آهي ۽ مونکي "نشانو" بڻايو ويو آهي. منهنجا تفصيل ٻڌڻ ڪانپوءِ برگيڊيئر طارق واعدو ڪيو تہ پروموشن بورڊ جي ٿيندڙ گڏجاڻي ۾ مونکي بہ "پروموٽ" ڪيو ويندو.

اهڙي طرح 2004ع جي جولاءِ مهيني ۾ مونکي زونل مينيجر جي حيثيت سان پروموٽ ڪيو ويو. ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ ان پروموشن ۾ سائين جميل گل شيخ صاحب پڻ مدد ڪئي.

ان دوران لياري ۾ K.E.S.C جون ڪل آفيسون وڏائي ڏھ ڪيون ويون هيون. جن جو آءٌ انچارج هوس. ان ڪري جڏهن منهنجو پروموشن ٿيو تہ فوجي انتظاميا جي خواهش هئي تہ مونکي بدستور لياريءَ ۾ ئي زونل مينيجر جي حيثيت سان رکيو وڃي پر مون جنرل مينيجر جميل گل صاحب ۽ چيف انجنيئر شبير احمد سولنگي صاحب کي گذارش ڪئي تہ مونکي بلوچستان جي لسٻيلي ضلعي ۾ رٽائر ٿيندڙ زونل مينيجر امين سولنگي صاحب جي خالي ٿيل جاءِ تي رکيو وڃي.

پروموشن بورڊ جي گڏجاڻي ڪانپوءِ ۽ پروموشن جا آرڊر نڪرڻ کان پهريائين هڪ ڏينهن نياپو مليو تہ انٽيليجنس جي ڪرنل مشتاق صاحب مونکي سندس آفيس ۾ شام جو انٽرويو لاءِ گهرايو آهي.

آءٌ ان ڏينهن تي جڏهن ڪرنل مشتاق صاحب جي آفيس ۾ پهتس تہ ساڻس هڪ بہ ٻيا ڪرنل ۽ ٽي ماتحت ميجر پڻ وٽس ويٺا هئا. جڏهن تہ لياريءَ جو انچارج ميجر پڻ موجود هو.

وٽهڻ سان ڪرنل مشتاق سوال ڪيو تہ "برگيڊيئر ابو راشد جي دور ۾ "ڪنهن" تقرير ڪندي سنڌي آفيسرن سان ناانصافين جو ذڪر ڪيو هو. اهو ڪير هو؟" مون کيس چيو تہ "سائين اهو آءٌ هوس". مون ڪا بہ غلط ڳالھ نہ ڪئي هئي. اوهان پاڻ ڏسو تہ سنڌ جي هن گاديءَ واري شهر جي هن اهم اداري ۾ اسان ڏھ سيڪڙو بہ نہ آهيون. ڇا اها ڳالھ غلط هئي؟ منهنجي هن جواب تي چيائين تہ "پلا هاڻي تہ اوهان کي شڪايت نہ آهي؟" مون چيو تہ نہ ڇاڪاڻ جو "اوهان جي دور ۾ ميرٽ تي جيڪي بہ نوان انجنيئر چونڊجي آيا آهن. انهن ۾ اڪثريت سنڌين جي آهي. اوهان مداخلت ڪري انهن جي صرف رستا روڪ نہ ڪئي آهي تڏهن بہ اهي پنهنجي قابليت سان تحريري ٽيسٽ ۽ انٽرويو ڏئي ڪامياب ٿيا آهن. اوهان کان ڪا بہ شڪايت نہ آهي. ۽ اسان جتي ڪٿي ان حقيقت جو اعتراف ڪندا آهيون".

وري اهو بہ چيائين تہ "ڏسو. منهنجا مهمان ملتان مان آيا آهن ۽ گهر ۾ انتظار ڪري رهيا آهن پر آءٌ هتي اوهان جو انٽرويو وٺي رهيو آهيان تہ جيئن اوهان سان ناانصافي نہ ٿئي". مون سندس ٿورا مڃيا.

آءٌ يقين سان اها دعويٰ نٿو ڪري سگھان تہ واقعي اهو صرف منهنجي تقرير جو اثر هو جو آرمي انتظاميا جي دوران جيڪي بہ تقريبن ٽي سئو ڪن انجنيئر ۽ آفيسر ڪانٽريڪٽ تي K.E.S.C ۾ ڀرتي ڪيا ويا، انهن مان اڪثريت سنڌي نوجوانن جي آهي. بهرحال اسان جي مخالف لابي بهرحال اهي دانهون ۽ پروپيگنڊا ڪندي رهي آهي تہ "جمالي صاحب جي تقرير جي نتيجي ۾ جيترا سنڌي انجنيئر ڪي اي ايس سي ۾ آيا آهن ايترا تہ بينظير ڀٽو جي حڪومت ۾ بہ نہ آيا هئا.

دراصل حقيقت اها آهي تہ خبر نہ آهي تہ الائجي ڇو گذريل ڪجھہ سالن جي دوران K.E.S.C ۾ انجنيئرن جي ڀرتيءَ لاءِ جڏهن بہ درخواستون گھرائڻ جا اشتهار ڏنا ويا هئا تہ ان جي موٽ ۾ ڪراچيءَ جي گريجوئيٽ انجنيئرس جون درخواستون ٿي گھٽ تعداد ۾ آيون هيون. جڏهن تہ گھڻن اميدوارن جو تعداد سنڌ جي ڏورانهن علائقن ۾ ننڍن شهرن مان آيل هو.

آرمي انتظاميا، ان سلسلي ۾ جيئن تہ ڪا بہ مداخلت نہ ڪئي ۽ نہ ئي سنڌي اميدوارن جي راھ ۾ ڪا رڪاوٽ وڌي ان ڪري ميرٽ جي بنياد تي قائد عوام انجنيئرنگ يونيورسٽي ۽ مهراڻ انجنيئرنگ يونيورسٽي جا گريجوئيٽ انجنيئر چڱي تعداد ۾ روزگار جو حق حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا.

هتي هڪ ٻئي دلچسپ واقعي جو ذڪر ڪرڻ ڪريان تہ برگيڊيئر ابو راشد صاحب جي دور ۾ هڪ دفعو انٽيليجنس جي ڪرنل طارق صاحب مونکي سندس آفيس ۾ گھرايو ۽ هڪ فائيل ۾ رکيل ڪاغذ پڙهڻ ۽ ڏسڻ لاءِ منهنجي هٿ ۾ ڏنائين. مون جڏهن اُهي ڪاغذ ڏٺا تہ خبر پئي تہ جيئي سنڌ پورهيت سنگت وارن لکت ۾ ڪجھہ مطالبا ۽ ڪجھہ معلومات برگيڊيئر صاحب کي پيش ڪئي هئي. انهن تي مشتمل ڪاغذ ان فائيل ۾ هئا.

مون هڪ بہ صفحا "سرسري" نظر مان ڪڍي اهو فائيل ڪرنل صاحب جي ميز تي واپس رکي ڇڏيو ۽ ان کي ڪا بہ اهميت نہ ڏيڻ جو تاثر ظاهر ڪيو.

ڪرنل طارق چيو تہ "اهي ئي ساڳيون ڳالهيون آهن جيڪي تو، تقرير ۾ چيون هيون". مون ان مان اندازو لڳايو تہ صاحب هروڀرو مونکي جيئي سنڌ جي صفن ۾ پيو شامل ڪري. پر مون کيس چيو تہ "سائين جيئن ملڪي سطح تي ڪجھہ مسئلا ۽ معاملا اهڙا "ڪامن" يا عام آهن جن جي باري ۾ سڀئي سياسي جماعتون ساڳي راءِ رکن ٿيون. تيئن سنڌ جا بہ ڪجھہ اهم، ڪامن ۽ عام مسئلا اهڙا آهن جن تي پيپلز پارٽي کان وٺندي جماعت اسلامي وارن جي ساڳي راءِ يا ساڳيو موقف هوندو آهي". منهنجي ان جواب تي ڪرنل طارق صاحب "هلڪو مُسڪرايو" ۽ چيائين تہ "جمالي صاحب، اوهان وڃي سگھو ٿا".

برگيڊيئر سدوزئي صاحب، جي نئين حڪمت عملي يعني K.E.S.C جا انجنيئرس، آفيسرس ۽ ملازمن جي تعاون ۽ سهڪار سان اداري جي سڀني شعبن کي هلائڻ واري پاليسي جي انتهائي مثبت، اثرائتا ۽ ترت نتيجا نڪرڻ لڳا.

بلنگ جي اڳاڙي يعني Recovery هر مهيني بهتر ٿيندي رهي تہ نيٽ ورڪ ۾ ٿيندڙ ٽيڪنيڪل نقصان پڻ رُڪجي ويا. جڏهن تہ بجلي جي ٿيندڙ

چوري، خاص ڪري صنعتي ادارن ۾ ٿيندڙ چوري ۾ ڪافي حد تائين گهٽتائي آندي وئي.

هر مهيني يا ٻئي مهيني، باقاعدگي سان برگيڊيئر پاڻ ڪسٽمر سروسز سينٽر جي سطح تي فرض انجام ڏيندڙ سيني انجنيئرز ۽ آفيسرس جي گڏجاڻي ڪندو هو. جتي سُٺي ڪارڪردگي جي عيوض "شاباس" سان گڏ ڪجهہ رقم "ڪيش" پڻ ڏني ويندي هئي تہ ساڳي وقت ڪوتاهي ڪندڙن يا ذميداري محسوس نہ ڪندڙن جي نشاندهي پڻ ڪئي ويندي هئي.

برگيڊيئر طارق سدوزئي ۽ سندس ٽيم جي تبديل ٿيل حڪمت عملي جي نتيجي ۾ اداري ۾ خوف، هراس ۽ بداعتمادي جو ماحول گهٽجي پاڳي ختم ٿي چڪو هو. ڪيترن ئي نظرانداز ڪيل آفيسرن ۽ ملازمن کي ميرٽ تي پروموشن ڏنا ويا ۽ مجموعي طور تي اداري جو ماحول خوشگوار ۽ صحتمند رُخ ڏانهن وڌڻ لڳو.

حڪومت جي طرفان فوجي انتظاميا کي اهو ٽاسڪ ڏنل هو تہ اُها ڪارپوريشن کي "پرائيويٽائيز" ڪرڻ لاءِ "موزون" ۽ سگهارو ادارو بڻائي ڏي. ان ڪري خاص طور تي بلنگ جي Recovery يعني اڳاڙي ۽ چوري روڪڻ ڏانهن خاص ڌيان ڏنو ويو تہ نيٽ ورڪ ۽ ٽرانسميشن، ڊسٽريبيوشن جي ٿيندڙ نقصانن کي پڻ گهٽائڻ لاءِ ڪوششون ڪيون ويون. يعني اداري ۾ بجليءَ جي جنريشن جا پيداواري يونٽ آڻڻ جو اهم ڪم حڪومت جي طرفان بہ انتظاميا کي نہ ڏنو ويو هو تہ نہ ئي انتظاميا ان سلسلي ۾ پاڻ مرادو ڪنهن دلچسپي يا ذميواري جو اظهار ڪيو هو.

سچي ڳالهہ اها آهي تہ K.E.S.C جيڪڏهن پاڻ ان سلسلي ۾ بجلي پيدا ڪندڙ پلانٽ هڻائي ها يا حڪومت اهو ٽاسڪ بہ برگيڊيئر طارق سدوزئي ۽ سندس ٽيم کي ڏي ها تہ شايد ان ڏس ۾ پڻ حالتون بهتر هجن ها.

پر ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ طارق سدوزئي واري دور جي انتظاميا، ڪي اي ايس سي جي انجنيئرس، آفيسرس ۽ ملازمن جي تعاون ۽ سهڪار سان هن اهم اداري جي ڪرندڙ ڪارڪردگي ۽ مسلسل ٿيندڙ مالي خساري ۾ ڪافي بهتري آڻڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي.

ڪي اي ايس سي جي معتبر "حلقن" جي ۽ عام ملازمن جي اها راءِ آهي تہ جيڪڏهن طارق سدوزئي جي قيادت ۾ سندس ٽيم ء اداري جا سمورا ملازم بدستور ايئن اجتماعي ڪوشش جاري رکن ها تہ هيءَ ادارو خساري مان بہ نڪري وڃي ها تہ هن جي ڪارڪردگي پڻ بهتر ٿي وڃي ها.

اجوڪي گلوبل دور ۾ اسان جي حڪومتن ۽ ادارن جي قسمت جا فيصلا "ٻاهران" مسلط ٿي رهيا آهن. ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ ڪافي سياسي قوتون توڙي طاقتور رياستي ادارن سان وابسطا ڪجهہ حلقا ۽ متعلقہ ادارن سان لاڳاپيل ملازم، "پرائيويٽائيزيشن" جي خلاف آهن. ان ڪري اهڙين قوتن گڏجي K.E.S.C جي نجڪاري جي خلاف پڻ آواز بلند ڪيو پر ان وقت جي سرڪار، بين الاقوامي مالياتي ادارن جي دٻاءِ ۽ شرطن تحت هن اهم اداري کي اهڙين نااهل ڌرين جي حوالي

ڪيو جن هن اداري کي پنهنجين Products جي کپت جي اداري ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. Siemens ڪمپني جي انتظاميا. هن اداري جا بہ سال ايئن ضايع ڪري ڇڏيا. نہ تہ بجلي جي پيداوار ڏانهن ڌيان ڏنو ويو تہ نہ ئي بجلي جي نيٽ ورڪ کي بهتر بنائڻ جي ذميداري پوري ڪئي وئي تہ نہ ئي ڪنهن بہ قسم جي "سيٽ اپ" ڪئي وئي. ان جي ابتڙ K.E.S.C جا "اثاثا" گروي ڪري قرض ڪنيا ويا ۽ انهن قرضن کي پنهنجن ۽ Siemens جي مفادن لاءِ استعمال ڪيو ويو.

جيئن اول عرض ڪيو آهي تہ ملڪ جي سياسي، سماجي، معاشي، اقتصادي ۽ انتظامي حالتن کي سڌارڻ، بهتر بنائڻ ۽ عوام جي مفاد ۾ موثر بنائڻ کانسواءِ ڪنهن بہ هڪ اداري کي ملڪ جي صوبي جي يا متعلقہ شهر جي مجموعي حالتن کان الڳ ڪري مستقل بنيادن تي بهتر بنائڻ ناممڪن آهي. ان ڪري K.E.S.C کي پڻ ان حقيقت جي روشنيءَ ۾ ڏسڻ گهرجي. ڇاڪاڻ جو ڪنهن نہ ڪنهن مرحلي تي ڪا نہ ڪا "قوت" اداري تي اثرانداز ٿي وئي ۽ بهتر رُخ ۾ سفر رکڻ جي باوجود ادارو آخرڪار منفي قوتن ۽ غيرملڪي منافعي خور ڪاروباري ڌرين جي چنبن ۾ ڦاسي پسپا ٿي رهيو آهي. بجليءَ ۽ توانائي جا سمورا وسيلا مهانگا ٿي رهيا آهن ۽ عام ماڻهوءَ جي "پهچ" کان ٻاهر نڪري رهيا آهن.

شخصيتن جي قابليت، اهميت، ذهانت ۽ حڪمت عملي پنهنجي جاءِ تي، اهڙي طرح ادارن جي ملازمن جو بنيادي ڪردار پڻ اڪين تي پر "نظام حڪومت" ڪهڙو هجڻ گهرجي؟ اڪثريتي عوام جي اجتماعي مفادن لاءِ موثر ۽ موافق معاشي، سماجي ۽ سياسي نظام ڪهڙو هئڻ گهرجي؟ ۽ اهڙو نظام ڪير ڪيئن ۽ ڪهڙين قوتن يا ڪهڙن طبقن جي مدد سان قائم ڪري سگهبو. اهي اهم سوال آهن. جن تي غور ڪرڻ جي ضرورت آهي.

سياڻن جو چوڻ آهي تہ "سماجي مسئلن جو سبب، سماجي حالتون هونديون آهن".

ڏاهن جو اهو پڻ چوڻ آهي تہ "دنيا کي تبديل ڪرڻ کان اڳ اُن کي سمجهڻ جي ضرورت آهي". ان ڪري اسان کي هن دور جي سماجي مسئلن جي بنيادن ۽ سببن کي سمجهڻو پوندو ۽ انهن جي پاڙ پٽڻ لاءِ سنجيدگيءَ سان عملي ڪردار ادا ڪرڻو پوندو.

# ڪاوڙ ۾ قانون اهڙيون شيون آهن جيڪي ڪمزور تان لهنديون نہ آهن ۽ طاقتور/ڏاڍي تي چڙهنديون نہ آهن

اهڪ چوڻي آهي تہ ”صداقتِ گفتار هميشہ دشمن پيدا ڪندي آهي“.

K.E.S.C جي مينيجنگ ڊائريڪٽر محترم برگيڊيئر ابو راشد صاحب جي اڳيان ڪيل تقرير جي نتيجي ۾ مونکي ڪافي تنگ ۽ پريشان ڪيو ويو. منهنجي گهر ۾ لڳل K.E.S.C جي سروس ڪنيڪشن ۽ ميٽر کي اوچتو چيڪ ڪيو ويو ۽ ڪئميرا سان تصويرون ڪڍيون ويون. جڏهن تہ ان وقت آءٌ پاڻ ان ساڳي علائقي جو انچارج هوس. پر ظاهر آهي تہ مونکي بجلي جي ڪنيڪشن يا ميٽر سان هٿ چراند ڪرڻ يا ڪنهن بہ قسم جي غيرقانوني يا غيراخلاقي چيڙڇاڙ ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي؟؟ اسان کي اداري جي طرفان جائز طريقي سان جيترن يونٽس فري هجڻ جي رعايت حاصل آهي، ان حد اندر ئي بجلي جو استعمال ڪندا آهيون.

يقينن آءٌ ڪا بہ وڏي دعويٰ تہ نٿو ڪريان پر اهو اعتماد سان چئي سگهان ٿو تہ مون پنهنجي سڄي سروس جي عرصي ۾ ڪڏهن بہ بجلي جي ناجائز استعمال جو تصور بہ نہ ڪيو. ٻيو تہ ٺهيو مون پنهنجن اختيارن يا پوزيشن کي استعمال ڪري اضافي لوڊ بہ ڪڏهن استعمال نہ ڪيو تہ نہ ئي ڪڏهن پنهنجي گهر جي لاءِ اضافي يا متبادل ڪنيڪشن وٺڻ بابت سوچيو. جتي بہ رهندو هوس، پاڙي وارن سان گڏ ساڳي حال ۾ رهندو هوس. البتہ ڪنهن بہ ”بريڪ ڊائون“ يا ”فالٽ“ جي صورت ۾ پيچ ڊڪ ڪري سيني جي مدد ڪرڻ کي پنهنجو فرض سمجهندو هوس.

انڪري مختلف طريقن سان ”پيچو“ ڪرڻ ۽ جاچ پڙتال ڪرڻ جي باوجود بہ جڏهن ”پريشان ڪندڙ ٽيم“ کي ڪجهہ بہ هٿ نہ آيو تہ همراهن ”پروموشن“ کان محروم ڪري سزا ڏني.

محترم برگيڊيئر طارق محمود خان سدوزئي جي دور کان پهريائين ڪارپوريشن جي ماحول ۾ دباءُ ڊپ، خوف ۽ هراس ڇانيل رهيو. ان ڪري سيني آفيسرن ۽ ملازمن ۾ بي اعتمادي ۽ بددلي عروج تي هئي.

منهنجون موڪلون لڳ ڀڳ 850 ڏينهن جون جمع ٿي ويون هيون. ان ڪري ميجر اديب الرحمان واري واقعي کان پوءِ ٻن سالن جي موڪل لاءِ درخواست ڏني، جيڪا انتظاميا اهو چئي رد ڪئي تہ ”هن انجنيئر جي اسان کي ليياري ۾ ضرورت آهي“. بهرحال ڪجهہ عرصي کانپوءِ ٻيهر موڪل لاءِ درخواست ڏنم پر صرف ”ڇهن مهينن“ جي موڪل منظور ڪئي وئي.

هاڪي اسٽيڊيم ۾ بريگيڊيئر صاحب جي اڳيان تقرير ڪرڻ کانپوءِ مونکي پڪ هئي تہ هيءُ همراهہ هاڻي مونکي ڪارپوريشن مان ضرور ٻاهر ڪيندا. پريشان ڪندا، نوڪريءَ کان محروم ڪندا.

اهو سوچي مون ان وقت عوامي آواز جي دوستن ۽ شاگرديءَ جي زماني جي

نظرياتي ساٿين ڊاڪٽر جبار خٽڪ ۽ امداد علي اوڊي صاحب سان رابطو ڪيو ۽ ڪين سڄي حال احوال ڪان واقف بہ ڪيو تہ ڪين اهو بہ عرض ڪيم تہ "جيڪڏهن اوهان وٽ منهنجي لاءِ ڪا گنجائش هجي تہ قرب ڪندا تہ جيئن گهر جو چُلهو هلندو رهي". هنن دوستن ان سلسلي ۾ موٽ ڏيندي ٻڌايو تہ هنن جو هڪ حصيدار محترم ناصر داد بلوچ هنن کان جدا ٿيڻ چاهي ٿو ۽ پنهنجو "حصو" (شيئرس) وڪڻڻ گهري ٿو. ان ڪري جيڪڏهن آءٌ چاهيان تہ ناصر داد صاحب جو حصو خريد ڪريان. مون ڪانئن پڇيو تہ ڪيتري رقم ڏيندي ناصر صاحب جي حصي جي؟؟ ان جي جواب ۾ ٻنهي دوستن جيڪا رقم ٻڌائي هئي، ظاهر آهي تہ ايتري رقم مون وٽ نہ هئي. مون دراصل اداري ۾ "ملازمت" جي نيت سان هنن دوستن وٽ رجوع ڪيو هو.

بهرحال جيتري رقم ناصر داد صاحب جي حصي جي هئي، هنن دوستن جي همت افزائي ڪرڻ ۽ ان جي عيوض "سُني آمدني" ملڻ جي خاطري ڪرائڻ جي نتيجي ۾ مون ان رقم جي اڌ برابر انتظام ڪرڻ جي حامي ڀري ۽ باقي اڌ حصي جي لاءِ هنن ٻنهي دوستن گڏجي پاڻ بندوبست ڪرڻ جي ذميداري ڪنئي.

هتي هيءُ عرض ڪيان تہ 1989ع ۾ جڏهن هنن ٻنهي دوستن گڏجي ڪراچيءَ مان ڪمپيوٽر تي عوامي آواز جي نالي سان پهرين سنڌي اخبار ڪڍڻ جي تياري مڪمل ڪئي تہ مونکي ان اخبار جو ايڊيٽوريل لکڻ جي ذميواري سونپي وئي. پهرئين ڏينهن کان وٺي مسلسل ڇهن مهينن تائين مون هن اخبار جا بنا ڪنهن وقفي جي سمورا ايڊيٽوريل لکيا. ان ڪانسواءِ ڪجهہ مضمون پڻ لکيا هئا. جڏهن تہ هر روز ان وقت جي سياسي حالتن ۽ ٻرندڙ مسئلن جو تجزيو ڪري، ڪا نہ ڪا نئين اهڙي اهم خبر بہ ڏاهي هلائيندا هئاسين جيڪا ٻين اخبارن ۾ نہ هوندي هئي. ان ڪري هن اخبار جي سرڪيوليشن ۾ ساڪ سڄي سنڌ ۾ خاص ڪري سماج جي متحرڪ ۽ حساس حصن ۾ مشهور ۽ مقبول ٿي وئي. اخبار جي سرڪيوليشن، ٻين سيني سنڌي اخبارن کان گهڻو وڌي وئي. جيئن تہ ان وقت بہ مونکي K.E.S.C ۾ ئي نوڪري هئي، ان ڪري ڇهن مهينن کانپوءِ هنن دوستن کان اجازت ورتم.

انهن ڇهن مهينن جي دوران هڪ دفعي آءٌ جڏهن معمول مطابق اخبار جي چاڪيواڙي واري آفيس ۾ وينو هوس تہ اتي مرحوم فقير محمد لاشاري پڻ دوستن سان ملڻ لاءِ آيو هو. ڪنهن دوست کيس جڏهن ان وقت اخبار ۾ شامل ٿيڻ جي آڇ ڪئي تہ ان جي موٽ ۾ مون ڏانهن اشارو ڪندي چيائين تہ "هن جن جي موجودگيءَ ۾ اوهان کي منهنجي ڪهڙي ضرورت آهي؟"

بهرحال مون 1989ع کانپوءِ وري جڏهن 2000ع ۾ هنن دوستن سان رابطو ڪيو ۽ ناصر داد بلوچ جي "حصي" جو "اڌ حصي" جو خريدار ٿيس تہ ان لاءِ بہ مونکي ڪجهہ دوستن ۽ ڪجهہ ويجهن عزيزن کان مالي مدد بہ وٺڻي پئي تہ اداري مان "پراويڊنٽ فنڊ" پڻ سٽ سيڪڙو ڪڍرائڻو پيو.

جڏهن آءٌ هن اداري ۾ هنن دوستن سان گڏ شامل ٿيس تہ پوءِ خبر پئي تہ ان وقت ادارو هر لحاظ کان زوال ۽ خساري جو شڪار بہ هو تہ هيءُ نظرياتي، سُنا ۽ قرباني ڏيندڙ دوست بہ هاڻي "اهي ساڳيا" نہ رهي سگهيا هئا. جنهن جي ڪري

مونکي ڏاڍي مايوسي ٿي ۽ دلي صدمو پهتو. هڪ انتهائي پاپولر، معياري ۽ سٺي ساک واري اخباري اداري کي "هن حالت" ۾ آڻڻ لاءِ ڪنهن بہ هڪ دوست کي ذميدار قرار ڏيڻ يا ڪنهن بہ هڪ ساٿي کي ميار ڏيڻ مناسب نہ ٿيندو. ڇاڪاڻ جو ان ڏکي عرصي جي دوران اخبار ۾ ڪيترائي مختلف ايڊيٽر بہ شامل ٿيندا رهيا تہ "مالڪ" پاڻ بہ هڪٻئي سان "ذهني هم آهنگي" برقرار نہ رکي سگهيا. جڏهن تہ ان دوران ڪيترئون حڪومتون پڻ تبديل ٿينديون ۽ حالتن کي متاثر ڪنديون رهيون.

ان ڪانسواءِ "ڪامريڊ" لاڏي کي اهڙي معياري اخبار ڪڍڻ جو اول تجربو بہ نہ هو تہ نہ ئي "اهل سنڌ" جي طرفان انهن کي اول اهڙي موٽ ملي هئي. جڏهن تہ "سوويت يونين" جي ٽٽڻ سان جيڪا "نظرياتي" افراتفري پيدا ٿي ۽ پنهنجو پاڻ کي "غيرمحفوظ" سمجهڻ جو جيڪو احساس پيدا ٿيو، ان پڻ ڪيترن ئي دوستن کي "تيزي" چڙهيو.

ڊاڪٽر خير محمد جوڻو، اسڪول ڪان وٺي نہ صرف منهنجو ويجهو ۽ سٺو دوست رهندو آيو آهي پر شروع ڪان وٺي شاگرديءَ جي آخري زماني تائين سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۽ ڪامريڊ لاڏي سان هر طرح ساٿ نڀائيندو آيو آهي.

لياقت ميڊيڪل ڪاليج مان ايم بي بي ايس جي ڊگري حاصل ڪرڻ کانپوءِ ڊاڪٽر خير محمد جنهن کي سڀ ويجها دوست پنهنجائپ ۽ پيار مان "خيرل" سڏيندا آهن. پنهنجي گهرواريءَ سان گڏ "لبيا" ۾ ملازمت ڪئي.

ڊاڪٽر خير محمد جي گهرواري محترمہ ادي ڊاڪٽر زرينہ پروين پنهور جو پاءُ سائين ممتاز پنهور ان زماني ۾ لبيا ۾ ملازمت ڪندو هو. ان جي ڪري ئي ڊاڪٽر خيرل بہ "لبيا" ۾ ويهارو کن سال گذاريا.

لبيا ۾ واپسيءَ کانپوءِ ڊاڪٽر خير محمد پڻ عوامي آواز جوائن ڪرڻ ۽ پراڻن دوستن سان شامل ٿيڻ جي خواهش جو اظهار ڪيو. سائين امداد علي اوڊو ۽ ڊاڪٽر خيرل بہ پاڻ ۾ سُنا ۽ پراڻا دوست آهن.

بهرحال ڊاڪٽر جبار خٽڪ ۽ امداد علي اوڊي، ناصر داد بلوچ جو جيڪو "اڌ" حصو خريد ڪيو هو، اهو ٻئي دوست ڊاڪٽر خير محمد کي فروخت ڪرڻ لاءِ راضي هئا. اهڙي طرح هاڻي اسان پراڻا چار دوست هن اخبار جا گڏيل مالڪ/ ڊائريڪٽر ٿي وياسين.

ملڪ جي مجموعي سياسي حالتن ۽ حڪومتن جي رويي ۽ پاليسين جي نتيجي ۾ هن اخباري اداري جون مالي حالتون پڻ مسلسل "ڏيوالي" جو شڪار رهيون. جڏهن تہ ٻئي پاسي "حصيدار دوستن" ۾ پڻ اعتماد جي کوٽ ڪر کڻندي رهي ۽ اختلاف پيدا ٿيندا رهيا.

انهن حالتن ۾ آفتاب احمد ميمڻ ۽ ڊاڪٽر تنوير طاهر کي ٽياڪڙ طور دوستن جي وچ ۾ ويهاريو ويو. امداد علي اوڊو پنهنجو حصو ڊاڪٽر جبار کي فروخت ڪري ادارو ڇڏي ويو. جڏهن تہ اسان باقي دوست ساڳيو ئي "جنڊ تہ ساڳيا سور" مانند نہ هيڏانهن جا تہ نہ هوڏانهن جا!!"

ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ هن اخباري اداري کي هن وقت تائين جيئرو رکڻ ۾ بنيادي ڪردار ڊاڪٽر جبار خٽڪ جو آهي. اخبار جي ساک، هن وقت بہ سٺي

آهي تہ اداري ۾ اڳتي وڌڻ ۽ پاڻ مڃائڻ جي صلاحيت يعني Potential بہ ڏاڍو آهي تہ اهڙي طرح اخبار هن وقت بہ سنڌ جي حساس ۽ متحرڪ قوتن جي احساسن ۽ اميدن جو "محور" بہ آهي پر اخبار ڪي سڄي سنڌ ۾ صبح جو سوير هر هنڌ پهچائڻ جي سلسلي ۾ جتي جائز ڪجهہ دشواريون ۽ مجبوريون آهن اتي اداري ڪي هلائيندڙ "منتظمن" جي پنهنجي ڪوتاهي يا بدانتظامي يا گهربل فيصلا ۽ گهربل انتظام نہ ڪرڻ پڻ شامل آهي.

اداري ڪي "ادارو" ڪري نہ هلائڻ جي نتيجي ۾ اڃا تائين حصيدار ۽ ذميدار دوست هڪٻئي جو اعتماد بہ حاصل نہ ڪري سگهيا آهن تہ نہ ئي هڪٻئي سان ذهني هم آهنگي يا هڪجهڙائي پيدا ڪري سگهيا آهن. اها هڪ تلخ حقيقت آهي جنهن ڪي "خود تنقيد" بہ چئي سگهجي ٿو.

ان ۾ پڻ ڪو شڪ نہ آهي تہ منهنجي نظر ۾ هن وقت بہ اهي سمورا دوست قابل احترام آهن ۽ انهن ۾ "صلاحيتون" پڻ موجود آهن.

ڊاڪٽر جبار خٽڪ هن وقت آل پاڪستان نيوز پيپرس سوسائٽي جو سيڪريٽري جنرل بہ آهي تہ "ميڊيا" ۾ پڻ ڪيس اهم مقام حاصل آهي. اهڙي طرح ڊاڪٽر خيرل پڻ "ڪَس_ڪسر" ۾ سات نڀائيندڙ ساٿي آهي. ان ڪري اها اميد ڪري سگهجي ٿي تہ سمورا دوست گڏجي هن اخباري اداري ڪي هڪ دفعو ٻيهر "سنڌ" جي مجموعي احساسن جو "ترجمان" بنائڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهن ٿا. اسان جون نيڪ خواهشون ۽ عملي سهڪار هن اداري لاءِ هميشہ حاضر رهندو.

بهرحال K.E.S.C ۽ هن اهم اداري جي غيراطمينان بخش حالتن جي نتيجي ۾ منهنجي طبيعت خراب ٿي وئي. جيئن جيئن شام ٿيندي هئي تيئن تيئن مونکي ڊپ لڳندو هو. اڪيلائي محسوس ڪرڻ لڳو هوس. بلڊ پريشر بہ نارمل نہ رهندو هو. عجيب قسم جي ڪيفيت هئي. سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ آخر ان ڪيفيت جو سبب ڪهڙو آهي يا ان بيماري ڪي ڪهڙو نالو ڏجي؟

آخرڪار ڊاڪٽر الاهي بخش سومري صاحب چيڪ ڪري چيو تہ "هن ڪي ڳڻتي ۽ پريشاني Anxiety ۽ Depression آهي" جنهن دوائون تجويز ڪيون. جيڪي مون ڪجهہ هفتا تہ ڪاڏيون پر پوءِ وڏيڪ کائڻ ڇڏي ڏنم.

همت ڪري ٻيهر پارڪ ۾ پنڌ ڪرڻ شروع ڪيم. جاب جوائن ڪيم. دوستن سان ميل جول وڌايم. ان دوران پروموشن جي خوشيءَ ۾ هڪ سئو کن ويجهن دوستن جي دعوت ڪري پنهنجي اڪيلائيءَ جي احساس ڪي شڪست ڏنم ۽ اهڙي طرح "ڳڻتي ۽ پريشاني" جي ٿيل حملي مان ٻاهر نڪري آيس. چون ٿا تہ ڳڻتي ۽ پريشاني ۾ دماغ ۾ ڪجهہ ڪيميڪل تبديليون اينديون آهن جن جي ڪري انسان جي ڪيفيت اهڙي ٿي ويندي آهي. ان ڪري دوائن جي ڪورس سان انهن تبديلين جي اثرن ڪي زائل ڪري سگهبو آهي.

جڏهن آءٌ ڇهن مهينن جي موڪل تي هوس تہ هڪ ڏينهن مونکي هڪ ميجر فون ڪئي. پنهنجو نالو شاهد محمود ٻڌايائين ۽ چيائين تہ سندس تعلق "نيب" يعني "احتساب بيورو" سان آهي. هو اسلام آباد مان آيو آهي ۽ مون سان ملڻ چاهي

ٿو". مون ڪيس ٻڌايو تہ "آءُ تہ ڇهن مهينن جي موڪل تي آهيان". تڏهن بہ اسرار ڪيائين تہ "اوهان پنهنجي گهر جي ائڊريس ٻڌايو. آءُ هڪ ٻن ڏينهن ۾ اوهان سان اچي ملندس". مون ڪيس ائڊريس ٻڌائي، ٻيو ڏينهن آچر جو هو. تقريبن صبح جو 11 بجي ڌڌنهن گهر جي گهنٽي وڄائي ۽ آءُ جڏهن در کولي سائيس مليس تہ پنهنجو تعارف ميجر شاهد جي نالي سان ڪرايائين. مون ڪيس اندر اچڻ جي آڇ ڪئي تہ چيائين "آءُ گاڏي جيڪا سوزوڪي ڪار هئي، اها اندر بيهاريندس". سندس اها ڳالهہ مونکي نہ تہ ان وقت سمجهہ ۾ آئي نہ ئي اڄا تائين اچي سگهي آهي.

بهرحال "همراهہ" گاڏي گيٽ جي اندر ڪري بيهاري ڪيس ڊرائنگ روم ۾ ويهاريم. ڪافي سوال جواب ڪيائين. پر مون محسوس ڪيو تہ همراهہ اها سڄي ڳالهہ "ٽيپ" بہ ڪري رهيو هو.

اهو بہ چيائين تہ "ٻڌڻ ۾ اچي پيو تہ ڪارپوريشن ۾ جيڪا فوجي انتظاميا آهي اها "بدعنوانين" ۾ ملوث آهي؟" ڇا اهو درست آهي؟ مون ڪيس چيو تہ هن کان اڳ جيڪي بہ فوجي آفيسر يا اهلڪار آيا، انهن جو رويو ۽ ڪردار تڪراري هو پر هن وقت طارق خان سدوزئي جي جيڪا ٽيم آيل آهي اها بلڪل صحيح طريقي سان سُنو ۽ ڪامياب ڪم ڪري رهي آهي. ان ٽيم جي خلاف مون ڪا بہ اهڙي شڪايت نہ ٻڌي آهي". منهنجو جواب ٻڌي پينٽ جي کيسي مان ڪاغذ جو ننڍو پيڊ ڪڍندي پڇيائين تہ "ٻڌو آهي تہ برگيڊيئر سدوزئي، هڪ چيف انجنيئر جي اثر ۾ وڌيڪ آهي. جنهن جو نالو........پيڊ تان "جميل گل" پڙهيائين. مون ڪيس چيو تہ برگيڊيئر پاڻ جيئن تہ K.E.S.C جي نيٽ ورڪ ۽ سسٽم کان واقف نہ آهي. ان ڪري جيڪڏهن ان سلسلي ۾ جميل گل شيخ صاحب تي ڀروسو ۽ اعتماد ڪري ٿو تہ سُنو ٿو ڪري. ڇاڪاڻ جو جميل گل صاحب ڪيس ڪڏهن بہ غلط صلاح نہ ڏيندو ۽ نہ ئي ڪيس گمراهہ ڪندو. اهوئي سبب آهي جو اداري جون حالتون هاڻي نسبتن وڌيڪ بهتر ٿي رهيون آهن.

ڳالهين ۽ سوالن جوابن دوران مونکان پڇيائين تہ "اوهان اڃا بہ نوڪري ڪرڻ چاهيندئو؟" مون ڪيس جواب ڏنو تہ اداري جون حالتون، دٻاءُ ۽ پريشر ڏسان ٿو تہ دل چوي ٿي تہ "اهڙي نوڪري ڇڏي ڏيان، پر وري سوچيان ٿو تہ نوڪري ڇڏيندس تہ ڇا ڪندس آخر پيٽ بہ تہ پالڻو آهي. گهر بہ تہ هلائڻو آهي".

بهرحال ڪيس ڪو بہ واضح جواب نہ ڏنم. آخر ۾ اهو بہ پڇيائين تہ ٻڌو آهي تہ "K.E.S.C جي گرڊ ۽ ٽرانسميشن ڊپارٽمينٽس ۾ وڏي ڪرپشن آهي. ڀلا ان ۾ ڪير ڪير ملوث آهن؟" مون ڪيس جواب ڏنو تہ آءُ ڪڏهن بہ ان ڊپارٽمينٽ ۾ نہ رهيو آهيان ان ڪري مون کي ان سلسلي ۾ ڪ بہ معلومات نہ آهي.

ميجر صاحب منهنجي گهر ويٺي مون کي "لٽ بہ ڏيکاري رهيو هو تہ ڇٽ بہ" پر مون ڪيس وري بہ شربت پيئاريو.

اٿڻ وقت انتهائي بيزاريءَ ۽ نااميديءَ مان چيائين تہ "اوهان منهنجي ڪا بہ مدد نہ ڪئي" مون دل ۾ چيو تہ "ڇا ڪيان. اهڙو ڪم نہ تہ ڪڏهن ماڻهن سيکاريو نہ ئي مرحوم "ڪامريڊن سيکاريو!!".

# انسان خدا جي خوبصورت تخليق آهي

دوستن ۽ مهربانن جي مدد سان جڏهن زونل مينيجر جي حيثيت سان منهنجو پروموشن ٿيو ۽ پنهنجي پسند مطابق جڏهن منهنجي پوسٽنگ "لسٻيلي" ضلعي ۾ ڪئي وئي تڏهن آءُ ڊپريشن ۽ ڪُٺتيءَ واري "حملي" مان پڻ صحتياب ٿي نڪتس. "لسٻيلو" ضلعو، بلوچستان صوبي ۾ شامل ڪيل آهي پر ذوالفقار علي ڀٽي پنهنجي حڪومتي دور ۾ خاص دلچسپي وٺندي بجليءَ کان محروم هن ضلعي کي ترجيحي بنيادن تي بجلي فراهم ڪرڻ جون هدايتون ڪيون. جيئن تہ هن ضلعي جون حدون ڪراچي ضلعي جي حدن سان لڳولڳ بہ آهن تہ K.E.S.C جو نيٽ ورڪ پڻ بلوچستان ۾ واپڊا جي طرفان بجلي رسائينڊز نيٽ ورڪ جي پيٽ ۾ گهٽ ويجهو بہ آهي، ان ڪري شهيد ڀٽي اهو "ٽاسڪ"، ڪراچي اليڪٽرڪ سپلاءِ ڪارپوريشن کي ڏنو هو.

ڪراچي کان R.C.D. هاءِ وي ذريعي سفر ڪبو تہ لسٻيلي ضلعي جا شهر حب، وندر، اوٿل ۽ ٻيلو ترتيب سان مين هاءِ وي سان لڳولڳ آباد ٿيل شهر آهن. حب، ڪراچيءَ کان تقريبن 40 ڪلوميٽرن جي فاصلي تي آهي، جڏهن تہ وندر، حب کان 45 ڪلوميٽر پري آهي. اهڙي طرح اوٿل وري وندر کان 50 ڪلوميٽر ڏور آهي ۽ ساڳيءَ طرح ٻيلو وري اوٿل کي 50 ڪلوميٽر پري آهي. ٻيلي جو شهر ڪراچيءَ کان تقريبن 190 ڪلوميٽر پري ٿيندو.

جام محمد يوسف عاليائي، سندس پاءُ جام اڪبر، سندس پُٽ جام ڪمال سندس پاٽيجو پرنس علي ۽ سندس نياٽو پير عبدالقادر گيلاني هڪ طرف هن ضلعي جون اهم ۽ بااثر شخصيتون آهن تہ ٻئي طرف سردار صالح محمد ڀوتاڻي محترم محمد اسلم ڀوتاڻي، عرفان ڀوتاڻي غلام رسول شيخ، غلام اڪبر شيخ، ابراهيم دودا، جميل گچڪي پڻ هن ضلعي جون بااثر شخصيتون آهن.

هن ضلعي ۾ جاموٽ، بروهي، رونجها، خاصخيلي، شيخ، سيد، برفت، دودا، مري ۽ ماندڙا، سور، آچرا، جُتا ۽ ٻيون ڪيتريون ئي "ذاتيون" عرصي کان آباد آهن.

حب يا حب چوڪي جي چوڌاري پراڻا قديمي ڳوٺ آهن، جن مان ڪيترن جا گهر گهاٽ ۽ ڪاروبار حب يا حب چوڪي شهر ۾ پڻ آهن پر حب يا حب چوڪي شهر ۾ وڏي آبادي يا تہ ڀڳل "مجرمن" جي آهي يا "مجبورن" جي آهي.

حب چوڪيءَ جي شهر ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جي مختلف علائقن مان آيل خاندانن جي "وڻ_وڻ ڪاٺي" واري چڱي موچاري آبادي آهي_.

اهڙي طرح وندر، اوٿل ۽ ٻيلي ۾ پڻ ٻين صوبن ۽ شهرن ۽ علائقن مان لڏي آيل ڪافي خاندان اچي آباد ٿيا آهن.

"اوٿل"، لسٻيلي ضلعي جو هيڊڪوارٽر آهي. ساڪران، دُريجي، سون مياڻي، دام، ليارِي، لاڪڙا، اسمالاڻي ضلعي جي مختلف شهرن جي پسگردائي وارا مشهور علائقا يا ديهون آهن.

پوک يا تہ بارش جي پاڻيءَ تي يا ٽيوب ويلن جي مدد سان ٿئي ٿي. جابلو علائقو آهي جنهن جي تمام گهڻ حصي ۾ فصل پوکيا وڃن ٿا.

هن ضلعي جي سموري پراڻي يا آبائي آبادي جي مادري زبان سنڌي آهي، لهجو "جابلو" يا "پهاڙي" آهي. پر افسوس جو چاڪاڻ تہ بلوچستان جي سرڪاري زبان "اردو" آهي ان ڪري هتان جي ٻارن کي پنهنجي مادري زبان ۾ تعليم حاصل ڪرڻ جو حق مليل نہ آهي ۽ ڪين تعليمي ادارن ۾ اردو ۾ تعليم ڏني وڃي ٿي.

اها پڻ افسوس ۽ حيرت جي ڳالهہ آهي جو جيڪڏهن ڪا بہ سرڪاري تقريب ٿيندي آهي ۽ ان ۾ جيڪڏهن تقريرون ڪرڻ وارا ۽ ٻڌڻ وارا سمورا بہ "سنڌي" ڳالهائڻ ۽ سمجهڻ وارا هوندا آهن، تڏهن بہ ان تقريب جي سموري ڪارروائي اردو زبان ۾ ڪئي ويندي آهي. جڏهن تہ ان وقت ان لاءِ اهڙي ڪا پابندي بہ نہ هوندي آهي.

غربت تمام گهڻي آهي. مڇي، مانيءَ وارا ماڻهو بہ گهٽ ۽ اهي بہ "پڪا" ۽ محتاط رهندا آهن.

ان سلسلي ۾ "ڀوتاڻي خاندان" مهمان نوازيءَ ۽ "وسيع دستر خوان" جي حوالي سان مشهور آهي.

انفرادي خانداني سياسي اثر و رسوخ جي لحاظ کان جام خاندان ۽ ڀوتاڻي خاندان هن ضلعي ۾ حاوي آهن پر سياسي جماعتن جي اعتبار کان پيپلز پارٽي، جمعيت العلماءِ اسلام ۽ بلوچستان جي قومپرست تنظيمن جو پڻ هن علائقي ۾ اثر آهي.

اڪبر لاسي، مهرالله خان مينگل ۽ رجب علي رند هن علائقي جا ٻيا قابل ذڪر سياسي اڳواڻ آهن.

پير عبدالقادر گيلاني، جام محمد يوسف جو نياڻو بہ آهي تہ سنڌس گهرواريءَ جي ڀيڻ جو پُٽ پڻ آهي، پر "پدري" لحاظ کان هن علائقي جي ماڻهن لاءِ "غير" آهي. ان هوندي بہ جام صاحب، پاڻ گيلاني صاحب کي پنهنجي آبائي سيٽن تي اميدوار جي حيثيت سان بيهاريندو ۽ ڪامياب ڪرائيندو رهيو آهي.

پير عبدالقادر گيلاني نہ صرف هن ضلعي ۾ ڪافي "جائيداد"، زمين ۽ ڪاروبار جو مالڪ بڻجي ويو آهي پر ڪيترا "بااثر حلقا ۽ "ڳجها هٿ" پڻ سنڌس پير پختا ڪري رهيا آهن، جڏهن تہ جام ڪمال پڻ ان سلسلي ۾ پير صاحب سان گڏ آهي.

غربت، معاشي بدحالي ۽ ذميداراڻي سياسي قيادت نہ هجڻ ۽ ٻين ڪيترن ئي سببن جي ڪري هن ضلعي جو ڪاروبار ۽ ضلعي جون زمينون آهستي آهستي هتان جي اصل رهواسين جي هٿن مان "کسڪي" رهيون آهن.

بلوچستان صوبي جي ٻين حصن ۽ ملڪ جي ٻين صوبن مان ڪافي ماڻهو، هن ضلعي ۾ آهستي آهستي پنهنجا پير ڄمائڻ ۾ مصروف آهن.

"سونمياڻي" جو بندر بيشڪ ڪافي وقت کان "خاموش" يا "سُتل" آهي پر ان جي اهميت نہ صرف جيئن جو تيئن برقرار آهي پر ڪيترين ئي ڌرين جون نظرون ان اهم ساموندي بندر تي هن وقت بہ ڪتل آهن.

لسٻيلو ضلعو هڪ طرف ڪراچي جي حدن سان لڳل آهي تہ ٻئي پاسي

کان دادو ضلعي جي ڪوهستاني علائقي سان پڻ مليل آهي، جڏهن تہ R.C.D هاءِ وي سان خضدار سان منسلڪ آهي.

مرحوم ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومتي دور ۾ هن ضلعي ۾ بجلي پهچائڻ جي تيار ٿيل منصوبي تحت جيڪا ٽرانسميشن لائين وڇائي وئي هئي. اها صرف "هڪ سرڪٽ" تي مشتمل هئي. يعني جيڪڏهن ڪڏهن بہ ان اڪيلي سرڪٽ تي ڪو فالٽ اچي يا مرمت ۽ صفائي لاءِ ان کي بند ڪجي تہ متبادل طور بجلي بحال رکڻ جو ٻيو ڪوبہ ذريعو موجود نہ هو/نہ آهي.

اها انتهائي حيرت جي ڳالهہ آهي تہ شهيد ڀٽي جي حڪومت کان پوءِ نہ تہ ڪنهن وفاقي يا صوبائي سرڪار ان طرف ڌيان ڏنو تہ نہ ئي ڪارپوريشن جي انتظاميا ان خامي کي دور ڪرڻ جو نوٽيس ورتو يا بندوبست ڪيو.

K.E.S.C جي انتظاميا کي ان سلسلي ۾ اها جائز شڪايت رهي آهي تہ هن اداري کي ان ضلعي مان بجلي فراهم ڪرڻ جي موٽ ۾ مالي فائدي جي بدران نقصان برداشت ڪرڻو پئجي رهيو آهي. پر اعتماد سان اها ڳالهہ ڪري سگهجي ٿي تہ ان ڏس ۾ ڪارپوريشن جي ڪا بہ انتظاميا جيڪڏهن هن ڏکي عرصي دوران ڪنهن بہ حڪومت کان ان سلسلي ۾ مالي مدد گهري ها تہ يقينن اها ٽيڪنيڪل خامي دور ڪري سگهجي ها.

حب ۾ ڪافي صنعتي ۽ ڪاروباري سرگرميون آهن، جتان K.E.S.C کي مناسب آمدني ملي رهي آهي پر ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ 200 ڪلوميٽرن نائين ٽرانسميشن تي جيڪو خرچ اچي رهيو آهي. ان جي ڀيٽ ۾ آمدني گهٽ ملندي رهي آهي.

اها تلخ حقيقت آهي تہ جهڙي طرح "بلوچستان" کي زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ مسلسل نظرانداز ڪيو ويو آهي. اهڙي طرح K.E.S.C جي انتظاميا جي طرفان پڻ هن علائقي جي نيٽ ورڪ ڏانهن گهربل ڌيان نہ ڏنو ويو.

جڏهن زونل مينيجر جي حيثيت سان مون حب کان ٻيلي تائين ٽرانسميشن لائين جي حالت ڏٺي تہ سچ پچ ڏچي بہ ويس تہ حيرت بہ ٿي تہ آخر وارن ذميدار انجنيئرن آخر ان طرف ڌيان ڇو نہ ڏنو؟

اهو درست آهي تہ ٽرانسميشن ۽ گرڊ سسٽم جي لاءِ هڪ جدا ڊپارٽمينٽ قائم ڪيل آهي ۽ بنيادي ذميداري بہ ان ڊپارٽمينٽ جي انجنيئرس جي آهي تہ اهي ان سلسلي ۾ بروقت وڏيڪ نہ تڏهن بہ احتياطي تدبيرون يا حفاظتي قدم کڻندا رهن.

هاءِ ٽينشن ۽ ايڪسٽرا هاءِ ٽينشن جون تارون جن ۾ 66 هزار يا 11 هزار يا هڪ لک 32 هزار وولٽ جي بجلي هلندڙ هجي ۽ اهي تارون ڪٿي ڪٿي زمين کان صرف 4 يا 5 فوٽ مٿي هجن ۽ اهي تارون وري ڳوٺن جي مٿان يا ويجهو اچ وڃ جي رستن تي هجن يا جتي اٺ ۽ ٻيا جانور گهمندا ڦرندا وتن، ڪيڏو نہ خطرناڪ آهن. ان ڪري مون شروعاتي ٻن ڏينهن جي اندر تفصيلي رپورٽ ٺاهي پنهنجي بالا عملدارن ۽ متعلقہ ڊپارٽمينٽ جي بالا انجنيئرس جي حوالي ڪيم، جنهن جي موٽ

۾ "ترٽلو" مچي ويو. برگيڊيئر طارق سدوزئي انجنيئرس جي ڪميٽي ٺاهي، جنهن جو هڪ ميمبر آءٌ بہ هوس. هڪ هفتي جي اندر اندر ڪميٽي پنهنجون تجويزون ۽ متبادل تجويزون ٺاهي پيش ڪيون.

جڏهن انهن تجويز ڪيل رٿائن لاءِ "فنڊس" جو سوال آيو تہ مون کين عرض ڪيو تہ ان لاءِ اوهان وفاقي حڪومت کي بہ لکو تہ صوبائي سرڪار کي بہ لکو ۽ جيڪو ڪجهہ لکوان جي ڪاپي اسان کي ڏيو تہ اسان لسٻيلي جي چونڊيل نمائندن جي معرفت ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرائي وٺنداسين.

بهرحال ان سلسلي ۾ جڏهن متعلقہ ڊپارٽمينٽ ۾ طريقيڪار مطابق PC _ I ٺاهڻ لاءِ ڪيس موڪليو ويو تہ انهن همراهن ڏاڍو وقت ورتو. ان دوران وفاقي ۽ صوبائي حڪومتن جي طرفان فورن PC _ 1 موڪلڻ جي لاءِ K.E.S.C جي انتظاميا ۽ متعلقہ ڊپارٽمينٽ جي وچ ۾ لک پڙھ هلندي رهي. پر ان سلسلي ۾ وڏي پيماني تي گهربل رٿا "رولڙي" جو شڪار ٿي وئي جڏهن تہ سچ پچ تہ اسان جي پيش ڪيل تجويزن ۾ ٻن ارب رپين جي رقم سان 200 ڪلوميٽرن جي فاصلي جي لائين ڊبل سرڪٽ ڪري پيئي سگهجي ۽ حڪومت جي لاءِ ٻہ ارب رپيا ڪهڙو مسئلو آهي؟؟

هتي آءٌ اها بہ وضاحت ڪريان تہ ڇاڪاڻ تہ ٽرانسميشن ۽ گرڊ سسٽم جي ذميداري. منهنجي ذميداري نہ هئي. ان ڪري ان ڊپارٽمينٽ جي ڪجهہ متعصب انجنيئر اهو چوڻ لڳا تہ "جمالي صاحب اسان جي لاءِ مٿي جو سور پيدا ڪري رهيو آهي". "لسٻيلي ۾ بجلي پهچائڻ جي ڪهڙي ضروت هئي/آهي". هن دور ۾ اهڙيون ڳالهيون ٻڌي ڏاڍو افسوس ۽ ڏک ٿيندو هو.

اسان جي بار بار لک پڙھ جي نتيجي ۾ ڪارپوريشن لڳ ڀڳ 70 وڏا پول تبديل ڪرايا. تار بہ تبديل ڪرائي تہ گرڊ اسٽيشن جي پراڻن پاور ٽرانسفارمرس جي جاءِ تي وڏا ٽرانسفارمر پڻ لڳايا ۽ مرمت توڙي صفائي جو ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪم پڻ متعلقہ ڊپارٽمينٽ وارن ڪيو پر سچي ڳالهہ اها آهي تہ لسٻيلي ضلعي ۾ بجليءَ جي خطرناڪ نيٽ ورڪ ڏانهن جيڪڏهن ڌيان ڏيڻ ۾ جيڪڏهن وڌيڪ غفلت ڪئي وئي تہ ڪڏهن بہ ڪنهن وڏي حادثي جي امڪان کي نٿو روڪي سگهجي.

ڊسٽري بيوشن ڊپارٽمينٽ يا پلننگ ڊپارٽمينٽ جي ان ذميداري سان واسطو نہ هجڻ جي باوجود سائين جميل گل صاحب، شبير احمد سولنگي صاحب، رفيق احمد خانزاده صاحب، ارشد افتخار، انور علي شيخ، عبدالوهاب مگسيءَ جو رويو ۽ ڪردار ان سلسلي ۾ مثبت ۽ قابل ذڪر رهيو.

K.E.S.C جي طرفان دير سان ئي پر آخرڪار گهربل PC _ 1 وفاقي سرڪار وٽ جمع ڪرايو ويو پر ان ڪانپوءِ نہ تہ متعلقہ وزارت ان سلسلي ۾ ڪا اڳڀرائي ڪئي تہ نہ ئي K.E.S.C جي نجڪاري جي نتيجي ۾ مقرر ڪيل انتظاميا ئي ان طرف گهربل ڌيان ڏنو آهي. اهڙي طرح اهو اهم مسئلو جيئن جو تيئن پنهنجي جاءِ تي موجود آهي.

2004ع کان وٺي 08 _ 2007ع تائين لسٻيلي ضلعي ۾ ڳوٺن کي

بجلي فراهم ڪرڻ لاءِ هڪ طرف سائين محمد اسلم ڀوتاڻي صاحب. وفاقي ۽ صوبائي حڪومتن کان ڪافي "فنڊس" ورتا تہ ٻئي طرف محترم جام محمد يوسف پڻ ڪروڙين رپيا ان سلسلي ۾ فراهم ڪيا. انتهائي اعتماد سان چئي سگهجي ٿو تہ سڄي پاڪستان جي ڪنهن بہ صوبائي تڪ يا ضلعي جي ايترن ڳوٺن کي ان دوران بجلي فراهم نہ ڪئي وئي هوندي جيتري لسٻيلي ضلعي جي ڳوٺن کي فراهم ڪئي وئي آهي.

گهٽ ۾ گهٽ 150 ڳوٺن کي بجلي فراهم ڪئي وئي. ان سلسلي ۾ جيتري دلچسپي ۽ ذميداري سردار محمد اسلم ڀوتاڻي ورتي شايد ئي صوبائي اسيمبلي جي ڪنهن ٻئي ميمبر ورتي هجي. سائين محمد اسلم ڀوتاڻي صاحب ان عرصي دوران بلوچستان اسيمبلي جو ڊپٽي اسپيڪر رهيو. انتهائي سمجهدار، ذهين، فعال، خوش اخلاق شخصيت، جو مالڪ آهي. ڪارپوريشن جي انتظاميا ۽ متعلقہ انجنيئرس سان جيترين گڏجاڻيون سائين ڀوتاڻي صاحب ڪيون، ٻئي ڪنهن بہ نہ ڪيون. اهڙي طرح ڳوٺن ۾ جڏهن پاڻ وجي افتتاح ڪندو هو. تڏهن بہ سندس روبو ۽ سلوڪ انتهائي پنهنجائپ ۽ عزت ڀريو هوندو هو. آءٌ ان موقعي تي هميشہ بہ چار قدم پوئتي هتي هلندو هوس تہ سڏ ڪري چوندو هو "سائين جمالي صاحب ڪٿي آهي؟" ۽ پوءِ ياڪر پائي جوندو هو "جمالي صاحب، توهان کي اندازو ئي نہ آهي تہ اوهان، اسان لاءِ ڪيڏو وڏو ڪم ڪري رهيا آهيو". "اوهان پنهنجا هتي نہ هجو ها تہ اسان رُلي وڃون ها". ڀوتاڻي صاحب K.E.S.C انتظاميا جي اڳيان بہ سائين جميل گل شيخ صاحب، سولنگي صاحب، خانزاده صاحب ۽ عبدالوهاب مگسي صاحب جي واکاڻ ڪندو هو، پر سڄي ڳالهہ اها آهي تہ سائين محمد اسلم ڀوتاڻي پاڻ بہ وڏي دل ۽ وڏي سوچ وارا آهن.

محترم محمد اسلم ڀوتاڻي صاحب هن وقت بلوچستان اسيمبلي جو اسپيڪر آهي ۽ اڳي وانگر بلوچستان جي عوام، خاص ڪري لسٻيلي ضلعي جي رهواسين جي ترجماني ڪري رهيو آهي. دريجي، سندن ڳوٺ آهي جيڪو حب کان 120 ڪلوميٽر پري آهي.

هن موقعي تي وڏي دعويٰ ڪرڻ يا "لباڙ" هڻڻ جي بدران آءٌ فخر سان اهو چئي سگهان ٿو تہ منهنجي دور ۾ ڀهريون ڀيرو K.E.S.C جي ڊسٽريبيوشن نيٽ ورڪ تي ڪجهہ نہ ڪجهہ ڌيان ڏنو ويو. "شڪايتي مرڪز" جي ڪارڪردگي ڀهربائين جي ڀيٽ ۾ بهتر ڪئي وئي، ڪافي پراڻا مسئلا حل ڪيا ويا تہ ان سان گڏوگڏ بلنگ جي اڳاڙي Recovery ۾ پڻ خاطرخواهہ اضافو آندو ويو. جنهن جو اعتراف انتظاميا پاڻ بہ ڪندي رهي.

ان سلسلي ۾ عبدالوهاب مگسي جو مون سان ڀرپور تعاون ۽ ساٿ رهيو جيڪو ان علائقي ۾ K.E.S.C جو ايگزيڪيوٽو انجنيئر هو. جنهن جو تعلق بلوچستان جي "جهل مگسي" ضلعي سان آهي ۽ دائود انجنيئرنگ ڪاليج ڪراچي مان اليڪٽرانڪس ۾ انجنيئرنگ جي ڊگري حاصل ڪيل اٿس. زنده دل ۽ ياروبس انسان آهي.

# پين جون خوشيون نظرانداز ڪري توهان خوش نٿا رهي سگهو

حب ۾ ڪي اي ايس سي جي آفيس ساڪران روڊ تي هڪ ننڍي بنگلي ۾ قائم ڪيل هئي. پنهنجي پوسٽنگ جي دوران ڪارپوريشن جي انتظاميا ڪي قائل ڪيوسين تہ آفيس ان رهائشي علائقي مان منتقل ڪري ضلعي تعلقي حڪومت جي طرفان حب ۾ تيار ڪيل "سوڪ سينٽر" ۾ قائم ڪئي وڃي. جتي ٻين ادارن جون آفيسون پڻ منتقل يا قائم ٿي رهيون هيون. انتظاميا کي اها ڳالهہ پسند آئي. اهڙي طرح حب. سوڪ سينٽر ۾ گرائونڊ فلور ڪسٽمر سروس سينٽر قائم ڪيوسين. جڏهن تہ بنڪ جي آفيس. جنرل اسٽاف ۽ انجنيئرس جي لاءِ ٻيءَ منزل تي ڪافي ڪشادي جاءِ ڪرائي تي ورتي وئي.

هڪ ڏينهن صبح جو سوڪ سينٽر واري نئين آفيس ۾ وينو هوس تہ "باريش بزرگ" شخص انتهائي ناراضگيءَ مان پري کان ئي ڳالهائيندو پئي آيو مون کي ۽ سامهون واري ڪُرسي تي ويهڻ جي آڇ ڪئي. ايتري دير ۾ سائين عبدالوهاب مگسي صاحب بہ اچي ويو. مون ان "سفيد ريش" بزرگ کان پڇيو تہ "ٻڌايو تہ اوهان جو ڪهڙو مسئلو آهي" تہ يڪدم شڪايت واري انداز ۾ چيائين تہ "مون بہ ٿي چڪر لڳايا آهن پر منهنجو ڪم نٿو ٿئي". مون کيس چيو تہ اوهان ٻڌايو تہ ڪم ڪهڙو آهي؟ ان تي هن جي وڏيڪ ڳالهائڻ کان پهريائين مگسي صاحب ٻڌايو تہ ميٽر نہ هجڻ جي ڪري هن جو ڪنيڪشن اجا نہ لڳي سگهيو آهي. ميٽر سينٽرل اسٽور ۾ ئي نہ آهن. جا ڪمي ... مگسي صاحب اجا اها ڳالهہ مس پوري ڪئي تہ اهو بزرگ اٿي بيٺو ۽ قميص جا بٽڻ کوليندي چوڻ لڳو تہ "مگسي صاحب منهنجو ڪم نٿو ڪري بس ... خودڪشي ٿو ڪريان". ايئن چئي ڪمري جي دري ڏانهن آهستي وڌڻ ۽ وڌيڪ ... ڏانهن ڏسڻ لڳو. مون کيس چيو "چاچا ايئن نہ ڪر". "ٻيو تہ ڀلا جيڪڏهن خودڪشي ٿو ڪرين تہ قميص جا بٽڻ ڇاجي لاءِ ٿو کولين؟؟" مون کيس وبهاريندي چيو تہ "خودڪشي ڪرڻ حرام آهي" ۽ "تون گهران بہ نہ موڪلائي آيو آهين". ان ڪري "ايئن نہ ڪر" "ڌمڪيون نہ ڏي". ڀلا جيڪڏهن هروڀرو زندگي مان بيزار آهين تہ "پهريائين گهر وارن کي بجليءَ جو ڪنيڪشن تہ وٺي ڏي". "ڪنيڪشن وٺڻ کان پهريائين خودڪشي ڪندين تہ گهروارا ناراض ۽ مگسي صاحب خوش ٿيندو. ان ڪري ايئن نہ ڪر".

همراهہ کي کل اچي وئي. دراصل هن کي سچي ڪاوڙ نہ هئي. دفتر ۾ داٻا ڏيڻ لاءِ اهو رويو اختيار ڪيو هئائين. پوءِ خبر پئي تہ پوليس جو رٽائر اهلڪار آهي.

اهڙي طرح ٻئي ڀيري هڪ نوجوان هلڪي هلڪي ڏاڙهي سان تيزي سان ڪمري ۾ گهڙي آيو. ڪمري ۾ در مان اچڻ جي بدران پهرين "لوهہ" ۾ مون محسوس ڪيو تہ ذري گهٽ دريءَ مان پئي آيو.

آفيس ۾ گهڙندي. سڌو منهنجي ڪُرسي جي پرسان بيهندي چيائين تہ "مونکي پئسا ڏيو. منهنجي اکين جي نظر گهٽ آهي تہ آءٌ وڃي آپريشن ڪرايان".

جيئن هن اها دماندڙ ڪئي. تيئن ئي مون بہ ڪيس تڙي ڪڙي چيو تہ "ڪمال آهي. هيڏ هيڏ نيشنل بئنڪ جي برانچ آهي. پئسا تہ اتي هوندا آهن. تون اها چڏي هتي ڪيئن آيو آهين؟" منهنجي ايئن چوڻ سان همراهہ ڪٿي ساڳي تيزيءَ سان موٽ ڪاڏي ۽ وڃي بئنڪ مينيجر جي "ڳلي" ۾ پيو.

2005ع جي آخر ۾ ڪي اي ايس سي کي سعودي عرب جي هڪ نجي اداري الجامعہ خريد ڪيو. جنهن وري هن اداري جو انتظامي ڪنٽرول ٺيڪي تي "سي مينس" ڪمپني جي حوالي ڪيو.

سي، مينس انتظاميا کي K.E.S.C جي ڪارڪردگي يا ساک سان دلچسپي گهٽ هئي. اهي بن سالن کان K.E.S.C ۾ سي مينس جي مالي مفادن ۽ "مارڪيٽ" لاءِ گنجائش پيدا ڪرڻ ۾ مصروف رهيا. ان ڪري ڪارپوريشن ۾ نہ تہ انتظامي سطح تي ڪا بهتري اچي سگهي تہ نہ ئي اداري جي نيٽ ورڪ يا بلنگ ۽ جنريشن ڏانهن گهربل ترجيحي توجهہ ڏنو ويو. عملي طور تي نجڪاري جي نالي ۾ هيءُ ادارو هڪ "لساني گروهہ" جي مرضي مطابق هلڻ لڳو.

بجليءَ جي هڪ اهم پبلڪ يوٽلٽي جي سلسلي ۾ انتهائي غيرذميداراڻي ۽ غيرسنجيده رويي اختيار ڪرڻ ۽ سعودي ڪمپني جي بدران "ڪويتي ڪمپني" جي "ٽوپي پارائڻ" پر باقي سمورو ماحول ساڳيو رکڻ سان ادارا ڪيئن بهتر ٿيندا؟؟

دسٽريبيوشن جي ٽن ريجن کي وڏيڪ ورهائي ڏهن حصن ۾ ڪرڻ لاءِ محض پنهنجن مخصوص ماڻهن کي "پروموٽ" ڪرڻ جي لاءِ درامو رچايو ويو. آخر تائين ان سلسلي ۾ ڪي بہ واضح آرڊر نہ ڪڍيا ويا. "زباني، ڪلامي" هدايتن تي "پنهنجن" همراهن کي بااختيار بہ بڻايو ويو تہ پروموٽ بہ ڪيو ويو. جڏهن تہ وڏيڪ اهل، وڏيڪ تجربيڪار ۽ سينئر انجنيئرس ۽ آفيسرس ۽ ملازمن کي پسند، ناپسند جي بنياد تي نظرانداز ڪيو ويو.

سينئر هجڻ جي ڪري ۽ اداري ۾ ٿورڙ "گرو" محسوس ٿيڻ سبي ڪري همراهن نہ چاهڻ جي باوجود مونکي جنرل مينيجر جو عهدو تہ ڏنو پر آخر وقت تائين پوسٽنگ يا ڊپارٽمينٽ يا ڪا بہ آفيس نہ ڏني وئي ۽ رٽائر ٿيڻ کان پهريائين واري موڪل شروع ٿيڻ جو انتظار ڪندا رهيا.

هتي اها حقيقت بہ عرض ڪريان تہ هن مخصوص تنگ نظر لابي پنهنجي لساني برادريءَ سان واسطو رکندڙ انجنيئرس ۽ آفيسرس کي نہ صرف L.P.R جي موڪل جي دوران آفيس ۾ بدستور اچي ملازمت ڪرڻ جي اجازت ڏني پر رٽائر ٿيڻ کان پوءِ اجا بہ وڏيڪ پرڪشش پيڪيج جي عيوض ڪانٽريڪٽ تي ملازم رکيو. اهڙي ڪا بہ گنجائش اسان جي لاءِ حرام تصور ڪئي وئي. اهي سب حقيقتون رڪارڊ تي آهن ۽ ڪير بہ ڪڏهن بہ تصديق ڪري سگهي ٿو.

19 ڊسمبر 2008ع تي منهنجي L.P.R ختم ٿي وئي ۽ اهڙي طرح 20 ڊسمبر 2008ع کانپوءِ آءٌ رٽائر ٿي چڪو آهيان.

ڪي اي ايس سي ۾ "پينشن" نہ آهي. رٽائر ٿيڻ کانپوءِ پراويڊنٽ فنڊ ۾

جمع ٿيل رقم ۾ گريجوئٽي ملندي آهي. "اڳتي ڪٿن هر ڪنهن جا ڀاڳ!!"

ڪي اي ايس سي جي نوڪري جي دوران محترم سليم عباس جيلاني صاحب، محترم پرويز بٽ صاحب، جناب سميع صاحب، جناب ڪنور ادريس صاحب، ارشد بخاري صاحب، تنظيم حسين نقوي صاحب، سلمان خالق صاحب، سيد مظفر علي شاھ صاحب، مظهر حسين صاحب، علي حسين ڏهرڪي صاحب، شاھ حامد صاحب، شيخ جاويد، ڪمال افسر صاحب، چوڌري بشير احمد صاحب، غلام مرتضيٰ شاھ، برگيڊيئر ابو راشد صاحب، برگيڊيئر شاهد مختار صاحب، برگيڊيئر طارق محمود خان سدوزئي، جنرل امجد صاحب، شرمٽ صاحب (جرمن) ۽ نويد اسماعيل صاحب هن اداري جا سربراھ رهيا.

جڏهن پاڻ ننڍا هوندا هئاسين تہ ان وقت اسان کي 60 سالن جي ڄمار وڏي محسوس ٿيندي هئي پر هاڻي جڏهن پاڻ هن عمر کي پهتا آهيون تہ 60 سالن جي عمر کي وڏي عمر قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ ٿي رهيا آهيون.

خليل جبران. هڪ دفعو چيو هو تہ "ان شخص مونکي لاجواب ڪري ڇڏيو، جنهن مونکان پڇيو هو تہ "تون ڪير آهين؟؟"

پنهنجو پاڻ کي Explain ڪرڻ واقعي ڏاڍو ڏکيو آهي!! اهو درست آهي تہ دنيا جي مختلف ملڪن ۽ حصن ۾ ماڻهو جي "ايوريج ايج" سال بہ سال وڌي رهي آهي پر اها بہ بهرحال حقيقت آهي تہ غلاظت. گندگي يا گدلاڻ ۽ ٻين مختلف سببن جي ڪري ڪيترن ئي ملڪن ۾ انسانن جي ايوريج عمر ۾ گهٽتائي ٿي رهي آهي. جنهن ۾ معاشي بدحالي ۽ غربت بنيادي سبب آهن.

سائنسي ترقي. خاص ڪري ميڊيڪل جي ميدان ۾ ٿيندڙ ڏينهون ڏينهن تحقيق ۽ ترقي ۽ مجموعي طور تي انساني شعور جي مسلسل اڳتي وڌڻ ۽ پنهنجو پاڻ کي پوري انساني برادري جو حصو سمجهڻ جي ڪري گلوبل سطح تي "انسان دوست" ماحول سگهارو ٿي رهيو آهي ۽ انسان ذات، پات، نسل، علائقي ۽ مذهبي عقيدن کان مٿانهون ٿي هڪ نئين گڏيل سماجي نظام قائم ڪرڻ ڏانهن وڌي رهيو آهي. ان ڪري اهو چئي سگهجي ٿو تہ اهو وقت ضرور ايندو جڏهن هر هڪ انسان جيستائين ذهني ۽ جسماني طرح سرگرم رهي سماج جي لاءِ ڪم ڪرڻ جي قابل ۽ لائق هوندو. تيستائين ڪم ڪندو رهندو ۽ رٽائرمينٽ بي معنيٰ لفظ بڻجي ويندو.

سچي ڳالھ اها آهي تہ "انساني سرگرمي ئي دراصل انساني زندگي آهي". چوندا آهن تہ "زندگي دراصل دنيا سان تعلق جو نالو آهي".

هڪڙو وقت اهڙو بہ هو جو "جذام يا ڪوڙھ" جي سمجھ ۾ نہ ايندڙ مرض کي الهامي قهر سمجهيو ويندو هو. پر جيڪڏهن اسين سمجھ ۾ نہ ايندڙ هر ڪنهن شئي کي الهامي قهر سان تعبير ڪندا رهون تہ پوءِ آخر ان جو ڇيھ يا دنگ ڪٿي ٿيندو؟؟

چون ٿا تہ برطانيا جي راڻي سترهين صديءَ جي آخري سترنهن سالن ۾ 18 دفعا حامله ٿي هئي پر هوءَ صرف 5 ڀار جيئرا ڄڻي سگهي ۽ انهن پنجن ٻارن مان بہ صرف هڪ ٻار ئي "ڪيرپياڪ" عمر گذاري سگهيو. باقي سڀ ان کان اڳ

تمام ننڍڙي عمر ۾ ئي فوت ٿي ويا هئا ۽ هيءَ هڪ بار بہ 1702ع ۾ راڻي جي ٿيندڙ تاج پوشي کان اڳ ۽ بلوغت جي عمر پهچڻ کان پهريائين وصال ڪري ويو. پر ميڊيڪل سائنس جي مسلسل ترقي جي نتيجي ۾ هاڻي اهڙا امڪان نہ هجڻ جي برابر آهن.

جيستائين "ذهن" جيڪو دراصل "دماغ جي فعاليت" جو نالو آهي، اهو فعال آهي تيستائين رٽائرمينٽ جي ڪهڙي معنيٰ آهي؟؟

ڪيترا ماڻهو غيرسنجيدگي ۽ پوڳ ۾ ايئن بہ چوندا آهن تہ "انسان ۽ گهوڙو ڪڏهن بہ رٽائر نہ ٿيندا آهن. اهڙن ماڻهن جي ان چوڻي جو اصل مقصد ڪهڙو بہ هجي. بهرحال اها حقيقت آهي تہ انسان صحيح معنيٰ ۾ سماج جي لاءِ ڪارائتو ٿئي ٿي. 50_60 سالن جي عمر کان پوءِ ٿو.

پر ان لاءِ شرط اهو آهي تہ اهو انسان پاڻ پنهنجو پاڻ کي ۽ هن سماج کي سمجهي ۽ ان ڳڻيل "رشتي جي اهميت" جو احساس ڪري جيڪو اوائلي ماڻهوءَ کي "انسان" بنائڻ جو باعث بڻيو آهي.

اهو پڻ چيو ويندو آهي تہ "هر انساني نسل پاڻ کان پهريائين واري نسل جي ڪلهن تي بيٺل هوندو آهي، پهريائين ٿيندڙ دريافتن جي "نفي" بہ ڪندو آهي تہ انهن کي محفوظ بہ ڪندو آهي. انهن کي مسلسل وسعت بہ ڏيندو آهي تہ انهن کي مواد ۽ موقعا بہ فراهم ڪندو آهي". ان ڪري ضروري نہ آهي تہ جيڪا ڳالهہ يا جيڪو عمل هڪ نسل جي ماڻهوءَ سان وابستا ۽ لاڳو هجي اهو ايندڙ نسل سان بہ لاڳو ڪرڻ لازمي هجي!!

انساني سماج ۾ انسانن جو هڪٻئي سان ئي واسطو ۽ تعلق رهندو آهي. انسان. انسان کان ئي سکي ٿو. سماج کان ئي ڄاڻ حاصل ڪري ٿو.

زندگيءَ ۾ ڪنهن کان بہ شڪايت ڪرڻ اجايو ۽ بي معنيٰ آهي تہ "پڇتائڻ" مان بہ ڪوهڙ حاصل نہ ٿيندو آهي. انسان زندگي پر سکي ٿو. غلطيون ۽ تجربا انسان کي سيکارين ٿا.

ڪو بہ انسان اوڻاين. ڪمزورين. ڪچاين. ڪوتاهين ۽ غلطين کان پاڪ. صاف يا مٿانهون هجڻ جي دعويٰ ڪري تہ پڪ سمجهجي تہ "يا تہ اهو ڪوڙ ٿو ڳالهائي يا هو انسان نہ آهي!!"

انسان کي زندگي هڪ ڀيرو نصيب ٿئي ٿي. ان ڪري اُن کي سوچي سمجهي زندگي گذارڻ گهرجي. نفرت. ڪاوڙ. ڀلاڻ. ڦرلٽ. ٻئي ڪنهن کي رنج يا نقصان پهچائڻ ۽ خودغرضي اهي سڀ منفي بلڪ "غيرانساني رويا" آهن.

"هرڪنهن سان اهڙو سلوڪ ۽ رويو اختيار ڪرڻ گهرجي، جنهن جي اميد يا خواهش پاڻ لاءِ ڪجي".

انسان. انسانن کان ۽ سماج کان "شعور" جهڙي قيمتي "ملڪيت" حاصل ڪري ٿو. ان ڪري هر هڪ کي پنهنجو پاڻ کان وقت بوقت اهو سوال ڪرڻ گهرجي تہ ان "قيمتي ملڪيت" جي موٽ ۾ هو پاڻ سماج کي ڇا ڏئي رهيو آهي؟؟

"انسان. گيان. ڌيان واري مخلوق نہ پر هڪ سرگرم هستي آهي. اهو هن

جو عمل ئي آهي جنهن جي وسيلي معاشرتي انسان دنيا ۾ تبديلي آڻي ٿو ۽ پنهنجو پاڻ کي بہ تبديل ڪري ٿو“.

چونڊا آهن تہ ”شخصيت جي تشڪيل ماڻهوءَ جي انفرادي ۽ معاشرتي ارتقا جي عمل جي دوران ٿيندي آهي“. ”انسان معاشري سان صرف پنهنجو وجود ئي قائم ڪرڻ نٿو سگهي پر عمل ڪرڻ بہ سگهي ٿو“. ان ڪري انفرادي انسان ۽ معاشري جو تعلق ۽ لاڳاپو اهڙي طرح مضبوطيءَ سان جُڙيل آهي جو ڪير بہ جيڪڏهن پنهنجو پاڻ کي اڪيلو سمجهي ٿو تہ ان لاءِ اهو پاڻ ذميدار آهي.

# جهالت سان خوف پيدا ٿئي ٿو ۽ علم سان اعتماد

دنيا ۽ ڪائنات کي سمجھڻ جي جستجو ڪندڙ سائنسدانن، محققن، عالمن، فلڪياتي ماهرن، فلاسفرن ۽ دانشورن جي مسلسل تحقيق جي نتيجي ۾ ڪجهہ اهڙيون حقيقتون ثابت ٿيون آهن، جو هڪ عام انسان "ڳوڙهي ويچار" ۾ پئجي وڃي ٿو.

انسان جي لاءِ سيني کان اهم، بنيادي ۽ ڏکيو سوال اهو آهي تہ "هن دنيا ۽ ڪائنات جي حقيقت آخر ڇا آهي؟.

سائنسدانن ۽ محققن جي ثابت ٿيل ڄاڻ موجب "نيوٽران جهڙي ننڍي کان ننڍي ذرڙي کان وٺي ستارن جي عظيم جهرمٽن تائين هر شئي مستقل طور ڇُر ـ پر يا حرڪت ۾ آهي. زمين بذات خود مستقل طور حرڪت ۾ آهي جيڪا هڪ سال ۾ هڪ ڀيرو سج جي چوڌاري چڪر ڪاٽي ٿي، تہ هڪ ڏينهن ۾ هڪ دفعو پنهنجي محور جي چوڌاري هڪ چڪر مڪمل ڪري ٿي. اهڙي طرح سج 26 ڏينهن ۾ هڪ دفعو پنهنجي محور جي چوڌاري تہ ٻين ستارن سان گڏجي 23 ڪروڙ سالن ۾ هڪ دفعو ڪهڪشان جي چوڌاري، سفر ڪري ٿو....!!!

تحقيق جي نتيجي ۾ اهو پڻ اندازو لڳايو ويو آهي تہ گذريل ساڍن ڇهہ ڪروڙ سالن جي عرصي جي دوران زمين تقريباً ٻہ سئو دفعا پنهنجي "پولرٽي" يعني قطب يعني طرف يا رُخ تبديل ڪيا آهن. گذريل چاليهہ لک سالن جي عرصي جي دوران تقريباً چار ڀيرا ڏکڻ ۽ اُتر قطب پنهنجا رُخ تبديل ڪيا آهن. لڳ ڀڳ ست لک سال پهريائين "شمالي قطب" اينٽارڪٽيڪا ۾ اهڙي جاءِ تي واقع هو جتي هن وقت "جنوبي قطب" موجود آهي. اڄ ڪلهہ پڻ اسين ڌرتي جي "چقمقي حلقي" جي ڪمزور ٿيندڙ عمل مان گذري رهيا آهيون جيڪو آخرڪار زمين جي "رخن" جي تبديلي جو باعث بنجندو.

هڪ ٻي حيرت انگيز حقيقت پڻ ثابت ڪئي ويئي آهي تہ سيني جاندار عضون (Organisms) جا Chromosomes ترڪيب ۾ بلڪل هڪجهڙا آهن، پوءِ چاهي اُهي هڪ بيڪٽيريا جا هجن يا انسان جا.

اهڙيءَ طرح اهو پڻ ثابت ڪيو ويو آهي تہ "سيئي جيئريون شيون، تمام ننڍڙن جيوڙن جي اوسر جي هڪ ڊگهي سلسلي جو نتيجو آهن، جيڪي جيوڙا شروع ۾ "هڪ گهرڙا" هئا، اهي سمورا جِيوَ هڪ جِيوَ گهرڙي مان شروع ٿيل ڊگهي سلسلي جي پيداوار آهن. "نباتات، حيوانات ۽ معدنيات جي دنيائن جي وچ ۾ ڪوبہ ويڇو يا سَنڌو ڪونهي، پر فقط سلسلا آهن. هر شئي ٻين سان ڳنڍيل آهي ۽ اها ڳالهہ سماج جي لاءِ پڻ اهڙي ئي صحيح آهي.

اهڙي طرح اسان کي "سائنس، فطرت ۽ سماج کي ڪڙو ڪڙي ۾ مليل سلسلن جي هڪ زنجير سمجهڻ گهرجي."

جدلياتي سائنس "هيءَ دنيا جي شين ۽ ڏيکن ۾ موجود دائمي ڇُر پُر،

تبديلي ۽ اوسر جو اصل سرچشمو خود انهن شئين ۽ لقائن ۾ موجود سندن اندروني تضادن کي سمجهي ٿي." اها. دنيا کي هڪ ايڪائي سمجهي ٿي ۽ ان جي سمورن لقائن ۽ ڏيکن کي هڪ ٻئي سان ڳنڍيل ۽ پاڻ ۾ ٺهڪيل سمجهي ٿي. ان جي آڏو هيءَ ڪائنات مختلف شين جو ميڙ نہ پر رشتن ۽ لاڳاپن جي مجموعي جو نالو آهي."

"جيڪڏهن فرض ڪجي تہ ڪو اهڙو وقت بہ هو جو دنيا ۾ ڪجهہ بہ نہ هو (مادو_ Matter بہ نہ هو) تہ پوءِ اهو سوال ٿو پيدا ٿئي تہ مادو يا مئٽر ڇا مان پيدا ٿيو؟ ڇاڪاڻ جو اڻ هوند مان تہ ڪجهہ بہ پيدا نہ ٿيندو آهي.

هيءَ ڳالهہ پڻ ويچار جوڳي آهي تہ مادو هميشہ کان مجموعي طور تي هن دنيا يا ڪائنات ۾ ساڳيو هڪ جيترو ڇو ٿو رهندو اچي؟ اهو گهٽ يا وڌ ڇو نٿو ٿئي؟ ان مان اها ڳالهہ سولائي سان سمجهي سگهجي ٿي تہ مادو هميشہ کان موجود آهي ۽ هميشہ موجود رهندو. ان جيڪا بہ شروعات نہ آهي ۽ نہ پڇاڙي."

سائنسدانن اهو بہ ثابت ڪيو آهي تہ ڪائنات ۾ نوان ستارا اچا ٺاهين نهندا رهن ٿا. سي بہ هڪ يا ٻہ نہ پر جهرمٽن جا جهرمٽ. اهي حقيقتون اهو ثابت ڪن ٿيون تہ مادي جي جمود واري حالت ڪڏهن بہ نٿي ٿي سگهي.

سائنسدانن ۽ محققن ثابت ڪيو آهي تہ "زندگي بذات خود غير نامياتي Inorganic مادي جي نامياتي Organic مادي ۾ هڪ معياري ٽپ يا ڇال جي نتيجي ۾ وجود ۾ آئي آهي.

اها دعويٰ پڻ ڪئي وڃي ٿي تہ چيمپينزي ۽ انسان جي وچ ۾ جينياتي فرق Genetic Difference صرف بہ سيڪڙو آهي ۽ اهو بہ سيڪڙو فرق "مقدار" مان "معيار" جو ٽپو يا ڇال يا تبديلي آهي جنهن جانور کي انسان بنائي ڇڏيو."

"حيات" يا زندگيءَ جي شروعات فطرت ۾ ڪارفرما انهن عملن يا لقائن ۾ ڏسي ۽ محسوس ڪري سگهجي ٿي جيڪي تقريباً ساڍا ٽي ارب سال پهرياڻين خاص حالتن ۾ اسانجي پنهنجي "سياري" تي ڪارفرما هئا. ان وقت زمين جي آب و هوا زياده تر ميٿين. امونيا ۽ آبي بخارات تي مشتمل هئي. تجربن مان ثابت ٿيو آهي تہ پاڻي. امونيا. ميٿين ۽ هائيڊروجن جي گڏيل پاڻيات مان جڏهن Ultra Violet Rays ڪذاريا وڃن تہ اهو بہ ساڌا امينو ايسڊ ۽ معمولي مقدار ۾ وڌيڪ پيچيده قسم جا ايسڊ يعني تيزاب بنائي ٿو.

حيات جي لاءِ گهربل ضرورت ڪائنات جي عام عناصرن تي مشتمل آهي يعني هائيڊروجن. ڪاربان. آڪسيجن ۽ نائيٽروجن.

"سڀني جانورن جاندارن ۽ ٻوٽن جي بنيادي اندروني بناوت هڪ جهڙي يا ساڳي آهي."

چوندا آهن تہ "هرهڪ انسان سچ تي ڄاڻڻ جي خواهش جو اسير آهي".

مٿي جيڪو ڪجهہ عرض ڪيو ويو آهي. مختلف ڪتابن مان پڙهيو ۽ چونڊ ڪيو آهي. مٿي بيان ڪيل ڳالهين ۾ ڪيترو وزن آهي يا ڪيتري سچائي

آهي، ان لاءِ هرهڪ پڙهندڙ جي پنهنجي پنهنجي جدا راءِ ٿي سگهي ٿي پر ان حقيقت کان ڪير بہ انڪار نہ ڪري سگهندو تہ عام انسان، ان سلسلي ۾ مختلف "دٻائن" ۽ دٻن جو شڪار بہ آهي تہ مذهبي نقطئہ نظر کان سئو سيڪڙو خوش يا مطمئن بہ نہ آهي. ڇاڪاڻ جو انسان جو "ذهن" بذات خود انسان کي سوچڻ لاءِ بہ مجبور ڪندو رهي ٿو تہ ڪيترائي نوان، نوان سوال پڻ اٿاري ٿو.

"مذهبي عقيدي" جي اڳيان سوال ڪرڻ گناهہ قرار ڏنو وڃي ٿو يا هڪ حد کان اڳتي سوچڻ جي اجازت نٿي ڏني وڃي. جڏهن تہ انساني ذهن ٻنهي حالتن ۾ مطمئن نٿو ٿي سگهي.

سچائي ڇا آهي؟ حقيقت ڪهڙي آهي؟ ان سلسلي ۾ انسان ننڍپڻ کان ئي سوچيندو رهندو آهي.

اسڪول جي تعليم پرائڻ دوران توڙي ڪاليج ۾ پڙهائيءَ وقت جڏهين ڪي سياسي ڪارڪن "مذهب" ۽ "عقيدن" جي باري ۾ بحث ڪرڻ جي دوران جيڪو اگرائي وارو، چٽو ۽ ٽوڪ وارو يا جذبات کي مجروح ڪندڙ رويو، لهجو يا انداز اختيار ڪندا هئا تہ سچ پچ اهڙن ڪارڪنن تي ڏاڍي خار لڳندي هئي.

۽ هاڻي وري جڏهن ڪن مذهبي تنگ نظر يا انتهاپسند ڌرين جي جارحاڻي تنقيد يا فوراً فتويٰ بازي ڏيڻ وارو رويو ڏسون ٿا تہ بہ افسوس ٿيندو آهي.

انسان معاشري ۾ معاشري کان ئي شعور حاصل ڪري ٿو ۽ ان کي پنهنجي عمل سان پختو بنائي ٿو يا پرکي ٿو.

پر انسان جا اجتماعي، سياسي، معاشي سماجي ۽ اقتصادي مسئلا آخر ڪيئن حل ٿيندا ۽ ڪير حل ڪندو؟؟ اجتماعي مسئلن کي نظرانداز ڪرڻ يا انهن جي باري ۾ "مبهم"، غير واضح ۽ منجهائيندڙ رويو ۽ موقف اختيار ڪرڻ ۽ ان جي بدران عوام کي "داٻي" ۽ فتوائن جي دٻ ۾ مفلوج يا يرغمال بنائڻ سان ڇا واقعي انهن جا اهم ۽ بنيادي مسئلا حل ٿي ويندا؟؟

اهي "پراڻيون سماجي حالتون" جن ۾ اُن وقت جي انتهائي قابلِ عزت ۽ قابلِ فخر شخصيتن يا هستين اهم ڪردار ادا ڪيو هو ۽ ان وقت جي حالتن کي بهتر رخ ۾ ڪاميابيءَ سان تبديل ڪيو هو، اهي سماجي حالتون هاڻي ڪٿي آهن؟؟ جو انهن سماجي حالتن جي پٽاندڙ اهو ساڳيو نظام نافذ ڪري سگهجي. اهو نہ وسارڻ گهرجي تہ انساني سماج ۽ سماجي حالتون، هڪ هنڌ "جامد" يا بيٺل نہ هونديون آهن پر وقت سان گڏ اڳتي اڳتي سفر ڪنديون آهن.

ڀلا سينئر ڪٿي آهي غلام داري وارو دور؟ ڪٿي آهي قبائلي دور؟ ڪٿي آهي زراعتي دور؟ ڪٿي آهن ان وقت يا انهن سماجي نظام ... هون اهي ساڳيون حالتون؟

هونئن بہ جيڪڏهين ان سلسلي ۾ پڙهيل لکيل طبقن ۽ ڌرين يا حلقن ۾ مهذب طريقي سان اڪيڊمڪ بحث ٿيندا رهن تہ ان ۾ ڪوبہ حرج ڪونہ ٿيندو. پر مختلف راءِ يا اختلاف يا جدا جدا سوچ جي بنياد تي هڪ ٻئي جي لاءِ ڪ نهن بہ ڌر جي طرفان نفرت انگيز، غير انساني ۽ غير مهذبانو رويو يا ناروا سلوڪ اختيار ڪرڻ

پلاضروري آهي ڇا؟؟ يا سماجي ۽ معاشي مسئلن ۾ جڪڙيل نوجوانن ۽ عوام کي انهن سندن مسئلن کان "غير متعلق" بحث و مباحثي ۾ مصروف رکڻ يا ڏپ ۽ فتوائن جو ماحول پيدا ڪري يرغمال بنائڻ سان ڪهڙي ڏين يا ڪهڙي "نظريي" جي خدمت ڪئي پئي وڃي؟؟

شاگرديءَ جي زماني ۾ ڪيترائي اهڙا ذهني عياش دانشور ۽ سياسي ڪارڪن بہ هوندا هئا. جيڪي ڳوناڻن، هارين، مزدورن، ملازمن ۽ شاگردن کي پنهنجي تحريڪ جو حصو بنائڻ جي لاءِ بي تاب تہ هوندا هئا پر انهنکي قائل ڪرڻ جي لاءِ يا تہ شروعات ئي مذهبي عقيدن جي خلاف ڳالهائڻ سان ڪندا هئا يا ڪنهن نہ ڪنهن مرحلي تي پنهنجو پاڻ تي ضبط نہ ڪري سگهندا هئا. جنهن جو نتيجو اهو نڪرندو هو جو تعليم کان محروم نوجوان ۽ ڳوناڻا يا جذباتي جوان، اهڙين تحريڪن کان پري ڀڄڻ ۾ عافيت سمجهندا هئا.

اهڙن منفي روين جتي روشن خيال ۽ ترقي پسند جماعتن کي نقصان پهچايو اتي مذهبي ڌرين، پڻ عام عوام ۽ نوجوانن کي مطمئن نہ ڪري سگهيون.

هن وقت بہ انتهاپسند مذهبي ڌريون هڪ طرف آهن تہ عوام دوست ڌريون ٻيءَ صف ۾ بيٺل آهن پر عوام ۽ نوجوانن جي اڪثريت وچ ۾ غير سرگرم، منجهيل ۽ غير مطمئن آهي.

انهن حالتن مان آخر ڇا ڦُٽي نڪرندو؟ يا ڪهڙي صورتحال پيدا ٿيڻ جا امڪان آهن؟؟ انهن حالتن ۾ آخر ڪنهن کي اهو نظرياتي "خال" پرڻ گهرجي؟؟ متبادل طور تي آخر عوام ڪنهن کي قبول ڪري؟؟ اهو ڪم عوام جو هجي يا نہ هجي پر صحيح معنيٰ ۾ اهو فرض انهن سيني عوام دوست قوتن جو آهي جيڪي نظرياتي ۽ انقلابي هجڻ جي بہ دعويٰ ڪن ٿا تہ عوام ۽ نوجوانن جي حقيقي معاشي، سماجي ۽ اقتصادي مسئلن کي حل ڪرڻ جي لاءِ متبادل متحرڪ نظام قائم ڪرڻ جي دعويٰ بہ ڪن ٿا.

سچي ڳالهہ اها آهي تہ ڪجهہ قوم پرست ۽ ترقي پسند هجڻ جي دعويٰ ڪندڙ جماعتون ۽ "وچولي شهري طبقي" جي نمائندگي جي دعويٰ ڪندڙ تنظيمون بہ متبادل معاشي ۽ سياسي نظام جي "شڪل" يا "منشور" يا پروگرام پيش ڪرڻ جي بدران نلهي ۽ مبهم نعري بازي واري سياست ڪري، اڄ ساڳيو ڏوهہ ڪري رهيون آهن. جيڪو مذهبي ۽ تنگ نظر گروهہ ڪري رهيون آهن.

معاشري جي مختلف حصن کي صرف ۽ صرف سندن ئي اهم، ٻرندڙ ۽ بنيادي مسئلن جي بنياد تي تحريڪ هلائڻ جي حڪمت عملي اختيار ڪرڻ سان ئي پنهنجين صفن ۾ شامل ڪري سگهجي ٿو.

هڪ نڪاتي پروگرام يا هڪ تڪيءَ وارو نسخو پيل سُتو ۽ سولو محسوس ٿيندو هجي پر نوجوانن ۽ عوام کي صرف ۽ صرف سندن مسئلن ۽ مفادن جي بنيادن تي ئي متحرڪ ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ آماده ڪري سگهجي ٿو.

اسان ۽ اسانجي ڪيترن ئي دوستن ۽ اتحادين گذريل 60 سالن جي دوران ڏاڍيون قربانيون بہ ڏنيون آهن. تڪليفون بہ برداشت ڪيون آهن تہ "وڇوڙا" بہ سَہِيا

آهن. پر ان جي باوجود اڃا تائين اسان هن ڌرتيءَ جي نوجوانن ۽ اڪثريتي عوام کي پنهنجو "ٻانهن ٻيلي" بنائڻ ۾ آخر ڪامياب ڇو نہ ٿي سگهيا آهيون؟؟ ان سوال جو ايمانداري، سچائي ۽ بي ڊپائي سان جواب ڳولڻ گهرجي.

سنڌ جي سطح تي يا رياستي ليول تي يا "گلوبل" سطح تي انقلابي تبديلي جي خواهش رکندڙ ۽ ڪوشش ڪندڙ قيادت کي سوچڻ گهرجي تہ "جيڪڏهن واقعي صحتمند تبديلي جي لاءِ هلندڙ جدوجهد ۾ مزدورن ۽ هارين، ڳوٺاڻن توڙي شهرين جو اهم ڪردار آهي تہ پوءِ اُنهن اِنهن اتحادي قوتن کي هڪ ٻئي جي ويجهو ڪيترو آندو آهي؟؟ ڇا انقلابي جماعت مزدورن ۽ هارين جي گڏيل اتحاد ۽ گڏيل جدوجهد ۾ يقين رکي ٿي؟ جيڪڏهن ها تہ پوءِ ڪٿي ائين تہ نہ آهي تہ اسان پاڻ انهن اهم ۽ بنيادي انقلابي ۽ اتحادي قوتن کي لساني ۽ نسلي بنيادن تي ورهائي ۽ ويڙهائي رهيا آهيون؟؟ وڏن ۽ اهم شهرن جي مزدورن ۽ ڳوٺن ۾ رهندڙ هارين کي هڪ ٻئي جي ڪيترو ويجهو آڻي سگهيا آهيون؟؟

مزدور طبقي ۾ نظرياتي ۽ تنظيمي ڪم ڪنهن ڪيترو ڪيو آهي؟؟ اهڙي طرح هارين يا نئين پيدا ٿيل "ڪيت مزدورن" کي اسان ڪيترو پنهنجو "هم آواز" ۽ ساٿي بنائي سگهيا آهيون؟؟ هارين، مزدورن، شاگردن، عورتن، ملازمن، ڳوٺاڻن ۽ غريب شهرين کي سنڌن گڏيل مسئلن تي ڪهڙي جماعت ڪيترو متحد ۽ منظم ڪري سگهي آهي؟؟ ڇا، انهن جي شرڪت ڪانسواءِ بهتر تبديلي آڻڻ ممڪن ٿيندو؟؟

ها، اهو درست آهي تہ ملڪي سطح تي يا بين الاقوامي سطح تي معاون ۽ مددگار قوتون ۽ حالتون ڪنهن مرحلي تي اسان جي لاءِ اهڙو ماحول ۽ موقعو فراهم ڪرڻ جو باعث بنجي وڃن، پر پوءِ بہ پنهنجي صوبي يا پنهنجي عوام ۽ نوجوانن جي شرڪت ۽ عملي مدد ڪانسواءِ اسان ڪهڙا نتيجا حاصل ڪري سگهنداسين؟؟

لساني، نسلي ۽ مسلڪي وفادارين ۾ ورهائجي ڌار ٿيل ماڻهن کي ۽ ماڻهن کان ڌار ٿيل اسان جي سياستدانن کي سمجهڻ گهرجي تہ جيستائين نہ سوچينداسين ۽ گڏيل اجتماعي مسئلن جي بنياد تي جيستائين نظرياتي تنظيم قائم ڪري معاشري جي سيني حصن کي متحرڪ ڪرڻ جو فرض ادا نہ ڪنداسين تيستائين ڪابہ صحتمند تبديلي آڻڻ ناممڪن ٿيندي.

جذباتي بيان بازي، کوکلي نعري بازي ۽ مُبهم "مهم جوئي" "بيڪ فائر" ڪري فائدي جي بدران نقصان جو باعث بڻجي رهي آهي.

# ڏکيون جان نہ مڙن تان تان پنڻ نا ٿئي

ايوبي آپيشاهي جي خلاف هلندڙ جدوجهد جي دوران مختلف "معتبر" ۽ سرگرم سياسي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن کي ويجهو کان ڏسڻ جو موقعو مليو.

نواب شاهہ ۾ مرحوم سائين قاضي فيض محمد صاحب، سنڌ هاري ڪميٽي جي باني اڳواڻن ۾ شامل ہہ هو تہ نيشنل عوامي پارٽي ۽ آخر ۾ عوامي ليگ جو مرڪزي سينيئر نائب صدر پڻ رهيو. صوفي منش، انسان دوست، سادو ۽ انتهائي حساس انسان هو. 1970ع وارين چونڊن ۾ نواب شاهہ جي قومي اسيمبلي جي هڪ سيٽ تي پارٽي جي طرفان اميدوار طور چونڊن ۾ حصو ورتائين. ان وقت مرحوم سائين امداد محمد شاهہ پڻ عوامي ليگ ۾ هو. مرحوم قاضي صاحب جي مقابلي ۾ پيپلز پارٽي جو اميدوار حاڪم علي زرداري هو جڏهن تہ سائين شبير احمد شاهہ مسلم ليگ جي طرفان مقابلي ۾ بيٺل هو.

آءٌ تازو تازو جڏهن جيل مان آزاد ٿي آيس تہ مرحوم قاضي صاحب، چونڊ مهم ۾ مون کي ہہ پاڻ سان گڏ هلڻ جي خواهش جو اظهار ڪيو. قاضي صاحب اڪيلو اهڙو اميدوار هو جيڪو جهر جهنگ ۽ ڳوٺن ۾ پاڻ هلي ويندو ۽ اسان ساڻن گڏ هوندا هئاسين. اسان پنهنجي پر ۾ ڏاڍي محنت ڪئي. سائين جي ورڪ جي سلسلي ۾ سنڌ جي مختلف شهرن مان قومي ڪارڪنن ۽ شاگردن پڻ حصو ورتو جن ۾ عبدالقادر انڙ، غلام حسين سومرو، شاهہ محمد دراني، محمد رمضان شيخ، بهادر ڪلوئي ۽ محمد صالح بلو شامل هئا. ان دور ۾ پيپلز پارٽي جي مقبوليت هڪ طوفان وانگر سڄي سياسي ماحول تي ڇانيل هئي نہ تہ وطن دوستي، عوام دوستي، ايمانداري، خودداري، قابليت ۽ قرباني جي جذبي کي سامهون رکي پيٽ ڪبي تہ ڪٿي محترم قاضي فيض محمد صاحب تہ ڪٿي حاڪم علي زرداري يا شبير احمد شاهہ..!!

ان وقت محدود حلقن ۾ اهي ڳالهيون ٻڌڻ ۾ آيون هيون تہ پ پ ۽ حاڪم علي زرداري قاضي صاحب کي اها پيشڪش ڪئي هئي تہ "جيڪڏهن شبير احمد شاهہ سنڌس حق ۾ هٿ کڻڻ لاءِ راضي هجي تہ پوءِ حاڪم علي ہہ سنڌس حمايت ۾ هٿ کڻڻ لاءِ تيار آهي."

ظاهر آهي تہ اها هڪ "سياسي" پيشڪش هئي. ڇاڪاڻ تہ شبير احمد شاهہ کي هٿ کڻڻ لاءِ آخر ڪير چوندو؟ سائين جي ايم سيد يا سائين امداد محمد شاهہ جي "اثر" يا "وس" وٽان اهو امڪان ئي نہ هو. سچي ڳالهہ اها ہہ آهي تہ ان سلسلي ۾ جيڪڏهن اهڙي ڪا پيشڪش هئي تڏهن ہہ سنجيدگي ۽ سچائي سان ڪنهن ہہ "حلقي" جي طرفان ڪوشش نہ ڪئي وئي. چونڊن جي نتيجن ۾ حاڪم علي زرداري ٻين سڀني اميدوارن کان وڌيڪ ووٽ حاصل ڪري ڪاميابي حاصل ڪئي. حاڪم علي زرداريءَ جي سياسي ميدان ۾ اها پهرين ۽ ڪاميابي "انتري" هئي جنهن ۾ کيس غلام مصطفيٰ خان جتوئي جي "سرپرستي" حاصل هئي. بهرحال مرحوم قاضي فيض محمد صاحب، با اصول ۽ باڪردار عملي انسان هو جنهن

جي ساڳي وقت شهيد ذوالفقار علي ڀٽو بہ عزت ڪندو هو تہ شيخ مجيب الرحمان پڻ سندس احترام ڪندو هو. مرحوم قاضي فيض محمد صاحب، ڪلاسيڪل راڳ جو شوقين، چاڻو ۽ قدردان هو. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي شاعري ۽ مختلف سُر قاضي فيض محمد مرحوم جي شخصيت جو حصو هئا. جڏهن تہ پاڻ سنو جهونگاريندا تہ هئا، حساس ايڏا جو اکين جا بند سندس ڳوڙها نہ روڪي سگهندا هئا. قاضي صاحب، سٺا اديب، ليکڪ ۽ دور انديش پره هئا. وطن دوستي عوام ۽ اصولن خاطر جيل بہ ڪاٽيائين تہ سختيون ۽ سور بہ سٺائين تہ مالي نقصان پڻ برداشت ڪيائين.

ذوالفقار علي ڀٽو ايوب خان کي الوداع چئي عوام جي قيادت ڪرڻ لاءِ جڏهن اڳتي وڌيو ۽ ان سلسلي ۾ جڏهن نواب شاهہ آيو تہ قاضي فيض محمد ڪيس جيءَ ۾ جاءِ ڏني. نواب شاهہ ۾ وڪيلن ۽ شهرين کي خطاب ڪرڻ لاءِ انتظام ڪرايائين ۽ اهڙي طرح سندس همت افزائي ڪيائين. ذوالفقار علي ڀٽو جڏهن بہ نواب شاهہ ايندو هو تہ مرحوم قاضي فيض محمد صاحب وٽ "پيرو پيچڻ" پنهنجو اخلاقي فرض سمجهندو هو. پر ڪڏهن بہ نہ تہ ڀٽي مرحوم، قاضي صاحب کي پيپلز پارٽي ۾ شامل ٿيڻ لاءِ زور ڀريو تہ نہ ئي قاضي صاحب، آخري وقت تائين عوامي ليگ کان عليحدگي اختيار ڪئي.

نوابشاهہ جي هڪ ٻئي قد آور، معتبر ۽ قابل احترام شخصيت سائين امداد محمد شاهہ صاحب جي هئي. سائين امداد محمد شاهہ، انهن ڏينهن ۾ قاضي فيض محمد مرحوم سان گڏ وڪالت ڪندو هو. خوبصورت پروقار، رعبدار، سدائين مرڪندڙ ۽ ٻهڪندڙ چهرو، ٿڌي مزاج ۽ "نرم گفتار" جو مالڪ سائين امداد محمد شاهہ ان وقت سڪرنڊ روڊ تي رهندو هو. هر روز شام جو سندس رهائشگاهہ تي مختلف جماعتن ۽ شاگرد تنظيمن جا عهديدار ۽ سرگرم ڪارڪن ايندا هئا. ڪچهري ٿيندي هئي ۽ چانهہ جو درو هلندو هو. شاهہ محمد شاهہ ان وقت سائين امداد محمد شاهہ وٽ رهندو هو ۽ گورنمينٽ ڪاليج ۾ پڙهندو هو. ان وقت نواب شاهہ ۾ نواب شاهہ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي نالي سان شاگردن جي جماعت هئي. جنهن ۾ اسان ٻئي گڏ هئاسين. سائين امداد محمد شاهہ مون کي ڏاڍو پيائيندو هو مون کي ياد آهي تہ هڪ بہ دفعا سائين شاهہ محمد شاهہ کي اهو بہ چيو هو تہ "احمد خان کان سک". دراصل مون ۾ ڪو بہ Complex نہ هو ۽ نہ ئي "ليڊري" جو شوق هو. آءُ بنيادي طور تي ورڪر هوس ۽ "تنظيم" ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺندو هوس، جڏهن تہ تقريرن ڪرڻ لاءِ ٻين کي تيار ڪندو هوس يا متعارف ڪرائيندو هوس. هتي اهو عرض ڪرڻ بي جا نہ ٿيندو تہ منهنجي ان رويي يا طريقي تي تنقيد ڪندي منير احمد "ماڻڪ" سمجهايو هو تہ "تون بہ تقرير ضرور ڪندو ڪر نہ تہ جيڪڏهن ڪنهن مرحلي تي هي همراهہ جيل هليا ويا يا پاڻ کان جدا ٿي ويا تہ پوءِ "قيادت جو خال" پيدا ٿي پوندو" ان کان سواءِ جڏهن تون هيڏي ساري محنت ڪرين ٿو تہ پوءِ اڳواڻ بہ تو کي ٿيڻ گهرجي.

بهر حال سائين امداد محمد شاهہ وٽ ان وقت بہ ڪيترائي هاري ۽ ڳوٺاڻا ڪنهن ڪم جي سانگي يا ڪنهن فيصلي ڪرڻ جي سلسلي ۾ ايندا هئا تڏهن بہ سائين ڪين پاڪر پائي ملندو هو. هينئر جي بدران ڪرسي تي ويهاريندو هو ۽

سندس هر طرح دلجوئي ڪندو هو انتهائي با ڪردار، ايماندار، بااصول ۽ عوام دوست انسان هو. ضياءُ الحق جي "شورائي نظام" ۾ حصو وٺڻ يا نہ وٺڻ جي سلسلي ۾ سائين امداد محمد شاهہ جي فيصلي سان اختلاف ڪرڻ جو هر ڪنهن کي حق آهي پر سچي ڳالهہ اها آهي تہ صوبائي اسيمبلي جي ميمبر جي حيثيت سان تڪ جي عوام لاءِ جيترا ڪم سائين امداد شاهہ ڪرايا، بئي ڪنهن بہ نہ ڪرايا. ڳوٺن ۾ پاڻي جون سهولتون، روڊ، رستا، اسڪول، هيلٿ سينٽر ۽ ٻيون سهولتون فراهم ڪرائڻ ۾ سائين امداد شاهہ ذاتي ذميداري ۽ دلچسپي ڪان ڪم ورتو. مرحوم سائين عزيز بنگوار ۽ شعيب حميدي سميت ڪيترن ئي قومي ڪارڪنن جي هر طرح مدد ۽ واهر ڪئي.

هڪ ڀيرو حيدرآباد ۾ هڪ شادي جي تقريب ۾ جڏهن سائين سان ملڻ لاءِ وڌيس تہ اهو چئي ڀاڪر پاتائين تہ "تو سان ملڻ تہ نہ گهرجي" پوءِ ميار ڏنائين تہ "تون مون سان ملڻ چو نہ ايندو آهين؟" ان سلسلي ۾ سچ پچ تہ آءُ ڏاڍو ڏوهاري ۽ شرمسار آهيان. ڇاڪاڻ جو اهڙي شخص جي اهڙي پنهنجائپ ڪنهن اعزاز کان گهٽ نہ آهي. هڪ عيد جي موقعي تي آءُ نواب شاهہ ۾ سوسائٽي واري سندس بنگلي تي محترم مير محمد عثمان ٽالپر سان گڏجي ويس. عيد جو موقعي هو سندس طبيعت ۾ مزو ڪو نہ هو ان ڪري مجيد ڪيريي ڳوٺ مان سائنس عيد ملڻ ڪيترائي ڳوٺاڻا آيل هئا. ڳوٺاڻا ملن بہ پيا تہ سائين کي ڪو نہ ڪو ڪم بہ ضرور چون پيا. سائين سندن ڪمن جي لاءِ ڪنهن کي فون پئي ڪئي تہ ڪنهن کي خط لکي پئي ڏنو. سندس طبيعت ۾ مزو نہ هو پر پوءِ بہ سيني سان مرڪندي مليو ۽ هر هڪ جي دلجوئي ڪندو رهيو.

حيدر منزل تي پڻ هڪ ڀيرو جڏهن سندس "باءِپاس" تي هئي تہ ملڻ ويو هوس. سائين "نہ اچڻ" جي ميار پاڻ تہ نہ ڏني پر سچ پچ منهنجو ضمير مون کي "ڪائي" رهيو هو ڇاڪاڻ جو ڪافي عرصو آءُ سائين وٽ نہ وڃي سگهيو هوس. آءُ اهو تسليم ڪريان ٿو تہ زندگي ۾ جن چند شخصيتن مون کي گهڻو متاثر ڪيو، مرحوم سائين امداد محمد شاهہ انهن مان هڪ آهي. قاضي محمد بخش ڌاراهہ ۽ عبدالفتاح ميمڻ صاحب ۽ احمد نواز اعوان پيپلز پارٽي جا نواب شاهہ ۾ سرگرم اڳواڻ هئا. محمد بخش ڌامراهہ وڏيڪ وطن دوست ۽ عوام دوست هئا. جنهن نواب شاهہ ۾ پيپلز پارٽي جو بنياد رکيو ۽ پٺو مرحوم جو شروعات کان هر طرح ساٿ ڏنو. ايوب خان جي خلاف هلايل تحريڪ جي دوران سائين امداد محمد شاهہ، سائين رشيد شاهہ، شاهنواز قريشي، قاضي محمد بخش ڌامراهہ ۽ عبدالفتاح ميمڻ جون رهائش گاهون گڏجاڻين ۽ ڪچهرين جو مرڪز هيون. سائين سيد رشيد احمد، بنيادي طور تي اردو ڳالهائيندڙ هئا ۽ انهن ڪامريڊن سان گڏ هئا جيڪي انڊر گرائونڊ رهندي "نعپ" جي پليٽ فارم تان سرگرم سياست ڪندا هئا. سيد رشيد احمد، ايماندار، بااصول ۽ باڪردار انسان هو. ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ جيئن تہ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ جيڪا اردو ڳالهائيندڙ آبادي نوابشاهہ ۾ آئي، سيد رشيد احمد انهن جي هر طرح مدد ڪئي. ان ڪري ڪجهہ سنڌي دوست سيد رشيد احمد جي باري ۾ "منجهيل" رهيا پر ان ۾ پڻ ڪو شڪ نہ آهي تہ سيد رشيد احمد، هارين، شاگردن،

ڳوناڻن، مزدورن ۽ شاگردن جي هڪ سٺي وڪيل جي حيثيت سان وڪالت بہ ڪندا هئا تہ ضلعي انتظاميا ۽ عدالتن سان بہ منهن ڏيندا رهيا تہ ون يونٽ جي خلاف پڻ آواز بلند ڪندا رهيا تہ ان سان گڏوگڏ ترقي پسند سياست ۾ پڻ حصو ونندا رهيا. ان ڪان سواءِ جيڪڏهن ڪڏهن بہ سنڌي ۽ اردو جي بنيادن تي شاگردن ۽ شهرين ۾ ڪا ناخوشگوار صورتحال پيدا ٿيندي هئي تہ سيد رشيد احمد ان صورتحال کي نارمل بڻائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪندا هئا. مجموعي طور تي سيد رشيد احمد جو ڪردار مثبت انسان دوست ۽ ترقي پسند رهيو. شهمير خان بنگوار ۽ قاضي عبدالخالق ان دور ۾ نواب شاهہ ۾ نعپ ۽ هاري ڪميٽي جا اصل "روح روان" هئا. شعيب حميدي جو تعلق اصل ۾ ڪراچي سان هو. هو ڪراچي جي شروعاتي شاگرد تحريڪ ۾ علي مختيار رضوي وارن جو ساٿي رهيو هو. شعيب حميدي جي نواب شاهہ جي پسگردائي ۾ انهن موري واري پاسي رهين هئي. شعيب حميدي نواب شاهہ ۾ عوامي ليگ جي آفيس کولي هئي. آفيس جي ٻاهرين ديوار تي هڪ پاسي شيخ مجيب الرحمان جا ڇهہ نڪتا لکرايائين پر انهن جي مٿان "قائد اعظم تي فرمايا" لکائي ڇڏيائين. ڏاڍو خوش طبع، پوڳائي ۽ زنده دل ماڻهو هو ترقي پسند سوچ وارو شخص هو. انهن ڏينهن ۾ سندس سائيڪل سائنس گڏ هوندي هئي. جنهن تي شهر ۾ گهٽ چڙهندو هو ڳالهين يا ڪچهري ڪندي اوچتو اٿي هلڻ لڳندو هو. پڇبو هوس تہ چوندو هو "اِپي آيا" پر ملندو وري ٻئي ڏينهن هو. هن سٺي انسان کي زمين جي تڪرار تان قتل ڪيو ويو جنهن جي سپني انسان دوست حلقن سخت مذمت ڪئي ۽ هن واقعي تي رنج ۽ افسوس جو اظهار ڪيو. شيخ غلام نبي وڪيل مرحوم ڪجهہ وقت لاءِ نعپ ۾ شامل رهيو پر بنيادي طور ڪنهن بہ سياسي جماعت ۾ شامل ٿيڻ کان لهرائيندو هو شريف ۽ خوش مزاج شخص هو. سٺو وڪيل هو. حقيقت اها آهي تہ ان دور ۾ نہ صرف نواب شاهہ ۾ پر سنڌ جي تقريبن هر هڪ اهم شهر يا ضلعي هيڊ ڪوارٽر ۾ جيڪي چڱا. نالي وارا وڪيل هئا اهي نيشنل عوامي پارٽي، پيپلز پارٽي يا عوامي ليگ سان واسطو رکندڙ سرگرم سياسي اڳواڻ هئا. جڏهن تہ اسيمبلين ۾ رهندڙ روايتي وڏا وڏا جاگيردار ڪنهن بہ مزاحمتي تحريڪ ۾ حصو وٺڻ کان "وٺون" ويندا هئا. پر عوام شاگردن ۽ مزاحمتي قوتن جي دٻاءَ ما مجبور ٿي اهي روايتي "حضرات" بہ آڳر وڌائي شهيدن جي صفن ۾ شامل ٿيڻ ـ وجهہ تاڙيندا هئا.

هڪ پيري سائين امداد محمد شاهہ جي بنگلي ۾ جلسي جو انتظام رهيا هئاسين جنهن ۾ حبيب جالب، اصغر خان، اوير پاڪستان جي مولوي فريد غلام مصطفيٰ کر، ممتاز ڀٽو ۽ ٻيا اڳواڻ شرڪت ڪرڻ وارا هئا تہ نواب شاهہ صوبائي اسيمبلي يا قومي اسيمبلي لاءِ ٻيهندڙ اميدوار سائين نظر شاهہ پاڻ ٽانگي تي چڙهي آيو ۽ منهنجو نالو پڇائي پاڻ هڪ سئو روپيا چندو ڏئي اسان سان پنهنجائپ جو اظهار ڪيو ويو هو. ان ساڳي جلسي ۾ مرحوم قاضي فيض محمد پر سان ڀڇي حيدر بخش جتوئي مرحوم جي عدالت جي طرفان آزاديءَ جي خوش خبر ٻڌائي هئي جڏهن تہ ذوالفقار علي ڀٽو ۽ ولي خان کي ايوب خان جيل ۾ قيد ڪري رکيو هو.

# هر بيوقوف نڪتچيني، مذمت ۽ شڪايت ڪرڻ جو اهل آهي

قديمي هندوستاني ڪتاب ارٿ شاستر ۾ ديوتائن جي طرفان چٽيءَ طرح اعلان ڪيل آهي تہ "عورت، ٻاراڻي عمر ۾ پنهنجي پيءُ جي اطاعت گذار هوندي آهي، جوانيءَ تي پنهنجي مڙس جي ۽ جڏهن هن جو مڙس مري ٿو وڃي تہ پنهنجن پٽن جي. هن کي ڪڏهن بہ آزاديءَ جو مزو نہ وٺڻ گهرجي".

"مرد، عورت کان سواءِ بہ پنهنجي باري ۾ سوچي سگهي ٿو، پر اهو عورت لاءِ ممڪن نہ آهي. عورت اهو ئي ڪجهہ آهي جنهن جي فتويٰ يا فيصلو مرد ڪري، ان ڪري ان کي "جنس" چيو وڃي ٿو. مرد جي لاءِ هوءِ هڪ "جنس" آهي. "جنسي وجود".

"عورت جو نهايت غير اهم هجڻ جو سبب اهو آهي تہ مرد جي گهمنڊ هن کي هڪ "تڪرار" بڻائي ڇڏيو آهي ۽ تڪرار يا جهڳڙي ۾ مصروف شخص سٺي دليل بازي نہ ٿو ڪري سگهي".

"قانون بڻائيندڙ ۽ مرتب ڪندڙ مردن پنهنجي جنس جي طرفداري ڪئي ۽ ايوانن انهن قانونن کي اصولن ۾ تبديل ڪري ڇڏيو".

"ٻارن کي تعليمي نصاب ۾ پڙهائي ويندڙ تاريخ ماضيءَ جي مردن ئي بڻائي آهي".

"ڪجهہ ماڻهن جي خيال ۾ "حوا" جي تخليق "آدم" کان پوءِ هجڻ جي ڪري عورت جي هستي بہ "ثانوي" بڻجي وئي".

"قديم دور ۾ مادري نسب کي پدري نسب سان تبديل ڪندڙ نظرياتي انقلاب کان وڌيڪ اهم انقلاب ٻيو ڪو بہ نہ هو".

"چرچ جا سمورا "فادر" اڄ بہ ان دعويٰ تي بضد آهن تہ عورت ئي "آدم" کي گناهہ ڏانهن مائل ڪيو هو".

"يهودي مرد اڄ بہ صبح جي نماز ۾ چوندا آهن، "خدا برڪتون ونڊڻ وارو آهي" شڪر آهي جو ان مون کي عورت نہ بڻايو".

"عورت جي ڪک مان پيدا ٿيندڙ ٻار جو نسب يا تعلق مڙس جي خاندان سان منسوب ڪيو ويندو آهي".

"والدين اڄ بہ پنهنجين نياڻين کي صرف شادي ڪرائڻ جي لاءِ نپائيندا آهن ۽ نہ ئي انهن جي شخصيت نکارڻ ۽ سنوارڻ لاءِ".

"عورت هڪ ڳجهارت آهي، جيڪا ڳجهارتون پڇائيندي آهي".

"هڪ جنگجو کي "خطرو" ۽ راند وڻندي آهي، ان ڪري اهو عورت سان محبت ڪري ٿو، جيڪو سڀني کان خطرناڪ کيل آهي".

"مرد جو جسم، ماءُ جي جسم اندر پيدا ٿئي ٿو ۽ محبت ۾ عورت جو چهاءُ هن کي ٻيهر تخليق ڪري ٿو، ان ڪري عورت فطرت سان جڙيل آهي، اها هن کي مجسم بڻائي ٿي".

"موت عورت آهي ۽ مُردن تي ماتم ڪرڻ عورت جو ڪم آهي".

"آهہ ان جي ئي خواهش ڪرڻ جنهن کي اوهان حقير سمجهون ٿا، ڇا تہ الميو آهي....!!

"آءُ خدا وند جي خادم آهيان" انساني تاريخ ۾ ماءُ پهريون دفعو پنهنجي پٽ جي سامهون جهڪي".

"نجي ملڪيت جي شروع ٿيڻ سان عورت تنزل جو شڪار ٿي وئي ۽ صدين کان هن جو مقدر نجي ملڪيت سان ٻڌل آهي".

جڏهن بہ ڪنهن فرد يا گروهہ کي مسلسل ڪمتري جي حالت ۽ احساس ۾ رکيو وڃي تہ ان جي ڪمتري حقيقت بڻجي وڃي ٿي.

"اسان جي معاشري جي عورت تہ پنهنجي حوالي سان سوچڻ ئي ترڪ ڪري ڇڏيو آهي".

"شادي شده عورت هڪ غلام آهي جنهن کي تخت تي ويهڻ جي لائق بڻائڻ گهرجي".

مٿي لکيل مختلف جملا، مختلف وقتن ۽ موقعن تي مختلف دانشورن جا چيل آهن.

هتي اهي جملا يا "تاثرات" ان حقيقت کي نظر ۾ رکي ڏنا ويا آهن تہ جنهن "هستي" کي محض "جنس" يا "شيءِ" سمجهيو وڃي ان سان تعلق رکندڙ نياڻيون ۽ عورتون جڏهن اسان جي معاشري ۾ ڪو بہ صحتمند، سنو ۽ سرگرم ڪردار ڪرڻ چاهين تہ انهن کي ڪهڙين "ڪيفيتن" مان گذرڻو پوي ٿو.

پر انهن حالتن ۾ انهن والدين ۽ خاص ڪري پيءُ کي اهو ڪريڊٽ ڇو نہ ڏنو وڃي جو هو سيني "فتوائن" امڪانن ۽ خدشن جي پرواهہ نہ ڪندي پنهنجين نياڻين کي تعليم جو حق بہ ڏين ٿا تہ سندن ذهني نکار ۽ سنوار لاءِ انهن کي اهڙا موقعا ۽ سهولتون پڻ فراهم ڪن ٿا. صنعتي شهري ماحول يا ٻين وڏن يا وچولي درجي جي شهرن ۾ رهندڙ والدين تہ نياڻين جي تعليم ۽ سرگرمين ۾ حصو وٺڻ کي اڄ جي دور ۾ ڪٿي عيب يا حرج نہ سمجهندا هجن پر ڳوٺن، واهڻن يا ننڍن ننڍن شهرن ۾ ۽ اهو بہ اڄ کان 30 يا 40 سال اڳي نياڻين کي "پٽن" جي برابر درجو ۽ حق ڏيڻ ايترو آسان نہ هو جيترو اڄ آهي.

محرابپور جهڙي شهر ۾ مرحوم محمد هاشم گهانگهري نہ صرف پاڻ سنڌ هاري ڪميٽي جي سرگرمين ۾ حصو ورتو پر اڄ کان تقريبن 30 سال پهريائين پنهنجين نياڻين يعني محترمہ حميده گهانگهرو ۽ محترمہ زبيده گهانگهرو کي تعليم پرائڻ جو بنيادي حق بہ ڏنو تہ جڏهن انهن ڀينرن ان وقت سنڌ جي هلندڙ شاگردن جي تحريڪ ۾ حصو وٺڻ جو اظهار ڪيو تہ سندن والد کين خوشيءَ سان اجازت ڏني.

اهو درست آهي تہ انساني تاريخ جي مختلف دورن ۾ توڙي ننڍي کنڊ جي تاريخ ۾ ۽ سنڌ جي تاريخ ۾ وقت بوقت ايڪڙ ٻيڪڙ اهڙيون عورتون اهڙين رسمي پابندين يا سختين کان بي پرواهہ ٿي موقعي جي نسبت سان صحتمند ۽ جرئمنداڻو

ڪردار ادا ڪنديون رهيون آهن. شهيد مائي بختاور بہ سنڌ جي مزاحمتي تحريڪ جو هڪ اهڙو "ڪردار" رهي آهي.

اهڙي طرح اختر بلوچ، رياض ميمڻ ۽ ٻيون نياڻيون ۽ عورتون وقت بوقت پنهنجو پاڻ مڃائينديون رهيون آهن. جڏهن تہ شهيد محترمہ بينظير ڀٽي جو تہ ڪو مقابلو ئي نہ آهي. اهڙي طرح محترمہ نصرت ڀٽو جي همت ۽ قربانيءَ کان بہ ڪير انڪار ڪندو؟

پر هڪ انتهائي پوئتي پيل ننڍي شهر ۾ واهڻ ۾ رهندڙ غريب والدين ۽ خاص ڪري ڌيءَ کي اهو ڪريڊٽ نہ ڏيڻ ناانصافي ٿيندي. مرحوم محمد هاشم گهانگهري جي گهر جا تقرياً سمورا ڀاتي تحريڪن ۾ حصو وٺندا رهيا آهن. جنهن مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ مرحوم ڪيڏو نہ عملي سچو ۽ بهادر انسان هو.

فيض گهانگهرو. محمد هاشم جو فرزند آهي جيڪو مزدور جدوجهد خاص ڪري روهڙي سيمنٽ فيڪٽري جي پورهيتن ۽ ملازمن جي لاءِ رهنمائي وارو ڪردار ادا ڪندو رهيو. ٻي طرف سنڌ جي شاگردن جا مسئلا هجن يا سنڌ جي هارين ۽ مزدورن جا مطالبا هجن يا سنڌ جي اهم قومي مسئلن جي لاءِ هلندڙ تحريڪ ۾ حصي وٺڻ جو موقعو هجي، سچ پچ تہ گهانگهرو ڀينرن خاص ڪري حميده انتهائي جاندار ڪردار ادا ڪيو.

ٻيو تہ ٺهيو پر جڏهن بلوچستان جي پٽ فيڊر علائقي ۾ هارين سان ٿيندڙ ڦهر ۽ نا انصافي جا واقعا پيش آيا ۽ اتان جي بزرگ ڪميٽي جڏهن سنڌ جي حمايتي قوتن ڏانهن سهڪار لاءِ واجهايو تہ ان وقت بہ حميده گهانگهرو، آصف رضوي، غلام اڪبر ۽ عبدالخالق سميت ڪيترن ئي نياڻين ۽ نوجوانن انهن جي حق ۾ مظاهرا بہ ڪيا تہ بک هڙتالون پڻ ڪيائون، قيد بہ ڪاٽيا تہ سختيون بہ سٺيائون.

حميده گهانگهرو جڏهن نذير عباسي سان شادي ڪري رهي هئي تڏهن بہ يقينن ڪيس احساس هوندو تہ هوءَ جنهن نوجوان کي پنهنجي زندگي جو ساٿي بڻائي رهي آهي. ان جي پنهنجي زندگي ڪيتري "مختصر" ٿي سگهي ٿي...!!

نذير عباسي جي لائيف اسٽائيل ڪهڙي هئي؟ روپوشي جي زندگي!! هڪ آدرشي نوجوان جو انقلاب سان رومانس!! ۽ ان کان پوءِ جڏهن نذير عباسي جي شهادت جي خبر!! ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ اهڙي قسم جا واقعا انسانن ۽ قومن جي تاريخ ۾ وقت بوقت ٿيندا رهيا آهن پر سنڌ ۾ اهڙا واقعا نہ هجڻ جي برابر آهن. زندگي حقيقت تہ آهي پر تلخ بہ تہ آهي. ان ڪري ان سلسلي ۾ ڪنهن کي بہ وساري ڇڏڻ نا انصافي ٿيندي.

ڪهڙو انسان آهي جيڪو هن مدي خارج ۽ سڙيل سماج ۾ ڪچاين يا ڪمزورين کان پاڪ هجڻ جي دعويٰ ڪري؟؟ اهو بہ سچ آهي تہ "وقت وڏو معالج آهي".

اسان جو الميو اهو بہ آهي جو اسان ڪنهن جي قربانين ۽ ڪردار کي مڃڻ ۾ هميشہ "ڪنجوس پائي" کان ڪم وٺندا آهيون پر نڪتچيني ۽ عيب جوئي ڪرڻ ۾ "سخاوت" جو مظاهرو ڪندا آهيون. ڪنهن کي بہ معاف ڪرڻ جڻ اسان جي مزاج

۾ ئي نہ هجي. ان جا اثر ۽ نتيجا اهي نڪرن ٿا جو معاشري ۾ مختلف سرگرم ڌريون بہ هڪ ٻئي کان "شاڪي" رهنديون آهن هڪ ٻئي کي پنهنجو مخالف يا دشمن سمجهنديون آهن ۽ ڪنهن اهم مرحلي تي بہ گڏجي ڀرپور ڪردار ادا ڪرڻ کان ڪيٻائينديون آهن. اهو ئي سبب آهي جو سنڌ جو ڪافي سمجهدار سياسي ڪيڊر هن وقت بہ غير سرگرم تماشائي آهي. سنڌ ۾ هن وقت محترم رسول بخش پليجي جي عوامي تحريڪ ۾ هزارين نہ تہ سوين اهڙيون نياڻيون آهن جيڪي هر مزاحمتي تحريڪ ۾ رياستي ادارن جي اهلڪارن سان هٿو هٿ مقابلو ڪنديون رهيون آهن. اهڙي طرح ترقي پسند پارٽي، جسقم، جيئي سنڌ محاذ ۽ ٻين تنظيمن ۾ پڻ نياڻين ۽ عورتن جو قابل ذڪر تعداد سرگرميءَ سان حصو وٺي رهيو آهي. جڏهن تہ پيپلز پارٽي پڻ ان سلسلي ۾ هميشہ اڳيرو ڪردار ادا ڪندي رهي آهي. اهي اهڙا تہ سنا، مثبت ۽ صحتمند اهڃاڻ آهن جيڪي سيني ديس واسين کي مايوسي ۽ نا اميدي مان ڪڍي سگهن ٿا.

ٿورو تصور ڪيو تہ جيڪڏهن ان سلسلي ۾ سموريون جماعتون گڏجي پون تہ ان جا ڪيڏا نہ سنا نتيجا نڪري سگهن ٿا!!

ان ڪري ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ هڪ ٻئي تي تنقيد ڪرڻ کان پاسو ڪيو وڃي. مختلف جماعتن جي ڪارڪنن کي تعلقي ۽ ضلعي سطح تي هڪ ٻئي سان سهڪاري ۽ معاون رويو اختيار ڪرڻ گهرجي. گڏيل اتحاد يا تنظيم جي گنجائش جي امڪانن جو جائزو وٺڻ گهرجي، هر سطح تي متبادل قيادت هجڻ گهرجي.

ڪراچي بہ اسان سيني جو شهر آهي. ڪراچيءَ شهر ۾ پڻ تنظيم ڏانهن توجهہ ڏيڻ ۽ پنهنجا هم خيال ۽ ساٿي ناهڻ جي سخت ضرورت آهي. اسان ڪراچي جي باري ۾ جذباتي دعوائون تہ ڪندا رهون ٿا پر عملي طور تي هن پنهنجي سيني کي وڏي ۽ اهم شهر کي مختلف سببن جي ڪري نظر انداز ڪندا رهون تہ پوءِ ان جا نتيجا اسان جي حق ۾ ڪيئن نڪرندا؟؟

آباديءَ جي ڪنهن بہ حصي کي چيڙائيندڙ بيان بازي مان ڪهڙو فائدو؟ ڪاٺي کي بہ ڪاٺو نہ چئبو آهي. هضم نہ ٿيندڙ تلخ ۽ سچي ڳالهہ ڪرڻ مان آخر ڪهڙو فائدو؟ تحريڪن ۾ حڪمت عمليءَ جو بنيادي ڪردار هوندو آهي، هر جملو هر لفظ ڳالهائڻ کان پهريائين ان جي اثرن ۽ نتيجن کي نظر ۾ رکڻ گهرجي ۽ پنهنجو پاڻ کان اهو سوال ڪجي تہ ڇا اهڙي ڳالهہ ڪرڻ سنڌ يا سنڌ جي قومي تحريڪ يا عوام ۽ نوجوانن جي مزاحمتي تحريڪ جي فائدي وٽان آهي؟

ڪنهن کي بہ مشتعل ڪرڻ يا سٽل کي اٿارڻ ڀلا ضروري تہ نہ آهي. ڪڏهن ڪڏهن سچ چوڻ کان خاموش رهڻ بهتر هوندو آهي.

سچي ڳالهہ اها آهي تہ مختلف لساني برادرين، خاص ڪري جيڪي هاڻي هتان جا مستقل رهائشي ۽ شهري بڻجي چڪا آهن ۽ جن جا معاشي، اقتصادي ۽ سماجي مسئلا مشترڪ ۽ ساڳيا آهن انهن برادرين سان وابستہ نوجوانن، دانشورن، اديبن، ليکڪن ۽ عام شهرين کي پنهنجين صفن ۾ شامل ڪرڻ

جي لاءِ ترجيحي بنيادن تي مثبت حڪمت عملي ترتيب ڏيڻ ۽ ان تي فورن عمل ڪرڻ جي جيتري ضرورت هن وقت آهي شايد اول ڪڏهن بہ نہ هئي.

ٻيو ڪير چا تو چوي، ڪهڙي دعويٰ تو ڪري يا ڪهڙي عمل يا رد عمل جو مظاهرو تو ڪري ان جي پرواهہ ڪرڻ ۽ منفي يا ڏڪار واري رد عمل جو اظهار ڪرڻ جي بدران برداشت ۽ برد باري جو ثبوت ڏئي مسئلن ۽ پروگرام جي بنيادن تي هر ڪنهن کي پنهنجو ڪرڻ جي حڪمت عملي اختيار ڪرڻ اسان جي پنهنجي حق ۽ فائدي ۾ آهي. ڌمڪين ۽ ڏڪار، جبر يا ڏاڍ، زور ۽ زبردستي يا هيسائڻ تي مشتمل بيان بازي ڪرڻ ڪنهن بہ طرح درست نہ آهي.

# اهڙو ڪوبہ فلسفو نہ آهي جيڪو سماج جي ڪنهن نہ ڪنهن خاص طبقي جي مفادن جو بچاءُ نہ ڪندو هجي

نندي ڪنڊ ۾ ڪميونسٽ تحريڪ ۽ ڪميونسٽ پارٽي جي تاريخ ڪافي پراڻي بہ آهي تہ پراسرار ۽ لڪل بہ آهي. آءٌ سمجهان ٿو تہ هن وقت سنڌ ۾ ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي ئي هڪ اهڙو معتبر شخص آهي جنهن کي جيڪڏهن سندس يادداشت ساٿ ڏيندي هجي يا وٽس لکت ۾ تسلسل سان مواد موجود هجي تہ صرف اهو ئي نندي ڪنڊ يا گهٽ ۾ گهٽ پاڪستان يا سنڌ جي "ڪامريڊن" جي باري ۾ سُني ۽ اعتبار جوڳي معلومات ڏيئي سگهي ٿو. آءٌ جيئن تہ ڪڏهن بہ نہ تہ ڪميونسٽ پارٽي ۾ شامل ٿي سگهيس تہ نہ ئي پارٽيءَ جي ڪيترن ئي "اهم دماغن" سان گهڻيون ملاقاتون ڪري سگهيس تہ نہ ئي نظرياتي تعليم ان سطح تائين حاصل ڪري سگهيس، ان ڪري ان سلسلي ۾ منهنجي معلومات انهن شخصيتن تائين محدود آهي، جن کي ويجهو کان ملڻ، ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جو موقعو ملي سگهيو.

آءٌ سمجهان ٿو تہ ان سلسلي ۾ جيڪي ٻيا دوست مون کان وڌيڪ تفصيلي ۽ درست ڄاڻ ڏئي سگهن ٿا انهن ۾ پروفيسر جمال نقوي، ڪامريڊ ڄام ساقي، معراج محمد خان، هدايت حسيني، مير ٿيبو، ڊاڪٽر رشيد حسن خان، فتحياب علي خان، امير حيدر ڪاظمي، صوفي عبدالخالق، باچاخان، لطيف آفريدي ۽ افراسياب خٽڪ قابل ذڪر آهن ايوبي آمريت جي خلاف هلايل تحريڪ جي دوران ۽ ان کان پوءِ جيڪي سياسي اڳواڻ، شاگرد رهنما، مزدور ليڊر يا هاري اڳواڻ ڪميونسٽ پارٽي ۾ رهيا يا ڪجهہ وقت پوءِ جدا ٿي ويا يا سندن سڃاڻپ هڪ ڪميونسٽ جي حوالي سان ٿيندي رهي يا اُهي باقاعدي ڪميونسٽ پارٽيءَ جا ميمبر تہ نہ هئا پر سندن همدرديون ڪميونسٽ پارٽيءَ سان هيون يا جيڪي ٻين جي ڀيٽ ۾ هن پارٽيءَ کي بهتر سمجهندا هئا، انهن ۾ ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي، حسن ناصر شهيد، ڪامريڊ حيدربخش جتوئي، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، ڪامريڊ نذير حُسين جتوئي، جمال الدين بخاري، سائين عزيز الله، عزيز سلام بخاري، امام علي نازش، انيس هاشمي، پروفيسر جمال نقوي، شيخ اياز، ڊاڪٽر اعزاز نذير، سيد رشيد احمد، رڪن الدين قاسمي، فتح الله عثماني، وسيم عثماني، علي مطاهر جعفري، مانڌل شر، علي اسلم جعفري، حسن حميدي، شميم واسطي، فتحياب علي خان، طفيل عباس، معراج محمد خان، ڊاڪٽر رشيد حسن خان، امير حيدر ڪاظمي، ڪامريڊ ڄام ساقي، مير ٿيبو، منير احمد مانڪ، مهر حسين شاهہ، نبي بخش کوسو، هدايت حسين، مولابخش خاصخيلي، عنايت ڪاشميري، نديم اختر، قاضي سليم اڪبر، سهيل سانگي، امداد چانڊيو، تاج مري، غلام رسول سهتو، غلام حسين شر، نذير عباسي شهيد، شبير شر، جمال وارثي، ڪمال وارثي، جاويد شڪور، محبوب علي، ڊاڪٽر جبار خٽڪ، امداد علي اوڊو، آصف رضوي،

غلام اڪبر، عبدالخالق زدران، عبدالخالق آزاد، محمد رمضان شيخ، لالہ شاهہ محمد دراني، عبدالقادر انيڙ، غلام حسين سومرو، محسن زيدي، ڪنيز فاطمہ، شب براعظمي، ڪامريڊ مطاهر، لال بخش رند، محمد صالح بلو، ايوب لغاري، تاج رند، محمد خان سولنگي، شير محمد مگريو، ڊاڪٽر خير محمد جوڻو، ڊاڪٽر اميرالدين قريشي، ڊاڪٽر قاسم بروهي، علي اڪبر بروهي، صفت علي رند، امام بخش پيرزادو، انعام رند، آفتاب ميمڻ، ارشاد پارس، حميده گهانگهرو، فيض گهانگهرو، ساغر سميجو، مظهر عباس، منهاج برنا، د ـ م ـ حسان، مير منور ٽالپر، ڊاڪٽر منظور، ڊاڪٽر بخش علي، ڊاڪٽر جعفر، ڊاڪٽر مُرلي، گهنشام پرڪاش، امر لعل، نرنجن ڪمار، سرفراز ميمڻ، شاهد ڀٽو، حنيف گهانچي، زبيده گهانگهرو، مسرور چانڊيو، استاد الله بخش ڀنڀرو، منظور حُسين قريشي، پروفيسر شميم، جاويد ڀٽو، ڊاڪٽر مظهر حيدر، منصور سعيد، حسن ناصر، تاج بلوچ، انور پيرزادو، نورالله ملڪ، هلال پاشا، عارف پاشا، رشيد ابراهيم، رحيم بخش جعفري، رفيق ڪوسو، خورشيد ڏومڪي، قلندر بخش مهر ۽ رمضان ميمڻ شامل آهن.

ان عرصي دوران بلوچستان مان جيڪي سياسي ۽ شاگرد اڳواڻ ڪميونسٽ پارٽي کي ويجهو رهيا، انهن ۾ مرحوم غوث بخش بزنجو، گل خان نصير، ڊاڪٽر عبدالحئي بلوچ، صوفي عبدالخالق، ڊاڪٽر مالڪ، منظور گچڪي، رازق بگٽي، ثناءالله بلوچ ۽ حاصل بزنجو شامل آهن. اهڙي طرح ان عرصي جي دوران پختون خواه صوبي ۾ جيڪي اڳواڻ ان حوالي سان سامهون آيا انهن ۾ اجمل خٽڪ، باچاخان، لطيف آفريدي، افراسياب خٽڪ، شير محمد ۽ نثار شنواري جا نالا هن وقت ياد آهن. پنجاب مان، دادا امير حيدر، فيروز الدين منصور، عبدالله ملڪ، فيض احمد فيض، حبيب جالب، جنرل اڪبر، ميجر اسحاق، مظهر علي خان، طاهره مظهرعلي، امتياز عالم، قصور گرديزي، ڊاڪٽر مبشرحسن خان، شيخ رشيد احمد، طارق علي خان، شيخ رفيق، سبطِ حسن ۽ ڊاڪٽر مبارڪ جا نالا هن وقت ياد اچي سگهيا آهن. جڏهن تہ ڪامريڊ موني سنگهہ ۽ پروفيسر مظفر احمد اوڀر پاڪستان ۾ ڪميونسٽ پارٽي جا اڳواڻ هئا. هتي ٿورڙي وضاحت ڪرڻ ضروري آهي تہ سنڌ، پنجاب، بلوچستان ۽ سرحد مان جيڪي نالا نوٽ ڪيا ويا آهن، انهن مان ڪيترائي پوءِ ڪنهن نہ ڪنهن مرحلي تي هڪ نہ ٻئي سبب جي ڪري ڪيمونسٽ پارٽي کان "پاسيرو" ٿي ويا هئا ـ آهن. هن وقت ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان جي نالي سان جيڪي اڳواڻ سياست ڪري رهيا آهن، انهن ۾ هڪ گروپ جا اڳواڻ محترم امداد قاضي ۽ چاچا مولابخش خاصخيلي آهن تہ ٻئي گروپ ۾ خادم ٿهيم ۽ سندس ساٿي شامل آهن.

چاچا مولابخش پراڻو ۽ تجربيڪار ڪامريڊ آهي جيڪو مستقل مزاجي سان مسلسل جدوجهد ۾ مصروف آهي. جڏهن تہ امداد قاضي ۾ اُهي سڀ صلاحيتون موجود آهن جيڪي هڪ نظرياتي پارٽيءَ جي اڳواڻيءَ لاءِ ضروري آهن. ـ اصل مسئلو نوجوانن ۽ عوام جو اعتماد حاصل ڪرڻ آهي. محترم خادم حسين ٿهيم سان منهنجي ملاقات نہ ٿي آهي پر پارٽيءَ جي طرفان ڇپرايل ڪئلينڊر تي مارڪس ۽ اينگلس سان گڏ سندس تصوير بہ ڇپيل ڏسي مايوسي ٿي. ممڪن آهي

تہ منهنجي ذهن ۾ غلط تاثر پيدا ٿيو هجي ۽ منهنجي خواهش بہ اها آهي پر سندس باري ۾ مون کي وڌيڪ ڄاڻ نہ آهي.

سچي ڳالهہ اها آهي تہ سڄي ملڪ ۾ ۽ خاص طور تي سنڌ ۾ روشن خيال ۽ ترقي پسند ڪيڊر وڏي تعداد ۾ موجود آهي پر "نظرياتي تعليم" ۽ "نظرياتي تربيت" جي کوٽ جي نتيجي ۾ اهو سمورو ڪيڊر ائين ڪوبہ ڪارائتو ۽ اثرائتو ڪردار ادا نہ ڪري رهيو آهي. ڪاش! امداد قاضي ۽ خادم ٿهيم گڏجي وڃن!! هتي آءُ انهن بزرگ اڳواڻن جي ان تنقيد جي سلسلي ۾ پنهنجي مشاهدي ۽ تجربي جي روشني ۾ اهو عرض ڪيان تہ جهڙي "بي رحمي" سان محترم رسول بخش پليجو يا مرحوم حفيظ قريشي، يو-پي ۽ سي-پي جا حوالا ڏيئي اردو ڳالهائيندڙ ڪامريڊن تي تنقيد ڪندا رهيا آهن, اها ڪافي حد تائين "نامناسب" آهي. ڪنهن کي "ڪارڙا" ۽ "ڊينڊڙا" سڏي ڪنهن جي عزت نفس کي سرعام مجروح ڪرڻ آخر ڪيئن درست آهي؟؟ ها, انهن ڪامريڊن جي غلط پاليسين ۽ غلط فيصلن جي نشاندهي ڪري ۽ انهن جي غلطين جي تصديق ڪري پوءِ تعميري ۽ اڪيڊمڪ تنقيد ڪرڻ ۽ ان سلسلي ۾ پنهنجو موقف بيان ڪرڻ جو طريقو اختيار ڪرڻ ۾ ڪوبہ حرج نہ آهي. سنڌ ۾ يا ٻين صوبن ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي سياسي سرگرمين ۽ نظرياتي تعليم و تربيت جي نتيجي ۾ جيڪو بہ روشن خيال ۽ ترقي پسند ماحول پيدا ٿيو آهي يا جيڪي بہ اثر سامهون آيا آهن انهن کي نظرانداز ڪيئن ٿو ڪري سگهجي.

نعپ، عوامي ليگ، هاري ڪميٽي مزدور تنظيمن، شاگرد جماعتن ۽ ادبي سنگتن جي اهم ڪردار کان ڪئين انڪار ڪجي؟ ۽ انهن تنظيمن کي فعال رکڻ ۾ انهن ڪامريڊن جي ڪوششن کان منهن ڪئين موڙجي؟؟

سنڌ ۽ ٻين صوبن ۾ اتان جي ڌرتي ڌڻين مان نئين ڪميونسٽ قيادت "ڪيڊر" پيدا ڪرڻ جو ڪريڊٽ آخر ڪنهن کي ڏجي؟؟

ڄام ساقي، نذير عباسي، امداد چانڊيو ۽ ٻيا اهڙا سوين نظرياتي، روشن خيال اڳواڻ ۽ ڪارڪن آخر ڪنهن جي تربيت ۽ نظرياتي تعليم جو نتيجو آهن؟؟ ڇا انهن اڳواڻن ۽ سوين ڪارڪنن پنهنجي عمل، ڪردار ۽ سرگرميءَ سان سنڌ جي لکين نوجوانن ۽ عوام کي متاثر نہ ڪيو آهي؟؟

ڇا نعپ، سنڌ هاري ڪميٽي، سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن، پاڪستان ورڪرس فيڊريشن، بلوچ اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن، پختون اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۽ ادبي تنظيمن ماضيءَ ۾ ڪوبہ ڪردار ادا نہ ڪيو آهي؟؟ هر ڪنهن انسان کي ڪنهن بہ شخص يا تنظيم جي فيصلن ۽ پاليسين سان اختلاف ڪرڻ جو حق حاصل آهي. پر انهن اختلافن کي نسلي، لساني يا علائقائي رنگ ڏيڻ يا ڪنهن جي نيت تي شڪ ڪرڻ يا ڪنهن جي انا کي مجروح ڪرڻ مناسب نہ آهي.

پلاهائي جڏهن تہ انهن "ڪارڙن ۽ ڊينڊڙن" مان چڱا موچارا ڪامريڊ الله کي پيارا ٿي چڪا آهن تہ ڇا اسان ڪڏهن اهو سوچيو آهي تہ مرڻ گهڙيءَ تائين هنن کي ڇا مليو؟؟ يا هنن ڇا گڏ ڪيو؟؟ امام علي نازش کي نہ پنهنجو گهر هو نہ نہ ئي

ڪا ملڪيت هئي. دفن. ڪفن لاءِ بہ پنهنجي ڪاٻہ موڙي چڏيل نہ هئس.

سائين عزيزالله ڪسمپرسي جي حالت ۾ انتقال ڪيو. نہ تہ وٽس ملڪيت هئي تہ نہ ئي سندس گهر ڀاتين جي مالي حيثيت اهڙي هئي جو سندس علاج ڪنهن چڱي اسپتال يا سٺي ڊاڪٽر کان ڪرائي سگهيا.

ها، حسن ناصر شهيد جو تعلق واقعي هڪ خوشحال گهراڻي سان هو. پر ڪيس اڌيتون ڏيئي شهيد ڪيو ويو. آخر هن جو ڪهڙو ڏوهہ هو؟؟

ڊاڪٽر اعزاز نذير وٽ ملڪيت هجي ها تہ سندس اولاد ائين دربدر نہ رلي ها.

جيڪي ڪامريڊ اڃا جيئرا آهن. انهن جي مالي حيثيت ۽ حالت پڻ سيني جي اڳيان حاضر آهي. ان ڪري غير ضروري ۽ بي جا تنقيد ڪرڻ سان فائدي جي بدران الٽو نقصان ٿيندو آهي ۽ هڪ ٻئي جي لاءِ بداعتمادي اڃا بہ وڌندي آهي.

ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ محترم رسول بخش پليجي مسلسل جدوجهد بہ ڪئي آهي تہ پنهنجي انفرادي حيثيت ۽ اهميت پڻ برقرار رکي آهي. ان ۾ پڻ ڪو شڪ نہ آهي تہ محترم پليجو صاحب پڙهيل. لکيل. ڄاڻو ۽ دانشور آهي. ان ڪري جيڪڏهن اهو پنهنجي مشاهدن ۽ تجربن جي روشني ۾ سڄي ڪميونسٽ تحريڪ جو تنقيدي اڪيڊمڪ جائزو تحرير ڪري تہ ان جو وڌيڪ فائدو ٿيندو. يو-پي. سي-پي جي ڪامريڊن کي ڇڏيو. پلا نسلي دهشت گرديءَ جي ڌهڪاءَ ۽ خوف جي ماحول ۾ جيڪو اردو ڳالهائيندڙ ثابت قدمي سان همت ڪندو رهي ۽ پنهنجي سياسي وفاداري بہ پيپلز پارٽي يا ڪنهن ٻيءَ جماعت سان برقرار رکندو اچي تہ ان ڏانهن اسانجو رويو ڪهڙو هئڻ گهرجي؟؟

ڇا ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ ايترا هزارين خاندان نہ آهن جيڪي دهشت. دٻاءَ ۽ خوف جي باوجود پيپلز پارٽي يا ڪنهن ٻيءَ سياسي جماعت سان وفاداري نڀائي رهيا آهن. ڇا انهن جي اهڙي عمل کي چڱو نہ چئجي؟؟

هڪ طرف اسان پاڻ اها دانهن ڪندا رهون ٿا تہ "ڪراچي جي اردو ڳالهائيندڙ آبادي کي هٿيارن ۽ دهشت جي زور تي يرغمال بڻايو ويو آهي" پر ٻئي طرف وري اسان پاڻ ان يرغمال بڻايل برادريءَ ۾ پنهنجا "هم خيال" ۽ ساٿي پيدا ڪرڻ جي اهميت کي نظرانداز بہ ڪري رهيا آهيون تہ جيڪي ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين "هم خيال ڪامريڊ" آهن. انهن کي بہ پاڻ کان ڌڪي ڌار ڪري رهيا آهيون.

مٿي عرض ڪيل راءِ سان اختلاف ڪرڻ جو هر ڪنهن کي حق آهي پر جيئن نہ سنڌ. ملڪ هن ريجن ۽ گلوبل سطح تي وڏيون تبديليون اچڻيون آهن. ان ڪري اسان کي گهرجي تہ ٿورو ترسي يا ساهہ کڻي سوچيون تہ اسان جي ڪهڙي حڪمت عملي اسان لاءِ فائدي واري ٿيندي؟؟ ڊگهي عرصي کان مسلسل ساڳي پاليسي يا "مهم جوئي" هڪ ٻئي سان محاذ آرائي جا نتيجا هن وقت تائين ڪهڙا نڪتا آهن؟؟

ڇا اهو بهتر نہ ٿيندو تہ هر حال ۾ هڪ ٻئي کان پري ڀڄندڙ رويو هٽائي بدلائي ڇڏجي ۽ سُٺو. مثبت. عوام دوست ۽ سنڌ دوست رويو اختيار ڪندڙ سيني قوتن کي متحد ڪري، وسيع بنيادن تي فعال ۽ متحرڪ "محاذ" ناهي، عوام ۽ نوجوانن کي پاڻ ڏانهن مائل ڪجي؟؟

# هڪ دانش مند ۽ نيڪ شخص لاءِ سموري دنيا هن جي مادر وطن آهي

مرحوم ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، سائين جي ايم سيد، قاضي فيض محمد، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر، رسول بخش پليجو ۽ حفيظ قريشي سنڌ جا اهڙا سگهارا سياسي ڪردار آهن جن کي "سنڌ" سان عشق هو/ آهي.

انهن سڀني جي شخصيت جي باري ۾ لکڻ يا تبصرو ڪرڻ منهنجي "حيثيت" کان مٿانهون ڪم آهي. هونئن بہ انهن انسانن جي زندگي هڪ "ڪليل ڪتاب" وانگر آهي. اهڙي طرح محترم "شيخ اياز"، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ۽ خاص ڪري محترم ڪامريڊ سوڀي گيانچندائي جي شخصيتن جي باري پڻ منهنجي معلومات ناقص ۽ اڌوري آهي. جڏهن تہ انهن قدآور شخصيتن جي باري ۾ سطحي معلومات تي مبني رسمي لکڻين جي ڪا بہ اهميت نہ ٿيندي.

آءُ ان ڪري صرف انهن اهم شخصيتن جي باري ۾ ڪجھ نہ ڪجھ لکڻ جي حجت ڪري رهيو آهيان، جن کي مون اُن دور ۾ ويجھو کان ڏٺو. منهنجا اُهي تاثر پڻ انهن جي ان ماضيءَ جي مشاهدي جو "وچور" چئي سگهجن ٿا.

مرحوم منير احمد "ماڻڪ"، اهو پهريون شخص هو جنهن جي روبرو ڪچهرين ۽ لکڻين مونکي متاثر ڪيو. انتهائي حساس، سنجيده ۽ بردبار شخص، جنهن سنڌ جي نوجوان نسل خاص ڪري شاگردن کي ون يونٽ جي خلاف ۽ سنڌي ٻولي کي قومي ٻولي جو درجو ڏيارڻ جي لاءِ ايوبي آمريت جي دور ۾ پمفليٽ ۽ ڪتابچا لکيا ۽ ورهايا. "جيئي سنڌ" جو سلام، نوابشاهہ ۾ اسان تائين هن شخص پهچايو ۽ "ايوبي آمريت" جي ڏاڍ ۽ تسلط جي خلاف پهريون ڪتابچو بہ هن شخص جي هٿان مليو جيڪو سندس جوئي لکيل هو.

1967ع يا 1968ع جو شروعاتي دور هو. جام ساقي ۽ مير ٿيٻي جي خلاف گرفتاري جا وارنٽ جاري ڪيل هئا. ايوبي آمريت جو ڏهڪاءُ ڇانيل هو. مير ٿيٻو روپوشي اختيار ڪري نوابشاهہ ۾ اچي اسان وٽ محمد يعقوب مرحوم جي جاءِ تي ترسيو هو. مير جي پاءُ شهزادي کي شايد مير جي بدران گرفتار ڪيو هئائون.

انهن ڏينهن ۾ مير انتهائي خاموش طبيعت وارو نوجوان هو. مير ٿيٻي جي انهن ڏينهن ۾ منير احمد ميمڻ يعني "ماڻڪ" سان گهٽي ويجهڙائپ هئي.

مير ٿيٻو ان وقت ۾ بہ سياسي، نظرياتي لٽريچر پڙهڻ جو شوقين هوندو هو.

ڊاڪٽر افغان جي گرفتاريءَ جي خلاف هلايل تحريڪ ۾ گرفتار ڪري اسان ٻنهي کي جڏهن ڪراچي سينٽرل جيل ۾ موڪليو ويو تہ اُتي بہ آءُ ۽ مير ٿيٻو گڏ ساڳي ڪوليءَ ۾ رهندا هئاسين. مير کي ننڊ نہ ايندي هئي تہ رات جو بہ ڪتاب

پڑھندو هو.

ڏينهن جو مير ٿيبي جا سياسي ۽ نظرياتي بحث ڊاڪٽر ارباب کهاوڙ سان بہ ٿيندا هئا تہ ڪڏهن نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن ڪراچي جي اڳواڻ ڊاڪٽر رشيد حسن خان سان تڪراري بحث بہ ٿيندا هئا.

انهن ڏينهن ۾ شهيد نذير عباسي بہ ساڳي تحريڪ ۾ گرفتار ٿي ڪراچي جيل پهتو هو. جتي مير ٿيبي جي ڪچهرين ۽ صحبت کان متاثر ٿي S.N. S.F ۾ شامل ٿي ويو هو.

مير ٿيبي سان بعد ۾ بہ ويجهڙائي سان تعلق رهندو آيو پر مون محسوس ڪيو تہ هو پنهنجي زندگيءَ مان بہ خوش نہ هو تہ نہ ئي "خانداني" ماحول مان مطمئن هو تہ نہ ئي وري "تحريڪن" يا "ڪامريڊن" سان سئو سيڪڙو متفق هو.

سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي وجود ۾ اچڻ سان جام ساقي سان تمام گهڻي ويجهڙائپ رهي. سچ پچ تہ جام ساقي ان دور ۾ بيبن سيني شاگرد اڳواڻن کان "نرالو" هو. قرباڻتو، سادو، ايماندار، مخلص. اڌول ۽ محنتي ورڪر بہ هو تہ عملي اڳواڻ پڻ هو.

پنهنجي مقصد سان سچو ۽ پنهنجي جماعت سان ايماندار جام ساقي ان دور ۾ واقعي هڪ اتساهہ ڏيندڙ انقلابي نوجوان اڳواڻ هو. ڪنهن کان بہ "خائف" نہ هوندو هو تہ ساڻس اختلاف رکندڙ ان وقت جي شاگردن يا سياسي اڳواڻن کي بہ "پنهنجو" سمجهندو هو. شاگرد تحريڪ ۾ نئون شامل ٿيندڙ نوجوان، هڪ دفعو جام سان ملڻ کان پوءِ هميشہ لاءِ سندس ساٿي بنجي ويندو هو.

جام ساقي مسلسل جدوجهد جو "علامتي" ڪردار رهيو. قربانيون بہ ڏنائين. روپوشيءَ جي زندگي بہ گذاريائين تہ صدما بہ سَنائين.

سندس گهرواري مرحومہ ادي "سُکان" کي ممڪن آهي تہ سيني وساري ڇڏيو هجي. پر مرحومہ هڪ گهرواريءَ جي حيثيت سان جنهن "هيڪلائي" کي مُنهن ڏيندي ۽ غربت جي زندگي جو گاڏو گهليندي رهي، ان کي ان لحاظ کان خراج پيش نہ ڪرڻ يا نظرانداز ڪرڻ ناانصافي ٿيندي.

مرحومہ "سُکان" آخرڪار اڪيلائي کان بيزار ٿي کوهہ ۾ ٽپو ڏئي ۽ پنهنجو انت آندو. جام ساقي جو ان سلسلي ۾ ڏوهہ هجي يا نہ هجي، يا سندس ڪوتاهي هجي يا نہ هجي پر هڪ انسان جي حيثيت سان "سُکان" جي ياد قبر تائين ضرور سندس پيڇو ڪندي رهندي.

جام هڪ عجيب انسان هو. سندس هڪ ڌيءَ صفا ٻالڪپڻي جي عمر ۾ بيمار رهڻ ۽ بروقت مناسب علاج نہ ٿيڻ جي ڪري گذاري ويئي هئي. جام انهن ڏينهن ۾ روپوش هوندو هو پر ڪڏهن نہ ڪڏهن. ڪنهن نہ ڪنهن غير سياسي يا غير سرگرم دوست جي گهر پنهنجي گهرواري ۽ ٻارن سان ملندو هو. جام پنهنجي گهرواري ۽ ٻارڙن کي وقتي طور ئي صحيح پر ڪئين الوداع چئي وري پارٽيءَ جي هدايتن مطابق سياسي ڪم ڪار ۾ جنبي ويندو هو. سچ پچ تہ اهو صرف وڏيءَ دل وارو انسان ئي ڪري سگهي ٿو.

يحيٰ خان جي ٽيم جڏهن بنگلاديش ۾ فوجي ڪارروائي شروع ڪئي تہ جام ساقي اهو پهريون شخص هو جنهن ان آپريشن جي مذمت ۽ مخالفت ڪئي. جڏهن BBC سندس بيان نشر ڪيو تہ هڪ طرف سندس ساراهہ ٿيڻ لڳي تہ ٻئي طرف سندس زندگيءَ جي باري ۾ خدشا بہ پيدا ٿيا. جام ساقي پارٽيءَ جي هدايتن تي عمل ڪندي روپوشي تہ اختيار ڪئي پر هر هنڌ ڪجهہ نہ ڪجهہ "رابطا" برقرار رکيا ۽ روپوش رهندي سياسي سرگرميون جاري رکيون.

مرحوم ڀُٽي جي حڪومت ۾ کيس ڪجهہ وقت لاءِ جيل ۾ رهڻو پيو پر پوءِ کيس آزاد ڪيو ويو. پر وري جڏهن پ پ ۽ نعپ، جميعت علماءِ اسلام جا اختلاف وڌي ويا تہ ٻيهر کيس روپوش ٿيڻو پيو.

ضياءُ الحق جي دور ۾ شايد 1978ع ۾ وري کيس گرفتار ڪيو ويو ۽ مٿس ڪيس هلندا رهيا.

سوويت يونين ۾ گورباچوف جي حڪومتي دور ۾ جيڪي نظرياتي اختلاف سامهون آيا ۽ مختلف بحث ڇڙيا. ان دور ۾ جام ساقي کي ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان جو سيڪريٽري جنرل چونڊيو ويو.

ان کان اڳ "جام" يورپ جي ڪجهہ ملڪن جو دورو پڻ ڪيو هو. جنهن دوري دوران ٻين دوستن کان سواءِ سرفراز ميمڻ ساڻس گڏ رهيو.

سوويت يونين ۾ حڪومت ۽ ڪميونسٽ پارٽي ۾ پيدا ٿيل نئين رُجحان، ماحول ۽ بحران جي نتيجي جا اثر سڄي دنيا جي ڪميونسٽ پارٽين وانگر پاڪستان جي پارٽيءَ تي پڻ پيا ۽ جڏهن سوويت يونين، ٽٽي ويو تہ پاڪستان جي پارٽي پڻ پنهنجو وجود برقرار نہ رکي سگهي.

جام ساقي کي جڏهن پارٽيءَ جو سيڪريٽري جنرل چونڊيو ويو هو تہ جام ساقي انتهائي خوش بلڪ "پُرجوش" هو. شايد کيس ان موقعي جو گهڻي وقت کان انتظار هو تہ "ڪڏهن ٿو هن ڌرتي جو جائو اهڙي مقام تي پهچي"....!!!

پر افسوس جو جنهن وقت ڪميونسٽ پارٽيءَ تي ڌرتي ڌڻي حاوي ٿيڻ لڳا ان وقت اها پارٽي پنهنجو پاڻ سنڀالي نہ سگهي.

"جام ساقي" مختصر عرصي لاءِ "صوفي ازم" ۾ "پناهہ" وٺڻ جا جتن ڪندو رهيو پر سندس "احساس" ۽ "ذهني پيڙا" مطمئن نہ ٿي رهي هئي.

جام ساقي وٽ حيدرآباد ۾ جڏهن محترمہ بينظير سندس والد يا والده جي تعزيت ڪرڻ لاءِ وجي رهي هئي تہ مون کيس ان وقت پيپلز پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪرڻ جي صلاح ڏني هئي. پر جام ٻين دوستن سان صلاح ڪرڻ جو سوچي اهو اهم موقعو وڃائي ڇڏيو ۽ ان کان پوءِ جڏهن پيپلز پارٽي ۾ شموليت اختيار ڪيائين تہ کيس عبدالله شاهہ صاحب جي ڪابينا ۾ صلاحڪار ڪري ڪنيو ويو هو.

جام ساقي. هن وقت بہ پيپلز پارٽي ۾ شامل آهي پر هاڻي بہ سوشلسٽ نظام ۽ نظرئي جي حق ۾ ڳالهائيندو ۽ لکندو رهندو آهي. اهڙي طرح پنهنجو پاڻ کي سياسي لحاظ کان جيئرو تہ رکي رهيو آهي پر هاڻي جام اهو جام ساقي نہ رهيو

آهي جنهن کان نوجوان اتساهہ حاصل ڪندا هئا. يعني Inspire ٿيندا.

بهرحال ڄام ساقي پنهنجي "ڦوهہ جواني" جنهن انداز سان گذاري ان کي خراج تحسين پيش نہ ڪرڻ ناانصافي ٿيندي.

ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ ڄام ساقي وڏي همت ۽ مضبوط اعصابن جو مالڪ آهي جنهن کي ان وقت جا حڪمران نہ جهڪائي سگهيا.

ڄام ساقي جي ٻيءَ گهرواري مرحوم رڪن الدين قاسمي جي نياڻي آهي، جنهن مان پڻ ڪيس اولاد آهي.

"مرحوم سُڪان" مان ڄام ساقي کي هڪ فرزند ۽ هڪ نياڻي جو اولاد آهي. سندس پٽ سجاد ظهير، هن وقت ڪراچي اليڪٽرڪ سپلاءِ ڪمپني ۾ انجنيئر آهي ۽ شايد رمضان ميمڻ جو نياڻو آهي. جڏهن تہ سندس ڌيءَ ڊاڪٽر بختاور، حيدرآباد جي مشهور صحافي ۽ اڳوڻي شاگرد اڳواڻ اقبال ملاح جي ٻيءَ گهرواري آهي.

ڪامريڊ ڄام ساقي کان جڏهن بہ صحت جي باري ۾ پڇيو آهي تہ جواب ڏيندو آهي تہ "دوستن جي دعائن ۽ ڊاڪٽرن جي دوائن جي ڪري مزئي پيا جيئون"....!!!

قديم روم ۾ بالادست امير طبقي جا ماڻهو چوندا هئا تہ "عام خلق لاءِ ماني ۽ سرڪس (تماشا) موجود رکڻ ضروري آهن تہ جيئن هنن کي ملائم ۽ پاڻ کي انهن جي شور ۽ شر کان سلامت رکي سگهجي".

اها پڻ حقيقت آهي تہ مظلوم هڪ تابعدار ماڻهو آهي، هو جيڪو چاهي ٿو، اهو چئي نٿو سگهي....!!!

سچ پچ تہ تاريخ ۾ ڪڏهن بہ مظلومن وٽان ڏاڍ جي شروعات نہ ٿي آهي.

ماضي قريب جي تواريخ ۾ توپ جي منهن ۾ بيهاري ماريل هڪ عظيم فيلسوف "سر ٿامس مور" جو چوڻ آهي تہ "اسانجي لاءِ ڪنهن بہ پُرامن ۽ سگهاري سماج جي حاصلات تيستائين ناممڪن آهي جيستائين ماڻهوءَ جي هٿان ماڻهوءَ جي غلامي کي مڪمل طور تي ختم ڪندي، ان ڪشمڪش جو خاتمو نٿو آندو وڃي. انهيءَ سان گڏوگڏ دنيا ۾ رهندڙ هر شخص تي پنهنجن هٿن ۽ ذهن سان، سندس حصي جو ڪم ڪرڻ لازمي قرار ڏيندي. ڪنهن بہ ٻئي شخص تي پنهنجي ڪم اجلائڻ واري ڏاڍائي جو انت نٿو آڻجي".

"اسان بار بار انهيءَ سچائي ۾ يقين رکون ٿا تہ سڀ ماڻهو هڪ حيثيت سان پيدا ڪيا ويا آهن.

# محل ۾ رهندڙ ماڻهو ۽ جهوپڙيءَ ۾ رهندڙ ماڻهو هڪ ٻئي کان مختلف سوچي ٿو

جڏهن انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ نوابشاهه شهر ۾ رهندا هئاسين ۽ انهن ڏينهن ۾ جڏهن ڳوٺ ويندا هئاسين تہ وڏڙا چوندا هئا تہ "مٿو اگهاڙو ڪري نہ گهمو" يا ڳهٽ ۾ ڳهٽ گهر ۾ عورتن ۽ نياڻين جي اڳيان نہ وڃو" ان ڪري گهڻو ڪري باقاعدگي سان اها ٽوپي پائيندا هئاسين جنهن کي روايتي طور "سنڌي ٽوپي" بہ سڏبو آهي. پر وري جيڪڏهن اها ساڳي سنڌي ٽوپي پائي شهر ۾ ايندا هئاسين تہ پنهنجا ئي "هم ڪلاسي" ۽ دوست پيا چرڪندا هئا. ٽوپي پائڻ جي ڪري "جت" بلڪ "جهيڙاڪ" يا ڦڏائي يا "غير مهذب" سمجهندا هئا. ڳوٺاڻي ماحول ۽ شهري ماحول جي ان مختلف سوچ جو سبب ان وقت سمجهہ ۾ نہ ايندو هو. ڳوٺن ۽ شهرن جي رهڻي ڪهڻي ۾ ڪجهہ فرق هجڻ جي ڪري، خيالن ۽ سوچ ۾ پڻ فرق هوندو هو.

تهذيب، ريتون رسمون ۽ رواج وقت سان گڏ جيئن جيئن معاشرو اڳتي وڌندو ۽ تبديل ٿيندو رهي ٿو تيئن تيئن اهي بہ تبديل ٿينديون رهن ٿيون. ٻيو تہ ٺهيو پر معاشري ۽ ماحول جي تبديل ٿيڻ ۽ اڳتي وڌڻ جي نتيجي ۾ آهستي آهستي مُروج سيني زبانن ۾ پڻ ڪيترا نوان لفظ شامل ٿين ٿا تہ ڪيترائي وري آهستي آهستي "ٻولي" مان غائب ٿي وڃن ٿا.

اسانجي پنهنجي سانير ۾ جڏهن "ڪرڙ" جا وڻ جام هوندا هئا ۽ جڏهن انهن ۾ پُسيون ۽ پڪا ٿيندا هئا تہ انهن ڪرڙن ۾ "وهيا" جي نالي سان حلال پکي وڏي تعداد ۾ نظر ايندا هئا. "وهيا" ڪبر جيترا پر ٿورو مختلف يعني انهن جا ڪنڌ گهڻو ڪري اڇا هوندا هئا.

هاڻي، سم، ڪلر ۽ مختلف ماحولياتي تبديلين جي ڪري جڏهن "ڪرڙ" ئي نہ رهيا آهن تہ "وهيا" پڻ يا تہ صفا غائب ٿي ويا آهن يا ورلي نظر ايندا هوندا.

اهڙيءَ طرح پکين جا ٻيا قسم پڻ وڻن جي غائب ٿيڻ يا ماحول جي تبديل ٿيڻ سان گم ٿي رهيا آهن.

جڏهن "صنوبر" جا وڻ ختم ٿي ويا تہ ان سان لاڳاپيل پکي پڻ غائب ٿي ويا.

"هر جانور ۽ پکي ـ پکڻ پنهنجي "ننڍڙي دنيا" سان منسلڪ آهي".

"جيئن جيئن دنيا تبديل ٿيندي رهي آهي تيئن تيئن ان تبديل ٿيل دنيا ۾ پنهنجو وجود برقرار رکڻ لاءِ انسان کي بہ پڻ لازمي طور بدلجڻو هو.

اهو درست آهي تہ تمام اڳوڻي يا قديمي دور ۾ تبديلي جو اهو عمل ڏاڍو سُسُت هو پر اها بہ حقيقت آهي تہ سيني جاندارن ۾ صرف ماڻهوءَ ۾ ئي تيزيءَ سان تبديل ٿيڻ جي صلاحيت هئي.

ممڪن آهي تہ اها تحقيق ۽ دعويٰ بہ سچي هجي تہ "باهہ ۽ شڪار اهڙيون بہ شئيون هيون جن "برفاني حملن" کان تاريخ جي زماني کان اڳ واري انسان کي بچائي ڇڏيو هجي" ۽ ٿي سگهي ٿو تہ اها ڳالهہ پڻ صحيح هجي تہ شڪار جي ڳولا ۾ تاريخ کان اڳ واري ماڻهوءَ "جهنگ" جي زندگي کي ڇڏي ڏنو هجي". پر حقيقت اها آهي تہ ماڻهو صرف ان وقت سچي معنيٰ ۾ انسان بڻيو جڏهن پنهنجي لاءِ "اوزار" بنائڻ شروع ڪيائين.

جيڪڏهن ائين چئجي تہ "انساني محنت" ۽ خاص ڪري اڳين ٻنهي پيرن جي آزادي ۽ انهن ٻنهي پيرن کي "هٿ" طور استعمال ڪرڻ ۽ ٻنهي پوين پيرن تي بيهڻ کان پوءِ ئي اوائلي جانور، صحيح معنيٰ ۾ انسان بڻيو تہ ان ۾ ڪوبہ وڌاءُ نہ ٿيندو. يعني "انساني محنت" ئي اصل ۾ موجوده انسان جي خالق ۽ معمار آهي. ان محنت جي عيوض ئي اوائلي جانور ۾ آهستي آهستي جيڪي جسماني تبديليون آيون، "دماغ" بہ ان جو ئي نتيجو آهي.

"دماغ" جي حرڪت، سوچ ۽ شعور جو وري پنهنجو "اعصابي نظام" آهي جيڪو اسانجي جسم ۾ ئي موجود آهي.

محنت ۽ گڏيل معاشري جي ضرورت وري "زبان" جي ايجاد جو سبب بڻي ۽ ائين ڊگهي عرصي جي ارتقائي عمل کان پوءِ اڄ اسان موجوده حالتن ۾ دنيا جي ڪنڊڪڙڇ ۾ ٻين سڀني "مخلوقن" تي حاوي بہ آهيون تہ پنهنجي ڀلائي ۽ بُرائي لاءِ بہ پاڻ ئي ذميدار آهيون.

سنڌ جي ڳوٺن ۾ هن دور ۾ بہ اهو رواج آهي تہ ننڍڙن، نون ڄاول ٻارن جا "مٿا وبهارڻ، يا "خوبصورت" بنائڻ جي لاءِ مائرون پنهنجن انهن "ابهم" ٻارن کي زور ــ زور سان "آڍينديون" آهن. معصوم ٻارڙن کي ليٽائي سندن پيشاني کي ايڏو تہ طاقت سان دٻائينديون يا آڍينديون آهن جو اهو ابهم ٻار رُئندي رئندي "غش" ٿي ويندو آهي پر اُهي مائرون ٻارڙن جي ان "ڪيهڻ" ۽ روئڻ کان بي نياز ۽ بي پرواهہ پنهنجي ڌن ۾ مگن هونديون آهن. مائرن جي پيار جو اهو "انداز" ۽ رويو، ٻاهرين دنيا ۾ ٻارن تي "سنگين تشدد" جي زمري ۾ ڳڻيو وڃي ٿو ۽ ٻاهرين دنيا ۾ جيڪڏهن بہ ڪا ماءُ يا عورت ابهم ٻار سان اهڙو لقاءُ ڪري تہ سچ پچ جيڪر "ٽيپ" ۾ هجي.

ان ڪانسواءِ ٻار کي آڍڻ کان پوءِ وري "تنجڻ" ۾ جنهن بيدرديءَ سان سندس ٻانهون ۽ پير "سڌا ڪرڻ" جي نيت سان ڇڪي ٻَڌا ويندا آهن، اهو پڻ هڪ انتهائي "اذيتناڪ" قدم آهي.

ٻار کي آرام سان آهستي آهستي هلڪي هلڪي مالش ڪرڻ واقعي فائدي وارو سمجهي سگهجي ٿو جيڪو ٻار جي لاءِ "قابلِ برداشت" هجي ۽ هن جي "سهپ" مطابق هجي. پر هتي تہ هڪ ڏينهن ۾ ئي هن جي نازڪ پيشاني يا مٿي يا هٿن ــ پيرن ۽ هڏن سان جيڪا حالت ڪئي وڃي ٿي تہ سچ پچ انسان سوچ ۾ پئجي وڃي ٿو تہ "اهڙين زور آزماين کان پوءِ بہ اسان ڪيئن "جيئرا" بچي سگهون ٿا؟؟؟

ان حقيقت ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ پاڻ سڀ انهن حالتن مان گذري چڪا آهيون. پر هاڻي پنهنجو اهو فرض آهي تہ اهڙين "غير انساني" رواجن جي مخالفت

ڪريون.

ان ڪانسواءِ اوهان ڏٺو هوندو تہ هاڻوڪي دور ۾ ڳوٺن ۾ جانورن ڪي مڇرن کان بچائڻ جي لاءِ ڇيڻن جو دونهو پاريو ويندو آهي تہ جيئن مڇر ڀڄي وڃن.

دونهي تي مڇر واقعي ڀڄي ويندا هوندا پر ڇيڻن يا پاڻ ۽ ڪاٺين جي ٻارڻ سان جيڪو دونهو پيدا ڪيو وڃي ٿو، اهو انسانن ۽ جاندارن جي لاءِ ڪيڏو خطرناڪ ۽ هاڃيڪار آهي، ان تي ڪڏهين غور ڪيو ويو آهي؟؟

ڳوٺن ۾ تہ ساڳي لوڙهي يا ساڳي چار ديواري ۾ ننڍا، وڏا سمورا گهر ڀاتي بہ شمهندا ۽ ساهہ کڻندا آهن تہ پاليل ڍور ۽ جانور بہ اُتي ئي ڪنهن هڪ پاسي هوندا آهن.

سچ پچ تہ اهڙا دونها دکائي اسان نہ صرف صاف ۽ قدرتي آڪسيجن واري هوا کي پنهنجي لاءِ "زهريلو" بنائيندا آهيون پر گگدام جانورن سان بہ ظلم ڪندا آهيون تہ اوڙي۔ پاڙي وارن جي لاءِ پڻ خطرناڪ فضائي آلودگي ۽ غلاظت پکيڙيندا آهيون.

ممڪن آهي تہ ڪي دوست مٿي عرض ڪيل ڳالهين کي معمولي سمجهن ۽ اهميت نہ ڏين پر سچ پچ تہ اهي عمل معمولي نہ آهن.

چوندا آهن تہ "زبان جو هر هڪ لفظ، ڪم جي هرهڪ "حرڪت" ۽ سائنس جو هرهڪ نظريو، ماضيءَ جي سيني انساني نسلن جو جمع ڪيل تجربو آهي".

اهو پڻ چيو وڃي ٿو تہ "شڪاري انسان کي جانور پاليندڙ انسان جي مرحلي تائين پهچڻ ۾ بہ صدين جو وقت لڳو هو".

اهڙي طرح قديم زماني جا هاري، زمين، آسمان، سج ۽ بارش کي سُنو فصل ڏيڻ جي لاءِ التجا ڪندا هئا.

جڏهن اسين قديم قومن جي مذهبن جو مطالعو ڪيون ٿا تہ اسان سڃاڻي سگهون ٿا تہ بابل جو تاموز، مصر جو اوسيرس ۽ يونان جو ادونيس دراصل ساڳيو ئي ديوتا آهي.

چون ٿا تہ قديم زماني جا ماڻهو ان ڪري مذهبي عبادتون ڪندا هئا تہ جيئن سج ڀيهر اُڀري ۽ آسمان مان بلند نظر اچي. مصر ۾ فرعون جنهن کي زمين تي سج جو اوتار سمجهيو ويندو هو، اهو پڻ هر روز مندر جي چوڌاري هڪ چڪر لڳائيندو هو تہ جيئن سج بہ پنهنجو ڦيرو پورو ڪري.

"دنيا ۾ هر جاندار جو وجود ان جاءِ جي مناسبت سان آهي، جڏهن چئني پاسي حالتون بدلجن ٿيون تہ اُهي بہ بدلجن ٿا". پر جاندار پنهنجي مرضيءَ مطابق ائين نٿا بدلجن. اهي ان ڪري بدلجن ٿا ڇاڪاڻ جو اهي بدليل حالتن مطابق نين حالتن ۾ رهڻ ۽ نيون مختلف غذائون کائڻ لاءِ مجبور ٿين ٿا".

اُهي جاندار جيڪي پنهنجو پاڻ کي نين حالتن جو عادي نہ بڻائي سگهيا، تباهہ ٿي ويا.

"وڻن کان زمين تي ۽ جهنگلن کان دريائي وادين تائين، اهڙي طرح تاريخ کان اول وارا ماڻهو سفر ڪرڻ لڳا". هزارها سالن جي ان سفر انسان کي بلڪل بدلائي ڇڏيو. پر سڀ کان وڏيڪ هن جي "هٿن" ۽ "مٿي" ۾ تبديلي آئي ڇاڪاڻ جو ان جا هٿ ڪم ڪندا هئا تہ دماغ هٿن کي هدايتون ڏيندو هو.

ماڻهن "سالن" جو شمار ان وقت ڪرڻ شروع ڪيو جڏهن انهن سمجهيو تہ سيارو ۽ اونهارو اتفاقيہ نہ ٿا اچن. مصر جي رهواسين "نيل" درياءَ ۾ هر سال ايندڙ سيلاب جو مشاهدو ڪيو ۽ هڪ سيلاب کان ٻئي سيلاب تائين حساب ڪري ان کي سال جو نالو ڏنو.

پُراڻا مصري باشندا، هر روز شام جو مندر جي ڇت تي چڙهي تارن پرئي آسمان کي غور سان ڏسندا هئا. اهو ئي تارن ڀريو آسمان هنن جو "ڪئلينڊر" هو. مندرن جون ڇتيون اوائلي فلڪياتي رصدگاهون هيون. ڪنيارن ۽ لوهارن جا دوڪان پهريان تجربي گاهہ هئا.

ماڻهن مشاهدو ڪرڻ، حساب لڳائڻ ۽ نتيجا اخذ ڪرڻ سکي ورتو هو.

اهو پڻ چيو ويندو آهي تہ "جانورن تي سندن ماحول غالب رهندو آهي جڏهن تہ انسان ماحول کي پنهنجي ضرورت مطابق بدلائي ڇڏي ٿو".

اهڙي طرح زبان، انساني سرگرميءَ کي گڏيل يا "مشترڪہ" بنائڻ جي عمل جي شروعات کي ظاهر ڪري ٿي.

قدرت جو هيءَ اٽل قانون آهي تہ هر شئي لاءِ تبديلي لازمي آهي.

اهو پڻ درست آهي تہ "تجربا ۽ غلطيون ئي انسان جي تربيت ڪنديون رهنديون آهن".

انسان واقعي سڄي عمر سکڻ ۾ ئي گذاري ڇڏي ٿو.

ذهن ۾ بار بار اهو سوال اٿندو آهي تہ اڄوڪي نئين نسل يا ٻارن کي سنڌي زبان جي ڪجهہ لفظن، اسمن يا نالن جي ڄاڻ نہ آهي تہ ڇا ان لاءِ اهي ڏوهاري آهن؟ يا اسانجي زندگي مان اهي لفظ ۽ نالا وقت گذرڻ سان استعمال جي قابل رهيا ئي نہ آهن؟؟

تلهڙ، لابارو ڪرڻ، ڳاهہ ڳاهڻ، ٻنئي ڪرڻ، هيانگ، واهولو، ٽيانگ، ڇنو، ڇير، ڇپر، ساهمي، وٽ، اُڪري، گهورڙيو، مگٺهار، هيڙهو، ڪڙو، هر، پاڄاري، ڪاٽي، اَنهير، آنڙي، ڪوڙر، ڏانٽو، جهار، پيهو، ونگار، "ڪانياٺي" ڳوڙهو، وڄٺو يا ونجٺو، ڇنگ، ٻوڙبندو، سَنهور، ڇير، گهور، ونواهہ، ٻَڪي، ڪنڍي، ڪُهڙ، ڪرڙ، ڪپُ، لاٽو، لُلُر، مليرڙو، لوٽڪ، ٻُصري، تاهري، ٻال، ڄَنڊُ، تغاري، اڪـمڪڙ، توهہ، ٻَلهاڙو، ونجهہ وٽي، ڪُنڊري، ڪستو، پخال/پخالي، ڇڙو، گُڏ، نٽ، هَس، وڃ، گابو، پاڏو، توڏو، ڇيلي، ڇيلو، ڏنار، ڏونرو، ٻَڪا، وِڄَ، پروڻ، مَهي، گگهي، ڍِل، گهاگهر، يڪتارو، مُڇي، پيهون، گُندي، تڏو، ڇِٽ، سُنب، نال، تيڙو، ڪَتي، مَڃ، مَڄَ، ڇَڄَ، پهاڄ، ڇَڄَ، ڄِهڪَ، ڪِوڻ، مانارو، ڪَجَهہ، سِرڻ، لامارو، ڇاڪي، سنگهر، پَٽڻ، پُونو، پُنارڪ، سَٽري، پَرِي، اولڙو، اُپارو، لهوارو، پيراندي، سيراندي، سَمڪ، دائي، ڀڪربس، پُون، ڪياڙي، لونڊڙي، چونري، ٻَڪ، ڇاڙي، ڇُلَهہ، اڳياڙي، لُوهَ، لَپَ، لانگ، ٻيلهہ، تيلهہ، گونج، ڦوٿهڙو، ڦلو، تِڏ، گوڏ، موڙ، پڳ، پونگڙو، گُلر ۽ ٻيا ڪيترائي اهڙا لفظ آهن جيڪي هن دور جي ننڍڙن سنڌي ٻارڙن جي يا تہ علم ۾ نہ آهن يا ايڪڙ ٻيڪڙ ٻارن ڪانسواءِ ۽ خاص ڪري شهري ٻارن جي استعمال ۾ نہ رهيا آهن. پر ڇا ان جي لاءِ انهن سنڌي ٻارن کي "ميار" ڏيڻ درست آهي؟؟ جيئن جيئن زندگي ۽ سماج ۾ استعمال ٿيندڙ اوزار ۽ ذريعا تبديل ٿي رهيا آهن تيئن تيئن ڪجهہ لفظ ٻولي مان غائب بہ ٿي رهيا آهن تہ ڪجهہ نوان لفظ ٻوليءَ ۾ شامل بہ ٿي رهيا آهن.

# پنڻ ۽ خيرات سان ڪڏهن بہ غربت ۽ ذلت ڪي ختم نٿو ڪري سگهجي

مرحوم آيت الله خميني جي ايراني انقلاب کان اڳ واري دور ۾ ايران جو شهنشاهہ احمد رضا شاهہ پهلوي هن خطي ۾ آمريڪي مفادن جي لاءِ "چوڪيدار" جو ڪم ڪري رهيو هو. اُن دور ۾ اهو پڻ ٻڌڻ ۾ آيو هو تہ بلوچستان ۾ نيشنل عوامي پارٽي ۽ جمعيت العلماءِ اسلام جي گڏيل حڪومت کي برطرف ڪرڻ جي لاءِ مرحوم ڀٽي تي شاهہ ايران جي معرفت آمريڪي دٻاءُ هو. ان ڪانسواءِ اها ڳالهہ پڻ محدود حلقن ۾ هلندڙ هئي تہ شهيد ڀٽي کي پاڪستان ۾ وقت کان ڪجهہ اڳي چونڊن ڪرائڻ جي صلاح پڻ شهنشاهہ ايران ڏني هئي. جيڪڏهن واقعي اها ڳالهہ درست آهي تہ پوءِ شهنشاهہ جي ان صلاح ۾ "نيڪ نيتي" سواليہ نشان بڻيل آهي.

مرحوم ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومتي دور ۾ سردار دائود، افغانستان جو حڪمران هو. جيڪو افغانستان جي بادشاهہ ظاهر شاهہ کي اقتدار تان هٽائي پاڻ "تخت" تي چڙهي ويٺو.

ان وقت آمريڪي صدر جمي ڪارٽر هڪ بيان ۾ بنا رک رکاءَ جي چيو هو تہ "اڄ دنيا جي ٽن "پاڳل" حڪمرانن سان ڪڏهن بہ نہ ملندس". اُهي ٽي چريا حڪمران ذوالفقار علي ڀٽو، ڪرنل قذافي ۽ ايدي امين هئا. ان ڪانسواءِ آمريڪي پرڏيهي وزير ڊاڪٽر هينري ڪينسجر جي شهيد ڀٽي کي ڏنل ڌمڪي تہ هاڻي هر ڪنهن جي علم ۾ آهي.

هڪ طرف افغانستان ۾ اتان جي ڪميونسٽ پارٽي جا ٻئي ڌڙا يعني "پرچم" ۽ "خلق" پنهنجا اختلاف وساري گڏجي رهيا هئا تہ ٻئي طرف ايران ۾، ايران جي ڪميونسٽ پارٽي "توده" جا اڳواڻ ۽ ڪارڪن، ايراني شهنشاهہ جي ڳجهي ايجنسي "ساواڪ" جي هٿان قتل ٿي رهيا هئا يا قيد ڪيا پئي ويا. جڏهن تہ آيت الله خميني پرڏيهہ ۾ (فرانس) جلاوطني جا ڏينهن گذاري ڪنهن مناسب موقعي جو انتظار ڪري رهيو هو. عوام ۽ نوجوانن جي گڏيل جدوجهد جي نتيجي ۾ جڏهن آيت الله هڪ فاتح جي حيثيت سان ايران جي ڌرتي تي قدم رکيو تہ سڄو سياسي ماحول هڪ فرقي جي مذهبي يا مسلڪي طوفان جو ڏيک ڏيڻ لڳو.

شهنشاهہ ايران کي آمريڪا سميت ڪوبہ ملڪ قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو آخرڪار آمريڪي سرڪار جي سفارش تي مصري حڪومت رضاشاهہ پهلوي کي ڪٽنب سميت مهمان طور ترسائڻ لاءِ راضي ٿيو.

انهن ڏينهن ۾ ضياءالحق، مرحوم ڀٽي کي اقتدار تان هٽائي جيل ۾ موڪلي چڪو هو.

ٻئي طرف جڏهن افغانستان ۾ "پرچم" ۽ "خلق" جا ڌڙا، افغان فوج جي مدد سان سردار دائود کي هٽائي استاد نور محمد ترڪيءَ جي قيادت ۾ انقلاب آڻڻ

۾ ڪامياب ٿيا تہ هن خطي جي ملڪن ۾ "ڪامريڊن" جا حوصلا پڻ وڌيا. افغان انقلاب ۾ فوج ۽ استادن اهم ڪردار ادا ڪيو هو. عبدالقادر دگروال، ببرڪ ڪارمل، ڊاڪٽر نجيب الله، ان انقلاب ۾ پيش پيش رهيا.

افغانستان ۾ جيئن ئي انقلاب آيو تيئن ئي "رد انقلاب" جون قوتون پڻ متحرڪ ٿيون ويون. افغان انقلابي قيادت، معاشري جي مختلف سرگرم ۽ باشعر قوتن کي اعتماد ۾ وٺي پنهنجو ساٿي ۽ معاون بنائڻ جي لاءِ وسيع بنيادن تي "مادر وطن" جي نالي سان هڪ محاذ تشڪيل ڏنو تہ جيئن ممڪنہ ردِ انقلاب جي قوتن جي سازش کي منهن ڏيئي سگهجي. پر جيئن تہ هڪ طرف پيهر پارٽيءَ جا پرچم ۽ خلق ڌڙا اختلافن جو شڪار ٿيندا رهيا تہ ٻئي طرف ردِ انقلاب جي قوتن کي مذهبي رنگ ۽ ٻاهرين مدد ملڻ شروع ٿي وئي، ان ڪري سوويت يونين جي مدد جي باوجود مقامي قيادت ۽ مقامي ڪيڊر انقلاب کي بچائڻ ۾ سوڀارا نہ ٿي سگهيا. جڏهن آمريڪا، پاڪستان ۽ دنيا جي "جهادي" قوتن گڏجي سوويت فوج کي افغانستان مان نڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو تہ اتي نہ صرف مختلف مذهبي اڳواڻن جي قيادت ۾ حڪومتون قائم ٿينديون رهيون پر سموري انقلابي قيادت ۽ ڪيڊر جي لاءِ ڌرتي تنگ ڪئي ويئي.

پاڪستان جي مختلف صوبن مان پڻ ڪيترائي ڪامريڊ ۽ نوجوان انقلابي افغان حڪومت جي "مدد" لاءِ اتي ويا هئا، پر ان سلسلي ۾ هنن ڪوبہ قابلِ ذڪر ڪردار ادا نہ ڪيو.

ذوالفقار علي ڀٽي کي جڏهن ضياءالحق جي ٽيم گرفتار ڪيو ۽ جڏهن اهي خدشا وڌيڪ مضبوط ٿيڻ لڳا تہ "ڀٽي ۽ سندس خاندان" کي "تواريخ جو سبق" بنائڻ جي آمريڪي خواهش تي فوجي سرڪار عمل ڪرڻ ڪان نہ ڪيٻائيندي تہ ان خطرناڪ خطري کي ذهن ۾ رکي مير مرتضيٰ ڀٽي ۽ مير شاهنواز ڀٽي کي في الحال ملڪ ڇڏي وڃڻ جي هدايت ڪئي وئي. مير برادران مجبورن "ڪابل" ۾ ترسڻ ۽ حالتن جو جائزو وٺڻ لڳا.

جڏهن ٻئي ڀائر اتي هئا تہ ڪراچيءَ جي ٽن نوجوانن ٽيپو، ناصر جمال ۽ وحيد PIA جو جهاز اغوا ڪيو ۽ ڪابل ڪان ٿيندي وجي شام پهتا. هنن نوجوانن سياسي قيدين کي آزاد ڪري کين شام پهچائڻ جو مطالبو ڪيو. جن سياسي ڪارڪنن اهڙي طريقي سان شام پهچي آزاد ٿيڻ قبول ڪيو. انهن کي تہ حڪومت شام موڪلڻ جا انتظام ڪيا پر جام ساقي سميت جن اڳواڻن اهڙي طرح آزاد ٿيڻ کان انڪار ڪيو هو. انهن کي زبردستي شام يا ڪابل نہ موڪليو ويو.

بدقسمتيءَ سان ذوالفقارعلي ڀٽي جهڙي اڳواڻ کي جڏهن "عدالتي قتل" جو نشانو بڻايو ويو تہ "مير برادران لاءِ اهو ڏينهن ء اهو مرحلو انتهائي "اذيتناڪ" هو.

ٻئي ڀائر روئندا بہ رهيا تہ پلاڻ وٺڻ جو وچن بہ ورجائيندا رهيا.

جڏهن مير برادران اجا ڪابل ۾ هئا تہ سندن واسطا هڪ اهڙي خاندان سان "ڳنڍجي" ويا جيڪو هڪ افغان سابق سفارتڪار جو خاندان هو. اهو پڻ ٻڌڻ ۾ آيو تہ ان خاندان جا لاڳاپا وري آمريڪن سي آءِ اي سان هئا.

ڀٽو خاندان جا هيءَ بہ شهزادا. ان خاندان جي ”ور“ چڙهي ويا. هڪ طرف هيءَ بہ پائر تہ ٻئي طرف بہ پينرون هيون. شادي ۽ ڏيءَ جي هڪ هڪ اولاد کان پوءِ هي ٻئي پائر هنن ٻنهي پينرن کان بيزار ٿي پيا. ان سلسلي ۾ حقيقت ڪهڙي آهي يا قصوروار ڪير آهي، صداقت سان تہ ڪجهہ بہ نٿو چئي سگهجي پر جن پائرن جي عظيم پيءُ کي ائين قتل ڪيو ويو هجي. جن جي امڙ کي قذافي اسٽيڊيم لاهور ۾ ڏنڊا هنيا ويا هجن ۽ جن جي ڀيڻ کي قيد ڪيو ويو هجي. انهن پائرن جي ذهني ڪيفيت جو اندازو سولائي سان ڪري سگهجي ٿو. جڏهن تہ ظاهر آهي تہ انهن ٻنهي افغان پينرن کي ”انهن مسئلن“ يا اهڙي قسم جي زندگي اختيار ڪرڻ سان ڪهڙي دلچسپي ٿي سگهي ٿي؟؟

مير مرتضيٰ ڀُٽو جي وفاداري، صلاحيت ۽ قابليت کان انڪار نہ آهي پر مير بدران ۽ ڀُٽي خاندان جي ويجهن حلقن جي اها راءِ آهي تہ شاهنواز ڀُٽي جي شخصيت، سندس والد سان وڌيڪ ملندڙ هئي. هو ”چي گويرا“ سميت انقلابي اڳواڻن ۽ تحريڪن بابت پڙهندو ۽ ڄاڻ حاصل ڪندو رهندو هو. ان ڪري اهو نظرياتي لحاظ کان وڌيڪ پختو هو ۽ مستقبل ۾ ڪنهن بہ موقعي تي ذوالفقار علي ڀٽي جون سِڪون لاهڻ جي لائق هو.

هُن کي قتل ڪيو ويو يا هن پاڻ ڪنهن سبب جي ڪري ڪا اهڙي زهريلي دوا يا شئي واپرائي جو سندس زندگي جو ۽ سندس خاندان جي اميدن جو ڏيئو هميشہ لاءِ وسامي ويو.

سندس گهر واري تي اهو الزام هو تہ ”هن سندس حياتي بچائڻ جي سلسلي ۾ ڪابہ ڪوشش نہ ڪئي“_!!!

فرانس جي هڪ شهر جي هڪ ”فليٽ“ ۾ ڳجهارتي انداز ۾ ٿيل هيءُ قتل اڃا تائين ڳجهارت بڻيل آهي.

جنهن دور ۾ شاهنواز مير مان متجي ”مرحوم“ ڪيو ويو. ان دور ۾ پاڪستان جا سمورا رياستي ادارا، آمريڪي فوج ۽ رياستي ادارن سان گڏجي افغانستان ۾ ”جهاد“ ڪري رهيا هئا. ان ڪري ان امڪان کي رد نٿو ڪري سگهجي تہ مير شاهنواز کي باقاعدي هڪ منظم منصوبي تحت قتل ڪيو ويو هجي يا هن جي لاءِ اهڙيون ”حالتون“ پيدا ڪيون ويون هجن....!!!

اهو نہ وسارڻ گهرجي تہ آمريڪي توڙي پاڪستاني ايجنسين جا هٿ ڏاڍا ڊگها هوندا هئا/آهن. انهن جي لاءِ اهڙي قسم جي ڪابہ واردات ڪرڻ ڏکيو نہ آهي.

مير مرتضيٰ ڀُٽي پڻ ”پنهنجي جان بچائي“ ۽ جڏهن اچي شام ۽ لبنان ۾ مقيم ٿيو تہ ”فاطمہ“ ڀٽو کي ٽيوشن ڏيارڻ جي سلسلي ۾ سندس واقفيت ”غنويٰ“ سان ٿي ۽ اهڙي طرح غنويٰ، مير مرتضيٰ جي زندگيءَ ۾ داخل ٿي، جنهن جي ڪُک مان ذوالفقار علي جونيئر پيدا ٿيو.

غنويٰ ۾ سياسي قابليت ۽ اهليت ڪيتري آهي، ان سلسلي ۾ ڪجهہ بہ نٿو چئي سگهجي پر مير مرتضيٰ جي شهادت کان پوءِ تڙتڪڙ ۾ فاروق لغاري جي طرفان سندس مدد ڪرڻ جون جيڪي ڳالهيون محدود حلقن ۾ گشت ڪرڻ لڳيون.

ان جي نتيجي ۾ غنويٰ جي حيثيت تڪراري ٿي پئي آهي.

مير مرتضيٰ کي ائين بيدردي سان قتل ڪرڻ ۾ ڪير ملوث آهي؟ ڀٽو فيملي کي سياسي لحاظ کان برداشت نہ ڪرڻ وارا ڪير آهن؟؟ اهي سڀ سوال آهن جيڪي بظاهر تہ واقعي ڳجهارت بڻيل آهن پر هر باشعور ۽ حقيقت پسند انسان جي لاءِ اها ڳجهارت ڪڏهن بہ ڳجهارت نہ رهي آهي....!!!

گورباچوف جي حڪومتي دور ۾ سوويت معاشري ۾ "اظهارِ راءِ" جي نہ صرف آزادي ڏني ويئي پر حڪومت پاڻ پنهنجي پارٽي جي غلطين ۽ خامين تان پردو هٽائڻ جو جيڪو سلسلو شروع ڪيو ان سان سوويت يونين ۾ شامل رياستن ۾ پڻ الڳ ٿيڻ جو رجحان اڀرڻ لڳو تہ سوويت سسٽم پڻ ٽٽڻ ۽ پارٽيءَ جي هٿن مان نڪرڻ لڳو. اندرين ۽ پاهرين قوتن گڏجي جڏهن سوويت يونين کي ٽوڙيو ۽ "مارڪيٽ اڪانامي" جي نالي ۾ حالتن کي جنهن رخ ۾ موڙيو ويو. ان جا "تلخ" ۽ "اڳرا" نتيجا اڄ نہ صرف يونين ۾ شامل رياستن جو عام عوام ڀوڳي رهيو آهي پر دنيا جي مختلف ملڪن جا نظرياتي نوجوان ۽ ڪامريڊ پڻ پنهنجو پاڻ کي نہ سنڀالي سگهيا.

سنڌ ۾ پراڻن ڪامريڊن سان گڏوگڏ جن نوجوان شاگردن پنهنجو پاڻ کي مڃائڻ ۽ ٻين نوجوانن، شاگردن ۽ سياسي ڪارڪنن ۽ عوام کي "متاثر" ڪرڻ شروع ڪيو هو، انهن ۾ نذير عباسي، ڊاڪٽر جبار خٽڪ، امداد چانڊيو، نرنجن ڪمار، گهنشام پرڪاش، ساغر سميجو، محمد خان سولنگي، شير محمد مڱريو، اقبال ملاح، مهيش امام بخش عرف "زلف" پيرزادو، مرتضيٰ سولنگي، سرفراز ميمڻ، صنت رند، انعام رند، علي حسن چانڊيو، حنيف لاشاري، جاويد ڀٽو، شاهد ڀٽو، مسرور چانڊيو، آصف رضوي، غلام اڪبر، ڊاڪٽر بخش علي، محسن زيدي، غلام نبي چانڊيو ۽ عبدالخالق زدران، شبير بيدار ڀٽو شامل هئا. جيڪي اڀرندڙ دانشور بہ هئا تہ پرجوش، جان قربان ڪرڻ ۽ خطرن سان کيڏڻ لاءِ بہ تيار رهندا هئا. پر سوويت يونين جي ٽٽڻ ۽ ان جي نتيجي ۾ هتي پيدا ٿيندڙ بحران جي نتيجي پارٽي ٽٽڻ ۽ غير فعال ٿيڻ جي ڪري اهي نوجوان پڻ ٽڙي پکڙجي ويا.

سچي ڳالهہ اها تہ اسان هڪ بهترين نئين ٽيم کان محروم ٿي وياسين.

مٿي ڄاڻايل انهن فعال ۽ سرگرم نوجوان مان ڪن جي خلاف ڄاڻي واڻي "ڪرمنل ڪيس" ٺاهيا ويا يا ڪين هروڀرو خطرناڪ ڪيسن ۾ ملوث ڪيو ويو. ان ڪري انهن مان ڪجهہ جوان ملڪ ڇڏي پرڏيهہ هليا ويا ۽ اڄا تائين اُتي آباد آهن. پر پنهنجي ڌرتيءَ تي موٽڻ لاءِ بيتاب آهن.

حڪومت کي گهرجي تہ اُهي سمورا ڪيس فوراً ختم ڪيا وڃن ۽ پرڏيهہ رهندڙ سيني نوجوانن ۽ شهرين کي پنهنجي ڏيهہ اچڻ جي اجازت ڏني وڃي. چاهي انهن جو تعلق ڪنهن بہ جماعت يا نظرئي سان ڇو نہ هجي.

رچرڊ بڪمنسٽر فُلر، هڪ دفعي چيو هو تہ "مان ڄاڻان ٿو تہ مان هڪ عنوان، هڪ مليل جُليل مخصوصيت نہ آهيان، مان هڪ شئي، هڪ اسم نہ آهيان، مون کي لڳي ٿو تہ مان هڪ فعل آهيان، هڪ ارتقائي عمل آهيان، ڪائنات جو هڪ

اتوت عمل آهيان ۽ اهڙو تون بہ آهين".

اها پڻ هڪ چوڻي آهي تہ "ہين ماڻهن کي پنهنجي مرضي سان هلائڻ جي ڪوشش بي اعتمادي پيدا ڪندي آهي".

هڪ اهم حقيقت هيءَ بہ آهي تہ "رڳو آزاد ماڻهوئي حقيقت ۾ ذميوار ٿي سگهي ٿو ۽ رڳو ذميوار ماڻهوئي سچ پچ آزاد ٿي سگهي ٿو. اصلي ذميداري زندگي ۽ ہين ڏانهن فرد جي رشتي تي ٻيڻل هڪ ذاتي چونڊ هوندي آهي. اها پنهنجي حساب ۾ هڪ لاڙو ۽ هڪ عمل هوندي آهي.

"انساني دما غ جدا جدا جُزن معرفت نٿو سگهي، نہ ياد ڪري ٿو ۽ نہ سوچي ٿو. اهو لاڳاپن ۽ باهمي عملن جي صورت ۾ سگهي ٿو. ياد رکي ٿو ۽ سوچي ٿو".

"انفرادي ترقي ہين ماڻهن، دنيا ۽ ڪائنات سان اسانجي لاڳاپن جو نتيجو آهي".

"جيئن جيئن ڄاڻ وڌي ٿي تيئن تيئن نقطئہ نظر بہ تبديل ٿئي ٿو".

"اسان هڪ ٻئي جا پاتي آهيون. اسان ہين کي تشڪيل ڪريون ٿا ۽ ہيا اسان کي تشڪيل ڪن ٿا ۽ اهو سڀ ڪجهہ هڪ سماج جي دائري اندر ٿئي ٿو جيڪو خود بہ ماڻهن، واقعن ۽ گڏ ٿيندڙ علم جي اثر هيٺ ارتقا پذير آهي".

اسان کي اهو نہ وسارڻ گهرجي تہ "ہين جون خوشيون نظرانداز ڪري اسان پاڻ بہ خوش نٿا رهي سگهون".

# تقدير اهڙي عدالت آهي جنهن جي خلاف ڪا بہ اپيل نہ ٿي ڪري سگهجي

اهو درست آهي تہ ضياءالحق جي حڪومتي دور ۾ هزارين سياسي اڳواڻن، قومي ڪارڪنن ۽ سياسي ورڪرن توڙي صحافين، مزدورن، ملازمن ۽ هارين جي وڏي انگ کي تشدد ۽ غيرانساني سلوڪ جو نشانو بڻايو ويو تہ مجموعي طور تي بنيادي انساني حقن جي پڻ بيدرديءَ سان لتاڙ ٿيندي رهي. ان کان سواءِ وفاق ۾ شامل قومين جي قومي ۽ بنيادي حقن سان پڻ مسلسل هٿ چراند ٿيندي رهي ۽ اها پڻ حقيقت آهي تہ متحده پاڪستان کان اوڀر پاڪستان جي اڪثريتي علائقي جي علحدگي يحيٰ خان ۽ سندس ساٿين جي فيصلن ۽ پاليسين جو نتيجو هئي پر انهن سڀني حقيقتن جي باوجود پاڪستاني وفاق ۾ شامل قومين جي "قومي سڃاڻپ"، "قومي وحدت" ۽ "قومي حيثيت" کي جيڪو ڪاپاري ڌڪ ايوب خان جي "مارشلائي" دور ۽ آپيشاهي جو دوران پهچايو ويو ان جو "ازالو" ۽ "تدارڪ" نہ تہ اڃا تائين ٿي سگهيو آهي تہ نہ ئي ويجهي مستقبل ۾ ان جو ڪو امڪان ئي نظر اچي رهيو آهي.

جاگرافيائي قومي وحدتن کي ختم ڪري "ون يونٽ" مڙهڻ جو مقصد ئي اهو هو تہ هتان جي ڌرتي ڌڻين، اصل رهواسين ۽ عام ديس واسين جي شرڪت ۽ عملي ڪردار کي ملڪي معاملن ۾ "محدود" ڪري سگهجي تہ ان مان گڏوگڏ حڪومتي يا رياستي جبر ۽ ڏاڍ جي زور تي هتان جي قومين جي "مضبوط قومي احساس" ۽ جاندار حيثيت کي چٿي انهن جي مقابلي ۾ اهڙين قوتن کي مضبوط بڻائجي جيڪي مستقل بنيادن تي مستقل مفاد قوتن ۽ حڪمرانن جا پانهن ٻيلي بڻجڻ جي لاءِ مجبور يا راضي هجن.

سنڌ جي اهم شهرن، خاص ڪري ڪراچي مان سنڌي زبان ۾ تعليم ڏيندڙ ادارن کي ختم ڪيو ويو، سنڌي زبان جي سرڪاري حيثيت کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو ويو، سنڌ جون لکين ايڪڙ زمينون انعام ۽ نيلام جي نالي ۾ ٻين صوبن جي فوجي ۽ غير فوجي آفيسرن، عملدارن ۽ اهلڪارن جي حوالي ڪيون ويون. بلوچستان جي قدرتي وسيلن تي قبضو ڪرڻ جي لاءِ اتان جي "قومي قيادت" ۽ مزاحمتي قومي تحريڪ جي خلاف مسلح آپريشن شروع ڪيو ويو اهڙي طرح بنگال ۽ پختون خواه صوبن ۾ پڻ اتان جي ڌرتي ڌڻين سان ناانصافي ڪرڻ ۾ ڪا بہ ڪسر نہ ڇڏي وئي.

سانگهڙ، ٿرپارڪر، نوابشاهہ، ڏهرڪي، گهوٽڪي ۽ ٻين ضلعن جي لکين ايڪڙ زمين اتان جي مقامي بي زمين هارين کي ڏيڻ جي بدران اهڙن رياستي ادارن جي عملدارن ۽ اهلڪارن جي حوالي ڪئي وئي جيڪي اها لکين ايڪڙ زمين آباد ڪرڻ لاءِ "عام هاري" بہ پنهنجي اباڻي صوبي يا علائقي مان وٺي آيا.

حڪومت اهڙن نون آبادڪارن کي اُهي زمينون آباد ڪرڻ لاءِ ترجيحي بنيادن تي سهولتون فراهم ڪيون ۽ اهڙي طرح سنڌ جي شهري ڳوٺاڻي آباديءَ جي "توازن" ۽ "تشخص" يا "سڃاڻپ" ۽ حيثيت کي بگاڙيو ۽ تباهہ ڪيو ويو. سنڌ جي ڳوٺاڻن علائقن ۾ نوان "چڪ" قائم ڪيا ويا. جن جي سرپرستي ۽ حفاظت ڪرڻ لاءِ پڻ انتظام ڪيا ويا.

اهڙي طرح ڪراچي ۽ ٻين وڏن شهرن ۾ "صنعتون" ۽ ڪاروباري ادارا قائم ڪري ٻين علائقن مان "افرادي قوت" ۽ "مزدور" گهرائي. انهن اهم شهرن جي نہ صرف مقامي ۽ اصلي آبادي کي اقليت ۾ تبديل ڪيو ويو پر ڌرتي ڌڻين کي اهم علائقن مان آهستي آهستي نيڪالي ڏني زمين جي لکين ايڪڙ ايراضيءَ تي قبضا ڄمائي هائوسنگ سوسائٽيون بہ ناهيون ويون تہ "ڪچيون آباديون" جو ڪينسر پڻ متعارف ڪرايو ويو. اهڙي طرح سنڌ جي "قومي وحدت"، سڃاڻپ ۽ سياسي توڙي ممڪنہ "مزاحمت" کي بروقت منهن ڏيڻ لاءِ بندوبست ڪيا ويا. سنڌ جي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ آباديءَ جي "توازن" کي تبديل ڪرڻ ۾ جيڪو "هاچيڪار" ۽ بنيادي ڪردار ايوبي آمريت ادا ڪيو اسان اڄ تائين ان "ڄار" ۾ اهڙا تہ ڦاٿل آهيون جو ان جي بد ۽ منفي اثرن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ ڪابہ "متحرڪ" حڪمت عملي اختيار نہ ڪري سگهيا آهيون جڏهن تہ چڱو موچارو وقت گذرڻ کان پوءِ پنهنجي "قومي گرفت" کي ان حد تائين سگهارو نہ بنائي سگهيا آهيون جنهن جي "ٻل" تي انعام ۽ نيلام ۾ ڏنل زمينن جي "معرفت" لڏي آيل لکين خاندان اسان کان "ڇرڪندا" هجن يا پاڻ هتان ڇڏي وڃڻ جو رستو اختيار ڪرڻ بهتر سمجهن.

اسان کي اهو نہ وسارڻ گهرجي تہ انهن لڏي آيل لکين خاندانن جا گهڻ ۾ گهڻ بہ ٽي، نسل هتي ٿي چڪا. "پليا" ۽ جوان ٿيا آهن. ان ڪري انهن ڏانهن اسانجو رويو ڪهڙو هجڻ گهرجي؟؟ انهن جو پنهنجو ردعمل يا موقف يا ممڪنہ ڪردار ڪهڙو ۽ ڪيستائين موثر ٿي سگهي ٿو تہ ان سان گڏوگڏ حڪومت ۽ رياستي ادارن جي روين ۽ ڪردار کي پڻ نظرانداز نٿو ڪري سگهجي. ان ڪري ان اهم قومي سوال تي اسانجو گڏيل اهو موقف تہ "انعام ۽ نيلام ۾ ڏنل سيئي زمينون واپس وٺي ٻي زمين سنڌي هارين کي ڏنيون وڃن" درست هجڻ جي باوجود ان اختيار ڪيل موقف جي "عملي نفاذ" سان ڳنڍيل ٻين مسئلن جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ پڻ ضروري آهي.

انعام ۽ نيلام ۾ زمين حاصل ڪندڙ عملدارن ۽ اهلڪارن ان کان پوءِ جيڪي ٻيون زمينون مقامي زميندارن کان خريد ڪيون آهن. انهن جي باري ۾ ڪهڙو موقف اختيار ڪجي؟؟ يا ماضي ۾ لڏي آيل مرحوم "ابن_ڏاڏن" جي نئين نسل ڏانهن اسانجو رويو ڪهڙو هئڻ گهرجي؟؟ انهن سوالن جي اهميت ان ڪري آهي ڇاڪاڻ جو اهڙا خاندان ايڪڙ_ٻيڪڙ يا سَون جي تعداد ۾ نہ پر لکن جي تعداد ۾ آهن ۽ انهن خاندانن کي هن وقت بہ طاقتور رياستي ادارن جي سرپرستي حاصل آهي.

اسانجي پنهنجي قومي تحريڪ ڪيتري مضبوط آهي؟؟ يا مستقبل ۾ ڪيتري مضبوط ٿي سگهي ٿي؟؟ اسانجي بدقسمتي اها آهي جو ماضيءَ جي

62_60 سالن جي دوران سنڌ جي آباديءَ جي توازن کي جنھن پيماني تي تبديل ڪيو ويو آھي اسانجي قومي تحريڪ بہ ان "تناسب" سان ئي ڪمزور رھي آھي.

ان ڪانسواءِ ھارين، مزدورن، ڳوٺاڻن، ملازمن ۽ غريب شھرين جي ڀرپور شرڪت ۽ ھڪ ٻئي سان تعاون ڪانسواءِ ٽٽڪھاڙي قومي تحريڪ ڪيئن ھلائي سگھبي؟؟ سنڌ ۾ "ھاري" ڪير آھن. انھن جا ممڪنہ اتحادي "مزدور" ۽ ملازم ڪير آھن؟؟ انھن سگھارين ڌرين ۾ "اتحادي قوتن" کي ڪھڙن بنيادن تي ويجھو آڻي سگھجي ٿو؟؟ ان طرف ڪنھن جماعت ڪيترو سنجيدگي سان ڌيان ڏنو آھي؟؟ زميني حقيقتون ھن وقت ڪھڙيون آھن؟؟

اھي اھڙا بنيادي مسئلا آھن، جن جي "چنڊڇاڻ" ڪرڻ ۽ اھڙو متفق سگھارو موقف اختيار ڪرڻ جي ضرورت آھي جيڪو "قابلِ عمل" ھجي.

افسوس اھو آھي جو جنھن وقت سانگھڙ ۾ مکي ڍنڊ/ٻيلي جون زمينون توڙي ڏھرڪي گھوٽڪي ۽ ٻين ضلعن جون اھم زمينون انعام ۽ نيلام ۾ ڏنيون پئي ويون، ان وقت ان ظلم ۽ ويساھ گھاتي جي خلاف حيدربخش جتوئي، غلام محمد لغاري، قاضي فيض محمد، جي ايم سيد، مير محمد ٽالپر، رسول بخش پليجي ۽ چند ساٿين کان سواءِ ڪنھن بہ مخالفت ۽ مزاحمت نہ ڪئي. سنڌ جا سمورا روايتي جاگيردار، وڏيرا ۽ "سياسي بازيگر" ان وقت خاموش تماشائي رھيا.

حيدربخش جتوئي ۽ ساٿين بروقت مخالفت ۽ مزاحمت ڪئي ۽ کين جيل موڪليو ويو.

اُن وقت رياستي ادارن جي نظر ۾ جيترا ڏوھاري حيدربخش جتوئي، غلام محمد لغاري، قاضي فيض محمد، شيخ اياز ۽ سنڌ ھاري ڪميٽي وارا ھئا ٻيو ڪير بہ نہ ھو. ڇاڪاڻ جو رياستي ادارن کي سنڌن "اھم منصوبن جي اھميت" جو بہ احساس ھو تہ سنڌ جا اصلي مزاحمتي اڳواڻ پڻ سنڌن اکين ۾ چُڀي رھيا ھئا. اھو ئي سبب آھي جو حيدربخش جتوئي، غلام محمد لغاري ۽ ڪامريڊ مير محمد ٽالپر، ايوبي آپيشاھي جي دور ۾ گھڻو وقت جيل ۾ قيد رکيا ويا.

اھو درست آھي تہ سنڌ جون زمينون غيرن جي حوالي ڪرڻ جي خلاف مزاحمت جي عيوض مانڌل شر، الھ بچائي مرٽاس، رسول بخش پليجي، حفيظ قريشي، فاضل راھو پڻ جيل ڪاٽيا ۽ تشدد برداشت ڪيو پر ان ڏس ۾ بروقت جن اڳواڻن مزاحمت ڪئي، انھن کي خراج تحسين پيش نہ ڪرڻ ناانصافي ٿيندي. ڇاڪاڻ جو ايوبي مارشلا جي سختي ھن ملڪ جي تاريخ جو "سياھ ترين" باب آھي. مارشلا جي ان سخت ترين دور ۾ رياستي ادارن کي چيلينج ڪرڻ ۽ حڪمرانن جي مزاحمت ڪرڻ "ٻارن جي راند" نہ ھئي.

حيدربخش جتوئي تہ واقعي پنھنجو مٽ پاڻ ھو پر ڪاڏي جا ڪپڙا پائيندڙ "ٽانگو" ڪامريڊ غلام محمد لغاري ۽ ڪامريڊ مير محمد پڻ پنھنجو مثال پاڻ ھئا.

اھو درست آھي تہ مارشلائون پوءِ بہ لڳيون، ظلم پوءِ بہ ٿيا تہ ڪيترائي مزاحمت ڪندڙ اڳواڻ پڻ حالتن جو بھادريءَ سان مقابلو ڪندا رھيا. پر ايوبي آمريت جي 11 سالن جي دوران قومين، خاص ڪري سنڌ، بلوچستان ۽ بنگال سان

جيڪي ويساھ گھاتيون ڪيون ويون ۽ جھڙي جبر ۽ ڏاڍ سان "قومي وحدت"، قومي سجاڳيءَ ۽ قومي حيثيت کي ڪمزور ڪيو ويو. ان جو ازالو، علاج ۽ تدارڪ ڪرڻ ايترو سولو نہ آھي جيتري ان باري ۾ "نعري بازي" ڪرڻ آسان آھي.

ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ 21 مئي 1970ع تي انتقال ڪيو. اُن سال 5 مئي تي ڪامريڊ پنھنجن ويجھن ساٿين کي سندس حيدر چوڪ حيدرآباد واري رھائش تي گھرايو ھو. ڪامريڊ تہ ڏاڍو ڪمزور ۽ بيمار ھو. ڪامريڊ سوڀو گيانچندانيءَ انھن ڏينھن ۾ ڪامريڊ جتوئي کان "آخري انٽرويو" ورتي رھيو ھو. جڏھن تہ مرحوم جو وڏو فرزند "دادن جتوئي" پنھنجي قابلِ فخر والد جي پرگھور ۾ مدد ڪرڻ ۾ مصروف ھو.

مون کي پڻ ان آخري گڏجاڻيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ جو شرف حاصل آھي ۽ ان کان پوءِ جڏھن 21 ـ مئي تي مرحوم جي جنازي جي جلوس ۾ شريڪ ھئاسين تہ سچ پچ مسلسل جدوجھد جي ھن علامتي ڪردار سيني جي جيءَ کي جھوري ڇڏيو ھو.

مون کي ياد آھي تہ غلام شاھ ڪلھوڙي واري قبرستان ۾ جڏھن بلوچستان جا قومي اڳواڻ خيربخش مري ۽ شير محمد مري (جنرل شيروف) آيا ھئا تہ ڪيڏا نہ ڏکويل ۽ اداس ھئا...!!!

ڪامريڊ غلام محمد لغاري، ميرپورخاص ۾ پنھنجي گھر جي ھڪ ڪمري ۾ مارڪس ۽ اينگلس جون وڏيون باريش تصويرون فريم ڪرائي لڳايون ھيون. ڪامريڊ کان جڏھن پنھنجا ويجھا عزيز يا ورڪر ساٿي اھو پڇندا ھئا تہ "ھيءَ ڪنھن جون تصويرون آھن"؟ تہ لغاري صاحب کين چوندو ھو تہ "پنھنجا اصلي وڏا اھي ئي آھن"...!!

جڏھن آءٌ انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشوري ۾ پڙھندو ھوس ۽ ھڪ پيري جڏھن ڪنھن جلسي ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ علي اڪبر بروھي، مير ٿيٻي ۽ احمد خان ملڪاڻي سان گڏ ميرپورخاص ويا ھئاسين ۽ جڏھن جلسي کان فارغ ٿي، ڪامريڊ لغاريءَ جي اوطاق واري ڪمري ۾ ماني کائي، آرام ڪرڻ جو وقت آيو تہ علي اڪبر بروھي جيڪو جلسي ۾ "پينٽ" پائي شريڪ ٿيو ھو. اُن پنھنجي لاءِ "شلوار" جي تقاضا ڪئي. علي اڪبر بروھي ڏاڍو دلچسپ ماڻھو آھي. پر ننڍڙي قد جو آھي. سندس قد آھر شلوار ھاڻي رات جو

ڪٿان اچي؟؟ مون ڪيس جڏھن وھاڻي جي ڇَوَ لاھي پائڻ لاءِ ڏني تہ سڀ دوست کل نہ روڪي سگھيا. ھمراھ ايترو ناراض ٿيو جو ھڪ مھيني تائين مون سان نہ ڳالھايائين. ڏاڍو دلبر ماڻھو آھي. نوڪري مان رٽائر ڪرڻ کان پوءِ اڄڪلھ حيدرآباد ۾ وڪالت ڪري رھيو آھي.

محترم يوسف لغاري سنڌ جو چاتل سڃاتل ڪردار آھي، جڏھن تہ ايوب لغاري پڻ ڪامريڊ لغاري جي خاندان جو فرد آھي. S.N.S.F جو جنرل سيڪريٽري بہ رھيو. تمام سٺو ورڪر رھيو آھي. اسلم لغاري، تاج رند، ديدار بلوچ، ابوبڪر رند، عزيز مھراڻوي، ساغر سميجو پڻ ان دور ۾ سُٺا شاگرد اڳواڻ رھيا ھنن جو ميرپورخاص

سان تعلق هو.

تاج رند. قد جو ايترو "مختصر" آهي جو ڪيترائي ڀيرا ڪيس پوليس "ٻار" سمجهي گرفتار نہ ڪندي هئي. انتهائي ذهين سلجهيو ۽ باڪردار نوجوان هو. يونيورسٽي مان انگلش ۾ M.A پاس ڪيائين. ميرپورخاص ۽ اڄڪلهہ حيدرآباد ۾ سرڪاري نوڪري ڪري رهيو آهي. انتهائي "منڙو" ماڻهو آهي سگهاري ۾ پڻ سرگرمي سان حصو وٺي رهيو آهي.

ضياءالحق واري ڪاري دؤر ۾ جڏهن سياسي سرگرمين ۽ اخبارن تي پابندي هئي تہ ان دور ۾ بہ ڪامريڊ جام ساقي روپوش رهندو هو. پر روپوشي جي دوران "هلچل" جي نالي سان "ماهوار" يا 15 روزه اخبار سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ ۾ پهچندي هئي. ان سڄي اخبار جو مواد ۽ ڇپائي جو انتظام ۽ هر هنڌ پهچائڻ جي نگراني ڪرڻ ڪامريڊ جام جي حوالي ٿيل هئي. جڏهن تہ ان گڏ ٿيل مواد کي "اخباري شڪل" ڏيڻ جو ڪم مرحوم انور پيرزادو ۽ آءٌ گڏجي ڪندا هئاسين. ان دوران ڪڏهن ڪڏهن اسان ٻنهي جي ملاقات ڪامريڊ امام علي نازش سان بہ ٿيندي هئي. ڪامريڊ جام جڏهن بوري ۾ يا ڪنهن "بي سُري" بيگ ۾ ڇپيل اخبار گهليندو ايندو هو تہ سچ پچ ڪامريڊ تي ڏاڍو رحم ايندو هو.

ڪامريڊ نازش. چانهہ بنا کير واري صرف پتي واري پيئندو هو. کيس دم ۽ سيني جي بيماري بہ هئي. ڪم جي باري ۾ ڏاڍو ذميدار ۽ حساس هوندو هو. جڏهن ڪامريڊ جام کي حيدرآباد مان اقبال ميمڻ جي جاءِ تان گرفتار ڪيو ويو هو. تہ ڪامريڊ نازش سخت پريشان هو. بار بار اها ڳالهہ ورجائي رهيو هو تہ "مون ڪامريڊ جام کي ڏاڍي تاڪيد ڪئي هئي تہ توکي ڪنهن بہ حالت ۾ گرفتار نہ ٿيڻو آهي. پر پوءِ بہ هو اقبال ميمڻ جهڙي سنڌس ويجهي ۽ مشهور دوست وٽ گهر آخر چو ويو؟؟

ڪامريڊ امام علي. سان آءٌ بہ ٽي دفعا. ڪراچيءَ واري "اوجها سينيٽوريم" ۾ پڻ مليو ويو هوس. جتي هڪ بہ ڀيرا امداد قاضي صاحب سان پڻ ملاقات ٿي هئي. ڪامريڊ نازش سان سياسي ۽ نظرياتي اختلاف ڪنهن کي بہ ٿي سگهن ٿا پر سچ پچ تہ هيءُ هڪ مخلص. ايماندار ۽ پنهنجي نظرئي سان سچو رهندڙ "عملي" انسان هو.

انور پيرزادو. لکيل پڙهيل ۽ ذهين دانشور هو. پر عملي سياست ۾ سرگرم نہ هو ۽ نہ ئي مستقل مزاجيءَ سان شاعري. نثر نويسي ۽ ادب ڏانهن گهڻو وقت ڏنائين نہ تہ سچ پچ هيءُ شخص "ذهني لحاظ" کان ان سلسلي ۾ سگهارو ڪردار ادا ڪرڻ جي قابل هو. ممڪن آهي تہ سنڌس مجموعي حالتن ان ميدان ۾ کيس "مهلت" نہ ڏني هجي. بهرحال "ٿورو لکڻ" جي باوجود انور جيڪو ڪجهہ لکيو آهي. اهو سنڌ جي ادب ۽ تاريخ لاءِ انتهائي اهم ۽ انفرادي تخليقي نقطہ نظر آهي.

# تحفظ، بچاءُ ۽ نجات فقط ہين سان گڏ حاصل ٿي سگهي ٿي

گذريل ٽيهن چاليهن سالن جي دور تي نظر ڊوڙائبي تہ اهو محسوس ٿيندو تہ سنڌي زبان ۾ ڪامياب ۽ سني شاعري ڪندڙ اڪثر شاعرن جو تعلق "استاد" برادريءَ سان آهي. هن وقت بہ جيڪي برک سنڌي شاعر آهن. انهن ۾ چڱو تعداد "استادن" جو ئي آهي.

"شاعري" جون پنهنجون "ضرورتون" آهن. شاعري پنهنجي جاءِ تي شعوري ۽ تخليقي عمل آهي پر ان لاءِ بہ ڪجھ ضابطا، پابنديون ۽ حدبنديون آهن. جن کان گهڻو ڪري "استاد" وڌيڪ واقف آهن.

اهو درست آهي تہ معاشي ۽ سماجي مسئلن جي ڪري سمورو معاشرو زوال، پيچ ڊاهہ ۽ منفي روين جي ور چڙهيل آهي پر ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ "پڙهڻ" ۽ "ڪڙهڻ" کان ڪنهن بہ ڪنهن کي روڪيو نہ آهي. ان ڪري اها شاعري جنهن جو بنياد "معاشري" جا "مسئلا"، "مونجهارا" ۽ "ڪيفيت" هجي، اها شاعري نوجوانن ۽ عوام ۾ مقبوليت ماڻي ٿي.

محترم سائين استاد احمد شاهہ بخاري، نوابشاهہ گورنمينٽ ڪاليج ۾ "سنڌي" سبجيڪٽ جو استاد هو. انتهائي دلچسپ طبيعت جو مالڪ هو. ڪاليج ۾ هڪ دفعي، اسان سيني شاگردن کي چيائين تہ "پنهنجي زندگيءَ جي يادگير ڏينهن تي مضمون لکي اچو". پري انجنيئرنگ ۽ پري ميڊيڪل جي سيني سنڌي شاگردن جڏهن پنهنجا پنهنجا مضمون لکي سائينءَ جي حوالي ڪيا ۽ جڏهن ٻئي ڏينهن تي سيني کان سٺو مضمون لکندڙ شاگردن جي نالي جو هر ڪنهن کي انتظار هو تہ سائين ڪلاس ۾ منهنجو نالو پڪاري اٿي بيهڻ لاءِ چيو. منهنجو مضمون سائين کي ڏاڍو پسند آيو. ان ڪانپوءِ ڪڏهن ڪڏهن سائين مون وٽ پاڻ منهنجي ڪمري تي اچڻ جو قرب بہ ڪندا هئا. آءٌ عيد گاهہ جي هڪ پاسي ۾ نهيل ٻن ڪمرن واري رهائشگاهہ ۾ رهندو هوس.

سائين انتهائي پنهنجائپ وارو، مخلص ۽ سنئون سڌو انسان هو.

انهن ڏينهن ۾ هڪ طرف قومپرست ۽ ترقي پسند اديبن شاعرن ۽ ليکڪن جو گروپ هوندو هو تہ ٻئي طرف رجعت پرست ۽ مذهبي اديبن ۽ شاعرن جو هڪ "مختصر" گروپ پڻ هو. جنهن جي اڳواڻي مهراڻ اخبار جو ايڊيٽر مرحوم سردار علي شاهہ ڪري رهيو هو. جڏهن تہ قومپرست ۽ ترقي پسند گروپ جي "سجاڳپ" شيخ اياز، رشيد ڀٽي، نياز همايوني، ڊاڪٽر تنوير عباسي ۽ "روح رهاڻ" وارو "حلقو" ڪري رهيو هو.

سائين استاد احمد شاهہ بخاري چوندو هو تہ "منهنجو ڪنهن بہ گروپ سان تعلق نہ آهي. آءٌ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ سان گڏ آهيان. يعني "لبرل".

مرحوم استاد بخاري جي شاعري اڄ "جهر جهنگ" ۾ ڳائجي ۽ جهونگارجي رهي آهي. گورنمينٽ ڪاليج نوابشاهه ۾ اردو سبجيڪٽ جي استاد هڪ ڏينهن اسان کي پڙهائيندي چيو ته "اوهان کي ڪو بہ سوال ڪرڻو هجي يا اردو زبان جي باري ۾ ڪجهہ بہ پڇڻو هجي ته بنا رک رڪاءَ ۽ هٻڪ جي پڇندا ڪيو". سُنو ۽ محنتي استاد هو. مون ڪانئس سوال ڪيو ته "سائين "دٻڪي" کي اردوءَ ۾ ڇا چوندا آهن؟؟" منهنجي سوال جي جواب ۾ سائين وضاحت ڳهري ته "اهاس دٻڪي ڇا ٿيندي آهي؟" مون ڪيس "دٻڪي" جو استعمال ٻڌايو ته محترم سائين اردو زبان ۾ ان جو ڪو بہ "قابل اطمينان" لفظ نہ ٻڌائي سگهيو. "دٻڪي" ڪانسواءِ ممڪن آهي تہ ٻيا بہ ڪيترائي اهڙا لفظ هجن، جن جا سئو سيڪڙو اطمينان بخش لفظ اردو زبان ۾ نہ هجن. اهڙي طرح ممڪن آهي تہ اردو زبان ۾ ڪي اهڙا لفظ هجن جن جي لاءِ اطمينان بخش لفظ "سنڌي" زبان ۾ نہ هجن. ان کي ڪنهن بہ زبان جي ڪمزوري، گهٽتائي يا عيب نہ سمجهڻ گهرجي.

"هر هڪ زبان جو هر هڪ لفظ ۽ هر هڪ جملو ماضيءَ جي سيني انساني نسلن جو گڏ ٿيل تجربو آهي".

"زبان جي مدد سان بار انساني ثقافت جي دولت ۾ شامل ٿي ويندو آهي".

"زبان معاشرتي زندگي جي پيداوار آهي. انسان جي معاشرتي سرگرميءَ جو تصور زبان کانسواءِ ناقابل تصور آهي".

"زبان، انساني سرگرمي کي اشتراڪي يعني گڏيل يا اجتماعي رُخ ڏيڻ جي عمل جي شروعات کي ظاهر ڪري ٿي".

"ٻولي يا زبان "اظهار راءِ" جو هڪ ذريعو آهن".

"محنت ۽ زبان ماڻهوءَ کي انسان بنايو آهي".

"سڀئي زبانون سٺيون، مٺيون ۽ شاندار آهن ۽ سڄي انساني برادريءَ جو گڏيل سرمايو آهن".

مشهور شاعر ۽ ليکڪ مرحوم قمر شهباز جو تعلق بہ نوابشاهہ سان هو. سندس هڪ پاڙيچو يا ويجهو عزيز نوجوان بشير ٻگهيو جيڪو پڻ استاد هو. سنڌي زبان ۾ سٺي شاعري ڪندو هو.

نوابشاهہ ۾ سائين عبدالحڪيم ارشد، موري ۾ سائين راشد مورائي، سڪرنڊ ۾ مير محمد پيرزادو، استاد رحيم بخش "قمر" ۽ سائين محمد رمضان لاشاري يعني "بردي سنڌي" جو تعلق بہ نوابشاهہ سان هو/آهي، پر نور محمد عباسي جيڪو "نور عباسي" جي نالي سان ڪنهن زماني ۾ "واٽ ويندي" ڪالم لکندو هو، نوابشاهہ جي يادگار ۽ دلچسپ شخصيتن مان هڪ هو.

مرحوم نور عباسي ۽ عبدالخالق آزاد ڪنهن زماني ۾ ڪميونسٽ تحريڪ جا سرگرم ڪارڪن هوندا هئا. جيڪي بعد ۾ ان تحريڪ ۾ سرگرم تہ نہ رهيا پر پوءِ بہ "جيئڻ ڪاڻ جيڏيون مون وڏا وس ڪيا" مطابق ڪڇهرين جا ڪوڏيا هئا.

نور عباسي هڪ ڪتاب/ناول چمڙي جا واپاري، لکيو. مزاحيہ شاعري بہ

ڪيائين تہ سبق آموز ڪالم بہ لکيائين.

ايوب خان جي دور ۾ جڏهن چار آنا ڪنڊ مهانگي ٿي هئي تہ ان موقعي تي نور عباسي لکيو هو تہ "قدرت جو پنهنجو قانون آهي. ڪنهن کي تہ ڪنڊ کائڻ لاءِ نٿي ملي تہ ڪنهن کي وري پيشاب مان پئي نڪري...!!"

سچ پچ تہ دنيا وانگر، سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ انيڪ ذهين، ٻار، شاگرد، نوجوان، ڳوناٺا توڙي شهري گمنام زندگي صرف ان ڪري گذاري رهيا آهن جو هنن کي پنهنجين صلاحيتن کي "نکارڻ"، نروار ڪرڻ، سگهارو ۽ پختو ڪرڻ، اظهار ڪرڻ ۽ ڪتب آڻڻ جا موقعا ميسر نہ ٿي رهيا آهن. اها ڪيڏي نہ زيادتي آهي جو هزارين، لکين اهڙا "ذهن" ايئن برباد ٿيندا رهيا آهن.

انسان جي سمجهہ يا شعور، هن جي سوچن، احساسن، جذبن، تصورن، خيالن ۽ ارادن جي مجموعي جو نالو آهي.

شعور يا سمجهہ اعليٰ پيماني تي منظم ٿيل انساني دماغ (مادي) جي پيداوار آهي. جنهن جو جوهر خارجي حقيقتن (حالتن، ماحول) جي اولڙي يا عڪس کڻڻ ۾ سمايل ٿئي ٿو.

انسان مختلف ۽ الڳ الڳ مادي شين ۽ لقائن جي اولڙن يا عڪسن کي پاڻ ۾ ملائي ۽ ڳنڍي بہ هڪ نئين شئي، هڪ نئون خيال پيدا ڪري سگهي ٿو. مطلب تہ شعور انسان جي ماحول سان اٽوٽ رشتي ۾ ٻڌل ٿئي ٿو. اهو ماحول کان اثر وٺڻ کانسواءِ پيدا ٿي نٿو سگهي.

"اسانجي سموري ذهني ۽ روحاني دنيا، انسان جي دماغ جي دم سان آباد آهي. اها دماغ اندر ٿيندڙ حياتياتي عملن تي ٻيٺل آهي. جديد سائنس بہ ان ڳالهہ جي تصديق ڪئي آهي تہ هن ڌرتي تي انساني دماغ کانسواءِ ٻيو ڪو بہ سوچيندڙ عضوو نہ آهي. سموري ذهني سرگرمي، ڪن خاص مادي عملن تي ٻيٺل ٿئي ٿي، جيڪي دماغ ۾ اندر ٿين ٿا. انهن عملن کي حياتياتي عمل Physiological Processes چيو وڃي ٿو. انهن دماغي عملن ۾ ڪنهن بہ قسم جي رنڊڪ، ڪنهن بيماري وگهي دماغي نقص، دماغ جو زخم وغيره انسان جي سوچڻ جي صلاحيت کي مُنڊو ڪري ڇڏيندا آهن. دماغ ۽ ان ۾ اندر ٿيندڙ حياتياتي عمل ئي انساني شعور يا سمجهہ جو بنياد آهن".

"هڪ انسان جي خودشناسي سماجي زندگيءَ جي اثر هيٺ ئي نهي ٿي جيڪا هڪ انسان کان اها گهر ڪري ٿي تہ هو پنهنجي ورتاءَ تي ضابطو رکي ۽ پنهنجن ڪمن ڪارين لاءِ "ذميداري" محسوس ڪري".

"انسان جو سماجي عمل ئي سچ جي سچائيءَ جو معيار هوندو آهي".

"انساني ذهن جي پروڙڻ وارين صلاحيتن جو ڪو ڇيهہ ئي ڪونهي".

"انسان جا خيال اردگرد ماحول ۾ موجود شين جي عمل ۽ ردعمل جي اثر هيٺ پيدا ٿين ٿا".

"تخليقي عمل جي دوران انسان جي خود پنهنجي نئين سر تشڪيل بہ ٿئي ٿي تہ سندس صلاحيتن جي ارتقا پڻ ٿئي ٿي".

"انساني سماج مجموعي طور تي مرڪب آهي. اقتصادي زندگي ۽ سياسي زندگيءَ جو". يعني "سياسي زندگي، اقتصادي زندگيءَ جي هڪ پيداوار آهي".

"ماڻهو هڪ فعال ۽ بي آرام عنصر آهي جيڪو دنيا ۾ تبديليون آڻي سگهي ٿو". "ماحول کي ماڻهو پيدا ڪري ٿو، ان ڪري مهذب ماڻهو پنهنجي پيداوار پاڻ آهي. جتي ماڻهوءَ تي ماحول جو اثر پوي ٿو، اتي ماڻهو ماحول کي، سماجي نظام کي بدلائي بہ سگهي ٿو ۽ نتيجي طور ماڻهو خود پاڻ کي بہ بدلائي سگهي ٿو".

"جيڪڏهن سماج بدلجي ٿو تہ ماڻهو بہ ضرور بدلجندو".

"اسان جا هٿ ۽ آڱريون اسانجي ڪم جا اوزار آهن. اهڙي طرح سوچ بہ اسان جي ڪم جو اوزار آهي. جيڪڏهن اسان جون آڱريون هميشہ نازڪ ڪم ڪرڻ جي لائق نہ آهن تہ ساڳي حالت اسان جي مغز جي بہ آهي". "خيال جي ترقي بہ ساڳيءَ طرح ايئن ٿئي ٿي جهڙي طرح هٿ جي ڪم جي ٿئي ٿي".

"انقلابي دور نہ تہ پنهنجو پاڻ ايندا آهن تہ نہ ئي سولائيءَ سان ايندا آهن. ترقيءَ جي قيمت "جدوجهد" آهي".

اسان کي اهو نہ وسارڻ گهرجي تہ "قانون حڪمران طبقي جي مرضيءَ کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي. جنهن کي دستور جي شڪل ۾ "تبرڪ" طور محفوظ ڪيو ويندو آهي". جڏهن تہ "طبقاتي معاشري م جمهوريت ڪنهن نہ ڪنهن طبقي جي آمريت هوندي آهي".

"هر معاشرو اخلاق پيدا ڪندو آهي ۽ ان جو بچاءُ بہ ڪندو آهي".

"هر طبقاتي معاشري ۾ اخلاق جو ڪردار بہ طبقاتي هوندو آهي ۽ حڪمران طبقي جو اخلاق غالب هوندو آهي".

انهن سڀني حقيقتن کي نظر ۾ رکبو تہ اها حقيقت قبول ڪرڻي پوندي تہ جيڪڏهن اسان واقعي هن معاشري کي صحتمند، عوام دوست، ۽ ڦرلٽ کان آزاد معاشري م تبديل ڪرڻ لاءِ سنجيده آهيون تہ پوءِ اسان کي "سياست" ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪرڻو پوندو. هڪ نظرياتي انقلابي جماعت جي قيادت هيٺ جدوجهد ڪرڻي پوندي تہ جيئن انساني سماج کي صحتمند بنيادن تي منظم ڪرڻ سگهجي.

"معاشري کي عقلي منصوبابندي جي بنيادن تي ترتيب ڏئي، سائنس ۽ ٽيڪنالاجي کي ذاتي منافعي ڪمائڻ لاءِ استعمال ڪرڻ جي بدران انساني برادريءَ جي گهرجن ۽ ضرورتن سان نهڪندڙ انتظام ڪري اسان سموري انسانيت ۽ پنهنجو پاڻ لاءِ معاون تبديلي آڻي سگهون ٿا".

قومي حق ۽ بنيادي انساني حق، هاڻي حد بندين جا محتاج نہ رهيا آهن. ڇاڪاڻ جو سڄي دنيا م سموري انساني برادري تمام تيزيءَ سان هڪ ساڳي "لڙهي" يا ساڳي "هار" يا ساڳي "گلدستي" ۾ هڪٻئي سان جُڙي هڪٻئي جو حصو بڻجي رهي آهي. مٽي پاڻيءَ جا ذخيرا جتي ڪٿي گهٽجي رهيا آهن. فضائي، آبي ۽ ماحولياتي گدلاڻ هن ڌرتيءَ جي ماحول کي "چوڏاري" "جاندار دشمن" رخ م ڏکي

رهي آهي. انساني آبادي تمام تيزيءَ سان وڌي رهي آهي، سمونڊن جي سطح بلند ٿي رهي آهي. موسمن ۾ تبديلي اچي رهي آهي. زلزلا ۽ سامونڊي طوفان وڌي رهيا آهن.

انسان ڪٿي طوفاني بارشن، ٻوڏن ۽ قدرتي آفتن جو شڪار ٿي رهيا آهن ته ڪٿي پاڻيءَ جي اڻ هوند يا ڏڪار ڪان هزارين حياتيون وڃائي رهيا آهن. مجموعي طور تي جيڪڏهن ايئن چئجي ته "ڌرتيءَ تي رهندڙ سڀني جاندارن ۽ انسانن جي وجود کي خطرا وڪوڙي رهيا آهن ته ان ۾ ڪو به وڌاءُ نہ ٿيندو!!!"

انهن حالتن ۾ اسان ڪٿي بيٺا آهيون؟؟ حالتن جي تقاضا ڪهڙي آهي؟ اسان جا اتحادي ڪير ٿيڻ گهرجن؟؟ ان سلسلي ۾ اسان ان طرف ڪيترو ڌيان ڏنو آهي يا ڪهڙين ۽ ڪيترين موثر قوتن کي پنهنجو پاڻ ڏانهن قائل ڪري سگهيا آهيون؟؟ اهڙا بنيادي سوال آهن، جن کي نظر ۾ رکي فيصلا به ڪرڻ گهرجن ته عمل به ڪرڻ گهرجي ته ساڳي وقت حڪمت عملي به جوڙڻ گهرجي.

موجوده حالتن ۾ پنهنجو پاڻ کي دنيا ڪان جدا يا الڳ رکڻ ناممڪن آهي. گلوبل سطح تي ٿيندڙ "گهڻ رُخي" تبديلين کي نظرانداز ڪرڻ "خودڪشي" ڪرڻ جي برابر آهي. "سنڌ" دنيا جي لاءِ نئون نالو نہ آهي ۽ نہ ئي سنڌ ۽ سنڌوءَ جي اهميت ڪان ڪير ناواقف ۽ "اڻڄاڻ" آهي. ان ڪري اسان کي بہ ان اهميت ۽ ان احساس سان گلوبل سطح تي پنهنجا اتحادي ڳولهڻ ۽ انهن سان گڏجي قدم قدم سان ملائي اڳتي وڌڻ گهرجي.

"ماحولياتي تبديلين" ۾ صنعتي ملڪن، هٿيارن جو ڪاروبار ڪندڙ منافع خورن ۽ ملٽي نيشنل ڪمپنين جي محافظ ۽ چوڪيدار حڪمرانن جو وڏو هٿ آهي. جيڪي سڀني انسانن ۽ جاندار حيات کي تيزيءَ سان تباهي ڏانهن ڌڪي رهيا آهن. "انسان ڪُش" ماحولياتي تبديلين کي معمولي نہ سمجهڻ گهرجي ۽ نہ ئي انهن سان لاتعلقي جو رويو اختيار ڪرڻ درست ٿيندو.

سامونڊي پاڻي کي وڌي پئماني تي "منو" بنائڻ آسان نہ آهي. ان لاءِ گهربل "توانائي" وري هڪ ٻيو مسئلو آهي. اهڙي طرح هڪ مسئلو ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان وري ڪنهن نہ ڪنهن ٻئي اهم مسئلي سان ڳنڍيل آهي. ان ڪري ان سڄي صورتحال کي "نظرانداز ڪرڻ" جو رويو اختيار ڪرڻ يا انهن اهم بنيادي مسئلن کي "پنهنجو مسئلو نہ سمجهڻ" ڪنهن بہ طرح سنڌ دوستي ۽ عوام دوستي وارو رويو قرار نٿو ڏئي سگهجي.

سچي ڳالهہ اها آهي ته سرمائيداري ۽ سامراجي بلاڪ جي حڪمرانن ۽ محافظن اسان کي مذهبي، لساني ۽ علائقائي بنيادن تي نفرتون پيدا ڪري اهڙين "بدعتن" ۾ ڦاسائي "مفلوج" ڪري ڇڏيو آهي جو اسان کي نہ تہ پنهنجي ڌرتي ۽ پنهنجي وطن ۾ قومي ۽ انساني حق ملي رهيا آهن تہ نہ ئي ملڪي سطح تي ۽ گلوبل سطح تي ئي اسان ڪو موثر ڪردار ادا ڪرڻ ڏانهن ڌيان ڏئي رهيا آهيون.

ان ساڳي انسان ڪُش بلاڪ، دنيا جي مختلف حصن ۾ مختلف قسمن جا "بنيادپرست" پاڻ پيدا ڪيا آهن تہ "جيئن انسانن جي اجتماعي شعور، گڏيل

مزاحمت ۽ متبادل انسان دوست سماجي، اقتصادي ۽ معاشي نظام جي لاءِ ٿيندڙ جدوجهد کي ڪمزور رکي سگهجي ۽ پنهنجي قرلت کي جاري رکي سگهجي".

اهو درست آهي تہ "ميڊيا" بہ ان سلسلي ۾ "يرغمال" ٿيل آهي پر اها بہ حقيقت آهي تہ انٽرنيٽ جي دنيا ۾ انسان دوست قوتن سان رابطا ڪرڻ ناممڪن نہ آهي. ڪمپيوٽر ۽ انٽرنيٽ سان ڳنڍيل ٽيڪنالاجي جي مدد سان اسان موثر ڪردار ادا ڪرڻ جي قابل بڻجي سگهون ٿا ۽ پنهنجن اتحادي ۽ معاون قوتن کان سهڪار پڻ حاصل ڪري سگهون ٿا تہ هنن جا ٻانهن ٻيلي پڻ بڻجي سگهون ٿا.

اهو هاڻي هتان جي سيني قوم پرست، ترقي پسند ۽ انسان دوست قوتن تي ڇڏيل آهي تہ اُن سلسلي ۾ اهو ڪهڙو رستو ۽ رويو اختيار ڪرڻ کي ترجيح ڏين ٿا.

# ڪو بہ فعل تيستائين غيراخلاقي نہ آهي جيستائين هو ٻين ماڻهن لاءِ اذيت جو باعث نہ ٿو بڻجي

”ون يونٽ“ واري دور ۾ سنڌي زبان جي لاءِ نہ صرف سرڪاري ادارن، نيم سرڪاري ادارن، نجي ادارن ۽ تعليمي ادارن جا دروازا بند ڪيا ويا پر ون يونٽ کان اڳ واري حيثيت پڻ ختم ڪئي وئي. يعني جن ادارن ۾ ون يونٽ کان اول سنڌي زبان رائج هئي، انهن ادارن مان پڻ ”سنڌي زبان“ کي خارج ڪيو ويو.

سنڌ، پنجاب، بلوچستان ۽ پختونخواهہ صوبن جي جاگرافيائي حيثيت کي ختم ڪري ”مغربي پاڪستان“ جو نالو ڏنو ويو. جتي اردو زبان کي سرڪاري زبان جي حيثيت سان ”مڙهيو ويو. جڏهن تہ اوڀر پاڪستان جي شاگردن ۽ عوام جي احتجاج ۽ مزاحمت جي نتيجي ۾ ”بنگالي“ زبان کي اُتي جي سرڪاري زبان تسليم ڪيو ويو.

يحيٰ خان جي حڪومتي دور ۾ سنڌ جي شاگردن ۽ وطن دوست قوتن، جڏهن گڏجي ون يونٽ ختم ڪرڻ ۽ سنڌي زبان کي قومي ٻولي تسليم ڪري سنڌ جي سيني سرڪاري، غيرسرڪاري ادارن ۽ تعليمي ادارن ۾ رائج ڪرڻ ۽ مادري زبانن کي تعليم جو ذريعو بنائڻ لاءِ احتجاج تيز ڪرڻ جو فيصلو ڪيو تہ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي قيادت پڻ سڄي سنڌ ۾ برانچن کي اها هدايت ڪئي تہ اُهي سنڌ جي سيني ريلوي اسٽيشنس تي پاڻ انهن شهرن جا نالا سنڌي زبان ۾ بہ لکن.

اسان نوابشاهہ جا دوست گڏجي جڏهن ريلوي اسٽيشن تي سنڌي ۾ نالا لکڻ جي لاءِ پهتاسين تہ ان وقت نوابشاهہ ۾ پوليس جو مشهور ڊي ايس پي ”پڇل“ جوڻيجو جيڪو پوءِ لاڙڪاڻي ۾ مرحوم پنهنجي صاحب جي دور ۾ ايس پي پڻ ٿيو هو. اُهو ۽ جان محمد ناريجو ايس ايڇ او جنهن جو تعلق پڻ لاڙڪاڻي سان هو. اهي پنهنجي ”پوليس نفري“ سان گڏ اچي اتي پهتا. هنن جي نيت شايد، اسان کي گرفتار ڪرڻ جي هئي يا ڪين اهو ڊپ هو تہ متان ٻي ڪا ڏر اسان جي ان عمل جي خلاف ردعمل جو مظاهرو ڪري ۽ متان اسٽيشن تي ڪو اڻ وڻندڙ واقعو نہ ٿي پوي. پر اسان ڪين جڏهن هر طرح سان مطمئن ڪيو ۽ ڪين آخر ۾ اهو احساس بہ ڏياريو تہ ”ون يونٽ ٽٽڻ سان اسان کان وڌيڪ ”فورن فائدو“ هنن کي ئي ملندو“ ۽ سنڌي زبان جي قومي، سرڪاري ۽ مادري حيثيت بحال ٿيڻ سان بہ هنن جو پنهنجو مفاد بہ جُڙيل آهي تہ اُهي ٻئي آفيسر ”کلندا، خوش ٿيندا“ واپس موٽي ويا.

منظور حسين پنهنجي سُپيرير سول سروس جو امتحان پاس ڪرڻ کانپوءِ هن وقت ڪنهن اداري ۾ وڏي عهدي تي سُني ساک وارو آفيسر آهي. شاگرديءَ جي زماني ۾ هن جا ”هٿ اکر“ بہ سُٺا هوندا هئا تہ ڊرائنگ ۾ پڻ هوشيار هوندو هو. اسان رنگ ۽ برش خريد ڪري، سائين منظور حسين کي ڏاڪڻ تي بيهاري اسٽيشن جي

سيني حصن ۾ سنڌي زبان ۾ "نوابشاهه اسٽيشن" به لکرايو ته جيڪو ڪجهه اردو زبان ۾ لکيل هو. ان جو ترجمو ڪري سنڌي زبان ۾ به اهوئي لکرايو.

اهڙي طرح سنڌ جي وڏن توڙي ننڍن شهرن ۾ اها مهم ڪاميابيءَ سان مڪمل ڪئي وئي.

سنڌ ۽ بلوچستان جي هڪ اڳوڻي چيف سيڪريٽري محترم قلي بخش رند جو تعلق به نوابشاهه ضلعي جي سڪرنڊ تعلقي سان آهي. "ڪي بي رند" محنتي، هوشيار ۽ "ڪامياب" آفيسر رهيو آهي. سندس والد مرحوم غلام نبي رند پاڻ به نه صرف تَرَ جو چڱو، موچارو زميندار هو پر قلي بخش، گل محمد ۽ خاندان جي ويجهن نوجوانن کي تعليم پرائڻ جي سلسلي ۾ ذاتي دلچسپي وٺندو هو.

نوابشاهه سان واسطو رکندڙ سول سروسز ۾ هن وقت جيڪي بيا تجربيڪار ۽ سٺي ساک وارا آفيسر آهن انهن ۾ نذير حسين مهر، عبدالرزاق قريشي، محمد نصير خان جمالي، اشرف علي پتي ۽ منظور حسين پتي شامل آهن، جن جي پنهنجي ذاتي محنت ۽ همت به لائق تحسين آهي ته سندن والدين پڻ ان سلسلي ۾ قابل فخر آهن. جن مالي مشڪلاتن جي باوجود هنن جي هر طرح مدد ۽ همت افزائي ڪئي.

سنڌ ۾ اهڙا ڪيترائي آفيسر آهن جن جي والدين کي جَسُ هجي جو انهن تنگ دستي جي باوجود پنهنجي اولاد کي اهم عهدن تائين پهچائڻ کي هر حالت ۾ ترجيح ڏني. اهڙا والدين قابل احترام ۽ قابل فخر هجڻ گهرجن.

چوندا آهن ته "انسان هڪ بيچين مخلوق آهي". اسان جڏهن ڪنوارا هوندا آهيون ته زندگي مان بيزار هوندا آهيون. وري جڏهن شادي ڪندا آهيون ته به خوش نه هوندا آهيون ۽ جيڪڏهن اڪيلا هوندا آهيون ته اڪيلائي کائڻ لڳندي آهي. اڪثر چيو ويندو آهي ته "آرزو" جو پيٽ ڪڏهن به نه ڀرجندو آهي. تمنائن کي ڪڏهن به تسڪين نه ٿيندي آهي. دنيا جي زندگي ۾ انسان جي شڪست اڻ ٽر آهي".

انهن ڳالهين يا چوڻين ۾ صداقت هجي يا نه هجي پر اها بهرحال حقيقت آهي ته "سرمائيداري" سماج ۾ انسان ماڻهن جي "ميڙ" يا "هجوم" ۾ به اڪيلائي محسوس ڪرڻ لاءِ مجبور هوندو آهي.

اڄ جي دور ۾ سيني کي خبر آهي ته "جنگ هڪ موتمار ۽ مهلڪ جرم آهي. ان جي باوجود جيڪو حڪمران يا طبقو يا شخص جيڪو پاڻ اهو جرم ڪندڙ آهي. اهو به "انصاف" جي آڙ ضرور وٺندو آهي".

چوندا آهن ته "خوشامد انهن ماڻهن کي وڻندي آهي جيڪي "غرور نفس" ۾ مبتلا هوندا آهن. جڏهن ته ڪنهن کان به نفرت ڪرڻ جو مطلب پاڻ پنهنجي جهالت ۽ خوف جو اعتراف ڪرڻ آهي".

اڄ جي دور ۾ نوجوان جلدي ڏوڪو ڪائي ويندا آهن. چاڪاڻ جو اُهي پُراميد به جلدي ٿي ويندا آهن".

ڏاهن جو چوڻ آهي ته بغاوت کان بچڻ جو بهترين طريقو اهو آهي ته ان جا سبب پيدا نه ڪيا وڃن. جيڪڏهن دونهون دُکندو رهندو ته ڪڏهن به ڪٿان به ڪا

چٺنگ ان کي پڙڪائڻ ۾ دير نہ ڪندي".

"پنهنجي دوست سان اهڙي محبت ڪيو جڻ تہ هو دشمن ٿيڻ وارو ٿي آهي ۽ دشمن سان اهڙو سلوڪ ڪريو جڻ اهو دوست بڻجڻ لاءِ آماده آهي".

"هر شخص وٽ ڪا نہ ڪا اهڙي چاڻ ضرور آهي جيڪا آءٌ ان کان سکي سگهان ٿو".

"اسان جي دل گهرندي آهي تہ جيڪا شئي اٽل آهي. ان کي خنده پيشاني سان منهن ڏيون ۽ ويجهو ايندڙ موت تي مسڪرائڻ سکون".

"وڏي ٿيڻ جي عمل ۾ انسان هڪ اهڙي اهم شئي وڃائي ويهي ٿو جيڪا ٻيهر ڪڏهن بہ نٿي ملي ۽ اها آهي "معصوميت" جو خاتمو".

اسڪاٽليند جي هڪ شاعر رابرٽ برنس جو شعر آهي تہ "بہ چاپڙئو، ڇا اهي ٿي توهان جون من مستيون آهن تہ انسانن کي قتل ڪري خدا جو شڪر ادا ڪيو؟ شرم ڪريو. باز اچو. خدا قتل جي لاءِ اوهان جا شڪرانا ڪڏهن بہ قبول نہ ڪندو".

"ڪنهن بہ ماڻهوءَ جو موت مونکي ڪمزور ڪندو آهي ڇاڪاڻ جو آءٌ انسانيت سان منسوب آهيان. ان ڪري ڪڏهن بہ ڪنهن کي اهو معلوم ڪرڻ لاءِ "گرجا گهر" نہ موڪليندا ڪريو تہ موت جون گهنٽيون ڪنهن جي لاءِ وڄي رهيون آهن. اهي توهان جي لاءِ وڄي رهيون آهن".

"جڏهن اسين فطرت تي سوچيون ٿا. يا انسان ذات جي تاريخ تي يا اسان جي پنهنجي ڪارڪردگيءَ تي تہ پهرين تصوير جيڪا اسان جي آڏو اچي ٿي اها لاڳاپن ۽ لاڳاپن جي لاڳاپن جي آهي. جنهن ۾ ڪا بہ شئي جيئن اها هئي. جتي هئي ۽ جيڪي ڪجهہ هئي. اها ايئن نٿي رهي پر هر شئي ڇري ٿي. بدلجي ٿي. وجود ۾ اچي ٿي ۽ وجود مان نڪري وڃي ٿي".

"اسان جا جذبا ۽ اڌما بدلجن ٿا ۽ اسين ان جو ڪو بہ نوٽيس نٿا وٺون. اسان ڏسندا آهيون تہ جيڪا ٿلهي همدردي هئي سا بلدجي محبت ٿي وڃي ٿي ۽ اها محبت پوءِ ڪڏهن بگڙي نفرت بنجيو وڃي ٿي".

"نظرياتي غلطيءَ جو تدارڪ نہ ڪرڻ علمي بدديانتي جي مترادف آهي".

"اها بہ شايد حقيقت هجي تہ جتي هزارين مذهب. مسلڪ ۽ مذهبي عقيدا هڪٻئي سان برسر پيڪار هجن. اتي انسان جي ذهن ۾ سيني جي لاءِ شڪ پيدا ٿيندا هجن!!!"

اها پڻ حقيقت آهي تہ "اسان ڪنهندا آهيون تہ اسان کي خارش ٿيندي آهي ۽ خارش ٿيندي آهي تہ ڪنهندا آهيون".

"حق جو سوال اتي پيدا ٿيندو آهي جتي ڌريون برابر هجن. هتي طاقتور جي دل ۾ جيڪي اچي ٿو. اهو ڪري ٿو ۽ ڪمزور کي برداشت ڪرڻو پوي ٿو".

"انساني ابتدائي تاريخ جو مطالعو ڪبو تہ خبر پوندي تہ جهالت ۽ خوف پهريائين "ديوتا" پيدا ڪيا.

"انسان اڄ جيڪو ڪجهہ بہ آهي، ان جي قيمت هن جا ابا ڏاڏا گهڻو وقت

اڳي ادا ڪري چڪا آهن".

سقراط هڪ دائي جو، والٽيئر هڪ وڪيل جو ۽ شيڪسپيئر هڪ ڪاسائي جو پٽ هو.

"پنهنجي زماني جي اخلاقي نظام سان ٽڪر کائڻ هميشہ خوفناڪ رهيو آهي". "جيئن جيئن دانش ۽ بصيرت وڌي ٿي، تيئن تيئن ساڳي نسبت سان تلخي بہ گهٽجي ٿي.

زندهہ رهڻ لاءِ ضروري آهي تہ ماڻهو موت کان وڌيڪ زندگيءَ کي ياد رکي".

"جيترو اسان وڌيڪ سکون ٿا اوترو ئي اسان کي پنهنجي ڪم علمي جو وڌيڪ احساس ٿئي ٿو".

"فڪر، عمل جو امڪان آهي. ڌيان هڪ تناءُ آهي. نفرت هڪ گريز آهي. نِڪ هڪ جستجو آهي. جذبو هڪ حرڪت آهي. خيال، عمل جي پهرين منزل آهي".

"ٻارڙا، والدين جي لاءِ جيئرا نہ رهندا آهن پر والدين ٻارڙن لاءِ زندهہ رهندا آهن ۽ ٻارڙن جي بيوسي ۽ لاچاري ئي "خاندان" جي ملڪيت ۽ اهميت آهي".

"خاندان پهرين اجتماعي ايڪائي آهي، ٻار جنهن جي اطاعت ڪري ٿو".

"خاندان اجتماعي ادارن ۾ سڀني کان وڌيڪ فطري ادارو آهي".

"اخلاق جي ڪسوٽي يا پرک اجتماعي فلاح ۽ بهبود آهي".

"اسانجا ٻار نصيحتن سان نہ پر اسان جي مثال کان متاثر ٿيندا آهن".

"حڪومت جڏهن چند "احمقن" کي قابو نٿي ڪري سگهي تہ پوءِ سڀني کي احمق بنائڻ گهري ٿي".

"قانون، جائيداد ۽ ملڪيت رکندڙن جي حقن ۾ مفيد آهي پر بي زر ۽ مفلس ماڻهن لاءِ نقصانڪار آهي".

"رياست دعويٰ ڪري ٿي تہ "آءٌ عوام آهيان" جيڪو سراسر ڪوڙ آهي".

مٿي ۽ هيٺ عرض ڪيل سمورا ٽڪرا، مختلف ڪتابن سان نوٽ ڪيل آهن جن تي غور ڪرڻ جي ضرورت آهي.

"حڪومت صاحب جائيداد ماڻهن جو هڪ اجتماعي ادارو آهي جيڪو جائيداد کي تحفظ ڏيڻ لاءِ وجود ۾ آندو ويو آهي".

هڪ چيني چوڻي آهي تہ "جڏهن بہ ڪا قوم گهڻا قانون ٺاهڻ شروع ڪري تہ پڪ سمجهندا تہ ان جو "پوڙهاپو" يا "ٻُڍاپو" اچي رهيو آهي". هڪ آمريڪيءَ جو چوڻ آهي تہ بڌڻ ۾ آيو آهي تہ آمريڪا جا آئين ساز هر سال تقريبن "سورنهن" هزار قانون ٺاهين ٿا. جيڪڏهن اهو سچ آهي تہ پوءِ اسان هڪ چورن جي قوم آهيون جنهن کي قانون جي نہ پر علم جي ضرورت آهي".

مسيحيت جو سڀ کان وڏو معجزو اهو آهي تہ "اُن مفلسن کي اميرن جي قتل کان باز رکيو".

"زندگيءَ جو الميو آهي تہ زندگي اسان کي حڪمت ان وقت عطا ڪري ٿي جڏهن اها اسان کي "شباب" چني وني ٿي".

"چاليهن سالن جي عمر ڪانپوءِ اسان اهو چاهيندا آهيون تہ دنيا هڪ هنڌ بيهي رهي ۽ زندگيءَ جو وهڪرو بہ رُڪجي وڃي". پر "ڪا بہ شئي جامد ۽ ساڪن نہ آهي، هر شئي حرڪت ۾ رواں دواں آهي. ساڳي نهر ۾ ڪو بہ بہ ڀيرا ڪڏهن نٿو وهنجي، ڇاڪاڻ تہ اها بہ لاڳيتيون گهڙيون، اها ساڳي نہ ٿي رهي، هڪ گهڙي ڪان ٻيءَ گهڙيءَ تائين اها بدلجي ٿي، اها ٻي ٿي وڃي ٿي". اهائي زندگيءَ جي اصل حقيقت آهي جيڪا اسان جي پسند يا ناپسند جي محتاج نہ آهي.

متي عرض ڪيل مختلف تڪرا، مختلف ڏاهن جا چيل آهن جيڪي زندگي کي سمجهڻ ۾ مددگار ثابت ٿي سگهن ٿا.

دنيا جي حقيقت کي سمجهڻ جي جستجو ڪندڙ سائنسدانن، عالمن ۽ محققن جي اها بہ دعويٰ آهي تہ اڄ ڪان تقريبن چار ارب سال پوءِ "هيليم" جي مرڪزي حصي جي سُسڻ سان اسان جي سج جو دائرو وڌڻ شروع ڪري ڇڏيندو ۽ سج جي ويجهو وارن سيارن کي ناقابل تصور گرمي جو منهن ڏسڻو پوندو. زميني، هوائي ماحول ۽ سمندن جي ٿهڪڻ سان زمين تي زندگي ناممڪن بڻجي ويندي پر تڏهن بہ ڪائنات جي هن ننڍڙي حصي ۾ زندگي جي ختم ٿيڻ سان باقي ڪائنات جي زندگي جي ڪهاڻي ختم نہ ٿيندي. جڏهن سج مري رهيو هوندو تہ ٻيا ستارا جنم وٺي رهيا هوندا. ڪائنات جي مشاهدن مطابق اربين ڪهڪشائن ۾ اهڙا بيشمار سج ۽ سياره موجود آهن جن تي زندگيءَ لاءِ گهربل حالتون بہ حاضر آهن". "انڪري ڪائنات جي هن معمولي دنيا يا حصي تي چار ارب سالن ڪانپوءِ جيڪو ناسازگار ماحول پيدا ٿيندو، ان لاءِ هن وقت پريشان ٿيڻ جو ڪو بہ سبب نہ آهي".

ننڍپڻ ۾ ۽ اڃا تائين اسڪولن ۽ تعليمي ادارن ۾ جيڪي ڪورس اسان جي ٻارن کي پڙهايا وڃن ٿا، اُهي ڪورس، ڪمپيوٽر ۽ انٽرنيٽ تي ڏيندڙ ڄاڻ سان ڪيتري هڪجهڙائي ۽ هم آهنگي رکن ٿا؟ ان اهم سوال کي نظرانداز نہ ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ جو ساڳي دنيا، ڪائنات يا سيارن ۽ ستارن جي باري ۾ هڪٻئي جي ابتڙ ملندڙ ڄاڻ ٻارن کي مونجهاري ۽ بداعتمادي ۽ بي اطمينانيءَ ۾ ڦاسائيندي رهندي ۽ ڪين سمجهہ ۾ نہ ايندو تہ "حقيقت ڇا آهي؟" ان ڪري سائنسي تحقيقات ۽ سائنسي علم جي روشنيءَ ۾ تعليمي ادارن جا ڪورس ترتيب ڏنا وڃن. ڪنهن بہ هڪ نظرئي يا هڪ رُخ تي زور ڏيڻ جي بدران سائنس، ٽيڪنالاجي ۽ فلسفي جي ڪورسن کي بہ نصاب ۾ شامل ڪرڻ گهرجي تہ اهو پڻ پرکڻ گهرجي تہ عمل ۾ ڪهڙو نظريو اسان سان وڌيڪ لاڳاپيل بہ آهي تہ فائديمند بہ آهي.

# اڪيلائي جي زندگي بسر ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ انسان يا تہ ديوتا هجي يا حيوان

نوجوان محمد پناهہ جڏهن نيندي ڪنڊ جي برڪ عالم دين مرحوم ابو الڪلام آزاد جو شاگرد بڻيو تہ مولانا آزاد پنهنجي هن سنڌي نوجوان شاگرد جو نالو محمد پناهہ مان ڦيرائي محمد معاذ رکيو. "معاذ" ۽ "پناهہ" جي معنيٰ ساڳي آهي.
محمد معاذ. تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ مولوي بہ بڻيو تہ طب جو ڪورس ڪرڻ کان پوءِ سنديافتہ حڪيم پڻ بڻيو.

حڪيم مولوي محمد معاذ پيرزادي جو تعلق نوابشاهہ ضلعي جي سڪرنڊ تعلقي سان هو. سندن ڳوٺ جو نالو چٽن شاهہ آهي.

حڪيم محمد معاذ پهريائين ڪراچي ۾ "دواخانو" کوليو. پر پوءِ پنهنجي اباڻي ضلعي يعني نوابشاهہ شهر ۾ مستقل رهائش بہ اختيار ڪئي تہ 1917ع ۾ معاذ دواخانو پڻ قائم ڪيائين.

نيندي ڪنڊ جي آزديءَ واري تحريڪ جي دوران مرحوم محمد معاذ. جميعت العماءِ هند سان نہ صرف وابسطہ رهيو پر ان ۾ سرگرميءَ سان حصو پڻ وٺندو رهيو. ان کان سواءِ سندس همدرديون سنڌ هاري ڪميٽي سان پڻ هيون. جنهن جي ناهڻ ۾ پڻ دلچسپي سان حصو ورتائين.

هنڌ_سنڌ. بلوچستان. پختونخواهہ توڙي پنجاب جا چوٽيءَ جا سياستدان ۽ ديني عالم اڪثر مرحوم حڪيم محمد معاذ وٽ ايندا رهندا هئا. حڪيم محمد معاذ. نوابشاهہ لوڪل بورڊ جو چيئرمين. صدر. ميمبر پڻ چونڊجندو رهيو تہ انگريز سرڪار ۽ انهن جي ٽاڦيل سرڪار ۽ انتظام جي انتقام جو نشانو پڻ بڻجندو رهيو. ان راهہ ۾ ڪيترا ڀيرا جيل پڻ ڪاٽيائين.

مرحوم محمد معاذ. ڪراچي جي ڪلاڪوٽ پاڙي ۾ رهڻ دوران. اتان جي هڪ بلوچ خاندان مان شادي ڪئي. جنهن مان حڪيم صاحب کي چار پٽ ۽ هڪ نياڻي آهي. سندس ان پهرين گهرواريءَ جي انتقال کان پوءِ حڪيم صاحب وري بہ ساڳي خاندان مان يعني پهرئين مرحوم گهر واريءَ جي نيندي ڀيڻ سان بہ شادي ڪئي. جنهن مان حڪيم صاحب کي پنج پٽ ۽ ٽي نياڻيون آهن.

حڪيم محمد معاذ 15 مئي 1970ع ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. مرحوم محمد معاذ جو ڇهون نمبر فرزند مسعود احمد انجنيئرنگ ڪاليج ۾ تعليم حاصل ڪرڻ دوران شاگرد تحريڪ ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺي رهيو آهي. تنظيمي لحاظ کان هو ايس اين ايس ايف جو عهديدار بہ هو پر ڪاليج جي سيني شاگردن ۾ مقبول هو.

اهو. اهو ئي دور هو جڏهن آءُ بہ نوابشاهہ ۾ شاگرد جدوجهد ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺي رهيو هوس. ساڳي شهر ۽ ساڳي تنظيم ۾ گڏ هجڻ جي ڪري هڪ

بئي سان برادراڻا ۽ دوستاڻا تعلق قائم ٿيا.

سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ حفيظ پيرزادي صاحب ۽ رعنا لياقت علي خان مرحومہ سان ٿيل ناخوشگوار واقعي جي سلسلي ۾ جڏهن آءُ ٻين دوستن سان گڏ گرفتار ڪيو ويس ۽ جڏهن اسان سڀني ملزمن کي اسپيشل ٽربيونل ۾ "پيشيءَ" لاءِ حيدرآباد مان ڪراچي وٺي ويندا هئا تہ ان حاضريءَ واري ڏينهن تي مسعود صاحب، اسان سڀني "قيدين" جي لاءِ گهران ماني نهرائي ڪٺي ايندو هو. مسعود احمد کي انهن ڏينهن ۾ ڪي اي ايس سي ۾ نوڪري ملي چڪي هئي.

مسعود صاحب، ان دور ۾ انتهائي فعال، زندهہ دل، خوش مزاج، بهادر ۽ دلبر شخصيت جو مالڪ هو.

هتي اهو ٻڌائڻ ضروري ٿيندو تہ ان کان ڪجهہ سال پوءِ مسعود صاحب سان "هڪ روڊ حادثو" بہ پيش آيو تہ ڪجهہ سال بعد ۾ وري ڪيس "برين هيمرهيج" جو حملو پڻ ٿيو. پاڻ انهن ٻنهي خطرناڪ حملن ۾ حادثن کان صحتياب تہ ٿي ويا پر دماغي ڌڪن جي ڪري سندس طبيعت ۾ ڦيربون وارو "مزو" برقرار نہ رهي سگهيو. مسعود احمد صاحب پڻ ڪي اي ايس سي مان 5_6 سال اڳ پاڻ رٽائرمينٽ ورتي آهي ۽ اڄڪلهہ پنهنجي گهر ۽ ٻارڙن سان خوش آهي.

مرحوم حڪيم محمد معاذ جيئن تہ نوابشاهہ جي معزز ۽ چاتل سڃاتل شخصيت بہ هو تہ دواخاني جي حوالي سان پڻ شهر ۽ پسگردائي جي ڳوٺاڻن سان سندس واسطا هئا. جڏهن تہ لوڪل بورڊ جي صدر هجڻ جي حيثيت سان ڪيترن ڳوٺن ۾ اسڪول پڻ قائم ڪرايا هئائين ان ڪري بہ اسان جي وڏڙن جو پڻ دواخاني اچڻ وڃڻ ٿيندو هو. ان ڪري مرحوم حڪيم صاحب جا ٻيا فرزند پڻ منهنجي والد محترم ، پائرن ۽ مون کي سڃاڻيندا هئا.

انجنيئرنگ جي ڊگري وٺڻ ۽ بيروزگار ٿيڻ کان پوءِ جڏهن منهنجي شادي جو مرحلو آيو تہ ٻنهي خاندانن جي "ڪامن" دوستن جي معرفت منهنجي شادي مرحوم حڪيم محمد معاذ جي سڀني کان ننڍي نياڻي سان طئي ڪئي وئي.

جڏهن آءُ او جي ڊي سي ۾ هوس تہ منهنجو مڱڻو ٿيو ۽ وري 1979ع ۾ جڏهن شادي ٿي تہ ان وقت آءُ ڪي اي ايس سي ۾ هوس.

مون کي چار نياڻيون آهن، جن مان ٽن جي شادي ڪرائڻ جو فرض ادا ڪري چڪو آهيان. سڀني نياڻين ڪراچي جي مشهور گرلز اسڪول "ماما پارسي" مان تعليم حاصل ڪئي آهي.

منهنجي وڏي نياڻيءَ جي شادي، سندس ماسات يعني محترم فيض محمد پيرزادي جي محنتي، ذهين ۽ با اخلاق پٽ سان ٿي آهي، جيڪو آمريڪا جي نيوجرسي رياست ۾ مقيم آهي.

منهنجي ٻي نمبر جي نياڻي جي شادي ڊاڪٽر خليق الزمان پيرزادي جي ننڍي فرزند ابراهيم سان يعني سندس ماروٽ سان ٿيل آهي، جيڪو برطانيا جي پيٽر بَرو شهر ۾ مقيم آهي.

منهنجي ٽين نياڻي جي شادي محترم گلزار احمد جي ننڍي فرزند امان

گل سان تيل آهي، جنهن کي سلڪ بينڪ ۾ ملازمت آهي.
سيني کان ننڍي نياڻي انين ڪلاس ۾ تعليم حاصل ڪري رهي آهي.
ٻار هر هڪ ماءُ پيءُ کي وڻندا آهن. پر ٻارن، خاص ڪري نياڻين ۽ اهو بہ اسان جي معاشري ۾ ڪيئن تربيت ڪجي، ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي.
ٻار انتهائي "نازڪ ۽ "حساس" ٿيندا آهن. انهن سان سندن عمر جي لحاظ کان ڪيئن پيش اچجي، هنن جي ذهني اوسر ڪهڙي ماحول ۾ ڪرڻ گهرجي، اهي انتهائي اهم ۽ ڏکيا ۽ صبر آزما مرحلا هوندا آهن.
چوندا آهن تہ ظالم والدين جا ٻار هميشہ ڪوڙ ڳالهائيندا آهن.
"اهو پڻ چيو ويندو آهي تہ ٻارن جي طرفان هر پڇيل سوال دراصل "دنيا کي سمجهڻ جي خواهش جو اظهار هوندو آهي".
ان ڪري ٻارڙن کي ٽوڪڻ، هر ڳالهہ تي روڪڻ، يا پڇيل سوالن جا جواب نہ ڏيڻ، ٻارڙن جي هڪ ٻئي سان "ڀيٽ" ڪرڻ، اڪيلائي ۾ توڙي ٻين جي موجودگي ۾ ٻارڙن تي تنقيد ڪرڻ سان سندس اڳيان ڪنهن جي عيب جوئي ڪرڻ انتهائي خطرناڪ آهي.
"پيار ڳالهہ ٻولهہ جو بنياد آهي تہ ساڳي وقت خود ڳالهہ ٻولهہ بہ آهي".
"هڪ ساڳي ٻار سان ماءُ جو رويو ۽ سلوڪ هڪڙو تہ پيءُ جو وري ٻيو" يا هڪ ٻار سان سلوڪ ۽ رويو هڪڙو تہ ٻئي ٻار کي مختلف نفسياتي مونجهارن جي ور چاڙهڻ جو سبب بڻجي سگهي ٿو.
ان کان سواءِ ماءُ-پيءُ جو هڪ ٻئي سان "ناروا سلوڪ" تلخي يا "بدمزگي" پڻ ٻارن جي لاءِ انتهائي خراب اثر پيدا ڪرڻ جو باعث بڻجي سگهي ٿو.
چوندا آهن تہ "جنهن موقعي تي اوهان پنهنجي جيون ساٿي تي توجہ ڏيئي سگهو، ضرور ڏيندا ڪريو". "ڪڏهن بہ پنهنجي ساٿي تي حاوي ٿيڻ يا ڇانئجي وڃڻ جي ڪوشش نہ ڪريو".
"هر شخص جي تعريف ڪندا ڪريو تہ جيئن اهو ان تعريف تي پورو لهڻ جي ڪوشش ڪري".
"ڪنهن بہ ٻئي شخص کي شرمساريءَ کان بچايو".
"بني نوع انسان جي عالمگير خواهش "همدردي آهي".
"نفرت، نفرت سان ختم نہ ٿيندي آهي پر محبت سان متجندي آهي".
"هر نادان ماڻهو پنهنجي غلطي تي پردو وجهڻ جي ڪوشش ڪندو آهي".
اوهان کان غلطي ٿي وڃي تہ فورن تسليم ڪيو. "جيڪڏهن اوهان هر روز عيد ۽ هر رات شب برات ملهائڻ چاهيو ٿا تہ پنهنجي گهرواريءَ جي گهرداري جي سليقي کي نہ نڪرايو".
"اسان انهن ماڻهن کي پسند ڪندا آهيون، جيڪي اسان کي پسند ڪندا آهن". "اظهار خودي انساني فطرت جي پهرين ضرورت آهي".
جڏهن ماڻهو خود پنهنجي نفس سان جنگ ڪري ٿو تہ ان وقت هن جي قدر و قيمت وڌي وڃي ٿي".

”جيڪا مسڪراهٽ، دل جي گھراين مان اپرندي آهي، اها هر ڪنهن جي دل کان خراج وصول ڪندي آهي“.

”ٻين سان اهڙو سلوڪ ڪريو، جهڙي سلوڪ جي اوهان انهن کان توقع ڪيو ٿا“ يا جيڪو سلوڪ اوهان کي پاڻ کي سٺو محسوس ٿئي“.

”جيڪڏهن اوهان پنهنجي حرمت/عزت چاهيو ٿا تہ پوءِ ٻين جي حرمت ڪريو“.

”عورت کي پنهنجو نسل ڪنهن بہ فرد کان وڌيڪ پيارو هوندو آهي“.

”ماءُ جو پيار انساني ايجاد نہ آهي، اهو حيواني ورثو آهي، اهو جبلن کان بہ جهونو آهي“.

”ڪو بہ شخص جيستائين پنهنجو پاڻ سان ذهني طور تي مخلص نہ آهي، خوش نہ ٿو رهي سگهي ۽ نہ ئي فطرت جي تقاضائن مطابق زندگي بسر ڪري سگهي ٿو. فطرت جي تقاضائن مطابق زندگي گذارڻ جو نالو ئي ”جنت“ آهي.

”جيڪڏهن توهان جو ڪو بہ ٻار ڪا غلطي ڪري تہ ان کي ترت سيني سان لڳايو تہ جيئن هو اوهان جي دل جي ڌڙڪن ٻڌي سگهي ۽ محسوس ڪري تہ اوهان کيس ڪيترو پيار ڪريو ٿا“...!!!!

”مرد شاهہ بلوط وانگر پر وقار، عورت ول جيان محبتڻ ۽ ٻار گلن وانگر سدا سڳنڌ ڏيندڙ ٿي سگهن ٿا“.

”سچ پچ تہ ٻارڙن/نياڻين کي نپائڻ جي دوران ڪڏهن ڪڏهن سخت يا ”رکو“ رويو اختيار ڪرڻ سان ٻارڙن جي ڪچي ذهن ۾ اوهان جي لاءِ دپ ۽ نفرت جا جيڪي مليل جليل احساس پيدا ٿين ٿا. اهي وڏين ڪوششن جي باوجود ٻارن جي ذهنن مان نہ ٿا ڪڍي سگهجن. يعني اوهان ٻارڙن جو سئو سيڪڙو اعتماد ۽ سئو سيڪڙو پيار ڪڏهن بہ حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهندا. ان ڪري ٻارڙن سان ڏاڍي ذميداري ۽ احتياط سان هلڻ ضروري آهي.

ٻار جيڪڏهن ماءُ کان يا پيءُ کان ڊڄي تہ پوءِ آخر ڪيڏانهن وڃي؟؟ ڪنهن وٽ پناهہ وٺي؟ ڇا والدين جي لاءِ اِن کان وڏي ٻي ڪا بدقسمتي ٿي سگهي ٿي تہ سندس جگر جا ٽڪر کانئس ڊڄندا رهن؟ کانئس نفرت ڪندا رهن؟ يا ٻارن کي پيءُ جو ڊپ ڏيکاري ڊيڄارڻ، سٺي ڳالهہ آهي؟؟

ٻارن کي صحتمند، سٺو، انسان دوست، ماحول ۽ پيار ڏيڻ اسان جو فرض آهي.

ٻي صورت ۾ والدين پاڻ پنهنجن ئي ٻارڙن جي رد عمل جو ذميدار هوندا ۽ اهو رد عمل کين زندگي ڀر بيچين ڪندو رهندو.

# خواهشون تيستائين ناممڪن آهن جيستائين خواهشون ڪرڻ وارو "جاندار" موجود نہ هجي

گورنمينٽ ڪاليج نواب شاهہ ۾ جڏهن داخلا ورتم تہ اتي بشير احمد ميمڻ سان پڻ ويجهڙائپ ۽ دوستي ٿي. بشير احمد، اصل ۾ "نئين جتوئي" جو رهواسي آهي. ڏاڍو محنتي، ذهين ۽ صابربن آهي. شاگرديءَ جي زماني ۾ لکڻ پڙهڻ سان دلچسپي هجڻ جي ڪري "سنڌو پارس پبليڪيشن جي نالي سان ڪجهہ ڪتاب ۽ ڪجهہ رسالا پڻ شايع ڪرايائين. سندس معرفت اسلم آزاد ۽ گل محمد مستوئي سان پڻ ملاقات ٿي. جيڪي ان زماني ۾ عبرت اخبار ۾ "ٻارن جو صحفو" جا انچارج هوندا هئا. اسلم آزاد پوءِ بہ مختلف اخبارن ۽ ميڊيا جي ٻين ذريعن ۾ نہ صرف ڪم ڪيو پر شهرت پڻ حاصل ڪئي. "پرک" پروگرام سندن سڃاڻپ بڻجي ويو هو. هن وقت سندس صحت، سندس ساٿ نہ ڏيئي رهي آهي پر پوءِ بہ اسلم هڪ زنده دل انسان آهي. جڏهن تہ انجنيئرنگ جي ڊگري حاصل ڪرڻ کان پوءِ مختلف عهدن تي مختلف شهرن ۾ ملازمت ڪندي ڪندي، هن وقت بشير احمد ايگزيڪيوٽو ڊسٽرڪٽ آفيسر جي عهدي تي فائز آهي. غريب پرور، هوشيار ۽ "جلالي" آهي.

جيئن تہ هر دور ۾ "سماجي مسئلن جو سبب ان وقت جون سماجي حالتون ئي هونديون آهن". ان ڪري هرهڪ انسان کي پنهنجي پنهنجي دور جي سماجي حالتن ۽ سماجي مسئلن کي سمجهڻ ۽ انهن جو "حل" ڪڍڻ گهرجي ۽ ظاهر آهي تہ اها اجتماعي ذميواري، انفرادي حيثيت سان محسوس ڪرڻ ۽ ادا ڪرڻ جي باوجود بہ چڱا نتيجا صرف ان وقت ڏيئي سگهي ٿي جڏهن اهي سمورا طبقا ۽ سماج جا اهي سڀ حصا گڏجي ان ڏس ۾ اجتماعي جدوجهد ڪن ۽ ان احتجاجي جدوجهد جي لاءِ هڪ گڏيل جماعت تشڪيل ڏين.

هڪ طرف اسان مسئلن کان بيزار ۽ تنگ بہ آهيون پر ٻئي طرف "سياسي جدوجهد" يا سياست يا سائنسي نظريي يا سياسي جماعت ۾ شامل ٿيڻ کان "ڇرڪي" رهيا آهيون تہ پوءِ ڀلا مسئلا حل ڪيئن ٿيندا؟؟ بهتر تبديلي ڪير آڻيندو ۽ ڪيئن آڻيندو؟؟ "سياست" تي بہ جيڪڏهن هڪڙي گروهہ يا هڪڙي طبقي کي "هڪ هٽي" برقرار رکڻ جي اجازت ڏبي تہ پوءِ اهو طبقو پنهنجن طبقاتي مفادن جي خلاف فيصلا ڪيئن ڪندو؟؟ "سياست" لفظ کان جائي واٽي چڙ ڏيارڻ يا نفرت ڪرائڻ جو ماحول بہ انهن بالادست قوتن جي حرڪت ۽ حڪمت عملي سمجهڻ گهرجي جيڪي شاگردن، نوجوانن، هارين، مزدورن، ملازمن، ڪوڻائن، بيروزگارن، غريب شهرين، عورتن ۽ سماج جي پيڙيل طبقن کي سياست کان يا سياسي جدوجهد کان پري رکڻ گهرن ٿيون.

اسان کي ڪڏهن بہ اهو نہ وسارڻ گهرجي تہ "انساني سماج، مجموعي طور تي مرڪب آهي، اقتصادي زندگي ۽ سياسي زندگيءَ جو". يعني "سياسي زندگي، اقتصادي زندگيءَ جي ئي هڪ پيداوار آهي". ان ڪري جيڪڏهن اسان پنهنجي زندگي سان لاڳاپيل معاشي، اقتصادي ۽ سماجي مسئلن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ چاهيون ٿا تہ پوءِ اسان کي نظرياتي سياست ڪرڻ جي درست واٽ وٺڻي پوندي ۽ سياست يا سياسي جدوجهد کي

پنهنجي زندگيءَ جي سرگرميءَ جو حصو سمجهڻو پوندو ۽ ان ۾ متحرڪ ڪردار ادا ڪرڻ ڪي "اڻ ٽر" سمجهڻو پوندو.

اسان جو ڪوبہ رويو دراصل "غير سياسي" نہ هوندو آهي.

اسان جو بظاهر خاموش رهڻ يا سياسي لحاظ کان لاتعلق يا غير سياسي رهڻ پڻ "سياست" جو ئي هڪ رُخ يا "روپ" آهي....!!! ڇاڪاڻ جو اسانجو اهو "روپ" بہ اسانجي مخالف قوتن جي سياست. سياسي بالادستي ۽ حڪمت عملي کي ٿي هٿي ڏيڻ جو باعث بڻجي رهيو آهي.

اهو درست آهي تہ اسانجي انساني سماج ۽ رياستي ادارن ۾ ڪيترائي اهڙا انفرادي انسان آهن. جيڪي پنهنجي طور تي پنهنجي پنهنجي اداري يا "فيلڊ" ۾ نسبتاً بهتر يا عوام دوست ڪردار ادا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا آهن ۽ ان سلسلي ۾ سندن ساک پڻ ساراهڻ جوڳي رهي آهي. پر ان جي باوجود سماج ۾ مجموعي طور تي يا انهن سٺي ساک وارن انسانن جي متعلق ادارن ۾ مستقل بنيادن تي ڪهڙي بهتري اچي سگهي آهي؟؟

"پرائمري تعليم. اسان جو بنياد آهي". ان بنياد جو ڪهڙو حشر ڪيو ويو آهي؟؟ ڇا ان جو اهم ۽ بنيادي سبب معاشي بدحالي ۽ سماجي حالتون نہ آهن؟؟ ملڪ جو ڪهڙو ادارو آهي جنهن جون حالتون زوال پذير نہ آهن؟؟ ڇا "سياست" ۽ "معيشت" پاڻ ۾ جُڙيل يا ڳنڍيل نظر نہ اچي رهيون آهن؟؟

جن طبقن يا جن گروهن. اهي حالتون پيدا ڪيون آهن يا انهن حالتن جي تسلسل لاءِ زميدار آهن ڇا انهن کان ئي بهتري يا انقلابي سڌاري جي اميد رکڻ درست آهي؟؟ اسان جو عزيز محترم پروفيسر غلام علي خان جمالي اڪثر سوال ڪندو آهي تہ "اسان جڏهن تعليمي ادارن ۾ پڙهندا هئاسين تڏهن اُن وقت جا استاد اسان کي ننڍي ڪنڊ جي ڪيترن ئي قدآور سياسي، سماجي ۽ علمي شخصيتن جو مثال ڏيندا هئا. جيڪي واقعي اتساهہ ڏيندڙ انساني ڪردار هئا. پر اڄ اسان ڪهڙين شخصيتن کي اتساهہ حاصل ڪرڻ لاءِ شاگردن جي آڏو مثال طور پيش ڪيون؟؟ "آخر ڪهڙو سبب آهي جو اهڙيون شخصيتون "ناپيد" آهن يا ايڪڙ. ٻيڪڙ آهن؟؟ واقعي غلام علي خان جو سوال انتهائي اهم ۽ ڌيان طلب آهي.

چوندا آهن تہ "ڪوبہ سماجي نظام جڏهن زوال پذير هوندو آهي تہ ان جو اظهار ثقافتي زوال جي شڪل ۾ نظر ايندو آهي".

اهو بہ چيو ويندو آهي تہ "اخلاق سماجي ارتقا جي پيداوار هوندا آهن"ر دراصل دولت پرستي جي "مذهب" خودپرستي ۽ لالچ کي هڪ "اصول" جي درجي تي پهچائي ڇڏيو آهي. جيترو بہ ڪمائي سگهو ٿا. ڪمايو ۽ جيئن بہ ڪمائي سگهو ٿا. ڪمايو. اهو آهي هن سماجي دور جو "عرق".

اهو پڻ چيو ويند و آهي تہ "ڪنهن بہ معاشري ۾ سُٺي ۽ خراب جو تصور ڪنهن بہ مخصوص طبقي جي مفادن ۽ صورتحال جي مناسبت سان اڪثر تبديل ٿيندو رهي ٿو." اهڙي طرح "وحشياڻين حالتن مان رويا بہ وحشياڻا ئي جنم وٺندا آهن".

ان ڪري جهڙو سماج ۽ سياسي ماحول هوندو. ڪردار بہ اهڙائي پيدا ٿيندا. پر اسان کي ڪڏهن بہ نااميد نہ ٿيڻ گهرجي. ڇاڪاڻ جو مجموعي "سماجي حالتون" ڪڏهن بہ "جامد" يا هڪ جاءِ تي بيٺل نہ هونديون آهن. "تبديلي" هر شئي جو لازمي عمل ۽ حصو

آهي. ان ڪري جهڙو سماجي ۽ سياسي ماحول هوندو. ڪردار بہ اهڙا ئي پيدا ٿيندا. جيڪي وقت سان گڏ. عوام جي سرگرميءَ جي نتيجي ۾ بهتر يا انقلابي تبديلي جو باعث بڻجندا. انسان جي سڄي تاريخ بہ تہ اهائي آهي.

غلام علي خان، انتهائي حساس علم دوست ۽ مهل جو مڙس ماڻهو پروفيسر آهي، جنهن تازو نہ صرف نواب شاهہ ۾ بورڊ آف انٽرميڊيئيٽ اينڊ سيڪنڊري ايجوڪيشن قائم ڪرڻ جي رٿ ڏني پر ان سلسلي ۾ باقاعدي ورڪنگ پيپر پڻ ٺاهي پيش ڪيو.

غلام علي خان جو والد بزرگوار محترم قاضي الله رکيو جمالي پڻ پنهنجي دور ۾ نہ صرف هڪ مثالي استاد رهيو آهي پر پنهنجي تَر جو پَريو ۽ قابل احترام شخص پڻ رهيو آهي.

فطرت جي باري ۾ اهو خيال تہ "اها آفاقي قانونن تحت ڪم ڪري ٿي". بلڪل درست آهي.

اها پڻ حقيقت آهي تہ صنعتي لحاظ کان ترقي يافتہ ملڪن ۾ سرڪاري مذهب پنهنجي موت پاڻ مري رهيا آهن. گرجا خالي ٿي رهيا آهن پر مذهبي فرقا هڪ "وبائي طاعون" وانگر پکڙجي رهيا آهن. جون ٿا تہ فرانس ۾ 30 هزار کان وڌيڪ اهڙا پادري آهن جيڪي باقاعده حڪومت کي ٽيڪس ڏيندا آهن. اهڙي طرح 40 هزار کن نجومي بہ آهن. جيڪي صنعتي لحاظ کان ترقي يافتہ فرانس جي غير مطمئن نوجوانن ۽ عوام کي "ٺڳي" رهيا آهن.

اسان کي اهو نہ وسارڻ گهرجي تہ "فرد جي زندگي صرف ۽ صرف هڪ ئي رُخ ۾ سفر ڪري ٿي. يعني "پينگهي کان قبر ڏانهن". "اهڙي طرح وقت بہ هڪ ئي رُخ ۾ سفر ڪري ٿو. يعني ماضيءَ کان مستقبل ڏانهن". اسان واپس ماضيءَ ڏانهن نٿا وڃي سگهون.

"سڄي ڪائنات ان ڳالهہ جو ثبوت آهي تہ تبديلي جو هرهڪ عمل هر سطح تي ناقابلِ اختتام آهي. ڪائنات جا وڏا وڏا خطا يا حصا، ممڪن آهي تہ پکڙجندا هجن، جڏهن تہ بيا ٿي سگهي ٿو تہ سُسندا هجن. ظاهري توازن جا ڊگها عرصا زبردست ڌماڪي سان ختم ٿيندا هجن جيئن Super Nova (پچڙ تارا) جيڪي نيري ڪهڪشائن جي لاءِ "ڪچو مال" يا مواد فراهم ڪندا آهن ۽ اهو عمل هر وقت مسلسل جاري ۽ ساري آهي. مادو Matter نہ تہ پيدا ٿي رهيو آهي تہ نہ ئي ختم ٿي رهيو آهي پر لڳاتار بيچيني سان هڪ حالت مان ٻي حالت ۾ تبديل ٿي رهيو آهي".

ساڳيءَ طرح "خلا" درحقيقت خالي نہ آهي. فطرت ۾ Vacuum جو ڪوبہ وجود نہ آهي. خلا هڪ دقيق گئس سان ڀريل آهي جنهن کي "Interstellar gas" سڏيندا آهن. اهو پڻ چيو وڃي ٿو تہ زندگي يا حيات جي لاءِ گهربل بنياد "جُزا" يا تيزاب يا پاڻيٺ (Amino Acids) بذات خود خلا ۾ موجود آهن.

يورپ جي سرمائيدار ملڪن ۽ آمريڪا ۾ "هارين ۽ زميندارن کي ان غرض سان پئسا ڏنا ويندا آهن تہ اهي "اناج" نہ اپائين. اهي حڪمران فطرت جي قانونن جا نہ پر "مارڪيٽ" جي قانونن جو شڪار آهن. اڳهہ اوچا رکڻ سندن ضرورت آهي.

انساني تاريخ ۾ معاشي تبديلين سان گڏوگڏ اخلاقي قدرون پڻ بدلجنديون رهيون آهن. شڪار جي زماني ۾ چوري، ڌاڙا ۽ قتل سُٺا تصور ڪيا ويندا هئا ۽ انهن کي "جوان مردي" سمجهيو ويندو هو. پر زرعي انقلاب کان پوءِ انهن کي سنگين ڏوهہ قرار ڏيئي.

انهن جي سزا موت مقرر ڪئي ويئي. "انسان جي زندگي، دنيا جي مسلسل دريافت ۽ ان جي اسرارن جو انڪشاف آهي". جيئن جيئن انسان جي زندگي جون حالتون بدلجنديون رهيون آهن تيئن تيئن سندس طرزِ فڪر ۾ پڻ تبديلي ايندي رهي آهي. هڪ هندو گروءَ جو چوڻ آهي تہ "مغرب جا نوجوان اسان وٽ هڪ جواب لاءِ اچن ٿا ۽ اسانجا نوجوان آمريڪا هڪ جواب لاءِ وڃن ٿا ۽ اڪثر ڪري پنهي مان ڪوبہ اهو نٿو لهي سگهي تہ هو ڪهڙي شئي کي ڳولي رهيو آهي". حقيقت ۾ اها غير اطميناني ۽ بيچيني سڄي دنيا جي انسانن جو مسئلو آهي. نوجوانن ۾ خودڪشي ۽ منشيات جي واهپي ۾ ڏڪوئيندڙ اضافو ان ڳالهہ جو پڪو ثبوت آهي تہ هنن کي زندگيءَ جي اهميت جو احساس يا ڪابہ مطمئن ڪندڙ معنيٰ ڏيڻ ۾ هي معاشرو ناڪام ثابت ٿيو آهي. اهو درست آهي تہ "يسوع گڏهہ تي سواري ڪئي پر هاڻي گڏهہ هن تي سواري ڪري رهيا آهن". جيڪڏهن ڪنهن انسان کي سوچڻ جو حق نہ آهي تہ پوءِ هيءَ دماغ ڇاجي لاءِ آهي؟ جيڪڏهن هڪ شخص کي سوچڻ جو حق نہ آهي تہ پوءِ ٻين، چئن ماڻهن يا ڪنهن بہ جماعت کي ڪنهن سمجهوتي ذريعي عمارت تعمير ڪري، مٿان جهنڊو کوڙي گهنڊ وڄائي فتويٰ ڏيڻ يا سوچڻ جو اختيار ڇو آهي؟؟

سڄي ڳالهہ اها آهي تہ "شيون پنهنجو پاڻ ۾ "نفي" رکن ٿيون، انهيءَ ڪري اهي پاڻ کي تبديل ڪن ٿيون". هڪ يوناني چوٽي آهي تہ "اوهان جيڪڏهن غلطيون نٿا ڪرڻ چاهيو تہ اوهان لاءِ ضروري آهي تہ اوهان ڪجهہ بہ نہ چئو ۽ ڪجهہ بہ نہ ڪيو". اول اول اڻ ڄاڻائي جو راڄ هو ۽ پوءِ سائنس ميدان ۾ آئي يعني "اڻ ڄاڻائي" بدلجي پنهنجي ابتڙ صورت ۾ بڻجي وئي. ڪابہ اڻ ڄاڻائي، ڄاڻ کان سواءِ ۽ ڪابہ جهالت علم کانسواءِ نہ ٿيندي آهي. سٺو سيکڙو جهالت جو ڪو وجود ئي نہ آهي. "علم جي ڄاڻ "اڻ کٽ" آهي، يعني ڪانہ ڪا ڳالهہ ڄاڻڻ لاءِ ۽ سمجهڻ لاءِ باقي آهي. سڄي ڄاڻ مطلق علم ڪٿي بہ نہ آهي".

اهڙي طرح جيئن جيئن "وقت" اڳتي سفر ڪندو رهندو تيئن تيئن انساني سماج پڻ تبديل ٿيندو ۽ اڳتي وڌندو هلندو ۽ اهڙي طرح علم ۽ انساني شعور جو پڻ ڪو ڇيهہ نہ آهي تہ نہ ئي هن ڪائنات جو ڪو انت آهي.

سڄي انساني برادري، پنهنجين ضرورتن ۽ ان لاءِ گُهربل پيداوار جا ذريعا "هم آهنگي" سان استعمال ڪري، معاون، مددگار ۽ منظم معاشي ۽ سماجي نظام ترتيب ڏيئي، دنيا کي ڏکن ۽ ڏوجهرن کان بچائي سگهي ٿو. اسان کي اهو نہ وسارڻ گهرجي تہ هن وقت "بي لغام" ۽ "بي مهار" ترقي يافتہ صنعتي ملڪن ۽ ملٽي نيشنل ڪمپنين جي مالڪن ۽ محافظن جي طرفان "سرمائي ميڙڻ" جي جيڪا حوص ۽ ڊوڙ هلندڙ آهي، ان سڄي دنيا ۾ انسانن ۽ سڀني جاندارن جي وجود لاءِ خطرناڪ ۽ ڀيانڪ خطرا پيدا ڪري ڇڏيا آهن.

فضائي، آبي، هوائي ۽ ماحولياتي آلودگي "اهڙا تہ گهڻ نظريئہ" خطرا پيدا ڪيا آهن ۽ انهن جو گلوبل سطح تي گڏجي جيڪڏهن ترت تدارڪ نہ ڪيو ويو تہ پوءِ انساني ۽ جاندار جيوت ڪٿي بوڏن ۽ طوفانن جو ڪاڄ بڻجندي تہ ڪٿي اُڃ، رُڃ ۽ سُڄ جي ور چڙهي ويندي.



احمد خان جمالي



منير احمد ماڻڪ سان گڏ



ڊاڪٽر جبار خٽڪ سان گڏ



# احمد خان جمالي

ڊسمبر 1948ع ۾ نواب شاهه جي پرسان گهنڊ ٽڙ نالي ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم ڳوٺ ۾ ئي حاصل ڪيائين. ان ڪانپوءِ ڊي سي هاءِ اسڪول نواب شاهه مان مئٽرڪ سائنس ۾ امتيازي حيثيت سان پاس ڪيائين. انٽر سائنس (پري انجنيئرنگ) گورنمينٽ ڪاليج نواب شاهه مان پاس ڪيائين.

1970ع ۾ سنڌ يونيورسٽي انجنيئرنگ ڪاليج ڄام شورو ۾ داخلا ورتائين ۽ 1973ع ۾ آخري سال جو امتحان پاس ڪيائين.

سنڌ يونيورسٽي انجنيئرنگ ڪاليج ڄام شوري ۾ اليڪٽريڪل ڊپارٽمينٽ ۾ N.D.V.P اسڪيم تحت 9 – مهينن تائين ليڪچرار طور پڙهايائين.

1974ع جي آخر ۾ انڊس گئس ڪمپني حيدرآباد ۾ ٽن مهينن تائين نوڪري ڪيائين. مارچ 1975ع ۾ O.G.D.C ۾ انجنيئر جي حيثيت سان ملازمت شروع ڪيائين جتان 1978ع ۾ جاب ڇڏي؛ KESC ۾ اسسٽنٽ اليڪٽريڪل انجنيئر جي ملازمت اختيار ڪيائين جتان ڊسمبر 2008ع ۾ جنرل مئنيجر جي عهدي تان رٽائرمينٽ حاصل ڪيائين ۽ اڄڪلهه ڪراچي جي هڪ نجي اداري ۾ پراجيڪٽ مئنيجر جي حيثيت ۾ خدمتون انجام ڏئي رهيو آهي.

انجنيئرنگ ڪاليج ۾ تعليم دوران ڪاليج يونين جو نائب صدر ۽ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو مرڪزي صدر پڻ رهيو.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "**پڙهندڙ**" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‎ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)